# ڪتين ڪر موڙيا جڏهن

(ڀاڱو ٻيو)

شيخ اياز

# ڳڙين ڪَرَ موڙيا جڏهن

(ياڳو ٻيو)

شاعري ۽ نوٽس

# شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1992ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ چوهٺ

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | سنڌ ٽيڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر،<br>حيدرآباد سنڌ. |
| ٽائيٽل ڪيليگرافي | شاهد گل پيرو |
| پهريون ايڊيشن | سيپٽمبر 1992ع |
| قيمت | 100/- رپيا |



---

*KATIUN KUR MORYAA JADDAHIN (Poetry & Notes) Part II. Written by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh, Pakistan. First Edition September 1992. Price Per Copy Rs. 100/-*

# انتساب

جرمن شاعر هائنرش هائني جي نالي.

هو منهنجو اڳيون جنم هو ۽ 1797ع ۾ جرمنيءَ جي شهر ڊسلڊراف ۾ ڄايو هو ۽ فيبروري 1856ع ۾ پئرس ۾ گذاري ويو هو. هُن جون ڪجهه چوڻيون ۽ ڳالهيون مون کان اڃا نہ وسريون آهن:-

1- اسانجي دؤر هڪ نئون مذهب پيدا ڪيو آهي، جنهن جو نالو آزادي آهي.

2- پنهنجيءَ اڳرائي، هَلان ۽ ڇيڙ ڇاڙ ڪي سُندر ۽ صورت وَند بڻائڻ لاءِ هميشه مذهب، اخلاق ۽ وطن سان محبت کي استعمال ڪيو ويو آهي. اڳرائي ڪندڙ انهن ٽن ڳالهين کي بهانو بڻائي، اسان تي ڄُلهہ ڪن ٿا.

3- منهنجي تابوت ۾ هڪ تلوار رکجو، ڇو تہ مان انسان جي آزاديءَ جي جنگ جو هڪ ويڙهاڪ جوڌو آهيان.

ان کان سواءِ مون کي هُن جو هڪ نظم بہ ياد ايندو آهي. معلوم نہ آهي تہ اهو هُن جو نظم آهي يا منهنجو آهي! مان ڀانيان ٿو تہ اهو هِن هڪ خوبصورت آسٽرين خاتون لاموشيءَ تي لکيو هو. اها خاتون هُن جي زندگيءَ ۾ هن جي موت کان اٺ مهينا اڳ آئي هئي. اهو نظم هن ريت آهي:

"تون هڪ ڦولَ وانگر آهين
پيارِي، اوَجل ۽ نِرڇل-
پرهن جيون جو واسَ وَن بہ تو سان گڏ آهي.
جڏهن آنءُ توکي ڏسان ٿو
تڏهن هڪ سڳنڌ يو، مذر ڏک منهنجي من ۾ اُيري اچي ٿو، ۽ منهنجو من ڪنبي وڃي ٿو.
مان سوچان ٿو تہ منهنجا ٻئي ڇٽن هٿ تُنهنجن وارن تي ڏوبَ ڇَٽيءَ وانگر هجن، ۽ مان تُنهنجي لاءِ دُعا گهران
تہ تون ٻاروهي پيارِي، اوجل ۽ نِرڇل رهين."

شايد ڪجهہ وسري ٿو وڃي! هُن پنهنجي نوجوان محبوبا جي اکين لاءِ بہ ڪجهہ لکيو هيو. هُن جي اَجهل پريتٽي جي ٻاري ۾ بہ ڪجهہ لکيو هو. ڇا لکيو هو؟ ياد نہ آهي..........

**شيخ اياز**

# ترتيب

## ڪتين ڪرَ موڙيا جڏهن (ياگو ٻيو)

# پـر اکـر

’ڪتين ڪَر موڙيا جڏهن‘ جي مهاڳ ۾، ۽ شاعريءَ ۾ ڪيترن ئي اهڙين شخصيتن، تحريڪن، تاريخي واقعن ۽ جاين ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي، جن سان سنڌ جو نئون نسل واقف نہ آهي. ممڪن آهي تہ پوري ننڍي کنڊ جو نئون نسل واقف نہ هجي. ان ڪري مان ڪتاب جي آخر ۾ اُنهن نالن وغيره تي نوٽ ڏيڻ ٿو چاهيان. هيل تائين اهي نوٽ ٻہ سؤ صفحا کن ٿي ويا آهن ۽ اجان مون کي سؤ کان مٿي شخصيتن تي نوٽ لکڻا آهن ۽ ان ڪري مون ’ڪتين ڪَر موڙيا جڏهن‘جي اڳينءَ رٿا کي ريٽي، ٽِن حصن ۾ ورهايو آهي. اهي نوٽ لکڻ مهل مون کي ڪيئي ڪتاب ڏسڻا پيا ۽ ڪڏهن پنهنجي حافظي تي مدار رکڻو پيو، ڇو تہ ڪيئي ڪتاب جن ۾ مون اهي حوالا پڙهيا آهن ياد نہ پئي آيا. انهن ۾ خاص ڪتاب جن مان مون انهن نوٽن لاءِ مواد حاصل ڪيو، سي هُئا:- ’دنيا جو ادب‘، ’فلسفي جي ڊڪشنري، ايشيا جي فَلسفي جي ڊڪشنري، دنيا جي سياست جي ڊڪشنري،‘ پيٽر بروڪ سمٿ جا ’اڻ - سمجهايل‘ ٽي پنج ڪتاب، ڪوليئرس اينسائيڪلو پيڊيا (1991ع جي اشاعت)، سي . اي. جُنگ جا پنهنجا ڪتاب ۽ هُن تي لکيل ڪتاب فلسفي جي تاريخ، مائيڪل اينجيلو، پڪاسو وغيره. آرنسٽن تي لکيل ڪتاب حڪمائي اسلام، اسلامي اينسائيڪلوپيڊيا، ڪبير، غالب ۽ مير تي سردار جعفريءَ جو لکيل ڪتاب، ’پيغمبران- سخن يو. ايس. اين آر جو سالنامو 90ع، ووڊ ڪاڪ جو انارڪزم تي ڪتاب، آڪسفورڊ جي اينسائيڪلوپيڊيا آف دي آرٽس وغيره. ايم . اين. راءِ هڪ ڪتاب لکيو هو انقلابيءَ جي لئبرري، جنهن ۾ هُن انهن ڪتابن جا نالا ڏنا ها، جن هُن جي انقلاب جي نظرئي کي متاثر ڪيو هو. مان بہ اهڙيءَ طرح هڪ شاعر ۽ اديب جي لئبرريءَ، نالي سان ڪتاب جي باري ۾ سوچي رهيو آهيانِ ۽ اُنهن سيني ڪتابن جا نالا، ٽي چار سؤ صفحن تي مشتمل ڪتاب ۾ ڏيڻ چاهيان ٿو، جن منهنجي نظم ۽ نثر تي اثر ڇڏيو آهي. باقي هن وقت مُنهنجو آخرين رايو تہ ڪتاب زندگيءَ تي ڪيترو اثر ڇڏن ٿا. اُهو بيدل جي شعر مان واضع آهي جو مون ’ڪتين ڪَر موڙيا جڏهن‘جي شروعات ۾ ڏنو آهي.

12 - مئي 1992ع

شيخ اياز

سِــکُ رَمــز وجــود ويـَـاوڻ ڏِي
ڪَانهي حاجت پڙهڻ پڙهاوَڻ ڏِي
(بيدل)

توڻ مون ڏي ڇو ٿي ڏسين، ايڏي اوڻي سان
تنهنجو مان ڇا ٿو لڳان؟
چنڊُ پڙيءَ ڪي جئن ڏسي گهايل گهوڙن سان،
تنهنجو مان ڇا ٿو لڳان؟
ڪويل ڀيڙي جِي ڏِسي جيئن سيخن مان،
تنهنجو مان ڇا ٿو لڳان؟

*

هيءَ تنهنجي آوُگهڙ
ڏئي ڏينهن نياڻ ۾.
جُهڙ تہ گهاتا ٿي ويا،
سِجُ نہ ڪيا وڙا!
پوءِ بہ تنهنجا ترورا،
چمڪيا پئي تڙا!
اوڏِڻا! مَهتيَءِ ڪيترو،
هُو پنهنجا ريپڙا! *
ڏئي ڏينهن نياڻ ۾.

* ريپڙ – وڏا متيرا

لالائــي ڏئـي لاڙَ،
ٻَــڏو ســجُ نيــاڻ ۾.
پريان چيلَن چانگَ ڪا وچي پئي واڙَ،
ٻَــڏو ســجُ نيــاڻ ۾.
آيا ڪڪر اوچتو اُيري جيئَن پهاڙَ،
ٻَــڏو ســجُ نيــاڻ ۾.
گهاتي پِيرَ چانوَ ۾ چوري چوري چاڙَ،
ٻَــڏو ســجُ نيــاڻ ۾.
تون سڀ جا ميڙا ڪرين سڀ تي تُنهنجي ماڙَ،
ٻَــڏو ســجُ نيــاڻ ۾.

*

ڪهڙا پَنَ ڏسون،
گهوَڙي گهاٽي وَڻَ ۾!
ڏاها! تارن ڏي ڏسِي،
لِيڪا لِيڪِ نہ تون!
پَرتي ڪان پَرتي ويون،
ڪارونيارَ ڪَتيون.
ڪو نہ سليندو ڳالهڙي،
ڳجهَہ لڪين ڳالهيون!

آئي آهين تون
ڇائي آهين تون
ڌرتي ۽ آڪاس تي،
نيٺ تہ ڌرتيءَ ماءُ جي،
ڌائِي آهين تون.
هي جا مُنهنجي وات تي،
وائِي آهين تون.
سڀ ڪجهہ ڏئي توکي ڪٺان!
لائِي آهين تون؟
مون ۾ سائي گاهہ ڪان،
سائِي آهين تون!

*

تو تہ هَنيا تي ڦوڙَ،
مون ڀانيا تي گلڙا
آنءُ ڏٺيون آڪاس ۾،
ڪَتيون مَٿِ ڪِروڙَ!
ڇا مان پڇي تو سگهان،
ڪڏهن تنهنجي توڙَ؟
مون ۾ لِڃي هَر لِيئو،
ڇا ڇا جوڙيئہ جوڙَ!

هيءَ جا جهوني جَڙ،
پهچي ٿي پاتار ۾.
اُنهيءَ اَيـڙي اُبَ ڏي،
ڪيا مون سان وَڙ.
ڪَرڪِي ٽِپِي ڪونج جان
پِٽائيءَ جا ٻَڙَ.
تورو وَٽج وِلات جو،
هي جا منهنجي هَڙَ!

*

ڪيڏيون سَرءَ واءَ جيِّ وَٽن ڇيڇاڙون!
ڪيڏيون سرءَ واءَ جون!
نِوڙن اِيئين ڏار ٽا،
پنجن ٽيون پاڙون.
پِيلا پن پکڙِي ويا،
جيئين لـپاڙون.
ايندو واءَ بسنت جو،
مُندَ ڪنڌي ماڙون.

جنهن جون پانهون روپيون،
جنهن مُنهن سونَ ورنُ،
تَنهن کي ڪيئن وساريان!
اکيون پونرن جئن پري،
موهي ويون من،
تنهن کي ڪيئن وساريان!
جهڙا بادل آيَ ۾،
تهڙو يارَ بَدن،
تَنهنکي ڪيئن وساريان!
پونم رات تلاءَ جئن،
آهي جنهنجو تَن،
تنهنکي ڪيئن وساريان!

*

تو وٽ لحظي لاءِ مان آيس آڏامي،
متان مون کي تارئين!
سَرتا تُنهنجي سنگ ۾ ناهيان مدامي.
موڙها! سمجهين تون، ڪڏهن متان مون عامي،
آهي منهنجيءَ ديد ۾ ڪا شيءِ دَوامي،
مان آزادي آهيان ڪهڙي غلامي!
متان مون کي تارئين!

تون مون ۾ آهين،
جڳ جُڳانتر تي ويا.
نہ تہ اِئين ڇو اوچتو
مون کي تِي چاهين؟
پنهنجي ڏِيئي جوتِ کي،
مون سان وِراهين؟
شرمائي، مون کي ڏِسي،
ڇڳون تي ناهين.
توسان روپيون راتڙيون،
ساجَهہ پرانهين.
گلَ گلابي جِيئڙا!
مون لئہ ڀي ناهين.
تون مون ۾ آهين



تون جا منهنجي مَت
منهنجي ساري پَت
مون ڪئن ڇڏيندِينءَ!
مون تي تنهنجو ڇانورو،
ٻاهر آهه اُتت،
مون ڪئن ڇڏيندينءَ!
اَڄُ ايڏي انڌير ۾،
مون تنهنجي آتت،
مون ڪئن ڇڏيندينءَ!
تون جا منهنجو گيت آن،
تو جا منهنجي گت.
مون ڪئن ڇڏيندينءَ!

*

ڪيڏا چورَ چَڪارَ
نڪري آيا رات جو.
هيل تہ ڪيڏِي سُنَ ۾ آهي ها هاڪارَ!
*چَڪوا! تُنهنجي چنڊ تي ڪيڏا ڪارونڀارَ!
ٻيو ڪو ديس وَسائجي، هَل تہ هلئون يارَ!

* چَڪورَ.

توکان مون انڪارُ،
ڪيو ڪهڙيءَ ويل آ؟
ماٺهو چون مَت مَٺا:
”هي توسان تڪرار.“
ٿون جئن واڙيءَ گلڙا،
وَڏن ويرو تار.
ويران وير وجود ۾،
مون تنهنجو آڪار *
تون جو نِرآڪار **
تو کان مون انڪار
ڪيو ڪهڙيءَ ويل آ؟

*

آهيان مان آهيان،
آهيان مان توکان اڳي.
ويهي چترڪار جئن توکي ٿو ٺاهيان.
توسان پنهنجي مورتي، پَل پَل وراهيان.
مان جو تُنهنجو روپ هان توکي ٿو چاهيان.
اوري آءُ آروپ مان روپَ سچا ڏاهيان!

* آڪار – شڪل
** نرآڪار – بنا شڪل جي

توں ٻه ته منهنجي ڏيئڙي،
توں جا ڇُهين پير،
اُجرو موں تو لئه هِيئون.
هونءَ ته آهين اَجنبي،
جيکر پُڇان کير؟
پر جڻ اڳ ڀِرَ ٿي هُئي،
تنهنجي ههڙي هيرَ!
پَل منهنجي گهر آءُ تون،
اَلکو نانهه آوير.

*

ٻري مون ٻاريون
ڏانهون پنهنجي ديس جون.
ساروٽيون ساٿيه جون،
نيڻيڊوءَ* ناتاريون.
سڙهه سنباهي جي ويا،
مون کي وساريون!
مون وٽ اڄ تن کان سوا،
ککيءَ جون کاريون!

* نيڻيڊو – سمنڊ

ڇا تون مونسان روهَ جي چوٽيءَ تي هلندين؟
سوچي پوءِ وَراڻِ تون!
ڇا تون هيٺان چنڊ جي پٿر ۾ ڊِلندين؟
سوچي پوءِ وَراڻِ تون!
ڇا تون ڇالَ اُڇال سان سرَهَ جي چلندين؟
سوچي پوءِ وَراڻِ تون!
مٿانهون تي موت ڪان قضا ۾ پلندين؟
سوچي پوءِ وَراڻِ تون!

*

پائين تو تون تخت آ، تون جو مُوڙو آن
توکي مان سمجهان نہ تو!
ويسرَ تي وِيساهہ ڇو؟ ڪيڏو ڪوڙو آن!
توکي مان سمجهان نہ تو!
تو سمجهو جئن پيا ڪَوي، مان بہ وسوڙو آن
توکي مان سمجهان نہ تو!
تنهنجي ڪَرهي جو رڳو جهاڳو جهُوڙو آن!
تون جو موڙو آن -
جو تو ويٺي ڇڄٽو!
تو ڪان کهڙو ڊڄٽو!!

اجان بوندُون برسنديون

تنهنجون وارون وارَ.
اجانِ بوندُون برسنديون.
ڳجهہ ڳجهاندر ڳالهڙي، ڪَلا قولَ قلارَ،
آهين ماڻهوءَ موت ڪان هر هر تون انڪارَ!
جُڳَ جُڳ تو لئہ جندڙي آهي مَيگهہ ملارَ،
گيتَ گگن ۾ ڪيترا تولئہ ڪارونيارَ
جيئڻَ مرڻَ ڏينهڙا تِن تي ڪوهہ مَدارَ!

*

تون جو مونجهارو
مان تنهنجو چارو،
ڪيئن لاهيندس چاڻَ سان!
چنڊ نديءَ ۾ تو وجي،
ترسي نہ تارو!
تون جو مونجهارو.
ڪهڙيءَ ڳالهہ تِڪاءُ آ،
ڇا ۾ نيتارو؟ *
تون جو مونجهارو.
** ڇا مان ميران ڪان ڪَسيان
هُن جو يڪتارو؟
تون جو مونجهارو.

---

* نيتارو – نجات
** ميران – ميران ٻائي

اِتي باڪَ بِسنت جِي،
جِڏهن ڇهڪين تي،
تون جا رُتِ رابيل جي.
ٻَڏي چوٽيءَ سڳيون ڪيڏو مهڪين ٿي!
ڇهرو تنهنجو؟ چَنڊ سان ڪيڏو ٺهڪين ٿي!
لَڏي ٽانگرِ لامَ جئن ويندي لَهڪين ٿي!
ڪيڏو مهڪين ٿي
ٻَڏي چوٽيءَ سَڳيون!

*

اَڄُ تہ ڪيڏا ڪيڪڙا ڪنڌيءَ تي آهن،
سامهون نيري سمنڊ جي!
هيڏي هوڏي ٽا هلن، ڪُڄاڙو ڪاهن؟
سامهون نيري سمنڊ جي!
پَڪَ اَڏامي ڏور ٽا پنهنجا پَر ساهن،
سامهون نيري سمنڊ جي!
* هوڙا ڪئن ويجهڙا مانگرڙا ٽاهن،
سامهون نيري سمنڊ جي!

---

* هوڙا – پيڙيون

هي جي رُتِ ڦلاريا
تن کي لِڪائي،
پوتيءَ ۾ ڇا تي ڍَڪين؟
پنهنجا ڏاڙ هُن ڏينهڙا مون کان ڇُپائي،
پوتيءَ ۾ ڇا تي ڍَڪين؟
مُند نہ ڪنهن جي وَسَ آ، اکيون جُهڪائي،
پوتيءَ ۾ ڇا تي ڍَڪين؟
تنهنجون اکيون اوپريون، لُنءَ لُنءَ لڪائي!
پوتيءَ ۾ ڇا تي ڍَڪين؟

*

* تَرِي نہ تَلِڇتَ، اڃا آهہ سموندِ جئن!
هن ساري سنسار ۾،
ناهي اُن جئن وَٽَ،
ٻَر ٻَر ڪندا ٻاٽ ۾،
هيئن نہ هُوندا هَٽ.
ڳولي ڏِسَ جيّ چاهئين،
سارا کِھٽيون گھٽَ!
ڏَنوٽيءَ وانگر ٿا ڏنوَن
ڳارن سارا ڳَٽ!

* تلڇٽ - تري ۾ پوئين بچت ،

ڪائي ڳالھ نہ ڇڏ،
تون آکيرو اَڏ.
هِن ساري سنسار تي!
تون پنهنجي ڪچڪول ۾
چَنڊُ ستارا گَڏِ!
پيھي وچ پاتار ۾
جي تون گھورين ڪَڏِ.
ڪَنَ ٻُرن اَڄُ چوڌار نہ تا؟
سَڏَ اهيئي سِڏِ!
تون آکيرو آڏِ - هن ساري سنسار تي!

*

ڏکُ ڏِسي اَڄُ، ڏات جو
ڪاڏو آ قبيرو.
ساڳي ٿيندي ڪينڪي.
آئين سهسين سجَ ٿِي
مون ڏي اَويرو.
هردو ڪنهنبي پَٽَ جئن
مورَ نہ مون ميرو،
هاڻي دونهيون ٿيون ڏکن
۽ تنهنجو ديرو!

تِن ۾ اڄ پيرُون پکا
هي جو اڱڻ چارَ -
سَرتيون! جَهليو جهولَ کي.
چاٽِن پيا ڏونڱَ سانُ،
ڳاڙها مِوتِي ڏارَ -
سرتيون! جهليو جهول کي.
متان وري مينهن جون،
بوندون ويرو تارَ -
سرتيون! جهليو جهول کي.
ماٺي وٺو مُند کي،
ايندِي نہ ٻيهارَ -
سرتيون! جهليو جهول کي.

*

ايڏو رُسامو،
سَرتي ٿوريءَ ڳالهہ تي!
تُنهنجي مُنهنجي پيار ۾ ڪيڏو نہ ڪامو!
ڦرو ٻَرو ٻُور سان لِکو نہ لامو!
ڏوراپا ڏَئِي ڏيئَڙا متان وسامو!

چا هي دنيا اِئَين،
پيئي هلندي ڪُوڙَ تي،
گهارِي ڪالهہ ڪراڙتي رات پِنائيءَ سئَين؟
ماڻهوءَ مُڪتي ڪانہ آ، ڪا بہ ڪَويتا جيئَن
ڏرتيءَ سان دوکا ڪيا، ڏِسُ تہ سياسَت ڪيئَن!

*

*آتي سَنکُ وڃاءِ،
سُتو جَڳُ جاڳاءِ،
وهامي وئي راتڙي.
ڪَنو ڪَري لوڪ کي،
اَيو اَيري ڳاءِ!
وهامي وئي راتڙي.
چو ساري سنسار ۾،
ڪا ئي هوءِ نہ هاءِ!
وهامِي وئي راتڙي.
دروازا کڙڪاءِ،
سُتو جَڳ جاڳاءِ.
وهائي وئي راتڙي.

* سَنکُ – ناد

ايــڏيــون دعــائــون
مرڻ ڏيـنـديـون ڪـينـڪـي.
تو ڇا ڄاڻين ڪيئن ٽيون آيرن اِڇائون؟
هي جو نِڪرن گـَهـتَ مان، ٽِيونُ گهٽائون!
جن ڪِي جَهِپن جهولَ ۾ پنهنجي خُدائون،
ڪئن ٽيون وجهن آپَ ۾ وِلـوڙا وايـون!
سـوچُون سَوين سانـت ۾ جيـڪـي مُـڪـائـون،
تـو ڪـي ڪـيـئـي ڏينهڙا وَرِي ڏنائون.

*

ڪو نـه هئي ڪـارائـتي،
سانجهي ٽوهرَ شاخَ تي.
پوءِ بہ اُن ڪي جنـدڙي
ڏِســي هُـئـي جائـتي.
هُـو جيـڪـا ڳاڙهــاڻ آ،
آهي هونـدِ هُـجـاِئتـي!
*ڪَـتيءَ سـنـجـهـا، تـارڙا،
ڦَڙ ڦَـڙ وَسَ منـدائـتي.
سوني ڪَنِي سج جي،
ڪـيڏي نـہ سيبائـتي!
سانجهـي ٽوهر شاخ تـي.

---

* ڪَتي – هڪ مهينو

جيئڻ وس نہ مون مارينِدي جندڙي!
مون کي تاسارو رڪِي ڏسين وينو تون،
مون مارينِدي جندڙي!
آنءُ اَجايل ايترو بوند نہ آڇي پوَن.
مون مارينِدي جندڙي!
باقي سُڪل ڇپڙا ڏينهن مڙيوئِي ڏون،
مون مارينِدي جندڙي!

*

تون جو منهنجو دوست آن
تو جهڙو دشمنُ.
آنءُ تہ ڏٺو ڪينڪي.
جي مان توکي سچ چوان،
ڇو تو ٿِين وَنُ وَنُ؟
آنءُ تہ ڏٺو ڪينڪي.
سمجهيو آ سڀ ڪان مَٿي،
تو، جنهن پنهنجو تَنُ -
آنءُ تہ ڏٺو ڪينڪي.
تو ڇا ڄاڻين دوستي،
جيڪا تولئہ فَنُ -
تو جهڙو دشمن
آنءُ تہ ڏٺو ڪينڪي.

مون سمجهـو آزارَ
تون نڪتين گلزار جئن!
منهنجي من ۾ پيو ڪِڙي
ڪـوئـي ڪـَـتـڻـهـارَ.
رَنگَ ڀَريئـ آڪاس جا
مـون ۾ تـي مـلـهـارَ.
مون ۾ تون ٿي تِون ڀُرين
مـانُ تـوتـي ٻَـلـهـارَ.
توتي گهوريـان ذات کـي،
او شَـل، وارُون وارَا!

*

* ٻکن پيون ٻاهڙيون، ڪَلا ٻاريا ڪُلَ،
جڻ منهنجي هر اَنگ ۾.
بادل پر جي تا اڃن هَرَ هَر ڪَري هُل،
اُڀري روزُ اُمنگَ ۾!
هي جي ڏکيا ڏينهڙا جِيئين ڏاڙهونءَ گل،
رَتا پنهنجي رنگ ۾!
مون جي پيا مينهڙا تِن جا کهڙا مُل،
سانوڻ تنهنجي سنگ ۾

* ڪَل – سِگري

تون جو مون ۾ ٿو جِيئين
مون ۾ مَرين ٿو،
ڇا تون منهنجي ذات تي
مون کي ڌَرين ٿو؟
اَلا اَلا رنگَ تي
مون ۾ ڀَرين ٿو!
مون ۾ پنهنجون روشنيون
ڪيڏيون ڪَرين ٿو،
جڏهن اُفق پارَ کان
مون ڏي وَرين ٿو!
تون جو مون ۾ ٿو جِيئين،
مون ۾ مرين ٿو!



پوپٽان پَل پِيڙا ڏئي ڪيڏو پَرجهايَءِ
مون کي پنهنجِيءَ مام سان!
مون کي جَهلي ٻاهه تي بيهِي پَچايئه!
تُنهنجي پاٽي تي پَٽان هي ڪنهن ٻڌايئه!
مون کي منهنجيءَ چُپَ ۾ سڀ ڪجهه سمجهايئه
ڪيڏو پُرجهايئه،
مون کي پنهنجِيءَ مام سان!

منهنجو سائين تون
تو ڳالهائين تون
جڻ منهنجيءَ هر ڳالهه ۾.
آڳم آٿي، آيَ ڪي تو برسائين تون،
جڻ منهنجيءَ هر ڳالهه ۾.
ڏانوَڻ منهنجيءَ ذات جا وينو ڏائين تون،
جڻ منهنجيءَ هر ڳالهه ۾.
گيتَ گلن جان تو پَتي هِيئين لائين تون،
جڻ منهنجيءَ هر ڳالهه ۾.
منهنجا سائين تون، آنهه سدائين تون،
جڻ منهنجيءَ هر ڳالهه ۾.

*

هاٺي ويندا سين، توکي پَرِتي جندڙي!
ڏونگر اڪِتي ايترِي ڇانوَ ڇڏيندا سين!
توکي پَرِتي جندڙي!
نکي ويهِي واٺ تي ساهه پٽيندا سين.
توکي پَرِتي جندڙي!
ڪيسين تُنهنجي ڄار مان جهولَ پريندا سين؟
توکي پَرِتي جندڙي!

تون جو منهنجي شهر جو مهاندو آهين
ڇو تو ڀڄين سَچَ کان؟
ڇو تو ڀڄين سَچَ کان؟
مون لئه تو هَر شاخ جو چڻ ڏاندو آهين.
جنهن تي رکَ ڇمي وئي سو تاندو آهين.
ڳل بدلائي اوچتو جو، ساندو آهين.
ڀيٽ نه پربو تو ڪڏهن ڪاٺاندو آهين.
هَر هَر نئين ناٿَ سان ڪو هاندو آهين.
ڇو تو ڀڄين سَچَ کان؟
ڇو تو ڀڄين سَچَ کان؟

*

وَڇٽو آهي دور، سَرتيون ڏاڍو دور،
سڀ ڪجهه ڇڏي پنڌ ۾.
ٿِئي پَئي راتڙي، سِجَ ڪيو مجبورَ
ندِي اڳتي تي وچي پَتَڻَ پويون پورُ!
موت اهو پيڙائتو جنهن جا لِڳ نه ڇُور
وڇٽو آهي دُورَ،
سپ ڪجهه ڇڏي پنڌ ۾.

چڻ تَنُ ٻَري ٿو
ڪارُونُ ڪَري ٿو،
اوهي ڀَهي ڪو نہ ڪو.
هرڪو ڀُڄاڻي ڏِسي
ڀُڻڻي وَري ٿو،
اوهي ڀَهي ڪو نہ ڪو.
ها، هُوئي گڏ ٿو رهي،
۽ گَڏُ مري ٿو،
اوهي ڀَهي ڪو نہ ڪو.
پيرَ اَڪيلا آدمي
اِڳتي ڏَري ٿو -
اوهي ڀَهي ڪو نہ ڪو.
اوهي ڀَهي ڪو نہ ڪو.

*

پنهنجا وَرَ ڪَسي،
مون جِئن ڪيئي پِڙُ ۾
هي ٻلهاڙو موتَ سان ڏسجي ڪيرُ دَسي!
ڏسجي منهنجا گيت ٿو مون کان ڪيئن کسي!
ڪُجهہ تہ چَڙهِي ڪير ٿر پيو گَدُ ڀَسي!
بادل يرجن ٿا پيا متان هيل وَسي!

ڪنهن کي منهنجي اونَ آ؟
ڪو ئي مُنهنجو ڪو نہ آ.
اڱتي پنڌُ اڪيلڙو!
رات پنيءَ جو چنڊ ڪي،
پِرهہ اَلڪو ڇو نہ آ؟
اڱتي پنڌ اڪيلڙو!
ڇا ٻوڙيندو ٻارِ ۾
ٻيڙو هِن ڪان پو نہ آ؟
اڱتي پنڌ اڪيلڙو!
هَهڙي سَندر گهاٽَ تي،
ڪافي گهاريو تو نہ آ،
اڱتي پنڌ اڪيلڙو!

*

تو ڪي تاڙن تا

تارا، تِر، تِروڪڙيون
هَرئِيءَ پَرئِيءَ سوچَ جا ڪيت اجاڙن تا،
ڪيئي ڪونجون روهہ ڏي لَڏا لاڙن تا،
جهونجهڪڙي جي جهانءِ تي؟ ڇاتَي پاڙن تا؟
وَلر سارا واٽَ تي ڳوڙها ڳاڙن تا.

ميان آءُ نہ تون
منهنجو ڀاءُ نہ تون
مون مَڙَهہ ڪانڌي ڪيترا!
مون ڪلهہ ايڏي وَسُ ڪئي
چار ٿي ڏَسُ وليون
مون مَڙَهہ ڪانڌي ڪيترا!
ڏِسُ ڏرتيءَ تي ڦهليون
اَڃَن گلن جون!
مون مَڙهہ ڪانڌي ڪيترا
ڪيڏا مور نچن پيا
ڪَنبِ ايئين ڪيڙيون!
مون مَڙهہ ڪانڌي ڪيترا!
اَيري آيون آيَ ۾
جِئَن سانوڻ ڪڪريون
مون مَڙهہ ڪانڌي ڪيترا!

*

ٻارين پيو شمع کي ٻنهي پاسن کان،
ڳَري ڳَران ڪيترو.
هيِئَن نہ پنهنجي ڪو ڏِٺُہ اڄ تائين پتنان،
سورج ۾ سورج مُکيءَ ڳالهيون ڳجهہَ منجهان!
مون تنهنجو ڳَل ڳَل ڏٺو اَڏري پوپٽ جان!

هي جا منهنجي ساڃَهہ
تنهن ۾ تُنهنجي ڀاڃَهہ
ڪِٿي ڪُٿي ڪينڪي.
ٻانهون هٿان ڪيتريون
ڪيڏي جَرَ جِي جهاجهہَ!
ڪِٿي ڪُٿي ڪينڪي.
ڪاري ڪارونيار ۾،
ڪيسين وِڃان واجَهہ؟
ڪِٿي ڪُٿي ڪينڪي.

*

وَڃي سُمهي پَئہُ!
مونکي مُور نہ چئہُ!
مونکي ننڊ نہ اُچهي.
چَنڊُ وِڃهي تو لِيئَڙا
سُفيدي* مان سوءُ.
ڇا لئہ آ ڪِڙڪي ڪُلي
نرسِ ٿِئي تو يوءُ!
ڇا ڇا سارون ساهہ ۾،
ٿاري سڀ هَئہءُ مَئہءُ!
مونکي ننڊ نہ اُچهي.

---

* سُفيدي جو وڻ

منهنجو پيار ٻہ تون
منهنجو يار ٻڻ تون
تو برسائين مون
ٻادل جيئَن آڪاس مان!

آيون ڪري اوڙڪون
منهنجون ڪوتائون!
منهنجا پورٻہ تون هئين
منهنجا پيارَ ٻہ تون
ڪڏهن چوٽي ڦل هئين
ڪڏهن سونهن سڳيون!
ڪڏهن ڪَتين چانو ۾،
پيار ڀريون ڳالهيون.
ڪڏهن چُميون ڳلَ جان
وَلِ جيان ڀاڪيون!
ڪڏهن اُتر هيرَ جون،
اندر ۾ اوتون.
* وَنَ ڏسي مان وائڙو،
چا چا آهين تون!
ٻادل جيئَن آڪاس مان!
*

* رنگ

پِرهَہ جو آئِينءَ
تون جا پُسي لاڙ جِي!
شفق جهڙا رنگ ها
من تي جو ڇائينءَ
مون ۾ آخر ڇا ڏِٺئہ
ڇا تي هر ڪائينءَ؟
ڪُنيي ڪِڙي جڻَن هُجي،
اِئين مَن ڀائينءَ!

*

ڪيڏا *مِتر مُون
ڀَائِن مون کي ڀُون
ڇا مان، تِن کي تو ڇڏيان؟
ڇا مون ڪان پوِ هُو ڪندا
منهنجون ڳالهڙيون؟
ڇا مان، تن کي تو ڇڏيان؟
ڇا مون ڪَؤتا تَن ڪَندي،
اَڪِڙيون آلِڙيون؟
ڇا مان، تن کي تو ڇڏيان؟
تِن جي لُڙڪن ۾ لَڙِي،
مون سارُون اِينديون؟
ڇا مان، تن کي تو ڇڏيان؟

* مِتر – دوست

آنءُ تـہ رڳـو نـانءُ
ٻيو سڀ مٽيءَ مامرو.
هن ڌرتيءَ تي ڌڙڪندو!
آخر ڪيسين هانءُ؟
ڪيئي هِت آيا ويـا
ڪنهن ڪي هُيو تـانءُ!
ڇا ٻي آهي ڪا ڳِهتي
ڇا ٻيو ڪوئي ڳـانءُ؟

*

هاٿي ويندس مان،
او، جي ويندس مـان
لڙڪ نہ مون لاڙون ڪندا!
ايڏا گيت لکِي ڪري
ڪِلندي ويندس مان،
لڙڪ نـہ مون لاڙن ڪندا!
دور افق جي اوٽ ۾
اڳتي وينـدس مـان،
لڙڪ نہ مون لاڙون ڪندا!
تارا ڪَتيون ڪيترا
لنگهي ويـندس مـان،
لڙڪ نہ مون لاڙون ڪندا!

ازل ابد نيت مان، وينڌس اورانگهي
باقي تورا ڏينهڙا.
پاتو توکي مون پرين، ڌرتيءَ تي تانگهي،
هاٺي جيڪا جندڙي، گهوريان تو گهانگهي.
باقي تورا ڏينهڙا.

*

ڳُهنبن ڪَپڙن ڪاڻ
ڳاڙهن چَپڙن ڪاڻ
ڪيڏا ڏينهن وِڄائيَم!

ڪيڏيون آيون پاڻ ئي
پُوريون تنهنجي ياڻِ!
سارُون جن جُون لوڏَيءَ
هانوَ هندوري هاڻ،
ڪيڏا ميگهه ملار ها
مٺيءَ جي ماندانِ!
هاٺي چاڙِي عمر جي.
چاٺيون وينو چاڻِ!

چارَ گهڙيون ڇُتڪو
آهن جوين ڏينهڙا
پَتون سائيءَ ڀِٽَ ۾، موتَ اِئين کُتڪو!
نيٺ تہ آهي جندڙي ڪوڙهن جو ڪُتڪو!
نيٺ تہ ڳَڙن مينهڙا ڪارَنهن ۾ ڪُتِڪو!

*

منهنجي ذات بہ تون
منهنجي نيات بہ تون
تو جئن پنهنجو ڪونہ آ.
جئن روهيڙو واءُ ۾،
مون تي آن برسات بہ تون.
چنڊُ ڪَنڊيءَ جي تارِئين،
رم جهم واري رات بہ تون.
هي راتاها آيَ تي،
جيڪا ڪري، ذات بہ تون.
رِڻَ جا سارا رولڙا،
۽ پو آنهہ نجات بہ تون.
سُڪيءَ وِيَريءَ روجهہ جو،
آهين موت حيات بہ تون.

ايئن وساريو تــي،
جڻ مان ناهيان جيئرو.
ڇا ڪو منهنجي ڏُڪَ تي، لُڙڪ ٻـ هاريو تــي؟
ڇا ٻيو ڪو ئي ڏيئڙو، مون جئن ٻــاريو تـــي؟
مون ڪان سوا چَنڊَ ڏي، ڪـيئَن نِهاريو تي!
تون ڇا منهنجوّ گيتُ، ڪئن ٽـاٽو تاريـو تـي؟
رُت سٰارِي رابيــل جي، ڪِيئَن گـذاريو تــي؟
ڇا چوتـيءَ ۾ گل وِجهي، مُرڪي سـاريـو تــي؟
مون هر آس ٻَلِي ڇڏي، ڇو اِئن ماريو تــي؟

*

وِڄ، موتِي وِڄ ننڊ ۾،
جاڳ تـہ ڏَنـئم جَلَ.*
وِڄ، موتِي وڄ ننڊ ۾.
جئن آرهڙ جي سِڄَ ۾ پاريهَر جا پَل!
ڇا جي لئـہ آهين ڪڙو ٻاقي ڪُتا، "هَلَ"!
مون وٽ جيڪي ڪجهـ هيو، توکي ڏنو دَلَ.**

* جَل - نِگي، ڪوڙ ويسام
** دَلَ - جام، بي انداز

مون جو مند مهل

توڙيون ڪيئي ڪيتڪيون،
ڇو تو تاريءَ مان ڇنان ڪيم ڪانــ ڪَهل!
مون تـي منهنجي عُمر تِي، ڪَري ڇڻ تـہ اَهَل،
ايڏي آهـ بسنت جِي، ڪئي ٻي نـہ ٿَهَل،
پريت ٻہ مايا وانگيان، آهي ڪِڻ ٻهَل!

*

ٿَرَ تنهنجا توهر،
وسري وسرن ڪينڪي؛
توتي سانوڻ مينهڙا،
ساوآ ساوا سَر،
تو بِن ڇڻ تہ اُباٽڪا،
هيل ڪراچيءَ گهر،
تِن جا اندر ڪينئرا،
شهر تہ سارا شَر!

ٻَر ٻَر ٻَري ٿو،
چانڊوڪيءَ ۾ چاچرو.
جُڳن جڳ پوئين پهر ۾ سارو ٺري ٿو،
جَرڪِي مون ڏي جوڏپور وِڳون پري ٿو.
ڪوئي آنيوءَ اوچتو مون ڏي وري ٿو!
اڄ تائين بي چين چو، مون کي ڪري ٿو؟
چانڊوڪيءَ ۾ چاچرو.

*

ويڇوڙ آهين، وَڄ!
سَفر – سَڏون ايتريون!
مان تہ چوان تو مِينهَن جي مند اَچي وئي، مَڇَ!
ويهي هيئن وسڪار ۾ هيل نہ پيرو پَڇَ!
ڪِتي ڪَتي ڪانہ تي تو لئہ ڏرتيءَ تَڇَ!

ساري اوتي اَڄ

وَٽيءَ ۾ وِڄُهه وِهہُ ڪيُ!
موڪيءَ مِٺارو ڏنو ناهي تو جئن رَڄُ!
ڀَيو سڀ مايا اولڙو، پَڄُ انهيءَ ڪان پَڄُ!
دنيا ساري ڏوڙ آ، ساري ڇائيءَ ڇڄ!
اَڄُ پِي پِي آڪاس ۾ ڪينءَ منجهارا ڪَڄُ!



هي جا مَيءَ جي موج

اڏري تي آڪاس ڏي،
ڪيڏي ڪارونيار تي اُيري پَنوري اَوجَ!
* کهڙي سِٽَ تِرڪي وئي ڳِهر ڪي جيئڻ ڳوجَ؟
** جنهن ۾ مون ساريو پئي توکي رات سَروجَ!

---

* ڳوج - ميڇيءَ جو قسم. جا نهايت لَسي ٿيندي آهي.
** سروج - ڇوڪريءَ جو نالو جو مون هن کي ڏنو آهي.

هي جا هاٿي پوڏ
چا چا تنهن مُرڪيو پئي!
هن جي ڦول ڦلار ۾ ڪاش ڏسين ها لوڏ!
مُهڙي ڪچي جهوپڙي ناهي کهڙي اوڏ!
ڪَنَ ٻرن ڪيترا ڪنديءَ خالي ڪوڏ!

*

تون ڪنهنجي اڌ رات جو
وجين پئي ڪَڍ،
چم چم ڪندي شاعري؟
جيئن پتائي وت ڳالهين ائين تنهنجي آڏ!
اجان پرڻ پار ڪي نانهن ڏنا وڏ،
ڏورانهين ڏهڪار ۾ توکي کهڙا ڏڍ؟

هي جي واهَه ٻگهاڙ ۾ ڏنيرا تا مارن،
پٽيءَ پيٽَ - اُگهاڙا!
هونءَ تہ پنهنجا ٻڪ تي ويلا تا تارن،
جهُڪي ڪامورين ڪڙين هردم ڪيڪارن
پنهنجا اَبهم ٻارڙا سدائين سارن.

*

واريءَ تي چڙڪاءِ
ڪتيءَ ڪَڪَر ڪَن پيا.
سانوڻ ائن گذري وئي،
نہ ٿيو هيج هڳاءُ،
مانِ تولئہ تاڙيو گهٽو،
هاٽي آءُ نہ آءُ!
منهنجو پنڌ پهاڙ تي،
ناهي جوءِ جتاءُ!
آءُ اڪيلو ٿي ڪيو،
ساري رات سڀاءُ!

تون نہ آڪاريندين
مون کي ماريندين
تون روئاڻي رڄ ۾
تون جو منهنجو واهرو
ڇا مون واريندين؟
جيئين وٽي وائرو،
جيءُ جياريندين؟
سچ کهاڙن سان ڪڏهن،
ڏونگر ڏاريندين؟

*

وسري مور نہ مون،
هو چليا* ۾ راتڙي
سوين سونا ٿال ڄڻ، سچ لٿي شامون!
سڏ ڪا سڏ ڪا صديون، نگر ٿئي جون!
ڪنهنجون آهون تي لڳيون ايڏيون هوائون؟
سچ لٿي شامون
هو چليا ۾ راتڙي

* چليا - لٽي جو هڪ ڳوٺ

چانگا چَرن تا،
اڄ ڪَلهہ ڳاڙها گلڙا.
کهڙي ڪارڻ ايترا ماڻهو مَرن ٿا؟
اونـدي مُنهن تاريخَ جا ڳوڙها ڳرن تا.
اڄ ڪلهہ ڏکي موت ڪان ڏاها ڏرن تا.



تون تين ۽ دنيا کي
هاٽي پيو کو ڏي
ڪوئي نئون ڏيئڙو.
ڏرتي گُرڙيون رَتَ جون ساري رات ڪَري!
سارو سپنو ڪُوڙ هو؟ ڏاهَ نہ ڪنهن ڏاهي؟
متان ويجهو آئين، پيهَر ڪنهن ڪوڙهي!

هيل نہ مرندس، مان،
مون مان لاهہ نہ آسرو.
وَهندي نَدي وقت جي، اَچا تَرندس مان.
جِئن پاڻيءَ تي ڏيئڙو، اِئين ٻَرندس مان.
پر جي وچان، واعدو، جلدي ورندس مان!



مون کي ماريندين،
تون ئي پوندين کوٽ ۾!
ٻوليءَ وليون ايتريون، ڪيئن ڦلاريندين؟
جڙون، جن کي جڳ تيا، ڪيئن جياريندين؟
مون کي ساڻوڻ مينهن جئن
سدا ساريندين.

پاڇلڙو ڦوڙي، ڪاڏي هوءَ ڪاهيِ پئي،
هيتان تيئي تَرَ ۾ پيرَ نہ ٿي موڙي!
ايڏي سُگهہ بہ ڪا نہ جو ڊيل جيان ڊوڙي،
ڪنهن کي مياروُن ڏئي، لڪيو ٿي لوڙي.

*

تنهنجا بادلڙا،
مون آهي اوسيئڙو.
پرين ٿويا ٿوپڙيون جيڪي سانُ سُڪا
ڪٿي اچن گهاگهرا، سينهونءَ سنگ گهڙا
ماروئڙين ميلا ٿين اڪئين تارَ الا!
تنهنجا بادلڙا،
مون آهي اوسيئڙو.

ڪونجون اُتر پار جون اُنهن ڪي چئجو
"آنءُ اوهان کي ساريو."
جڏهن نياپو موت جو آيو مون ڏي ڪو،
تنتيءَ ٽڏيءَ جهوڪ ۾ ڪر هيو ڪو نه ڪِريو
پوئينءَ ويرَ ٻ واتَ تي مُنهن اوهان ڏي هو!
ڪونجون اُتر پار جون اُنهن کي چئجو!

*

ماڻهو منهنجي ڏيهه جا مون کي چا چاڻن،
اِو ڪرلاهو!
مَتان اُنهن وَسهين!
مون ڏاڏاڻي ڏيهه ۾ ڏِٺَن اَجهاڻن،
اِو ڪرلاهو!
مَتان اُنهن وَسهين!
اونڌا چَمڙا سجَ کي ڪڏهن سُڃاڻن!
اِو ڪرلاهو!
مَتان اُنهن وَسهين!
مون وٽ مينگهه ملارها پينگ سندن پاڻن،
اِو ڪرلاهو!
مَتان اُنهن وَسهين!

مان جئن آهيان سندڙي، تنهنجو مصوّر،
ٻيو ڪو ٿيندو ڪينڪي.
اکرن ۾ ويو اڪرجي واريءَ تي گهر گهر!
هي ماڻهوءَ هي مونگهڙو، هي ٿر جو ٿوهر!
تن جي مٿان چنڊ جو سانوڻ رات سفر!
۽ هي ڪوسو ڪيچ ۾ ريباڙيءَ جو ور!

*

*نيري ڏول نه لاهه
جيڏا تون جهمپير ۾.
انهن مٿان چنڊ جو اڇا پاڇو آهه،
ڇڏ ڇڏ سج چڙهي آڇي، ٻڙڪي تن ۾ باهه،
وڃهون تارونءَ تاس ڪي، اوتي ڪنهن اوڙاهه.

* نيرو – پرهه ڪان

ڪنن ۾ جهيرون، وچن پيون وات تي.
منهنجون آهن هي ميان، پر ڇا ڄاڻين تون؟
ماڻ ئي تہ زيدار هان اندر عيسى موں
مون هن ساري ديس سان ڪيئي ڳجهہ - ڳنڍيون!

*

ڀہ تي گهانگهيتيون -
ڀهراڙيءَ ڀيتيون
رانديون ڪن تيون پاڻ ۾.
چڻ ڪي پياريون مورتيون، ڇُهڙ ۾ لپيتيون.
رانديون ڪن تيون پاڻ ۾.
ڏس هو ڳيرو ڳوٺ جاڻ تن جو اِڪ - تپتيون!
رانديون ڪن تيون پاڻ ۾.
پرسان ٻَريون ٻڪريون، واريءَ تي ليتيون!.
رانديون ڪن تيون پاڻ ۾.
* ڪونيٽَ ڪونيٽَ ڪوَيليون، ڪاريون ڪَليتيون
رانديون ڪن تيون پاڻ ۾.

* ڪَليٽي - ڏاڍي ڪاري

* ڪيڏيءَ ڪَدَمَ چانور ۾، آهيان آنءُ اُداس،
توکان سوا سانورا.
آهين ايڏو ڏور ڪٿي پن پن تنهنجو واس!
تون ڪهڙي سَرهاڻ آن، جنهن سان سَرهو سواس؟
مَرندي تائين مون هيو، تو ۾ ڇو وشواس؟

*



* ڪدَم – وڻ جو ورنداون ۾ ٿيندو آهي. اڪثر ڪلاسيڪي هنديءَ شاعريءَ ۾ اُن جو ذڪر آيو آهي.

هي ماڻهو جي مُرتِ جا. داتا ٻہ ناهن.
هي چوَ تا چاهن، سمجهڻ هن سنسار کي؟
اِيئين اُنَ جي سونهن کي نہ تا سارا هن!
هي چوَ تا چاهن ..........
تارا تارن کان اڳي ڪاڏي تا کاهن؟
هي چو تا چاهن ..........
ڳجهہ ڳجهاندر ڳالهڙيون ازل جون آهن! هي
چو تا چاهن ..........

*

* بيڪس نديءَ نير ۾ اڄ نہ واياٽيون،
رَهڙي پئي روهڙي!
چَوَ ڪالهوڪِي سنڌڙي اَڄَ ڪتان آٽيون؟
رَهڙي پئي روهڙي!
هوليءَ ڏوڙ ئي ڳالهڙيون ڪيئن ڪڍهن ماٽيون.
رَهڙي پئي روهڙي!
ويسر ناهن واريون اجان اباٽيون،
رَهڙي پئي روهڙي!

* بيڪس ـ روهڙيءَ جو شاعر

هي جي چَڪا ماس جا وَهڙا وَڏيرا،
آيا آهن ڳوٺ ۾.
تازي ٿي ٿاريخَ جڻ انهن جا ٻيرا،
آيا آهن ڳوٺ ۾.
آجا آرهڙ سڄُ جِي آئي نه وپرا،
آيا آهن ڳوٺ ۾.
ايندا ڪرڻا ڪاتَ ٿي، تِن تي تِڪيرا،
آيا آهن ڳوٺ ۾.



مون من ميچيءَ جيئن،
چندر مان جي چار ۾.
ڪنهن ساموندي گيت ڪي، ڳاتو هيو هيئن؟
چندر مان جي چار ۾.
قاسي جئن ڦتڪڻ لڳي، پکي پرن سيئن
چندر مان جي چار ۾.
هي پاڇاتا ڏينهڙا، پيارا گهاريان ڪيئن؟
چندر مان جي چار ۾.

ٻُني آهي ڇا،
چو من ميجي ڪونہ ٿو؟
سانجهي آڀ جي ڪيسري ڇُني آهي ڇا؟
اڳتي ڪاري ڪنڀ تي ڪُني آهي ڇا؟
آڄا ساري سِرشتي مُني آهي ڇا؟
چو من ميجي ڪونہ ٿو؟

*

مون ڪي ڪڏي ڪنڀ مان ايڏو نيپوڙيئہ
ڇَوُ مون کان ڇا ٿو گهرين؟
چو اِئن پَنهنجي نِيرَ ۾ ٻاجهارا ٻوڙيئہ،
ڇَوُ مون کان ڇا ٿو گهرين؟
هيتان نيرَي نَڀَ جي خيمي جئن ڪوڙيئہ!
ڇَوُ مون کان ڇا ٿو گهرين؟
وَرَ وَرَ پنهنجيءَ مامَ سان مونکي مَروڙيئہ!
ڇَوُ مون کان ڇا ٿو گهرين؟
واتهڙوءَ لئہ ڇانوَ تِيان ڇا ان لئہ جوڙيئہ؟
ڇَوُ مون کان ڇا ٿو گهرين؟

سـڀ ڪـجهہ اڄ مـون ڪـان ڪسـي،
ڇَـيُـئـہ رڳـو ڳـاءِ.
ڀيو سڀ تو لئہ تِڃ ڪَوِي!
بادلَ وَينديِ آپ ۾ ويهِي تون واجهـاءِ.
ڀيو سڀ تو لئہ تِڃ ڪَوِي!
آهڙا روپَ نہ رنگ ڀيا انهن ڪَي قاساءِ!
ڀيو سڀ تو لئہ تِڃ ڪَوِي!
گيتَ بہ جهڙا اندلٹ تن سان رنگ رچاءِ!
ڀيو سڀ تو لئہ تِڃ ڪَوِي!
هن ساري سنسار تي گهاتا مينهَن وساءِ!
ڇَـيُـئـہ رڳـو ڳـاءِ.
ڀيو سڀ تو لئہ تِڃ ڪَوِي!

*

ڪيڏا پاليا تي
وَهڙا پنهنجي واڙ ۾!

ڪيڏيءَ ڪُتِر ڊيرَ تي سڀَ سنيـاليـا تـي!
پـنهـنجا جويـن ڏيـنهـڙا جن سـان جاليـا تـي،
اجان تن لئـہ ڪاتِڙا، ڊولَ نہ ڊاليا تي؟

فوجِي ڏِٺِي ڪي متانِ تونو مارِئين!
وَردي سجهي تيڃ ٿي ٻي ڪنهن وِٺِي ڪي!
متان ٻُڇيءَ مانَ ڪڍين سوني سڳِي ڪي!
ڪاريءَ رڪندين جيئَرو ڪيسين ڪَڳِي ڪي!
متان ساريو سنڌيو، ڪڏهن اڳِي ڪي!
ڏَؤن ڏؤن ڪيڏِي گهير ۾ گهڙِي پڳِي ڪي!
نيٺ تہ ونبو سنڌ جي سُئيءَ سڳي ڪي!



اُٺ گاڏي تي آدمي ويندا هُشڪارن،
بالڪنيءَ جي سامهون.
مَٿي ڪَتيءَ چَنڊَ ڏي نہ تا نهارن،
بالڪنيءَ جي سامهون.
تِڪا اُتر وائُرا رستا ٻُهارن،
بالڪنيءَ جي سامهون.
ڪراچيءَ جون راتڙيون مون کي ٿيون مارن،
بالڪنيءَ جي سامهون.
پنهنجون پنهنجون ٻولڙيون جن ۾ ٻُچڪارن!
بالڪنيءَ جي سامهون.

گهنٽيون وڄن ٿيون،
گايون آيون سانجهہ جو.
ڏوڙ اُٿي آ ايتري اکيون ڪِڇن ٿيون!
سورج جمنا ۾ ٻڏو لهريون ٻڇن ٿيون.

*

ڪيڏي باک ڦِٽڪي

آهہ ڪراچيءَ ڏنڌَ ۾
ڪنهن نہ ڏٺو آڪاس کي صدين جيئَن سِڪي!
هتان ويندس اوچتو پہ ٿي ڏينهن ٽِڪي!
سِجُ لَٿي لالاڻ کي ڪڏهن ڏِسُ لِڪي!
ڇاتي ساري سوجَهہ تو پنهنجي آهہ وِڪي؟

ڪنڌيءَ ويهي ٻارڙا، ڪيڏا رانديڪا
ناهي ڏاهي تا ڇڏِن!
واريءَ وِجهي آڱريون لِيڪَن تي ليِڪا
ناهي ڏاهي تا ڇڏِن!
اِن ڪان سوا ڪيچلا راند نہ ڪَن ٻِي ڪا،
ناهي ڏاهي تا ڇڏِن!
سيئي ماٺهو موت وٺ آهن هتيِڪا،
ناهي ڏاهي تا ڇڏِن!



ڪُنو چاڙهي چلهه تي گهمائي ڏوئي،
پاڻِي ڪاڙهي ڪيترو!
پَلتي ماري ٻارڙا ويٺا سيوئي.
پاڻِي ڪاڙهي ڪيترو!
روئي ويٺو رات جو ٻُڪ جهلي ڪوئي.
پاڻِي ڪاڙهي ڪيترو!
ڇا هي دنيا ڏک سان ٺاهي آهِ ٺوئِي؟
پاڻِي ڪاڙهي ڪيترو!



اڄ ڪلهه جِي تاريخَ تي هر شيءِ کِي ميٽي
ڪنهن ڇنجي ڇا ٺو ٺئي!
ڇا يارنهن سَئو سال تي سارا سميٽي،
ڪنهن ڇنجي ڇا ٺو ٺئي!
پورو ڪندي اوچتو هَن ساري ڪيتي؟
ڪنهن ڇنجي ڇا ٺو ٺئي!
ڇڻ ٺو ڪَنڊيءَ نربدا! روپ مَٿِي ليٽي!
ڪنهن ڇنجي ڇا ٺو ٺئي!

پتو ڪو پيئو،
توکيِ اڄ چا تو هلي!
مٿيون ڏَڙ راجيوَ جو اُڏامي ويئو!
پِرّيان سندي پار چو مڙيو ئي ميوو!
پَتو ڪو پيئو؟

*

مون لئہ جهڙا پارَ،
هي ساموَنڊي سمنڊَ تي.
جن جا ٻيڙا ڪونہ ٿا چاڙن پارَ اَپارَ!
جن پاٽيءَ ۾ چَنڊَ سان ناهن ڪيا پِيارَ
جن جون اوليون سِير ۾ وَڃَن ويرو تارَ
جن نہ ڏٺا ها غور سان ڪڪرَ جي ڪاپارَ
جن کي قيري ڪُنَ ڏي مُنجهائي منجهڌارَ
*جيکيِ آوُترِ اوچتو، نينديوءَ نگهو سارَ
جي تون ٻوڙين ٻارِ ۾ چاٽي چاٽهارَ!

* آوُتر – اَتل *نيندو – سمنڊ

مون اڳ چَئي ڪا نہ ڪا جا مون اَڄُ چئي
ڳُجَهہ ڳجهاندر ڳالهڙي.
ڀيا ڀيا شفق رنگ ها، جڏهن شام پئي.
ڪَر ڪَر ٽُنهنجي ڪونجڙي، اُفق پارِ وَئي.
وَنَ تہ ساڳا ها مگر، سانجهي روز نَئي!
ڳُجَهہ ڳجهاندر ڳالهڙي.

*

اڄڻو آهي اوچتو دروازو کولي،
مون وٽ اُتر واٿرو.*
ڀيو ڀڪي ڏار تي ٻولڙيون ٻولي.
اَڄُ تہ ڏَکِڻُ واٿرو اَمرت ٿو گهولي.
سانجهي سَر تي ڪيترا رنگ پئي رولي.
ڪيئي ڏاڍا پَٽ جا پئي اَکولي.
ڇڻ ڪو ڏيرو سجُ جو پاٿولِيءَ تولي.

* واٿرو – واءُ

ايڏي جهانجهر جهانءِ
نچ آئينءَ مون نِجهري!
تو ۾ ڪيڏي ڀاڄهہ آ،
ڇا مان ڇَانوَ ڇوان؟
نچ آئينءَ مون نِجهري!
ڪَڪريءَ سان ڀيٽي ڪري
ڪهڙو لڄايانءِ!
نچ آئينءَ مون نِجهري!
سانجهي ءَ پَڙا سمنڊ جا،
ڏوران ڏيکاريانءِ!
نچ آئينءَ مون نِجهري!
اگهائيءَمون ڇا ڪيو
ڪهڙو حال ڇوانءِ!
نِچ آئين مون نِجهري!

*

هي جو سانجهيءَ گل،
ڇانيو آهي نَهرَ تي.
اجان پنڇِي هيڪلا رات چوي تي "رُل"!
تنهنجو آڪيرو اُتي هُو جو هَوا هَل
وَرَ هِي اَڏڻ ڳالهڙيون، واهيري ڪي پَلِ!

هھڙو نہ حيران، جيئين اڄ انسانَ.
اوچا ڏسي بنگلا!
دونهون دُونهُون فئڪٽريون،
چمنيون چوٽَ نِشانَ.
تن جا مستقبل سوا،
مُوڙها ماڳَ مڪانَ.
ڪَوئي - ڪنهنجو ڪونہ آ،
پنهنجيءَ پريشانَ.
وِهَہ جئن تن جا ڏينهڙا،
راتيون رَتَ سمانَ.
ناهي رڳو ماٺيو،
سهسين ٻيا سامانَ!
ماٺهو هن جمهور جا،
هِتي نہ سلطانَ!

*

ماضي مئخاني منجهان پيو جام ڀري،
پيءُ اجان ڪجهہ پيءُ تون.
ڪيڏا خُمَ خماريا پهتي تِڪَ تري
ڏس مشعل جي لاٽ جئن پيو مَنڊُ ٻري
آيو آهي پاڻ هو تنهنجي لاءِ ڀَري!

چوندي رُت بسنت جي موتي ايندو ساڻ،
ڪويتا ڪارڻ وَري.
وري ٽانگر - وَلڙيونَ، روز پٽيندو ساڻ،
گُلن ڦڙا ماڪ جا پيهر ٽيندو ساڻ،
ڪَنڊِين ڪيئِي ڳيرڙيون ٻولائيندو ساڻ.
تو لئہ ٻولَ ٻهون چئي مان ڳائيندو ساڻ.

*

*امان روماسا
آيا وڃڻ ڏينهڙا
سُمهِي سُمهِي هَند تي ڏُکِن ٽا پاسا
باقي ڪُپڙيءَ ۾ ڪَٽا، هاٿي نہ ڪاسا
آنءُ نہ هوندس، مون بنا ايندا چؤماسا!
آيا وڃڻ ڏينهڙا

* روماسا – ڏوهٽيءَ جو نالو

چوان ٿو موتِي

وري وڃان ننڊ ۾
هيءَ دنيا جا هيل آ ڪوٺي ڪان ڪوٺِي.
وري وڃان ننڊ ۾
هونءَ به نہ مون چنڊ ڪان رکِي وڇوٽي،
وري وڃان ننڊ ۾
وڃان ڇڏ تہ وشال ۾ ڇڏيان هي ڇوتِي.
وري وڃان ننڊ ۾

*

هي ٿنهنجي چوٽِي،
جنهن ۾ ڪارا سڱڙا.
مون ڪي وچڻ ننڊ ۾ نہ تِي ڏي موتِي،
جنهن ۾ ڪارا سڱڙا.
جيئڻ ڪي ڇهتي پئي وارِي وِڇوٽي!
جنهن ۾ ڪارا سڱڙا.
منهنجيءَ ڪِڇيءَ ۾ پئي مُور نہ آ ڪوٽِي.

جيئَن هجي ڪنهن غار جي سامهون ڪائي ڀِت،
جيڪا ڍَڪي اُڀ کي.
تئن منهنجِي هن ديس ۾ حالت آهي هِتِ!
جوالا منهنجي جيءَ ۾ جاڳي پيو جِت،
ڇُپَ انهيءَ ڪان مون ڪئي جيڪي آهي ڇِت!
ماڻَ جنهن ڀوسٽ ۾ ڀَران، تون تہ نہ آهين تِت!

*

ڪڪر آ آڪاس ۾ پکيڙِي پيلاڻِ
ڪيڏي نيري نَڀَ* ۾.
هو جو ڪلاڪار آ تَنهنجِي ڪنهن کي ڪاڻِ؟
ماٺهو! تون هر رنگ ۾ بي رنگيءَ کي ماڻِ!
سانجهِيءَ وار پکيڙيا، چانئي آ ڪاراڻِ
ڪيڏي نيري نَڀَ ۾.

---

* نڀ – اُڀ

هي جي آمَڻ ڀيرَ،
ويڙهي منجهہ وڌي ويا.
جڏهن اِهي ڏوٽِبا آڱڻ ٽِيندا ڍيرَ،
آهي رُت بسنت جي هيرَ اِها ئِي هيرَ
ڀائي ٻاڙهِي ڀانڊِي اڱڻ ايندي ڪيرَ؟

*

تون جو بي پرواهہ،
ڀيڙا ڀوڙئين ڀارِ ۾.
تولئہ ڪهڙي وَٽ آ، سائين ڪنهن جو ساهہ!
موتِي مون ۾ تا رُلن، ايڏو آنءَ آٿاهَہ.
پر مون ۾ مهراڻ سان، تنهنجو ڪهڙو چاهہ!
پوءِ بہ مون ڪي پيار ڪان ڪو نہ رکيو ٿي پاهہ،
پوءِ بہ موتائي ڏِنئہ، مون ڪي مون ويساهَہ!

پٽيان هن ديوار جي ڪيڏو آ آڪاس،
سوچيو پئي مارئيءَ.
ڪيڏا وَڻَ وٽنڪار جا ڪيڏو سَرهو سُواسُ
سوچيو پئي مارئيءَ.
آهي لاڙِي مينهنِ ۾ ڪيڏو وَلين واسُ
سوچيو پئي مارئيءَ.
ڇا ڇا اِن ڪي تو ڪِپي هِي جو ماٺهوءَ ماسُ!
سوچيو پئي مارئيءَ.



متان ننڊ ڦِتائِئين آنءُ نہ ايندو سانءُ
متان ننڊ ڦِتائِئين!
گهپ انڌيري مان آئِي سَڏَ نہ ڏيندو سانءُ
متان ننڊ ڦِتائِئين!
تو وٽ وري پکِڙا ڪو نہ آڏيندو سانءُ،
متان ننڊ ڦِتائِئين!
توکي آنءُ وساريو هاٽي يانءُ نہ يانءُ،
متان ننڊ ڦِتائِئين!
مون هي جڳُ واري ڇڏيو، ڪيسين آنءُ ڇوانءُ!
متان ننڊ ڦِتائِئين!
متان ننڊ ڦِتائِئين!

اي پرين! توڏي اَتَلَ،

آهہ منهنجي سَمنڊَ جانءَ

چَنڊَ جئن چهرو آتي، مان ڇا ڪيان؟ مون ڪي نہ جَهلَ!

تون اَچين ٿي، تِرورا ٿي ٿا وڃن سڀ پَهرپَلَ!

ڪنهن نہ ڄاتو آهہ اِن ڪي، ڇِڪَ ڇاليءَ هي اَجَهلَ!

ياد تون هر وقت آهين، موقِعو، ڪهڙي مَهَلَ!

*

هِن دريءَ جي جَهنگلي مان،

ڪيتري ڇَهہ ڇَهہ وَلين ۾!

هي وَليون جي لوهَہ ۾ وِچڙي ويون آهن، اُتان

ڪيتري ڇَهہ ڇَهہ وَلين ۾!

اي پَرندو! ڇَهچهائيندو رهان ٿو روز مان،

ڪيتري ڇَهہ ڇَهہ وَلين ۾!

اي پَرندو! پَرَ ڏِيو، مانِ ٻِي هتان اُڏري وڃان،

ڪيتري ڇَهہ ڇَهہ وَلين ۾!

چنبڙي مون ڪي پئي آ، جِندُ ڇو ڇقمق جيان!

ڪيتري ڇَهہ ڇَهہ وَلين ۾!

ڪارا پکي ڪيترا مَتان اُڏرن ٿا.
مون ڏورانهين جا!
سڀ مون کي پرڙا ڏئي، اُڏري وڃن ٿا.
مون کي ڏوران اُڏرندي ڏسي چون ٿا.
سڀ جو آکيرو هتي، سڀ هِتِ اچن ٿا.

*

کهڙا گهَر ياتي،
ڪوئي ڪنهنجو ڪونہ آ-
* نَذَرل مون تو ۾ وِڌي جڏهن هڪ جهاتي،
ڪوئي ڪنهنجو ڪونہ آ-
بهتر آهي موت ڪان ڪنهن پَر حياتي؟
ڪوئي ڪنهنجو ڪونہ آ-
تو کي جيئَڻ ڏِينهڙا پَلَ پَلَ رَواتِي،
ڪوئي ڪنهنجو ڪونہ آ!!
ڪوئي ڪنهنجو ڪونہ آ!!

* نَذَرل - نذرالاسلام، بينگال جو باغي شاعر

كَهڙي مَتِ شَرم؟

سَڀُ كُجهہ واريو، واريو، واريو!
پيارُ نہ ڄاڻي لوڪَ لڇا مان كهڙو ڀُون ۽ ڀَرمُ!
سَڀُ كُجهہ واريو، واريو، واريو!
اكڙيون اكڙين سان اَڙجي ويون كهڙو مام مَرمُ!
سَڀُ كُجهہ واريو، واريو، واريو!
عِشقُ مَذاهب مان ڇا ڄاڻي، كهڙو دِينُ ڌَرمُ؟
سَڀُ كُجهہ واريو، واريو، واريو!
صَنَم اُنهيءَ ۾ ڇا ڇا آيا، هي جو هانوَ حَرَمُ!
سَڀُ كُجهہ واريو، واريو، واريو!



ايترو افسوس ڇو

تي كرين مون تي پرين!
كيئن تو سمجهيو تہ مُنهنجو پَندُ اَڄُ آهي پُنو؟
ايترو افسوس ڇو؟
تون نہ ڄاڻين آهہ منهنجو پيار توسانِ كيترو!
ايترو افسوس ڇو؟
هونءَ جي ترسانِ نہ، تُنهنجي لاءِ ترسانِ تو پيو.
ايترو افسوس ڇو؟

خوبصورت ايتريون

هِي آکيون آندءِ ڪٿان؟
جيتريون مون ڪلهه جوانيءَ ۾ ڏٺيون، تِن جيتريون،
هِي آکيون آندءِ ڪٿان؟
مُند ۾ آ جئن ڪِڙيل رابيل لڳنديِ، تيتريون،
هِي آکيون آندءِ ڪٿان؟
چڻ تہ سَوَ يَونرا مڙيَ ويا، توتي نظريون ڪيتريون!
هِي آکيون آندءِ ڪٿان؟



تو جڏهن آغوش ۾ مون کي آتاريو هَندَ تان،
مون پئي توکي ڏٺو.
ڪيترو آڳ ۾ ملي هُئين تون هتي آئينءَ ڪٿان؟
مون پئي توکي ڏٺو.
ڪويليون ڪُوڪَن پيون ڪِڙڪيءَ ڪان ٻاهر ڪُجهہ پريان –
مون پئي توکي ڏٺو.
اي پِرِين! پوئينءَ شفق جئن تِي لڳينءَ منهنجي متان،
مون پئي توکي ڏٺو.
ڏينهن جوين جا وَرِي آيا يَرِيءَ برسات سان –
مون پئي توکي ڏٺو.

هزارين ميل ڏور آهين
مگر تون پو به ويجهي آن!
پري آن چنڊ واڱر تون پرين! جن ڪوئي پور آهين
اکيون تارين جيان آهن ڦٽي پر تون ضرور آهين!
گلابن جئن لڱين پيئي نه من ڪان ڏور ڀور آهين،
هزارين ميل ڏور آهين
مگر تون پو به ويجهي آن!

*

هي جي چانڊوڪيون
باقي ٿوريون راتڙيون.
جن ۾ پيريون پوڙ سان راتِ لڙيءَ پوڪيون،
باقي ٿوريون راتڙيون.
اڏري جي چرڙاتَ سان چپ پئي ٿوڪيون،
باقي ٿوريون راتڙيون.
سَپ ڪجهه پل ته چٽي وڃي رُتيون ڪنهن روڪيون!
باقي ٿوريون راتڙيون.

ماڻهو آهين؟

يا ماڻهوءَ جو روپ رکين ٿو؟
چَنڊ ڏِسي ٿنهنجي چهري کي چڻ ته هيئي آ پِٽ پَرانهين!
هي سنسارُ ته سپنو آهي، تو سپني مان ڇا ٿو چاهين؟
کهڙي گَڏ ڇِڪي ٿي توکي، ماڻهو تون ڪاڏي ٿو ڪاهين؟
ڪيڏا ناهه لُکيءَ جا ناهي، ناهي ڏاهين، ڏاهي ناهين!

*

رات جا تارا ڇَون ٿا
تون نه ايندينءَ.
ڪيترا جُگنو هِتي آيا ويا
پو به سي چارا ڇَون ٿا
تون نه ايندينءَ.
دل ته توسان ايتري هُئي، ڇا چَئون!
پو به سي چارا ڇَون ٿا
تون نه ايندينءَ.
ڪيترو ڪينجهر اڪيلو ٿو لڳي،
پو به سي چارا ڇَون ٿا
تون نه ايندينءَ.
پيار کي جهينجهاڙيو آهي اِئين!
پو به سي چارا ڇَون ٿا
تون نه ايندينءَ.

عشق وڏو اسرار،

ڪئن چئجي ڪنهن وقت به ڪاهي!
ڪئن چئجي ڪنهن وقت اَچي تو ڪارو ڪارونيارَ!
اُيري تو ڪنهن وقت اَچانڪ ڪنهن لئي من ۾ پيارُ!
ڪيئن عقابن وانگر اکيون ويندي ڪَن تيون وارَ!

*

موتَ تون مون ڏي نہ ايندين
مان اچان تو -
پاڻَ شايد ڪونہ تون مون کي سڏيندين!
مان اچان تو -
ڇا - ڪٿي مون لاءِ آڪيرو اڏيندين؟
مان اچان تو -
يا ڪٿي مون کي هوائن ۾ ڇڏيندين؟
مان اچان تو -
مان اچان تو -

منهنجيءَ جُتيءَ ڪي ميان! ڇا تون پائيندين!
پير وِجهي ڏِسُ بانورا!
چَندُ اُنهيءَ تي ڳَلُ جڙن ڪيئن لڳائيندين؟
تون ايڏي درياهہ ۾ ڪيئن ٽُبي ڏيندين؟
اندر اونهي سمند جي وَهڪا ۾ تون ويندين؟



عشق عجب اسرارُ،

ڪئن ڇئجي ڪنهن وقت ٿو ڪاهي!
ڪئن ڇئجي، ڪنهن وقت بہ اُپري ڪارو ڪارونپارُ!
انب مٿان ٿي ڪويل ڪوڪي، چيري اُپ اَپارَ.
اَج بہ اسان وٽ آئي آهين ٻٽجي ميگهہ مَلارُ،
برڪا رنگَ رَسيلا توتي ڪيڏو نينهن نِڪارُ!

هاڻِ تُنهنجو انتظارُ
ڪو نہ ٿو مون کان پُڄي
گل ڇڻِي ويا، ٿـي ويـو پورو بهارُ،
ڪيستائين عُمر تـي ڪو اعتبارُ!
ڇڻ اچي ٿـو نـنڊ جو ڪـارو خُمـارُ!
هاڻِ تُنهنجو انتظارُ
ڪو نہ ٿو مون کان پُڄي

*

موت شڪاريءَ جيئَن
هيو تنهنجي تاڙ ۾
جيئِين تـارا جُهـڙ ۾ مـوت بہ آهـي اِئـين،
هـاڻي ڪـهڙو سـوچجي اُن کـان ڀڄين ڪـيئن!
تيرُ تہ ڇاتيءَ ۾ کُتو هونءَ وئين يا هيئنءَ!
سـارا پَر ڇاڻي هـتِي ڪـويـل ڪِئن اُڏرِيـنءَ؟

مـتان هَـٽ ڳـنـڍيـن!
متان ويجهـو ٿـين،
اوَنهي جُي اسرار ڪي!
ڳَجَهہ منجهاران ڳَجَهہ ۾،
مـتـان تـپـو ڏيـن!
متان ويجهو ٿين!
اوَنهي جي اسرار ڪي!
ڪارُون ڪَندو ڪُنَ مان،
متان نہ نـڪـرين!
مـتان ويـجهـو ٿـيـن!
اوَنهي جي اسرار ڪي!
ڏور سـتـارا آيَ ۾،
ڏاهـا شـالَ ڏِسـيـن!
متان ويـجهـو ٿـيـن!
اوَنهي جي اسرار ڪي!
اونـداهـيءَ اڌ رات جو،
جا چينديـن مـاٿـيـن
مـتـان ويـجهـو ٿـيـن!
اوَنهي جي اسرار ڪي!

چا هي آهي لازمي،
سڀ ڪجهه تو ڇاڻين؟
متان ويجهو تين!
اونهي جي اسرار کي!
چا هي ڪافي ناهه جو
ان ۾ پاڻ پسين؟
متان ويجهو تين!
اونهي جي اسرار کي!
ڳجهه رهي جي ڳجهه تون،
چا تو وڃائين؟
متان ويجهو تين!
اونهي جي اسرار کي!

*

آنءُ تنهنجو عڪس آهيان
اصل ۾ آهين تہ تون.
پاڻ کي پرجهي ڏنو مون پر نہ ڄاتو آنءُ ڇاهيان!
تون جڏهن آغوش ۾ مون کي جهلين ٿي آنءُ ناهيان!
مون نہ ڄاتو آ. تہ توکي ايترو ڇا لاءِ چاهيان!

هي جا مُنهن مان موت جي جَهپي وٺين تو
ڪنهن سان سَليان ڳالهڙي؟
ڳيا پنهنجي ڳجَهہ جا مون ڪي جي ڏِين تو
ڪنهن سان سَليان ڳالهڙي؟
چُپ چُپ گهڙي چندَ سان گهڙڙي اَچين تو!
ڪنهن سان سَليان ڳالهڙي؟
مون تي پاڇي جئن پَئي مون وانگر ٿين تو،
ڪنهن سان سَليان ڳالهڙي؟
واچوڙي وانگر اَچي ٻنيا پَٽين تو
ڪنهن سان سَليان ڳالهڙي؟
دَرَ ڪئن ڀوتيان؟ اوچتو اَندر اچين تو،
ڪنهن سان سَليان ڳالهڙي؟



منهنجي ڳالهہ نہ مَڃَ
وَڃُ ڀَلي آڪاس ۾!
ڳجَهہ ڳجهاندر ڳالهڙي پيهي اُن ۾ پَڃَ!
وَڃُ ڀَلي آڪاس ۾!
ڏَرتي آاسپ ڪان ڀَلي، وَڃُ ڀَلي تون وَڃُ!
وَڃُ ڀَلي آڪاس ۾!
ڪِٿ ڏارائون ڪِيرَ جون ڪِٿي اَمڙِ ٿَڃ!
وَڃُ ڀَلي آڪاس ۾!

ايڏا ڳَپَ ڏِسي
ڇَمر ڇَمر ڪَرڪا ڇيرِ سان!
آتي آڏيءَ رات جو،
نيرِي، نَپَ ڏِسي
ڇَمر ڇَمر ڪَرڪا ڇيرِ سان!
اونهي جي اسرار ۾،
لاٽڻ لَپَ ڏِسي
ڇَمر ڇَمر ڪَرڪا ڇيرِ سان!
شوچڻ ڪان اُيري مٿي
سَرچِي، سَپَ ڏِسي
ڇَمر ڇَمر ڪَرڪا ڇيرِ سان!



نِندَ ڦِٽائي تو چوين اَتي! اَکيُون ڪول!
وري ايندم ڪينڪي!
اَٿَ! پرهه جو پکَ جان، ٻولُ اَتي ڪجھه ٻول
وري ايندم ڪينڪي!
اَتي اَمرت رَسُ جي هِي جا گهڙي گهولِ
وري ايندم ڪينڪي!
آيُس رَنگا رنگِ تي تنهنجي آنءُ ر تولِ
وري ايندم ڪينڪي!
ٻاري ڏِيئا آس جا، تُنهنجي هئين هول،
وري ايندم ڪينڪي!

*

رِڪشا ۾ ٿي رات
گذري وئي بيچ* تي.
ساري رات نه سمندَ جِئن ڪِٿي پنهنجي بات!
چَنڊ ٻُڏي ٿي، پَل ٻُڏي چَنڊُ به پنهنجي ذاتِ
پر پو تون ڪاڏي وئينءَ تون جا منهنجي تاتِ؟

* بيچ(انگريزي لفظ جو سنڌيءَ ۾ مستعمل آهي)- ڪنارو

تون ٻاجهارو ٻاجهہ سان جڏهن ٻُرين ٿو
ڪيڏا ڪِهندَ وچن پيا!
جڏهن ڪِهرڪي سمنڊ ۾ سج جان ٻڏين ٿو
ڪيڏا ڪِهندَ وچن پيا!
نِندَ ڏئي سنسار کي سَپنا پرين ٿو
ڪيڏا ڪِهندَ وچن پيا!
آڳانجهو اسرار ٿي تون ٿي ٻون ٿيس ٿو
ڪيڏا ڪِهندَ وچن پيا!
مندر مندر ۾ وڃي، گهر گهر وڃين ٿو
ڪيڏا ڪِهندَ وچن پيا!



تون ڪِهرِي ڪهر ۾ اچين ٿي
مان پيو توکي ڏسان.
جيءَ ۾ مُنهنجي جڃين ٿِي
مان پيو توکي ڏسان.
ڪُجهہ تہ پاڪر ۾ ٻچين ٿي،
مان پيو توکي ڏسان.
روح ۾ جيئين رچين ٿي،
مان پيو توکي ڏسان.

هي جو مون ۾ سمنڊ آ، ٻڏي لنوايان
ڪيسين ان جي شورَ ڪي؟
مان جو ڪنڍيءَ ڪوڏ هان،
ڪيسين نہ ڳايان،
ٻُڏي اُن جي شور ڪي؟
ڇا مان آهيان ڪا مڇي،
تَرندي وڃايان،
ٻُڏي اُن جي شور ڪي؟
هو جو مون ڪي تو سڏي،
اُنکي ڪئن پايان،
ٻڏي اُن جي شور ڪي؟



ڳاڙهي آهہ ڳتولُ
ڇوڙي ڏاڙهونءَ گل جيان!
کهڙيءَ قلواڙيءَ ڏنو اهڙو سُندر قولُ؟
ڇوڙي ڏاڙهونءَ گل جيان!
توتي مون سڀ وَاريو تون ئي آنهہ اُصولُ!
ڇوڙي ڏاڙهونءَ گل جيان!
تُنهنجو مُنهن هَرمَتَ جو مَتو آهي مولُ!
ڇوڙي ڏاڙهونءَ گل جيان!

روز ڳوڙهن جئن اچين ٿي، روز ٿي اکڙي وڃين!
ڪيترو تون دور آهين!
ڪيترو تون دور آهين!
ڪيترو چاهيو هيو مون تون ڪڏهن اوري پوين!
ڪيترو تون دور آهين!
چنڊ پاڻيءَ ۾ تِلي جئن، عڪس ٿي مون ۾ رهين
ڪيترو تون دور آهين!
آنءُ چوليءَ جيئن ٻانهون آهيان او شل! اچين!
ڪيترو تون دور آهين!
ڪيترو تون دور آهين!



آڄا جِئٽو آهه
متان هيئون هارئين.
جيسين ساري ماڳ کي جهرمر ٽِيٽو آهه
متان هيئون هارئين.
وِهُه جو وَنِيءَ آڇيو سارو پِيٽو آهه،
متان هيئون هارئين.
توکي ڏوهي ڏيهه جو ليکو ڏِيٽو آهه!
متان هيئون هارئين.

آنءُ ڀي جهڙو لوڙڪا منهنجا ڳيا قول.
تو ساري سنسار ۾.
ڪلهه جئن ڳولئه قرطبه، اِيئَن نه مونکي ڳول!
مان تو وٽ اينڊس وري، ٻاڻو تي ته ٽِٽول!
سِرٽيون آهن واءُ ۾، تِترَ جيئَن نه ٻولِ!
تو سياري سنسار ۾.
تو ساري سنسار ۾.

*

چانڊوڪيءَ ۾ چَنڊَ جي!!
چانديءَ جي برسات هئي *هلايا ڳوٺ ۾
چُرپُر هئي چَنڊَ ۾، ڪنهن ته ڪئي تي باتِ!
مون سان تُنهنجي پيار کي موت نه ڏِني ماتِ!
سارو جڳُ مون سان هُيو، جڻ تُنهنجي بَاراتِ!
سَڀُ سُڃاڻو تي لڳا تُنهنجا منهنجي ذاتِ!
تُنهنجيِ وائي شاعري رَهَندي هر ڪنهن واتِ.
جيئَن هِلايا راتِ،
چانديءَ جي بَرساتِ،
چانڊوڪيءَ ۾ چنڊ جي!!

* هلايا- ٺٽي جو هڪ ڳوٺ

ڪيڏي تُنهنجي تانگهہَ
هر شيءِ ۾ تون ٿِي ملين!
*سرد هوا ۾ ڀاڪُرين منهنجي آندينءَ مانگهہ، هر
شيءِ ۾ تون ٿِي ملين!
توڙي تون آهين پَري مُنهنجي لاءِ ورانگهہ!
هر شيءِ ۾ تون ٿِي ملين!

*

آنءُ تنهنجو عڪس آهيان
اصل ۾ آهين تہ تون.
پاڻ کي پَرجِهي ڏنو مون پر نہ چاتو آنءُ ڇاهيان!
تون جڏهن آغوش ۾ مون کي جهلين ٿي آنءُ ناهيان!
مون نہ چاتو آ تہ توکي ايترو ڇا لاءِ چاهيان!

* مانگهہ- سياري جو هڪ سنڌي مهينو

جنهن تي نـﮧ جي ڇانو ڀآ، اهڙي ڳَلڙي ڪي
متان دل تان لاهِئينَ!
ڄنهن ۾ ٻَڙا ٻاهريان اهـڙي ڇَلڙي ڪـي،
متان دل تان لاهِئينَ!
هوءَ جا ٽَڪريءَ چاڙهـ تي هڪلي ٿَلڙي ڪي،
متان دل تان لاهِئينَ!
نيٺ تـﮧ ڪونِيٺ جيئن جُهلي، پَٽَ نـﮧ سَلڙي ڪي
متان دل تان لاهِئينَ!
بـاقـي پـويـون لـَڪَ آ تـو ڪَـرهَلڙي ڪـي،
متان دل تان لاهِئينَ!



* ٻساٽائي ۾ ڪوسَ ۾ ڏاڍو ٿَـرنَ ٿيـونَ،
مينهون چَرن ٿيون.
سانجهيءَ ٽاٽي واڙِ ڏي ڍايون وَرن ٿيون،
مينهون چَرن ٿيون.
** پـر ڪـامهَ ڪـان ڪـيـترو ويـندي ڏَرن ٿـيـون!
مينهون چَرن ٿيون.

---

* ساٽائو – اتر ڪان ڏکڻ طرف ويندڙ هوا.
ڪوسَ - ڏکڻ ڪان اتر طرف ويندڙ هوا. (ٻئي سؤليون هوائون)
** ڪامهَ – اُتر – اولهـ جي هوا جا جنوري ۾ لڳندي آهي ۽ ڏکي ليکي ويندي آهي.

رات پُر تُنهنجي پُڪار
تي اچي منهنجي ڪَنَن ۾
رات پر پَرڪا بَهار
تي اُتئي چَن چَن چَنَن ۾
رات پَرَ مون انتظار
نانءُ تنهنجو آ چپن ۾
تو نهاريان بار بار
جاڳُ ۾ توڙي سُپن ۾
باک آندو اعتبار
تو هَوا آهين پنن ۾!

*

اوچتو جُيڪي لنوَنْ تا ڪانگ آهن.
ڪانگ آهن
هي تہ جڻ تُنهنجي اچڻ جا سانگ آهن.
ڪانگ آهن
رات جون رَيَڙهيوَن بہ جڻ ڪي نانگ آهن!
ڪانگ آهن
ڪونيا پوء؟ جڻ فجر جي بانگ آهن!
ڪانگ آهن

آءُ ليئي لئہ اَچي!
سج ڦٽو آ.
نيٽ پوري رات تي،
سج ڦٽو آ.
ڇهچهائن تا پکي،
سج ڦٽو آ.
گونج آهي گيت جي،
سج ڦٽو آ.
اوچتو اوندهہ ٽري!
سج ڦٽو آ.



وايون، ڪونجون روهہ جون سهڙن ساٿ سُڪن
متان ڪرين ننڊڙي!
تو وَٽ ايندي اوچتو نڪري ڏاتِ ڏکن
متان ڪرين ننڊڙي!
سِڪون سدا ساهہ ۾ ڪانيءَ جيئن ڪُکن
متان ڪرين ننڊڙي!
هي جي تنهنجي روح ۾ ٻکن منجهہ ٻُکن
متان ڪرين ننڊڙي!

چار ۾ ڪائيَ مَڇي تَرقيَ مُئي
ياد تون آئينءَ پَئي.
سمنڊ ۾ گوليان پيو ڪائي سُئي
ياد تون آئينءَ پَئي.
سوجهرِي سان هير ڪا آئي هُئي
ياد تون آئينءَ پَئي.
مون اکيون آليون اُگهيون، تو لَئي رُئي،
ياد تون آئينءَ پَئي.

*

* چوڏيون، لوڙ، ڪوڪڙيا ڪيڏو ڪُڏن تا
ساري رات سمونڊ ۾!
* پاليرا، ڪارا ڪِگا، لهرين لڏن تا،
ساري رات سمونڊ ۾!
** لاڻا، لڙانڊا، تَمر وَر وَر ٻڏن تا،
ساري رات سمونڊ ۾!
ٻَمَر ڪري ڏرتيءَ مٿان ڪيڏو ڏڏن تا،
ساري رات سمونڊ ۾!

---

* چوڏيون، لوڙ، ڪوڪڙيا، پاليرا، ڪارا ڪِگا -
سمنڊ جون مڇيون
** لاڻا، لڙانڊا، تَمر - سَمنڊ جا گاهہ

هــي اَزل جيّ چُـپ آهــي
موت ناهي.
موت نـاهي، موت نـاهي
موت ناهي.
رات گهوڙو جيئـن ڪاهي!
موت ناهي.
سجُ تـي تـي سُنب لاهــي!
موت ناهي.
ڪيـر ڏا هي؟ ڪير نـاهي؟
موت ناهي.



آنءُ بہ اُن جئن ڀاڄهہ
هو جو شخص صليب تي.
* ڏرتـيءَ نـينڊيون رَتَ جون جَهر جَهر تِن جي جهـاجَهہ،
هو جو شخص صليب تي.
سـاٿو تـي آڪاس ۾ وِجهي پيو واجَهہ،
هو جو شخص صليب تي.
تو جو لـکيو لَيکَ ۾ هن کي سوجَهہ نـہ ساجَهہ!
هو جو شخص صليب تي.

* جهاجَهہ – جَهجهائي

ننڍ ۾ آهي اَزل
آ ابد جا گهنڊ کي تنهن لئہ وڄايون!
چُپَ ۾ آ کو غزل
آ تہ ڳايون، آ تہ ڳايون، آ تہ ڳايون!
آ صديءَ جئن پهر پَل
آءُ منوکيءَ جئن امرتا کي رچايون!
باکَ جئن جو آ آتل
عشق پنهنجو سج وانگر جڳمڳايون!

*

* کوهيلو گهوري،

سپ کي جهڙپ جهپي ٿي ان جي!
اَن جي گهور نہ گهٽبي، پنهنجون کو بہ اکيون پوري،
کوهيلو گهوري.
هن جون اکيون جهڙا ٽياندا تَتَي سجُ کوري -
کوهيلو گهوري.
سپ کَتو ئي آ سوگهو هن وٽ سپ کَي انگوري،
کوهيلو گهوري.

* کوهيلو - باز جو قسم.

ويهسر جي وارياسي ۾ ڪا وَل آهه ڪِٿڙي!
ياد اچين ٿي توُن.
ساهَه اَزل جو رُڪجي ويو آ اهڙي آهه گهڙي!
ياد اچين ٿي تون.
رنگيءَ ڪيڏا رنگ بڻايا، سانجهي آهه لَڙي!
ياد اچين ٿي تون.
پوءِ بہ ڪيڏا ڪيپَ ڪڙن ٿا، توڙي عُمر ڪَڙي!
ياد اچين ٿي تون.

*

* ڪوٺي ڪِيئَن ڪِڙي، ٻاهر جي ڪيروليِ نہ هجي؟
ڪوٺِي ڪيِئَن ڪِڙي؟
وائيءَ ۾ وَرناءِ جيسين ڪا ٻولي نہ هجي
ڪوٺِي ڪيِئَن ڪِڙي؟
جَهڙ جَهڙ گَلَ پڪڙجي ويندا جي جهولي نہ هجي
ڪوٺِي ڪيِئَن ڪِڙي؟
ڏرتي! تُنهنجي لَنءَ لَنءَ ۾ جي ڪا لولِي نہ هجي
ڪوٺِي ڪيِئَن ڪِڙي؟

---

* ڪوٺيءَ جي جڙ ۾ ڪيروليِ ٿيندي آهي.

تون سانجهيءَ جا سانگ ڪَري
مون ڏانهن اچين پيئي!!
ڄڻ خوشبوءَ سان جهول ڀَري
مون ڏانهن اچين پيئي!!
ڀَٽ مٿان ڄڻ پير ڌري.
مون ڏانهن اچين پيئي!!
چَنڊَ نہ تو سان پيٽ ڪَري،
مون ڏانهن اچين پيئي!!
جُڳ گذري ويا رات ٺري،
مون ڏانهن اچين پيئي!!

*

## ڪيستائين انتظارُ

تون ڪرائيندين ءِ اچا؟
گلُ ڦٽا تارين مٿان، مون سوچيو آيو بهارُ!
ڪيستائين انتظارُ؟
ڪيترا رابيل پوئي مون جَهليو تو لاءِ هارُ؟
ڪيستائين انتظارُ؟
تي اچي پيهر سَرءُ، تو ناس ٿي سارو نِکارُ.
ڪيستائين انتظارُ؟

مون ماٺِي مون ماٺِي،

تنهنجي رويا مون ماٺِي.

وير وير آڪاس ڇُهي ٿي ناهي رات وهاڻي،

مون ماٺِي مون ماٺِي.

تو کي چَنڊُ چُمي ٿو اُيري تون جا آڌ کهاڻي،

مون ماٺِي مون ماٺِي.

تنهنجو نانءُ اَجل ٻه تہ آهي تون جا منهنجي ساٿِي.

مون ماٺِي مون ماٺِي.

هيل هندوري وانگر تو لِء سِٽ سِٽ مون واٽي

تنهنجي رويا مون ماٺِي.

مون ماٺِي مون ماٺِي.



پُوڇَهہ نہ تو پوڙا،

تو جو پُڏين کونہ ٿو!

سَدَ اَچن پڙلاوَ مان وِڃَهن ولوڙا!

تَکَرَ جيئن ٿي پَوَن اِيئين تاکوڙا،

چو تو کڏهن موت جا پيگا نہ کوڙا؟

جيستَين آهي جندڙي تيسين گڏ جوڙا!

کيڏي اونهي سمنڊ ۾ وچن تا هوڙا!*

---

* هوڙا – پيڙيون

ماڙا لَڙهن ٿا،
چاندوڪيءَ ۾ چيٽ جي
مانجهي سڀ پاڙيسري پاڙا لڙهن ٿا،
چاندوڪيءَ ۾ چيٽ جي
مينهُون آلوڙيُون ٿيون واڙا لڙهن ٿا،
چاندوڪيءَ ۾ چيٽ جي
اَنبن تي ننڍا ڪڙا تاڙا لڙهن ٿا،
چاندوڪيءَ ۾ چيٽ جي
ڪڏهن ڏِسُ تہ سدا ڪڏهن آڙا لڙهن ٿا،
چاندوڪيءَ ۾ چيٽ جي
ڪَتوُن ساريون ڪِيَنءَ ۾ ناڙا لَڙهن ٿا،
چاندوڪيءَ ۾ چيٽ جي

*

چا تون آنهہ يتيم
جي آ جهڙ آڪاس ۾؟
اَبي وانگر اَبَ جو توتي هَٿُ قديمُ!
* لهرائي ڌرتيءَ مٿان برسي تہ بَرسِيمُ!
پي ڪنهن ميجين ڪو نہ جي ڪَڪَرَ آهہ ڪريمُ،
ناهي ڪو پالهي پٽو ڪوئي آهہ مقيمُ!
** ڪوئي اهڙو دؤر جو ڌرتي نانهہ دَوَنيمُ؟

* برسيم – گاهہ جو نالو
** دَونيم – اڌواڌ

نـگـر تـتـي مـان!
ڪـائـي آنـدءِ سـوڪـڙي
آئي رُت رابـيل جـي تنهـنجي هـارَ هَتـان؟
ويسَر ويساري ڇڏي منهنجي سارَ مَتان!
چَنڊ تـہ ڪيئي ڳالهڙيون آهن پيون بہ اجان!
نـگـر تـتـي مـان!



تـون جو جهونـي ڦَٽَ جئَن مـون ۾ ڪُريـن تـو.
چؤُ تون اهڙو ڪير آن؟
سَمنڊُ ڀَري جئن ڪوڏِ ۾، مون ۾ ڀُرين تـو!
چؤُ تون اهڙو ڪير آن؟
تون جو قولَ قلارَ جئن مون ۾ تُرين تو!
چؤُ تون اهڙو ڪير آن؟
هَر هَر منهنجي هانوَ ۾ تـون جو هُريـن تـو،
چؤُ تون اهڙو ڪير آن؟
*جيئين سُرٽا سانت ۾ تيئن سُرين تـو،
چؤُ تون اهڙو ڪير آن؟

* سُرٽا – نانگ

## زندگي آزاد نظم

جئن اچا جيئي پئي
جنگ ۾ هيءَ جيتي،
اڄ بہ هوشوءَ لاءِ عزم
جئن اچا جيئي پئي
سِرَ صُراحيون تي ويا،
* ڪيتري سرشار بزم
جئن اچا جيئي پئي
رات راتاتا هُيا،
رَتَ ۾ پيهار رزم
جئن اچا جيئي پئي

*

* سنڌيءَ ۾ مان نظم ۾ بزم قافيا جائز ٿو سمجهان.

*سوئا، سيئَر، ڏانگـرا، پَـلا آنيـارا
ڇا تون ناهين تو ميان؟
*ڪاريڙيون، ڪارا ڪَڳا، جِهينگـا ويچـارا
ڇا تون ناهين تو ميان؟
هِيُ جَنُ سان تـون ٿـو پيرين ڪِڪـيءَ جا ڪـارا
ڇا تون ناهين تو ميان؟
تـن ڪي اِئين نـاس يـو ڪَـيءَ هـچارا؟
ڇا تون ناهين تو ميان؟



*

*سوئا، سيئر، ڏانگرا، پلا، ڪاريڙيون، ڪارا، ڪڳا، جهينگا
- سمنڊ جون مڇيون.

تون چوين ٿو پيو آزاد آهين
”تو غلاميءَ جا نير پاڻ پڱهاريا آهن -
ڪنهن به انگريز نه ڳاريا آهن“
تون چوين ٿو پيو ”آزاد آهين.
”تون ٿپي خون جا دريا آئين“
ڇا چوان؟ ”ڪيئن تون چريا آئين!“
تون چوين ٿو پيو آزاد آهين
مان پڇان ٿو ته ”سنڌ آزادي
ايتري آهه ته تون سچ ٻڌين!“
مان چوان ٿو ته ”سنڌ بربادي
تو ڪئي آهه ته اهو سچ چوين!“
آمريڪا جا اکيان رهواسي
ناس ڪيا ويا، اهي ڪمزور هيا!
تو ڪئي آ ائين حالت منهجي
گوليون، بمَ، ڪڏهن قيد ڪڙا
مون کي به واهر به نه ڪا!
واٽ به ڪائي ناهي
بس رکو ان ڪان سوا،
مون ڏسي شعر ۾ جيڪا آهي.

*

تون ڪفن هيٺ وڃائي ٿي مٿس ناچ ڪرين!
طائفي ۾ ڪتي اُمراء، مگر ڪا ناهي
موت ڦالين ڄيان تنهنجو آ
اوچتو، نرم، ڇنان ڇڻ - هجي مجرو گويا
تو تعجب منجهان توڏي ڏسي مرزا رُسوا -

••

هي خطرناڪ ڪَمَ
جيڪي شهتير ڇِباڙي ٿا وِجن!
تو ڏئين روز لئا
پو بہ هُو ڏينهن ڏِهاڙي ٿا وِجن!
تون ڇڏي ڏِين، عمارت ڍهندي،
جي اِئين آهہ تہ ڪيسين رَهندي؟
نيٺ اُن جا اهي ٿنبا ٿوٽيون
ڇڻ تہ بيڪارِ ڪِپهہ جون پُوٽيون!
سَڀُ ڪِري هيٺ ڇِپي ٿي ويندا
موتَ جي گِپت لِپي ٿي ويندا
تون هٿي پاڻ بچاءِ!
موت سان جيءُ نہ لاءِ!
جي ڪِري ٿي تہ ڪِري، تنهنجو ڇا!
موت اِن جي پيو چوڌار ڦِري، تنهنجو ڇا!
موت سان راند ڪَري ڪَتندو ڪو نہ
ڪِئن بہ هو گوٺ ڏَري ڪَتندو ڪو نہ!



ڀيڙي نيٺ ٻڏي ٿي
ڪوئا هيڏي هوڏي ڊوڙي پاڻيءَ منجهه ٽٻين ٿا،
وانجهي ونجهه هلائي پنهنجا آڱل مَٽَ ڪرن ٿا
ڏَڙ لائي درياهه ڏئي ٿو وِڄُ وراڪا ڪيئي
اونداهو آڪاس ٻُڌي ٿو وَرُ وَر واڪا ڪيئي
ڌرتي هيٺ ڌُڏي ٿي
ڀيڙي نيٺ ٻڏي ٿي
هاٿي بادل هتجن ٿا، ٿو چَنڊُ لِياڪا پائي
چوڌاري ڪاراڻِ هتي ٿِي، ٿو چاڙهاڪا پائي
هيءَ خلاصي جنهن جُاتو ٿي ڀيڙي ٻڏٽي آهي،
نيٺ تہ ڪنڌيءَ پهتو آ، دل هن جي لڏٽي ناهي.
لڙهندڙ ونجَهه ٽٽي ٿِي
ڀيڙي نيٺ ٻڏي ٿِي.



هُنَن ٻِگوٺ ۾ نانهہ وَسَتي وَسائي
هُنَن جي هِتي شهر ۾ آ خُدائي!
هُو ٻاهيون ڏين ٿا
هو ڪاهيون اَچن ٿا
هُو گوليون هڻن ٿا
الوليون انهيءَ ريت ڪَن ٿا
ٿا معصوم مارن.
گلن کي پٽن ٿا
اِئين ڪيپ ڪائي ڪَٽن ٿا
لهوءَ لالَ تي هو چَپن کي چَٽن ٿا.
مٿان چنڊ تن جا تماشا ڏسي ٿو
ٻِري نيٺ ويندا
جيئَن منجهہ پاٽيءَ پتاشا، ڏسي ٿو.
پہ تي ڏينهن آهن
وڏا شينهن آهن
ٻگهڙ تي اچن ٿا
نچڻ وير ڪيڏو اگهاڙو نچن ٿا
چپن سان اسان ڪجهہ نہ تِن کي چيو آ
نہ بندوق تاڻي، نہ پستول پنهنجو پريو آ
نہ ڪوئي ڏڪو آ

سڄي رات هر وقت اونڌاڙ ڪن ٿا
سڄي رات اڌ - ننڊ ۾ هو ٻرن ٿا
ڪنن ۾ ڪُرن ٿا
چون ٿا تہ فانوس آ هر گهٽيءَ ۾،
ڪري چَنڊَ وانگر پَيو جو چٽائِي،
اسان جي بُرائي
متان ٿي نہ ظاهر
اجان ٿي نہ ظاهر
متان ڪو چوي ڪينئَرا روحَ آهن
انهن ڪان اهو ڏِڄُ آهي اَجايو!
سُڪل ڪوهہ آهن
پَلي آزمايو
جيئن پوِ تِئن اَڄَ وڏندي رهي ٿي!
آڙي روجهِڙَءِ رَڄَ وڏندي رهي ٿي!



شام لَهي ٿي
* ڊونا پاولا تي -
رنگبرنگي ڪشتيون هي اوسي پاسي،
هي سڀ ڪشتي بان وڃن ٿا ڪاڏي ڪير ڇوي!
رات اچي ٿي،
هر ڪا شيءِ اوندهه ۾ ويڙهي،
چولي چولي پيئي لپڪي
هڪ ويئي، ٻي آئي ڇُلندي ڪاريءَ ڪنڌيءَ تي؛
ساگر ٿو تمڪي
گگن منڊل جي ڪيڏي رِمِ جِهِم آهي پاڻيءَ تي!
ها پر هي سڀ ڪيسين رهندي؟
نيٺ تہ سڀ اوندهہ ۾ ڪهندي!
رِمِ جِهِم پاڻيءَ تي ڪن پل آ،
موتُ اَٽل آ، موت اَٽل آ.

*

* ڊونا پاولا: گوا ۾ مانڊوي نديءَ تي هڪ شهر.

تنهنجي اکين جي نهارَ
* دود ساگر جو وهي جئن آبشار
بي ڪنار،
رَنگَ ڀيا سارا شِفق جا ڏار ڏار
ٿا انهيءَ هڪڙ رَنگ لَئہ تين بيقرار
ٿُنهنجي منهنجي لاءِ جيئن
جيءَ ۾ جذبا صدين جو انتظار،
دود ساگر جيئن پيارا
آبشارُ
جڻ تہ آهي تنهنجي چاتين جو اُپارُ!
جئن چميون تنهنجون هيون ڪلهہ بي شمار!

*

* دود ساگر: گوا جو مشهور آبشار.

چڻ ڳل ڀِخمل هُئين،
ڇا نہ تُنهنجو هو ڇُهاءُ!
زندگيءَ جئن آءُ، آءُ!
موت کي مون ۾ فنا ڪر، آءُ تي اهڙو اَلاءُ!
تون ڪٿي آهين پيو مان ڳوليان،
اُبَ تائين ڦوليان!
تون بہ ائن ڌرتيءَ مٿان ڳولين پئي،
چڻ تہ مون کي ئي اجان ڦولين پئي،
آنءُ تُنهنجو هوس، سو آهيان ڪِٿي
ڪيترو ڳولي ٿَڪا آهيون هِتي!
هي بہ ڄاڻون ٿا تہ هڪ ٻئي ويجهڙو
آهہ ساڳو ئي پڙو
ٿا رهون جنهن جاءِ ٻي ٻي جهوپڙيءَ ۾،
چَنڊ جِت لوڙهو ڏنو آ
تنهن پِڙيءَ ۾.



* اڄ بہ آهي شرت جي دنيا اڃا!
ڪيتريون ناريون ملي
شرمائجي
اَڄ بہ هُڳليءَ تي ٽِلي
ٿيون وڃن هو سِرَ جُهڪائي
مُسڪرائي
دل اندر جا پياس آهي پيار جِي
اڄ بہ تن ۾ آ ڇپي
وِسوِسا اڳ جيئن ها ڇا ڇا اَڃا!

*

* شرت، بينگالي ناول نويس، شريڪانت وغيره ناولن جو مصنف.

ٻُڌو آ موت جي جَنڪشن
سوين ٽرينون هلائي ٿي؛
هزارن کي وڇوڙي ٿي
هزارن کي ملائي ٿي؛
رَهي ٿي ريل ڪنِ پَل لئہ
لڳي سيٽي، ڇُٽي ويندي،
وَري ٻي ريل اَچڻي آ
اڳي وانگر ڀَرِڄي ايندي،
مسافر مُنهن ڏسي ڪنهن کي
بصد حيرت سڃاڻن ٿا،
مليو ڀر هو ڪٿي آهي
اهو هُو ڪو نہ ڄاڻن ٿا،
نہ ڪي تن کي خبر آهي
ڪٿي ميلاپ ٿيو آهي؟
سفر ۾، ريل کهڙيءَ ۾؟
اهو ڪنهن کي پتو ناهي!
چتائي ٿا ڏسن چهرا
ڪٿي اڳ ۾ مليا آهيون؟
ڏٺل هي روپُ آ اڳ ۾،
ڪٿي اڳ ۾ کِليا آهيون؟

*

دوستي!
ڇڻ تہ تارازي هئي،
جيستائين ڪانِ جو
اُن ۾ پتو
ڪوئي نہ هو!
ڪانِ اِن ۾ ڪنهن ٻَڌائي، ڪِئن چوان!
دوستيءَ ۾ آ سچائي، ڪِئن چوان!
مون ڪَچائِي ڪيتري ان ۾ ڏٺي!
* خود سَتائِي ڪيتري اُن ۾ ڏٺي!
آدميءَ جي اَوّليت پاڻ لاءِ
دوستيءَ جي اهميت اَنُ ڄاڻ لاءِ!
خود نمائي آ ڪڏهن،
بي وفائي آ ڪڏهن،
دوستي انسان جي
ڪنهن ڪُتي جي دوستيءَ جي پيٺ ۾،
هيچ آ،
نيچ آ .

*

* خود ستائي: پنهنجي ساراهہ

اوندهه ۾ جو ڪَويل ڪوڪي
وڻ تان اَڻ ڪٿ تارن هيٺانُ
آنءَ آڳهائيءَ مُنجهه اڪيلو
ان ڪي ويٺو ساٿي سَمجهان؛
ان وانگر مون ڪُوڪي ڪُوڪي
ساري رات گذاري آهي
ها، پَر ڪيڏو ڀاڪ پري آ!
پر هي ڪويل تُنهنجون سارُون
ڪيڏيون منهنجي مَنِ آڻي ٿي!
ماڪ جيان ڪجهه تازا آنسو
اَڄ منهنجي لاءِ اُماڻي ٿي
تون آهين، تون ايندينءَ مون ڏي
ڀاڪ ڦٽيءَ جون شاخون ٽيندينءَ،
يا تون منهنجي لاءِ سدائين
ڪمري منجهه سلاخون ٽيندينءَ؟



(اسپتال ۾)

هيءَ ڇاتي ته ڏس لکَ ڪورا اَٽي،
جي جڳت ۾ ٻرن سي سمورا اَٽي؛
اُوءِ نورا اٽي!*
ٻول ٻُڏٽا اَٽي، ٻُڏُ ٻُورا اَٽي!
تو لکي، وَڄ پريندو سوين پڃرا
هي پکي پار جا
ڪونہ ايندا وَري
هئن هوا تي تَري!
ٻول منهنجا جڳان جڳ پيا ڄرڪندا
جيئن ٽانڊا هجن،
(سي بہ ڪانڊا هجن)
هي پيا ڄرڪندا
(هيءُ سنسار سگريءَ جيان آهِ ڄڻ.
گيت سڀ ٻاهِ ڄڻ)
هي وسامي نہ ويندا ڪڏهن،
هِي صدين ۾ بہ ڪامي نہ ويندا ڪڏهن،
اَڳ آهن اَزل جي اِهي
ماڳ آهن اَبد جا اِهي
جاڳ مان ٽا جڙن

* نورو: مصنف جو دوست نور محمد.

جاڳ، جا ننڊ ۾ تِيرَ جئن
ٿي نشانو چُٽي
ٻَاڪ جئن ٿي ڦٽي؛
ايئن تقدير ۾
راڳ مون لاءِ ڪنهن
هي لکيا ها جڏهن،
آنءُ تنهن وقت کان
ٿو اُهي ڳوليان!
هيءُ لکيءَ
چانهه پِي! چانهه پِي!
ڪونہ ايندا وَري
هي پکي ڏور پرڏيس تان،
جئن فرشتا اچن
هي انهيءَ ويس سان
ڪونہ آڪاس مان
هيٺ ايندا وري؛
موت تي ڪَنهن ڪئي آ سَواري نہ هِئَن،
ڪَنَ ڪولي گلابي گلن جا ڪڏهن
زندگي زندگي ڪنهن پُڪاري نہ هئن!
واتَ ڦاٽي ويو
جڻ تہ درياهہ جو
آنءُ ڳاتو جڏهن،

گيت مالها جيان آنءَ پاتا جڏهن
نانگَ جئن شِوَ ڳچيءَ منجهہ پاتا هئا،
ڪيترا گيت آتا هئا!
ڄڻ جوالا مُکي منجهہ گنجار هئي،
ڪير چوندو تہ هي جندڙي هارَ هئي
گيت هي جيتَ ها، موت تي وارَ ها
گيت للڪارَ ها،
ڪا سُتل سارَ ها
مان اَزل جي اَها جاڳَ هان
جا ابد تي بہ کُٽنڻي نہ آهي ڪڏهن،
ننڊ مان ڪئن اکيچار هي گلَ ڦُٽا؟
ننڊ ۾ ڪنهن ڪَويءَ جي ائين ناهہ ڦُٽنڻي ڪڏهن!
ڪيتريون مون وليون
آگ جون
پوکيون
گيتَ سنسار جا
ائن ڪِڙي پيا، ڏِياٽيون ٻَريونَ .
ڪو شوالو پيا هيٺ روشن ڪَريون
هيٺ ڌرتيءَ مٿان!
هيٺ ڌرتي مٿان!!



ٿي جوالا ٻَري
آنءُ اُن ۾ جلان ٿو پيو؛
ڪيرآهي ٻَري
آنءُ جنهن کي چوان ٿو اچان ٿو پيو؟
آنءُ ڪنهن ڪانَ جئن
سينگ ۾ قيد چو؟*
دور منهنجو نشانو ڪٿي؟
آسمانو ڪٿي؟
اوءِ ايندڙ زمانو ڪٿي؟



* آنءُ رامبوُ نہ آهيان، نہ ورلين هان؛
بودليئَرجيان
مون ۾ تي پاپ جا گيت پوکيا نہ ها
کيتَ منهنجا ڪِڙي
پيا شفق جئن ٽِڙي
گيت سڀ پيار جا
ها، نئين ڪانِ نئين دوستِ دلدار جا
پاپَ ڪان ائن پري
چَندُ ڏرتيءَ مٿان روشني جئن ڪَري
۽ ڀري ٿي ٻَتِي رات ڪاريءَ مٿان
عمر ساريءَ مٿان!

*

* رامبو، ورلين، بودليئر، ٽئي فرانس جا عظيم ترين شاعر هيا.

* آنءُ ونسينٽ ناهيان
مگر ڪا تہ سينڊِي رکان
ڪَنُ جنهن کي ڪَپي مان ڏيان!
جنهن بُرائي نہ ڪائي ٻڌان؛
روز اخبار مان،
ننڊ مان اِٿن اُٿي ڪونہ ڪُوڙي خبر ڪا پڙهان؛
جڳ ۾ جوٽ کان
اِئن ڪِنارو ڪيان؛
ريڊيو کان پچان
ءِ نہ ٽي - وي ڏسان
خَلق کان
ايترو دور جيڪر رهان
جو جنازي نمازون بہ تن سان نہ جيڪر پڙهان،
دور تان
موت سان
گفتگو ۾ رهان،
ها، مگر دورَ تان!

*

* ونسينٽ وان گوگ: ڊچ مصّور جو چريائپ جي لڙهي ۾ پنهنجو ڪَن ڪَپي پنهنجي محبوبہ ڏانهن تحفي طور ڪٽي ويو هو.

اوچتو هيمنگوي
تو ڏِسي مون کي چَوي
* بارسِلونا ۾ تون مون سان هئين!
روبرو منهنجي مُئين!
جنگ ۾ فاشي سپاهي جو نشانو تي وَئين
آئنده ٻچي لئي بيانو تي وَئين
مان پيو هن کي چوان
”آنءُ ڪيئي بارِ پنهنجي موتَ سان
تو ملاقاتي ٿيان؛
ڪالهہ مان
تانتيا توپي مثان
گهورجي ماريو ويس؛
مان اڃا ناتائين جمان
۽ پيو وڙهندي مران
بارسِلونا فقط هڪ جاءِ ڇا؟
رَتُ سان مون آ سڄي ڌرتي رڱي،
جو اڃان ڏوتو نہ آ
جو اڃان ڏوتو نہ آ!“

*

* بارسِلونا: اسپين جو هڪ شهر.

هَني بال! ڀهاڙيءَ تي ٿوڻ
قونيہ ۾ آرامي آهين!
اُٿيهين اونداهي آهي
چَنڊ ڏچي ٿو، مان ٿو سوچان،
تون ايڏو آزاد هُئين جو
توتي ٿو هي نظم لکان مان،
توتي ڪائي قبر نہ آهي
پوءِ بہ ڪَتبو هيئن هٽان مان
”ڇا هي تو ڇاتو تي اڳ ۾
ڏاٿو هو جو ڪنهن بہ نہ جڳ ۾
سو تنهنجي ئي هڪ حملي سان
روم ڍهي پوٽو آ آخر؟
روم ڍهي پوٽو آ آخر؟؟“



* اي ٽيپو! تو ڇا لاءِ مُئين؟
نانا صاحب، تانتيا ٽوپي
تون ڇا جي لاءِ ٻُڏاءِ مُئين؟
اي دارا، اورنگزيب هٿان
تون ڪهڙي ڪارڻ لاءِ ڪُٺين؟
مان ڪوليان ٿو تاريخ جتان
هر وقت شهادت بي معني!
اي غالب خوش گوئي ڪهڙي
اي مير فصاحت بي معني!
ڪنهن وقت غَدر تي سوچان ٿو
ڇا لاءِ ظفر جا پُٽَ مئا،
پو پنهنجي اندر لوچان ٿو،
ها ڏاهر توکي ڏاهَ هُئي
ڇَا لاءِ مرين ٿو، تو ڇاتو؟
اهڙي توکي ساڃاهَ هئي!
تا ڇا کي پنهنجي قومَ چئون
اي سنڌي ڇا تون ڄاڻين ٿو؟
يا ڪانوَن جِئن تا روزُ لئون!
۽ پنهنجي ڪاريءَ ڪان ڪان ۾
تا ٽيڙي پنهنجا پنک ڏسون؟
۽ پورا آهيون "مان" "مان" ۾!

---

* ٽيپو (ٽيپو سلطان) تانتيا ٽوپي ۽ نانا صاحب: انگريزن خلاف آزاديءَ جي جنگ جا علمبردار.

جنهن وقت هوا ۾ دونهين مان
ٿو ساهہ کڻان،
تنهن وقت جهنم کي اُن سان
مان ڀيٽ ڏئي هِي سوچيان ٿو،
هي ماڻهو ڇو
ديهات ڇڏي ٿا شهر اچن
جت سورج پيلي گل وانگيان
ٿو هيٺ لهي
۽ ڍوري ناري ۾ چمڪي
ڇڻ سون جيان
سچ پچ تہ ميان!
هي شِهر رڳو پئسو آهي.
جو نِندَ کَسي ٿو ماڻهوءَ کان
اِنسان کَئِي ياري جنهن سان،
سا ساري چور بزاري آ؛
ڇا ان کان ڪو انڪاري آ،
ڪارو آ جو ناڻو آهي؟
جيڪو بہ هتي دانشور آ
سو انڌو يا ڪاڻو آهي،

ٿو اکَ رکي هو ڏوڪڙ تيءِ،
تنهن روڪڙ تي.
جا اِيئَن اَڏامي وچٽي آ
جئن رومانوف اَڏامي ويا،
۽ تن جا روبِل روز جَلي
ائن هُندين سانڻ وسامي وَيا،
جَڻ هَندين هيٺ اگر ڄَرڪي
واچوڙي منجهہ اُجهامي ويا،
سڀ رک تي ويا
سڀ ڪامي ويا.

*

موت هڪ درياه آهي
گهاٽ ڪنٿا ئي نہ آهن؛
ساڀيا کهڙي هجي ڪيڏي هجي
پو بہ هي سپنا تہ ٽُٽنا ئي نہ آهن؛
مان بہ ايندس، تون بہ ايندين
هيءُ ڪُر ڪيتر جيان جيون نہ ڪُٽندو،
هر دفعي ساڳاهِ پنهنجي ساٿ نيندين
جاڳَ سان ڪنهن وقت هي سپنو نہ ٽُٽندو،
هي ستارا رات جو سپنو تہ آهن!
سجُ سپنو ڏينهن جو ناهي تہ ڇاهي؟
جُهڙ هجي ڇا بادلن جو لڙ هجي ڇا
جو ڏسين ٿو ميت هڪ سپنو تہ آهي!.
موتُ اِن جو اَنت ناهي، اَنت ناهي
ساڀيا تي، هيءُ سپنو آهہ هَلٽو
تون پٽيندين اک انهي مان ڪو نہ مورک!
ڪو نہ ڪُٽٽو آهہ هي جو آهہ هَلٽو.



ڳَل ڪڏهن ڳردن هجي مُنهنجي پَتيان ڪئن؟
هي ڳجهارت آهه مان جيڪا جهتيان ڪئن؟
زندگي سو روپُ آهي رنگُ آهي،
تو وَهي درياهه جَنهنجو ڏنگُ ناهي!
آنءُ هي سورج مُکي جا کيتِ ڳهوري
سچ جو ڪورو ڏسي هي سوچيانِ تو
باهه مان شعلا تہ پيدا ٿي سگهن ٿا
ڳل اُهي پيدا ٿيا ڪئن؟ لوچيانِ تو.
هي سچو سنسار چڻ شعلا لڳي ٿو،
آڳ ٿي جنسار چڻ سارو تڳي ٿو،
پوءِ هو سورج مُکيءَ جا کيتِ پنهنجا
ياڳُ سمجهي، تو اِئين اپنائيان مان!
پَل پيا شعلا جَلائِن، سبي هٿن سان
تو پَٽي، پنهنجين اکين سان لائيان مان!



چڙ مان شاعر
ديوانو ٿي
وان گوگ کي ويجهو آهيان،
ڪيڏيءَ اُس ۾ مستانو ٿي
ڇا ڇا گيت پيو ٿو ٺاهيان!
گيت اجالن وانگر آهن؛
سورج مُکيءَ جا ڪيت لڳن ٿا
سونن پيالن وانگر آهن؛
مون ۾ ڪو ئي سج ٻري ٿو
گيت نسوري آڳ لڳن ٿا
آڳ جيان سڀ راڳ لڳن ٿا.



اي يارو! ديوان - حافظ
ڇا جي لاءِ رکيو مون آهي
پنهنجي سيرانديءَ ساڻ ناهي؟
جڻ تہ صحيفي وانگر هن کي آءُ اکين ساڻ لايان ٿو
بيماريءَ ۾ ايڏو اُن کي پايان ٿو
پڙهندي مون تي رازَ کُلن ٿا
سارا موت حياتيءَ جا،
اندر ۾ ان جهاتيءَ جا
جا ڇاٽي تي ماٿوءَ کي هن جڳ ۾ مرڻو ناهي
وَر وَر ورڻو آهي؛
ٻي ڪنهن دروازي مان ماٿو شايد ليئا پائي ٿو
جيون لئہ واجهائي ٿو
وَري وَري هو هن ڌرتيءَ تي اچڻو آ ٻيو نانءُ وٺي،
ٻيو ڪوئي تِر ٿانءُ وَٺي!
گانءُ وٺي،
۽ جي هو تو وانگر آهي
ذات وَٺي ۽ ڏانءُ وٺي،
ڪِيرَ ڪتوري جهڙو ڪوئي هانءُ وٺي!

*

اتو مسلمان ڀائرو
چين کي ورهايو!
اُتي بہ ڪيئي ڪروڙ چيني
اڃان بہ لادين ئي لڳن ٿا.
اڃان اُتي راڄ ڪفر جو آ؟
نہ آهہ تائو نہ ڪنفيوشس '
اڃان تہ لينن ڪڙو تڙو آ
اسان سڄي عالمين جا هون!
اسان تہ اقبال سان چئون ٿا
ورهيہ ٿيا خواب ڀرلنئون ٿا
"عرب بہ آ چين سان اسانجو
سڄو ئي هندوستان اسانجو
اڃان بہ سارو جهان اسانجو"
اتو مسلمان ڀائرو
روس کي ورهايو!
اُتي سمرقند کان دوشنبي
هلال احمر جا گيت ڳايو
مگر برازيل، ميڪسيڪو؟
اِئين ڀيا شهر اُتي بہ ليڪو!
خبر نہ آهي اُتي بہ پنهنجو

حساب آهي؟
اُتي بہ اقبال وانگيان ڪوئي خواب آهي؟
اُتي بہ اهڙو حباب آهي؟
اُتان تہ مون کي صدا اچي ٿي،
”هتي تہ مضراب آهہ جھنجھر
هِتي تہ گردن رباب آهي.“
اُتان بہ بانگ – درا اچي ٿي؟
اُتان بہ بانگ – درا اچي ٿي؟؟



* تنهنجا مون زردشت سوين گَل
پنهنجي فن ۾ پوکيا آهن،
گيت تہ ناهن شعلا آهن!
شعلا جي هر وقت نچن ٿا
جي تُنهنجا پروانا آهن،
آگ ازل جي! بار بار مون
جيڪي توتي گهوريا آهن؛
مون وٽ هر پَل آگِ ٻَري ٿي
ڪونہ ٻُجهي ٿي ڪونہ ٺَري ٿي
پنهنجي توءَ سان گيت ڀَري ٿي
آگ نہ اي زردشت مَري ٿي
توکي مان ايڏو ٿو چاهيان
** جڻ تنهنجا سَوَ نِتشي آهيان!



---

* زردشت: پارسين جو پيغمبر
** نتشي: جرمن فلاسفر، جنهن جي ڪتاب "زردشت هيئن چيو" هن کي امر بڻايو آهي.

* آنءِ زواگو
پاستر ناڪ سڃاڻين ٿو تون؟
ڇا مون جئن ھي ڄاڻين ٿو تون
تنهنجو منهنجو
درد ٻہ ساڳو
ڏانهن ٻہ ساڳي
ساري جيوَن جي ٻي ماڳي،
توکي مون کي ڀٽڪايو جنهن؟
توکي مون کي هيئَن ڏنو ڪنهن
دل جو درد پُڇاڻيءَ ۾ آ؟
منهنجي ڏاڻي ڀاڻيءَ ۾ ڇا
تو جئن مَهل سمايل آهي؟
** منهنجي لارا مون کي چاهي
مون کان ڪيڏو دور رهي ٿي،
۽ ڪيڏو مجبور رهي ٿي!
منهنجي لاءِ ملڻ لئہ اُن سان
موتَ اورانگهي وَيٺو آهي!

*

* زواگو: روسي شاعر پاسترناڪ جي ناول "ڊاڪٽر زواگو" جو هيرو.
** لارا: ناول "ڊاڪٽر زواگو" جي هيروئن.

* بودليئر تو جيان
مان ٻہ اَڄ ڀوڳيان پيو
ڪيتري ئي وقت کان،
سمنڊ پيڙا جا اڇا
جيءَ ۾ ڇُڙڳان پيو.
موت سان نفرت نہ آ، پَر
زندگيءَ سان پيار آ
هر خوشيءَ سان پيار آ
چاندنيءَ سان پيار آ؛
جي ڀَري سانوڻُ گھٽائونُ ٿو اڇي
آنءُ تِن جي آجيان
شاعريءَ سان ٿو ڪيان
۽ وڃان پِيڙا ڀُلي
جڻ طبيعت چُلبُلي
آ جوانيءَ جئن اجان!
بادلن ۾ چنڊ جئن آهي مٿان.
زَرد آهي،
سَرد آهي،
پَر ڪٿي اڄ درد آهي
جو پئي دل ۾ پيو؟
*

* بودليئر: فرانس ۾ اُڻويهين صديءَ جو عظيم شاعر

بمبئيءَ جي هاسپيٽل ۾ ڪٿي
آنءُ ميــراجــي ڏٺو،
ڏينهن جو پنهنجي ڪَئي تي ٿِي رُنو!
ڪيتري پيڙا هُئي
ڪئن چوان مان ڇا هئي!
خوبصورت نرس پَر ويجهي جڏهن
هُن ڏٺي، هن کي تڏهن
* ياد ميراسين جي آئي پئي.
** ڪا گهٽا ڇائي پئي
بي نشان رفتار سان؛
بستري بيمار سان
ايتري پنهنجِي پَلائي ٿي ڪَئي
نارڪا روڪي نہ ٿِي
جا تصوّر ۾ تَپي هُن جي پَئي،
رات پر آغوش ۾ هُن جي رهي
باک جو چڻ موڪلائي ٿي وئَي،
رات پَر پيڙا پُلائي ٿي وئَي.

---

* مِيراسين: ميــراجــيءَ جي بنگالي محبوبہ.
** آ گهٽائين آرهي هين بے نشان رفتار سے
آمري ننهي پري
آ مري من موهني
آج رات
چاهتا هے دل مرا
آڪہ سوئين ساتهہ ساتهہ
(ميــراجــيءَ جي هڪ آزاد نظم جو حصو)
ميراجي - اردوءَ جو شاعر، بمبئيءَ جي ڪنهن اسپتال ۾ مري ويو هو.

موت سان جهيڙو هلي ٿو،
آنءُ تنهنجي وَهٽ تي
ڪونہ هلندس؛
هو چوي ٿو: ”لَسَ هي ليڙو هَلي ٿو،“
پوءِ جئن جهيڙو هلي ٿو
جڳَ هن جي رهٽ تي
چِرڪي وجي ٿو،
مان چوان ٿو:
”جيستائين سِيٽ منهنجي
بُڪ ڪرائين جيٽ ۾
مان وڃان اڪ ٽِيٽ ۾،
تيستائين وهٽ تي
آنءُ تنهنجي رهٽ تي
ڪونہ هلندس!
مان اڃان مصروف آهيان
جيستائين پيا بہ ڪيئي نظم ٿاهيان
ڪونہ هلندس،
ڪونہ هلندس!“



* رات بامبي بِيچ تي
ڇوڪرو ۽ ڇوڪري
تي ويا اِئن هَٿُ ڏئي
ڄڻ اُهو ڇڄڻو نہ آ.
ڄڻ وڇوڙو ڪونہ آ
جو پيو تِن ڏي تَڪي!
ڏيان تِن جو سمنڊ ڏي
تي ويو، پر بي خبر؛
چَنڊُ تي تِن جي نظر
تي جوانيءَ جي پئي،
پيار جي ڀرپور نشاني جي پئي،
زندگيءَ جي مهرباني جي پئي،
مون ڏسي حسرت منجهان،
ڄڻ گهري ٿي چنڊ کان
رات هڪ ٻي بيچ تي ۔
تي جواني ياد آئي
اڄ ڪٿي جا زندگاني ياد آئي!
ڪئن چوان مان سا حقيقت هئي بہ يا نہ!
ڪئن چوان توسان محبت هئي بہ يا نہ!!

*

* بيچ: ڪنارو

ڪجھ ڪلفتن ڪان پري
تو ڏسان مان سمنڊ ڏي؛
ڪيترو گهرو نہ آ!
ڪو بہ هِت ڀَرو نہ آ
جي وڃان، ويندو رهان، ويندو رهان!
پر ڏسان تو شوق سان
چار جوڙا تا وڃن
جڻ تہ ٻوڙا تا وڃن!
سمنڊ اونهي رعد جان
تو ڳجي،
موت هر ڪنهن ڪي پريان
تو ڏِسي،
۽ لنوائي تو وڃي،
جڻ تہ مهلت تو ڏئي؛
چنڊ پاڻيءَ جي مٿان
تو ٻوي،
جڻ تہ ڪو ڏيئو ازل جو ٻُو ٻَري!
لُونءَ ۾ لِيئو ازل جو تو ٻري
آنءُ اهڙيءَ آگ ڪي
ڇو وسايان، ڇو ڀلا؟
سمنڊ ۾ خود ڪي سمايان، ڇو ڀلا؟

*

١

شاعري منهنجي تہ هوندي
آنءُ توسان ڪونہ هوندس!
رات ٿيندي
چاندني اُن کي چُميندي،
صبح ٿيندو
سجُ اُن کي ڏَنُ ڏيندو
روشنيءَ جا ترورا ٿي،
سمنڊ جون لهرون اُڏامي
ائُن ڪنديون منهنجي سَلامي
جڻ تہ منهنجي فوج آهن،
موج پٺتان موج آهن!
آنءُ هي سنسار آهيان،
آنءُ توکان ڌار ناهيان
تون ڏسي سگهندين نہ مون کي
ساٿ پنهنجي؛
شاعري منهنجي تہ هوندي
ها برابر، آنءُ توسان ڪونہ هوندس.

*

”تون نہ مرندين
تون نہ مرندين!“
چنڊ ائين مون کي چوي ٿو،
هو مٿان جو آهہ سارو
مَنڊُ ائين مون کي چوي ٿو.
سجَ ائين مون کي چوي ٿو
مون چَٽيو جو آهہ هت سو
ٻجُ ائين مون کي چوي ٿو،
”تو گل و گلزارَ ٿيندين
پيار وارن جي گلي جا هارَ ٿيندين،
ڪنهن سِرنهن جي ڇانوَ ۾
هُو سُپاٽي جڻ تہ تُنهنجي نانوَ ۾!
پيار جون ڳالهيون ڪندا!
ڪنهن سُنهريءَ سارَ جون ڳالهيون ڪندا
عشق جي اسرار جون ڳالهيون ڪندا!
مان چوان ٿو:
تون نہ مرندين،
تون نہ مرندين!“



ٻانهن تُنهنجي وَٽي
آنءُ توکي دعا ٿو ڪيان سنڌڙي!
لَهس ايندي نہ توکي ڪڏهن!
باھہ ۾ تون تَپي،
اُڀرندينءَ، نيٺ گلزار ٿي،
آنءُ جا اِڳڪَٿي
آ ڪئي
آھہ ڪُوڙي نہ ٿِي،
آھہ ثابت ڪيو
وقتَ اُن کي سَچِي،
سنڌڙي، سنڌڙي!
جڳَ جي جندڙي!
تون نہ مرندينءَ ڪڏهن
تون نہ مرندينءَ ڪڏهن!
آنءُ ٻَلهار توتان ٿيان
سو دفعا گهورجان،
نيٺ ورندينءَ ڪڏهن،
نيٺ ورندينءَ ڪڏهن!



ڪاش صِحَت هجي مان وڙهان!
ڇا ڪيان!
بستري تان پيو تو لڪان
جنگ منهنجي اڃا
آ قلم جي ذريعي هتان!
هَڏَ پوڙها ٿيا
هوڏَ پوڙهِي نہ ٿِي،
هي ڳِلي آهہ آزادگيءَ جي ڳِلي
ڪِٿ بہ سوڙهي نہ ٿي
ٿي اڳي ڪان ڪُشادي وَڃي
گيت منهنجو اِئين جڻ منادي وڃي،
تُنهنجي آزادگي لاءِ ڳايان پيو،
آنءُ بيمار هوندي بہ ڀايان پيو
گيت هارن جيان،
جڻ ڀِتا ڪارتوسن منجهان
تو ڀري پائيان؛
ديس توتي اچان
جيستائين جيئان
شاعريءَ کي پيو گهوريان
هر گهڙيءَ کي پيو گهوريان،
گيت تو لئي ائين مان ڇڏيان

پير لاهين نہ تون
پٿرن تان ڪڏهن،
ڪنهن بہ قالين لَئہ
پنهنجي آزاديءَ کان سوا!

*

آنءُ جو موت تي جيت هان
موت مون لاءِ ڪنهن لاش جان
منهنجي گهوڙن جي سُنبن جي هيٺان تو چيٿاڙجي!
مان پيو تو وَڏان
سڄُ هاٿي پهاڙن پٺيان،
رات جي واڙِ ۾، تو پيو واڙجي،
منهنجي گهوڙن جي سُنبن جي هيٺان تو چيٿاڙجي!
پو ٻه ڪو تَڪُ ناهي ايجا
پير منهنجا رَڪابن ۾ آڱُ جيئَن سوگها لڳن
پنڌ ڏاڍو ڪٺن پو ٻه گهوڙا آڙيءَ سان اَڏن
ڀالوا، ڀالوا!
ڪيترو تون پري آنهه اي ڀالوا!
چنڊ مون ڏانهن تو مارئيءَ جئَن ڏسي،
دور تان ڏيس جي هر خوشيءَ جئَن ڏسي!

*

تون چوين ٿو مَران!
هانوَ تنهنجو جَلي ڪيستائين اَجان،
اُن تي چَندبو وجهان!
ڇو تہ مون جيئري تون تہ ڪُجهہ نانهہ شاعِرَ، مَتان
مون ڀِتيان،
تون اڳيان ڪا صدارت رکن،
هي ٿَهي جا ٿَهي نانهہ پوري اجا
اَن منجهان
گل جيان ڪي عقيدت رکن؛
هي تہ ممڪن نہ آ شرط تو سان رکان!
شَرطَ مون ڪي تہ آ چنڊ سان
سِجَ سان
۽ انهيءَ ٻِجَ سانُ
جيڪو مون لاءِ ڪو ٻَڙ اُتاهون اُياري ڇڏي،
جي ٻَرن پاڙ تي ديپ تن سانُ جڳ کي اُجاري ڇڏي!
آنءُ تولئہ بُرائي نہ سوچي ڪڏهن،
مون جڏهن
ڳالهہ تنهنجي ڪئي، بس چڱائي ڪئي،
ساڙُ مونُ سانُ تنهنجو اَجايو هيو،
مونُ تہ ڳايو هيو
ڇو تہ مون گيت سمجهو پئي
موت تي جيتَ کي.

*

اڄ شَفَق تي خواب ۾ مون ڏي لَڙِي آ.
وقت جو درياھ آ تنهن تي ڪَڙِي آ،
ڳالهہ هڪڙيءَ ٻي اَڙِي آ،
”تون بہ ايندين، قرضَ پَر مُنهنجو چُڪائي،
هن شفق جي رنگ کي دريا ٻڏائي،
شاعريءَ ۾ جڳمڳائي!
آءُ تولئہ سج لَٽي پيئي تَڪيندس
تون اچين جيسين، هتان تيسين نہ ويندس
آنءُ تنهنجي تات ٿيندس
ڏات ٿيندس،
لات ٿيندس،
موتَ تُنهنجي لاءِ ناهي آنءُ اُن جي مات ٿيندس،
گيت ايندءِ ايترا، برسات ٿيندس
تيستائين تون نہ ايندين!
تون نہ ايندين!“



ميـراجـيءَ جي جِيوَن ۾ ڪا ميـراسـين هُئي
ڏک جي دين هئي
۽ وقت اُنهيءَ جي ڏاڍَي کي
ڪئنچيءَ جئَن ڪو نہ سگهيو ڪاٽي،
هوءَ ميراجيءَ جو جيءُ هُئي
جنهن کي ڪو ميٽي نہ سگهي،
چنڊ جئين آڪاسَ مٿان
ڪابہ گهٽا ريٽي نہ سگهي؛
چنڊ جيان هو روشنيون ٽي ايندي هُئي
نئين ڪويتا ڏيندي هئي
ميراجيءَ جي مرندي تائين هُن جو پاڇو ڪونہ ويو!
ساٿ هيو جو ڪونہ ويو؛
هن جڳ ۾ پيار اَمر آهي
۽ جَنهنجو ان ۾ گهر آهي
اُن جي جوت نہ مرٽي آهي،
اُن جي ناوَ اُڪرٽي آهي
دنيا مان سنگيت جيان؛
جوتِ سدائين ٻرٽي آهي
ماٽهوءَ ۾ ڪنهن مِيتَ جيان
اُن ۾ ڪائي آهہ اَمرتا گِيتَ جيان
هِن جيون جي جِيتَ جيان.

*

ڪجهہ ڪانوَ اَڏامي آيا ها
جن ٺاريءَ ٺاريءَ ’ڪان‘ ’ڪان‘ ڪئي!
ڪُجهہ ڏيڏر ها جن ’ٽان‘ ’ٽان‘ ڪئي؛
پر جن ڪِي سانت پياري هئي
يا جِن کي سُر جي ڄاڻَ هئي،
يا جِن ڄاتي سَرهاڻ هئي،
جا ڏيندي آ رابيلَ ڪِڙي،
(جنهن وقت سموري سانت ٽِڙي
هن ڌرتيءَ کي مهڪائيندي آ)
تِن ’ڪان‘ ’ڪان‘ کي يا ’ٽان‘ ’ٽان‘ کي
ڪجهہ وقت خلائي سمجهو ٿي،
پر حيرت آهي اڄ تائين
تِنهن هر هڪ گيت ڳهٽيو آهي
۽ پنهنجو تيرُ چُٽيو آهي،
هر ڳالهہ سريليءَ پياريءَ تي
تِن بَندُ رکيو آ اڄ تائين؛
اِن ’ڪان‘ ’ڪان‘ ۽ ’ٽان‘ ’ٽان‘ هوندي
ڄڻ ٻي ڪا لاتِ نہ رهٽي آ،
ڄڻ تون مان ڪا شيءِ ئي ناهيون
ڄڻ پنهنجي بات نہ رهٽي آ!

ڄڻ سِرَ پنهنجا سڀ سايا ها!
ڪَلهه ڪانوَ اَڏامي آيا ها،
جن ٽاريءَ ٽاريءَ ’ڪان‘ ’ڪان‘ ڪئي
ڪُجهه ڏيڏر ها جن ’ٽان‘ ’ٽان‘ ڪئي!



نينگر ايئن نہ لڙهندو آهي
تند نديءَ جو پاڻي ماڻي ترڪي ويندو آهي
پنهنجي پوڙي چوڙي جاٽي ڳهرڪي ويندو آهي
پو درياهہ انهيءَ ڪي تاري
سي امڪان زياده ناهن،
نينگر تارون گهٽ ئي هوندا!
ورلي گهاٽ چڙيندا آهن!



تون ائن مَورکَ،
جئن ڪِوئي ڪکُ
آکيري مان
دور هوا ۾ اُڏري ويندو آهي!
ڄاڻَ نہ هوندي آهي هِن کي
آکيرو ڇو لڏندو آهي!
تيز هوا جي لهر ڪڏهن اهڙي ايندي آ
اُن ۾ ٻڏندو آهي،
سَچُ تہ هوا ۾ ککَ ٿيڻ کان
آکيري جو کک ٿيڻ ئي بهتر ٿيندو آهي.



شمع پُڇي ٿي
پروانا ڪيڏانهن ويا سڀ؟
ديوانا ڪيڏانهن ويا سڀ؟
تِيرن جان جي پَر ڦَڙڪائي
منهنجي سيراندي ۾ ايندا ها،
۽ شعلي ۾ پاڻ جلائي
روشنيون اڳُ ڪان ٻه وَڌائي
مَچُ مَچائي
نور سَمائي، جرڪي جرڪي
مون تي جي ويندا ها ڇرڪي،
سي پروانا
اڄ ديوانا
ڪونہ ڏسان ٿي!
ڇو نہ ڏسان ٿي؟



موت ڪان ڇا لئہ ڊڄين ٿو
جي ڏسين ٿو
زندگي هڪ جامُ آهي،
جو جڏهن ڀرجي تہ ڇلڪي
يا ڪڏهن ڀِڙڪي پوي ٿو،
تون ڀي پورا ڪرين ٿو
خود ڀي پورا ٿئي ٿو
جيستائين مَئڪدي ۾ شمع آهي
۽ پتنگا ناچ ڪَن ٿا
تيستائين تون ڀَري مئي ڀيءُ اَن مَان
جيءُ ان سان
جو تہ جيسين اَنجمن ۾ تون هلين
تيستائين شمع ٻرندي ئي رهي،
۽ پتنگا پَر جلائيندا رهن،
آڳ ٻنجي راڳ ڳائيندا رهن،
موت پنهنجي کي ملهائيندا رهن،
ائن اَمر ٿيندا رهن.



ڪجهه ٻه نه ماڻڻ جو چاهين ٿو؟
سڀ ڪجهه ڄاڻڻ جو چاهين ٿو؟
عالمُ جي اسرارُ رهي ٻه تہ ڇا ٿيندو؟
بي وس جي ويچارُ رهي ٻه تہ ڇا ٿيندو؟
چنڊ ستارا گردش ۾ رهندا تہ ائين
پر جي توکي پيار اچايو پاسي ٿو
ڳجهہ جي ڳولا ۾ تو تون ڳولائو ٿين
ڳجهہ کي اڳ ڪانءُ ڀوڙهو تو موتائي ڏين
ڳجهہ جو ڪالهہ سڌارث پاتو، ڄاڻي ڪو؟
راهہ وئي آ لتجي، ڪير پڇاڻي ٿو؟
سمجهہ تہ هُن سنسار سمورو سمجهيو هو
هي مايا جو چار سمورو سمجهيو هو
اهڙي سمجهہ انهيءَ ڪي ڪهڙي ڪم آئي؟
* سارنات ڏي ڪالهہ وئي هن جي ڪائي
ڪائي نيٺ چِتا تي آئي ٻين وانگر
هُن جو انت بہ ساڳو پائي ٻين وانگر.

*

* سارنات: جتي ٻڌ جا سنڪٽ ڀوڙيل آهن.

كالهہ كنهن ٺعرا هڻيا
مَن خدايم مَن خُدا؟
آنءُ هي ڳل ٿاهيا چٽندا نہ سچي
پَل سَرءُ جو واءُ سي چاٽي ڏِسئي
آنءُ جو سچ ٿاهيو لَهندو نہ سو،
زور لايو رات جوَن اونڌا هيو!
آنءُ جنهن مُنهن کي ڏٺي آهي جِلا
* اي مهندس! اِن اِکيان چا هي طِلا!
آنءُ جو سچ آچيو مَرٽو نہ آ
چا چيـ ءِ؟ هت مَچ کو پَرٽو نہ
مان ڏسان ٿو آگ جا شعلا سوين،
نيٺ اي ڌرتي هتي پڙکي پوين!
هت جِيي ڪا جَر ڪندي پيهر ڪڏهن
جوت منهنجي جَر ڪندي پيهر ڪڏهن.

*

* مهندس: طلا يا سون ٺاهڻ واري کي چوندا آهن (گهڻو ڪري فارسي زبان ۽ اردوءَ ۾ مستعمل آهي.)

ٿُنهنجي سياست آنءُ نہ ڄاڻان
ٿُنهنجي رياست آنءُ نہ ڄاڻان،
آنءُ اُنهيءَ ڌرتيءَ جو باسي
مورَ جتي ڳائيندا آهن
بادل برسائيندا آهن
ريت جِتي آ تِن لئہ آسي!
تون تہ ڇَتيءَ جو ڇورو آهين
نڙ آنهہ نِدورو آهين
ڪونيٺَ ڇانوَ ڪٿي تونْ ڄاڻين؟
ڄائي ڄم ڪان مان جا ڄاڻان!
ٿُنهنجي روح اندر جو رڻ آ
تَنهنجا چارا آنءُ سڃاڻان،
تون تہ اُها وڻ ويڙهي آهين
سائي وَڻ کي ناس ڪري جا،
ٿُنهنجي پوندي نانهہ شفق سان
پنهنجو ڪو آڪاس ڪري جا،
تنهنجو ماس هتان جو ناهي
تنهنجو سواس هتان جو ناهي،
نيٺ تہ تنهنجي آهہ تباهي
جا تون چاهي

رڻ جا راهي!
ريتيءَ منجهہ گهروندا تنهنجا
ڪو طوفان ڏسي تو تاڙي،
تون واريءَ سان اڏري ويندين!
پو مونکي جنهن وقت سڏيندين
توکي ڪونہ وراڻي ملندي
توکي ڪونہ وراڻي ملندي.

موت اُنهيءَ سارنگيءَ جِئَن آ
جنهن تي سيئي تانَ ڇڏن تا،
ڇِمنِين مان دونهون نڪري ٿو،
هَرڪو آڻ سونهون نڪري ٿو،
ڪنهن کي ماسُ نہ، هَڏيان آهن
ڪو ڪو پر ڪُونهون نڪري ٿو،
اڇا آهن ڪارا آهن
اونداها اُجيارا آهن،
سيئي ڳاڏن ۾ سَڏجن ٿا
هڪ هڪ تي آخر ڳڏجن ٿا،
هت سارا طوفان ڇڏِن ٿا
مانَ ڇڏن اِيمان ڇڏن ٿا،
سِيٺ بہ ڪنهن مزدور جيانِ آ،
وَڏَ وڏيرا، خان ڇڏن ٿا
تن ۾ ڪوئي فرق نہ آهي،
پنهنجا کيت ڪسان ڇڏن ٿا،
سارا ماڳ مڪان ڇڏن ٿا،
سڀ سانيي ارمان ڇڏن ٿا،
سيئي هِت سامان ڇڏن ٿا،
ڪيڏا هِت گهمسان ڇڏن ٿا!
فانوسن جي روشنين ۾،

هُو ڪيڏوچُپ چاپ وَڃن ٿا!
ڇا اِن جو ڪو ڊرائيور آهي
ريل ڀلا اِئن پنهنجي ليکي
ڪيئن يڪا يڪ اڳتي هلندي؟
پوءِ ڇڪا ڇَڪ اڳتي هلندي؟
توڙي هي فانوس ٻرن ٿا
ريل وڏي ٿي اونداهيءَ ۾
چاڙهيءَ ۾ توڙي لاهيءَ ۾!
پَر هي سَبُ ڪيڏانهن وڃن ٿا؟
ايءَ ڳجهارت ڪا نہ پيَجن ٿا،
ڪجهہ ٻہ تہ اَن جي پڇني ناهي!
ريل اڳي بس وڃني آهي
وَڃني آهي، وَڃني آهي.
اَنگ اَڱهاڙو هِڪَ ڪپڙي ۾،
اوڙو پاڙو هِڪ ڪپڙي ۾،
هي سَيئي ڪيڏانهن وَڃن ٿا؟
سڀ جي ساڳي اسٽيشن آ،
چوڌاري فانوس ٻَرن ٿا،
( ها پر هو ڪيڏانهن وَڃن ٿا؟
ڪنهن کي ان جي ڄاڻَ نہ آهي
تانگهہ نہ آهي تاڻَ نہ آهي.)

جِن جي ڏِيـمِين روشنين ۾
ڪيئي ڪِنڙيون
ڪَنڙيون ڪَنڙيون
پلئٽ فارم تي ڍيرَ ٿين ٿيون،
جيڪي لڙڪن ۾ جهمڪَن پيون؛
تن کي ڪول تہ خاليُ آهن،
ترالِيون ناهن،
ڪولي ناهي،
هُن کي نَٿَ نہ بُولي آهي
ڪَنگڻ ڪونهي چُوڙي ناهي
مُوڙي ناهي،
هَر ڪا ڀُتيءَ ڀانهن وَڃي ٿي
هر ڪو ننگي سِر نڪتو آ؛
ڀانت ڀانت جا ڪيئي ماڻهو
غُصي ۾ سامان پِچن ٿا
جو تہ اجازت اِن جي ناهي،
پَر کي حسرت ساڻ ڏِسن ٿا
هي سڀ ڪجهہ جو تِن جو آهي!
ءِ جو تن کي ڇڏڻو آهي
هَتِيَن خالي لڏڻو آهي.
اسٽيشن، فانوس ٻَرن ٿا

ڪيڏي پِيهہ لڳي پيئي آ!

ڪو بہ وجهڻ تي راضي ناهي

ڳپا ڳِيهہ لڳي پيئي آ

ريل اَچي ٿي، ريل وڃي ٿي،

پنهنجو پيرو ڪو نہ پچي ٿي،

ڏينهن ڏٺي جو ڪي تہ ٽرن ٿا

(ڪئن چئجي، شايد تہ وَرن ٿا!)

مان بہ ڪڏهن ڪان وينو آهيان

ڪنهن گاڏي ۾ پينو ناهيان



* هي تنهنجون تصويرون رپين
ڪلهہ جئن اَڄُ بہ زندهٔ آهن،
توڙي اڄ ڪالهوڪي لينن
جون ڳالهيون پائنده ناهن؛
** (لينن گراڊ جون تا هاڻي
چوندا پيٽرسبرگ سياڻي)
آرٽ هميشہ زنده آهي
سَچُ رڳو پائنده آهي.



*ريپن : (Repin) روس جو انقلابي مصوّر
** روس ۾ وڏو بحث هلي رهيو آهي تہ لينن گراڊ جونالو ڦيرائي، اُن تي اصلوڪو نالو پيٽرسبرگ رکيو وڃي.

ڏاند کي ٻچڪر ڏئي ٽلوار ٻوري ٿو پيو.
هي ڏسي هيمنگوي هن ڏانهن گهوري ٿو پيو.
ڏاند جا سڱ
ڪاش هن کي .......
ڪاش هن کي ائن ڪٽن ها دور دور
بادلن ۾ هو ضرور
رَتَ ۾ ڳاڙهو لڳي ها!
جڻ شفق جهڙو لڳي ها
هاڻ هو خوني لڳي ٿو
موت پنهنجي کي ٽڳي ٿو.
موت جو هن کي اڳي پو،
ڏاندَ جِئن ماري ڇڏيندو؛
بادلن ڏي هُو لَڏيندو
پر شفق هن تي به پاڇاوان ڪندي
موت سان لانوان ڪندي.

*

* آرويل!
تو ڏسي ڪيڏو سويل
هيءُ خوني انقلاب
** خون ۾ ماٺهو نهائيندو رهگو
رت جا دريا وهائيندو رهگو
هي جنوني انقلاب
آدميءَ ۾ آدمي ماري ڪري
پوءِ چيتي يا بگهڙ جون عادتون ڌاري ڪري
*** نيٺ چوراسيءَ ۾ مرندو اهو!
آدميءَ ڪي ان منجهان ورندو اهو!
رڇ پولا راڄ ڪن
آدميءَ جي آڙ ۾ پنهنجو پيا هو ڪاڄ ڪن!

*

* آرويل: جارج آرويل جو اسپين جي ريپبليڪن جنگ ۾ وڙهيو هو ۽ 1984ع ۾ ڪتاب لکيو هيائين، جنهن ۾ هو پيغمبر وانگر لڳي ٿو.
تاريخ هن جي ڏورانهين نظر سچي ثابت ڪئي آهي.
** نهائيندو: ڏانواريندو
*** جارج آرويل جو مشهور ناول 1984

شنڪر آچاريا مري ويو هو ڀ ٽيهين سال ۾
۽ اگر موزارٽ جي توڪي وَهي معلوم آ،
۽ تَهي معلوم آ،
هو هيو پنجتيهه پنهنجي موت وقت
اوچتو مُئو هو بنا ڪنهن ڳيهه پنهنجي موت وقت.
هيل هر هڪ هال ۾
ٻي صدي هُن جي ملهائِي تي وِجي
مغربي دنيا سَجائِي تي وجي،
گيت هُن جا ڳائجن تا،
هانوَ سان هنڊائجن تا،
جڻ گلِ لالا هوا ۾ تا لڏن،
رنگ ڪي باد صبا ۾ تا لڏن،
مان تہ انهٽ تي چڪو هان
ڪيترو ئي جي چڪو هان
اي حڪومت! تون ڪرائيندين ۽ نہ جي منهنجو علاج،
موت آهي ٻيو علاج،
جي هتي ٻي واهہ مون کي ڪانہ آ
موت جي پرواهہ مون کي ڪانہ آ.



موت تون ايڏو ڀيانڪ ڪونہ آنهين
ڇو نہ تون مون ڏي اچانڪ ٿو اچين؟
ٻار ڏِسُ گل مهر مان گل ٿا ڇڻن،
ڪونہ ٿا محسوس ڪَن ڇو ٿا ڇڻن،
موت تون مون لَئہ ائين ڪا راَند آنهہ
جڻ تہ ڪو گل مهر جو گل پانڊ آنهہ!
۽ مٽان هو ڪُنُ ڪيڏا ٿا ڦِرن؟
روشنيءَ جا ڪيترا گل دان اوندهہ ۾ ڪِرن؟
ائن بہ ناهي بَند آ گنبذ، انهيءَ ۾ مَنگهہ ڪونهي
روشنيءَ جو لَنگهہ ڪونهي
هيءَ سرشتي اَنت ۾ ڪاٿي کُٽي ٿي
تارَ جا ديدار جي سا اُت ٽٽي ٿي؟
اَنت ان جو ڪو بہ ناهي
هي اجان اِڳتي بہ آهي،
ڪيترو اِڳتي وڃي ٿي ڪونہ ڄاڻان!
ڪُنُ ڪارا ڪيستائين ٿا ڦِرن مان سو نہ ڄاڻان!
ڪيستائين لفظ آهن؟
جيستائين لفظ آهن،
تيستائين لفظ آهن.
لفظَ جي بي انت جو اظهارُ ناهِن
حدَ ناهن، پارُ ناهِن

سَمنڊ آ، ڇوليون وچن ٿيون، ڪو ڪنارو ڪونہ آهي،
موت پنهنجو پاڻ آهي هڪ سهارو، ٻيو سهارو ڪونہ آهي؛
هي بہ ڄاڻان ٿو تہ ٻيهر زندگي ملڻي اٿم؛
ڪنهن ڪتيءَ تي راهہ ۾ ٻي ڦِلڻي اٿم،
سو نہ ڄاڻان!
سارَ هي اِڪتي هلي، ٻيهر سجاڻان،
ڪئن ڇوان؟
ڇڏ تہ مان اڪتي وڃان
اَنت ۾ پنهنجون اکيون بي خوف ٿي گهوري ڏسان؟
ڪَنَ هي ڪيسين ڦرن ٿا، ڪئن ڦِرن ٿا؟
زندگي مون لَئہ اُنهيءَ ڪڪ وانگيان آ
پار جنهن کي سمنڊ ۾ اُڇلي ڏسن ٿا،
ٿو وڃي ڪيڏانهن سو جاچي ڏسن ٿا،
موت تون ايڏو ٻيانڪ ڪونہ آهين
ڇو نہ تون مون ڏي اچانڪ ٿو اچين؟
ٻاند ۾ منهنجي ڪِرين گل مهر جي گل وانگيان،
ڪنهن پرندي جي اُنهيءَ ٻِل وانگيان،
جو اِئين سمجهي تہ ڪو ميوو مٺي هو چنڊ آ،
وَڻ جيان هي مَنڊ آ.

*

ڀار مون کي تا چوَن،
"سنڌُ توکي ٿي سڏي،
ڌَر تتيءَ کي تون ڇڏي
روجهه وانگر ڳوليون ڪي وانڙيون."
مان چوان ٿو "روجَهه گوليءَ کي لَنوايو ڪيئَن آ؟
سنڌڙيءَ کي مون گنوايو ڪيئَن آ؟
نظم منهنجا تا ابد ڏيندا اوهان کي زندگي
جا وچي ٿي اَڄُ ڪَسي
پر ڪَسي سگهندو اَها ڪوئي اوهان ڪان ايئَن ڪونه!
نظم منهنجا اَنتَ ماري ڪو به سگهندو جيئَن ڪونه"
ڀار مونکي تا چون:
"پر اسان کي ڪيرَتَر جا پارَ ڏس!
پنڌ تُنهنجي جي وَهِي ناهي، اهو چاٽون پيا،
تون سفر جا پارَ ڏس!
توَ ڏٺو جو آ پهاڙن ۾، اسان کي اُن نگر جا پارَ ڏس!
ڪنهن ترائيءَ، ڪنهن تہ تر جا پارَ ڏس!
ڪنهن تہ گهر جا پارَ ڏس!"



موت سان منهنجون ملاقاتيون ته ٿينديون
چانڊني راتيون ته اينديون
موت جن ۾ وهنجندو آ،
ڪنهن وَنيءَ جي ننگ ۽ وانگرا
اڄ لڪو آ،
پر سياڻي هو اڄي ونواهه ۾
تو اڳيان ظاهر ته ٿيندو
۽ سڏيندو،
پيار لَئه،
پيار جي ڪنهن اوچتي اظهار لئه.



دوستوآزادگي
هاڻ گوليءَ ڀنڊ تي ملڻي نہ آهي
هاڻ ڪنهن سوڳنڌ تي ملڻي نہ آهي
جو ڪٿي
پاڻ کي آجو ڪَري ويندا اوهين!
مان چوان ايڏو پَري ويندا اوهين،
رَتَ جا درياهَ هوندا
چؤطرف واهڙ وَهي ويندا تڏهن،
لاش، جئن آڪاش ۾ تارا ڪڏهن
ايترا اڳ ۾ نظر آيا نہ هوندا!
سِيرَ ۾ زنجير ٿاهيندا ڪَتين جئن ائن ڪتي جڪڙيا نہ هوندا!
موت جي پَنجي اَڳي پَڪڙيا نہ هوندا!
وِچَ پاڻيءَ ۾ پُڄي
نيٺ سڀ ويندا سُڃي،
ڪيترو آڪڙيا نہ هوندا!
ايترا چَرڪا نہ هوندا
جي اُهي ڪائي سگهن:
موت پنهنجيءَ ۾ مگن،
ڪنهن طرف گهوري نہ ڏسندو ڏيان سان،
زندگي اَيمان سان،
لڙهندي پئي ڦيرا ڪَري

مانگريون گهيرا ڪري
وات ڦاڙيندڙيون وڏا
ڪونہ رهندا ڪي هڏا
جي ڀيا ڪائي سگهن
ڪير تا قيمت ڏين
ايتري؟
آزادگي!

*



مان اوهان کي هڪ نئين مَت تو ڏيان؛
سَتَ ورهيہ ٿيا آنءُ ساڳي ڳالهہ تي ڳَت ٿوڏيان،
ڪيتري ئي وقت کان اِن لاءِ قِيمَت ٿو ڏيان:
سمجهہ سان ۽ سوچ سان
سنڌ جي اتهاس ۾ ڪيڏيءَ انوکيءَ لوچ سان
چندِ جهڙي ڳالهہ مون سڀ سان ڪئي؛
سچَ جَهڙي سوجهري جان ٻي پَئي؛
پو اوهان سمجهي نہ سمجهي ڪِئن چوان!
اج بہ ڪالهوڪي حقيقت وانگيان
مان اوهان کي هڪ نئين مَت تو ڏيان؛
موتَ جي آغوش ۾ جئن مان چَوان،
”مون نئين دولَتِ ورهائي ديس سان
هڪ نئين آئت ورهائي ديس سان.“



سوچيِن تون مٿان
مون مٿان مقبرو!
چنڊ، تارا، ڪَتيون
سڄ جون مشعلون
مون مٿان
روز پرنديون پيون!
هي خدائي مجاور جيان
روز مون تي ڪندا سوجهرو.
روز مون تي شفَق پَڙ پائي زريءَ جا، عقيدت جو اظهار مون سان ڪندي،
ڏينهن جو روز سورج مُکين سان پَئي زندگي جَرڪندي،
رات رابيل جا گُل نڇاوَر ڪندِي،
ماڪ سان تنهن مٽيءَ کي معطر ڪَندي
آنءُ هوندس جتي؛
تون مٿان هن گُنهگار کي
ڪنهن وڏي پِيرَ سان پيشئين
شاعري رينئين
جنهن هزارين بُزرگيون مِٽائي ڇڏيون،
سڄَ هيٺان ڪَکَر جئن لِڪائي ڇڏيون،
سَمنڊ ۾ ريت وانگر ڇُپائي ڇڏيون،
مَشعلون سوَ جَلائي ڇڏيون

جي نہ ڪوئي ٻُجهائي سگهي،
ءِ نہ طوفان ڪوئي بہ تِن کي وِسائي سگهي.



موت ويجهو اَچي پيو آهي
جو سُياڻي تہ روئڻو پَوَندءِ!
مان نہ هوندس تہ ماڪ سان پنهنجو
مُنهن اُتي نيٺ ڌوئڻو پوَندءِ!
ماڪ جا آسمان مان وَسندي
لُڙڪ هن لوءِ تي وَهائيندي،
۽ املتاس تان جڏهن ڪويل
ڪوڪندي، گيت چار ڳائيندي
تون اُنهيءَ وقت سارَ ۾ منهنجي
ڪنهن ٿُٻيءَ منجهہ اوچتو ايندينءَ،
”هو بہ ڪويل جيان هُيو راڳي.“
پوءِ آڪاس ڏانهن ڳوليندينءَ!
هيڪلو گيت چڻ تہ ڪويل جو
نيرَ سان نيڻَ جئن پڃائيندءِ،
اِيئَن لڳندءِ تہ آنءُ ڳايان ٿو
(مون جيان ڪيرُ اِيئَن ڳائيندُءِ!)
ڪير چائي تہ ڪيرَ آ ڪويَل
ڪُوڪندِي آهہ هوءَ ڪنهنجي لاءِ؟
ڪُجهہ تہ هُن ڪان وڃائجي ويو آ
ايئَن بي چئن آهہ جنهنجي لاءِ!

*

گل چڻن تا.
ڇو هَوا چاهي اِئين ٿي؟
ڪئن ٻير جا وڻ ٻَرن ٿا
جڻ اُهي قنديل آهن!
رَنگ جا شعلا وَڄَن ٿا
دور تائين،
سانجهہ جي آڪاس جي پيلي شفق ۾،
* ڏِڪَ ڏَنگيءَ جي ڏين ٿا
پو دَري ڪائي کُلي ٿي
واءُ پتَ جَهڙَ جي کُهلي ٿي،
ٻَنَ ڇَڻ ڇَڻِ ڪَن پيا
ناچُ وِڻَ وَڻِ ڪَن پيا،
ٿي ڏياري ياد مونکي موتَ جي
جڻ اها موسم اَچي!
آنءُ پيري ۽ جواني، ٻئي ڏسان ٿو
مُند جي ڦيري جيان
زندگيءَ کي موت جي گهيري جيان!
جو ڄمي ٿو ناس ٿيڻو آ اَوَس
ڪونہ رهڻو آهہ، بَس!
پوءِ هي غم يا خوشي بيڪار آ

* ڏنگي: سچو سون

موت ڪارونڀارُ آ

ڪا بہ اهڙي شيءِ نہ آ وِيڇڙي نہ ٿي جا

جنهن سَرءُ جي واءُ ۾ سَڀِ پَنَ ويڇڙيَ ٿا وڃن،

تَنَ ويڇڙي ٿا وڃن،

مَنَ ويڇڙي ٿا وڃن!



تون سڏين ٿو
مان نہ ايندس!
زندگيءَ جو ڪيترو ڪارج پيو آهي اجان،
جو سَلو مون پوکيو سو وڻ ٿيو ناهي اجان،
مون ڪيو چاهي اَجا؟
چانوَ ڪائي ڪانہ آ
ڪويليون ڪاٿي وهن؟
جي ڪوڪ سان سنسار ۾ سَو مشعلون ٻارن پيون،
ڪجهہ تہ هو سارِن پيون!
نيٺ وَهندي ٻاک نيسارَن جيان برسات ۾؛
آءُ ڪاري رات ۾
زندگي پنهنجي گذاري آ اجا
راتِ ڪنهن ڪويل جِيان گهاريان پيو
ڪوڪندي ڪنهن لاٽَ کي ٻاريان پيو
ڪوڪَ جنهن جو پَندُ پورو ڪونہ ٿيو آهي اَجان
ڪوڪَ جيڪا تو مَٿان،
ڪنهن ڪَتيءَ جي چانوَ ٿيندي
جا اَبد ۾ ٿِي ٻَري، اهڙي ٻَتيءَ جي چانوَ ٿيندي
تيستائين مان نہ اِيندس
مان نہ هي ڌرتي ڇڏيندس

تون سڏيندو رهه يَلي!
تون سڏيندو رهه يَلي!



*

نانءُ منهنجو انتظار، آهہ تنهنجو،
زندگانيءَ شمع دانن جئن ٻري
گل جڏهن اُيرن تہ ڌَرتي گلستانن جئن ٻَري
جيءَ مُنهنجي ۾ بهار، آهہ تُنهنجو،
جئن هزارين ڪوِيليون ڪُوڪن تہ اَيِ ڦاٽي پوي
۽ ڪڏهن بَرسي گهٽا گهاٽي پوي!
جئن سَوين گهوڙا لتاڙيندا وڃن گهاٽيءَ منجهان
ايئَن مان
گيت ڳاهيندو رهان!
زندگانيءَ کي سجائيندو رهان
سمنڊ وانگر سُر سوين هر وقت ڳائيندو رهان،
ايتريون ڇوليون ڇُلائيندو وڃان
جئن وڃي اَيِ سَهمجِي، تارا ڪَتيون ڇپَر ڇِنين
ايترا نغما ٻڌائيندو وڃان
جو سڄو سنسار گونجي گيت جي آواز سان
اُن انوکي ساز سان
جو ڏنو مون کي ڪَري هو سوکڙِي
تو جنم ڏن تي اچي
آنءُ سانپيو آهہ جنهنکي ساهَہ سان،
روز اُنکي تو وڄايان چاهَہ سان،
ڏاهِہ سان، .

جئن اهو تڙڪي نہ پَئي
جا صدين کان پو مِلي سنگيت سا چُپ ٿي وَيي
پيرُ سو تِڙڪِي نہ پَئي
جو وڃي ٿو وِيرَ جان اُڀري مَٿي
سانوڻيءَ جي چنڊ ڏي!



مطمئن اُن گيت سان آهيان نہ مان
رات جي خاموشين ۾ جو لَهِي سنسار تي
ٿو فضا ۾ گونججي!
مان چوان ٿو گيت مان اهڙو چوان
جو ڪڏهن تارن اڃان ڳاتو نہ آ،
زندگانيءَ جي دُلهن پاتو نہ آ
نيلم ۾ پکراج جئن جِهمڪي اُهو
وقت سان اڳ کان گھڻو چِمڪي اُهو
۽ ڪَتيون حيران ٿِين
جي چمڪ اُن جي ڏِسن!
۽ پُڇَن
ڪنوار آهي سا ڪٿي؟
ڪنوار آهي سا ڪٿي؟



ڪاش تون مونکي ڏِئين ها پارَ پنهنجا
مان جتي ڳولي سگهان ِ ها
هي عجب اسرار تنهنجا!
مون ڏٺو هو مالتيءَ ۾ ماڪ تي
عڪس تُنهنجو، تون هئين اَفلاڪ تي،
مون ڏٺو واريءَ مٿان تون ٿو لڏين
ٿِي اِهي ساريون وَليون جن مان پَيو مونکي ڏسين!
تون ستارن ۾ نظر آئين پَئي
نور جي سارن نظارن ۾ نظر آئين پَئي،
مون ڏٺو توکي جُهڳين ۾ تون وَتين ٿي ڀَهڪندو
ٻارڙن سان چَهڪندو،
جوئُڙِين سان ٽهڪ ڏيندو ۽ ونڊيندو پيار کي
ڪنهن عجب اسرار کي
°ماٺيو جَهلڪيو پئي هر ڳالهہ مان،
ڪيترو امرت هيو آواز ۾ ڇَلڪيو پَئي هر ڳالهہ مان!
مون ڏٺو توکي ڪٿي روئين پيو
لڙڪ لاڙي مُنهَن لِڪي ڌوئين پيو
۽ لِڪئي جي ليک کي لوئين پيو،
اُن مِٽيءَ ۾ جا ستل آ نِندَ مان جاڳي نہ ٿي
ڪَنهن ستاري ساڻ تُنهنجي لڙڪ کي واڳي نہ ٿي

مون ڏٺو ڳهنتيون شِوالي ۾ وڄائيندي ڪڏهن
مون ڏٺو توکي آذانَ ڏيندي ڪڏهن،
آنءُ گرجا گهر گهميا
ديولين جا درَ گهميا
مون پتي جي لاءِ توکي آسمانن ۾ ڏٺو
خاڪدانن ۾ ڏٺو
ٻن جهانن ۾ ڏٺو،
تو جتي مونکي مِلين،
مان پتو توکان پڇان تو، تون پيو مون تي کِلين!
ها، پَتا مون کي ڳهٽيئي تا ملن
جي سَيئي ڪونہ، ڪيئي تا ملن،
تو چِٺي ڏانديءَ منجهانَ مون کي وَنين
پو پپِلَ جي ڏار ۾ مونکي ڏسين،
۽ وري ڏيئا ٻہ ٻاري تو وجين!
ڪو پتو مون کي نہ آهي تون ڪٿي پيو تو رَهين!
تون پيو جت ڪِٿ ڪَهين،
تون تہ ٽڪجين ڪونہ تو، مون کي ٽِڪائين تو پيو،
تون جِتي آهين اُتي آهين، رڳو مون کيُ رُلائين تو پيو،
رات جو رابيل تي پاٽيءَ ڦڙي جئن تو چِڪائين پاڻ کي،
ماڪ تو پو تون سَڏائِين پاڻ کي.
تون سندم پيغام کي ڪنهن وقت روڪي تو چڏِين،

اَنب ٻوڪيِ ٿو چڏِين
ڄڇوين سب کي اُنهن ۾ ٻورَ ڪونهي؛
مان چوان ٿو تہ جي بسنتُ آهي تہ مونکان دُور ڪونهي
واءُ ۾ مهڪي پيو هو
ٿِي پرندا چوطرف ڇهڪي پيو هو،
مون ڪٿي ٿُنهنجو پتو پاتو تہ ڪونہ
۽ ڇِڪي ڇاتيءَ سان لاتو تہ ڪونہ!
پو بہ تون ويجهو لڳين ٿو انب ڪي طوطي جيان،
پو بہ تون پٺ تان اچين ٿو هوريان پاڇي جيان،
مان سڃاڻان ڪونہ توکي پو بہ ڄاڻان ٿو پيو
چڻ ازل کان روءِ ٿُنهنجي کي سڃاڻان ٿو پيو
رات جو جاڳي لکان ٿو، تون ڏِسين ٿو
ها مگر، هي مان تہ ناهيان تون لِکين ٿو
۽ قلم منهنجو هلائيندو هلين ٿو،
گيت ڳائيندو هلين ٿو،
مُنهن منجهان منهنجي چوائيندو هلين ٿو،
جڳ ٻڌيَ ٿو ڳالهہ جا مون مان ٻڌائيندو هلين ٿو،
تون تہ منهنجي جاڳ آهين
جا سدائين ٿي ٻري مون ۾ اها تون آڳ آهين،
هاڻ ڄاڻان پنڌ ۾ مون ساڻ منهنجا ماڳ آهين،
تو اجان ساٿو ٿيو ناهين ڪِٿي،

۽ نہ ڪي مون آ لڪايو ٿَڪَ کي
ڪيئن چئجي هي سفر ڪاٽي ڪُٽي!
ڪيئن چئجي!
ڪيئن چئجي!!



* آنءُ نيپولين جيان
ايلبا پنهنجي ڏسان ٿو،
فتح پنهنجي فخر سان، هڪ ڀي پٺيان،
هارَ جي پاتا ڏسان ٿو؛
زندگي منهنجي اجان
موت تائين جڻ ڏِڪاٽي - سوبِ آهي،
هار ڪائي موتَ ناهي،
** ڪيئي جوزي فائينون
خوبصورت ناريون
فتح مون جن کي ڪَيو اڄ ياد ٿيون مونکي اَچن،
اوچتو مون ڏي وَڏن ۾ ٿيون چوَن
"موت سڀ جي ايلبا آ
"هار ڇا آ، جيت ڇا آ!
"نيٺ هر شيءِ کي فنا آ."



* نوٽ؛ انگريزن، نيپولين کي ايلبا جي ٻيٽ تي نظربند رکيو هو.
** جوزي فائين؛ نيپولين جي زال هئي، محبوبه هئي. هُن کي پوءِ طلاق ڏني هُئائين.

ننڊ مان جاڳي وري
ننڊ جي ڳوري وٺي
مان سمهان ٿو، ننڊ ۾
ڪونہ ٿي مونکي اچي!
واءُ مان ڪوئي پکي
ٿوچوي اڏري هلون
آءُ آڪيرو ڏسون
جو ملي ٿو انت ۾؟
اڏرندي ٿو ٿاهيو جو انت ۾،
ڪڪَ ڪانا جو نہ ٿيندو انت ۾،
تو جيان جيڪو اڏيندو انت ۾
موتَ سو ڪائي نہ ڪائي ڪٿي چوان!
پَر نوان پائي نہ پائي ڪٿي چوان!
وَڻ هِتان جا هُو ڏِسي ٻيهَر ازل جي تارينَ تان
مُنهن وَرائي ڪٿي چوانَ
ڦَل هتي ٻيهر چکي، هِت اَچ اَجهائي ڪِٿي چوان!
ڪيئن آهي بس پَلائي ڪٿي چوان!
ايتريون نهرُون هيون
هت سي پُلائي ڪٿي چوان!

*

موتُ ڪائي نِنڊَ آهي؟
موتُ ڪائي جاڳَ آهي؟
موت ڪيئي گِهنڊَ آهي
يا اچانڪ سانت وانگر
ڪوئي گهرو آهه ساگر،
ٿا ٻُڏي جنهن ۾ وڃون؟
ڇا وري ٽوٻير جيان
ٿا مَٿي ڀيهر اچون
۽ ڇنڀي پنهنجون اکيون
ڪجهه ڏسون ٿا مُٽِ ۾،
جو پيو موتين جيان چِمڪا ڪَڍي؟
ها، مگر جي مُٽِ کي کولي ڏسون!



تون چوين ٿو، ”موت تي چو ٿو لِکين،
زندگي ڪافي نہ آهي؟
موت کا معافي نہ آهي
جا پيو گذريءَ حياتيءَ کان وَٺين؟“
مان چوان ٿو:
موت ڪنهن ڪاري جيان سڀ لئہ مَچين سان آ پريل چو؟
تون اگر نورِي بہ آهين،
هڪ ميچيءَ جئن ڄار ۾
نيٺ ايندينءَ، ڦاسندينءَ؛
جي تماچي آنهہ تون،
پو بہ ڪينجهر گهاٽَ تي هي نوريون،
ڪيستائين؟
زندگاني جيستائين؟
تون بہ تِن سان ڄارَ ۾
ٿو لڳين ڇرڪي جيان،
موت مُرڪي ٿو مَتان،
تو متان!
هِي ميچيءَ جي موت جان
تون بہ آن،
۽ مان بہ آهيان.



آنءُ ٿيپوءَ جئن ڪڏهن وڙهندي مران
يا مران مان بستري تي،
فرق ان ۾ ڪونہ آهي!
شاعري منهنجي مسلسل جَنگِ آ
زندگيءَ جي سَنگِ آ؛
پو بہ ڄاڻان ٿو تہ مان
نيٺ مرڻو آهيان،
موت مون تي ڪنهن ڪکر جي ڇانوَ وانگر ٿوَ هلي؛
زندگيءَ جي اُسَ ۾
ڏسَ تہ گهوڙو گسَ ۾
ٿو ڪٿي ويريءَ مٿان پنهنجا نَرا!
موت مون لَئہ ڪجهہ نہ آ،
ننڊ جي جَهپڪي جِئين
موت مون لَئہ آ اِئين!



آنءُ جو آزادُ آهيان
زندگيءَ جي راهه تي ڪو نادُ آهيان
قافِلي لَئہ،
موتُ منهنجي لاءِ ڪا شيءِ
ڪانہ آ؛
تون ڀُلو آهين اگر سمجهين اِهو
زندگيءَ جي ڀِيک مان گهرندس ڪڏهن،
موت ۾ جُهرندس جڏهن
مان جِئين، آزادگيءَ جي جهولَ ۾
موت ايندو نِندَ جئن.
تون ڀُلو آهين اگر سمجهين نٿو
زندگي مون لاءِ ٻيو
نانءُ آ آزادگيءَ جو.



موت ڪوئي ڪوڙ آهي
جو هنيو قابيل هو،
ڇو تہ مان هابيل کي
اڄ بہ زنده ٿو ڏسان،
۽ وڙهي ٿو هُو اڃان
۽ پيو سوچي تہ مان
ياءُ ڪان بدلو وٺان
ڪوڙ جو منهنجي مٿان،
هُن مڙهيو آهي، ٿيو پَر سَچَ جو ناهي اڃان!



زندگي احمد نگر جو جيلُ آ
* آنءُ هان آزاد جان،
مان بہ ساجهر تو آتان
ئي لڪان،
زندگي مون لاءِ گهر جو جيل آ
پو بہ مان آزاد هان،
شِهر سارو ڏاڍ ڏَر جو جيل آ.



* آزاد: مولانا ابوالڪلام آزاد

موتُ مون لاءِ اِئن
ڀارَ جِئن
ڪوڏَ ڪَن تي رکيَ
ءِ ٻُڌي
سمنڊ جي
شور کي!



ڏِسُ گهٽائون ٽيون اچن
۽ وڄڻ جي ڪونہ ڪَن،
ڪا گهڙي اَڄ ڇَنَ ۾
آ تہ گهاريون، تو مگر
هيءُ سوچِيو ڪَنَ ۾
هيئَن ٻي پيري گهٽائون ڪونہ ايندڀون
ڇو نہ ايندڀون هي ٻہ تو ڄاتو پَئي!



چڏ ڪٿي مان ننڊ ڪيان!
شاعريءَ! مان ننڊ ڪيان!
تون تہ سانوڻ مينهن وانگر ٿي وَسين!
وڏ ڦڙا! مان ننڊ ڪيان!
تل ترايون تار ٿيا، مان ننڊ ڪيان!
ڪيترا ڪونيَت ڦٽا، مان ننڊ ڪيان!
اڄ جُهڪي آيا ڀَپر اِئن
ڀوڪِجي نِمر ڀورَ سانِ جِئن!



* دريائي ڪُنهار وهي ٿو
ڪائي لهر به ياد ڪري ٿي؟
سڏڪو ڪو تولاءِ ڀري ٿي؟
سيد احمد!
تُنهنجو لاش لڙهي ويو جنهن ۾
بالاڪوٽ، بَريلي سَڀ شيءِ
پاڻيءَ منجهه ٻڏي وَئي سَڀ شيءِ!
هي جڳ سارو فاني آهي.
سيّد احمد!
دنيا آني جاني آهي.
سيّد احمد!
پر ڪا ڪا ناداني آهي.
ڪنهن ماڻهو جي جا هر ڪنهن لَئه
چِرڪائيندڙ خوابُ ٿئي ٿي.
صَدين لاءِ عذاب ٿئي ٿي.

*

* دريائي ڪُنهار: بالاڪوٽ ڀرسان ندي. (مصنف بالا ڪوٽ ۾ درياءِ ڪُنهار ٻئي ڏٺا آهن)
١٨٣١ع ۾ سيّد احمد بريلوي ڪنهار ندي (بالا ڪوٽ جي) ڀرسان آڪالين جي هٿان شهيد ٿيو. آڪالي ليڊر شير سنگهه هن جي لاش سر ۽ ڌڙ کي ڌار ڪري ڇڏيو. پر پوءِ اڪالين انکي ڪڍي درياهه ۾ اڇلائي ڇڏيو. هن جو سر، ڌڙ وري دريا مان هٿ ڪيا ويا ۽ پوءِ بالا ڪوٽ ۾ هن جي قبر ٻيهر تعمير ڪئي وئي.
(هندستان ۾ وهابي تحريڪ) صفحو ٨٨

آءُ تنهنجي ويڇھڙائي کي ڇُهي
جڻ سَرءُ جي اُسَ ۾
ٿو نهاريان گُسَ ۾
قافلو سارو وڃي ڪيڏانهن ٿو؟
پوئتان پنهنجن بَهارن کي ڪٿي
زندگيءَ جي انتظارن کي ڪٿي
سلسلو اَن جو وڃي ڄيڏانهن ٿو،
آ اَتي ڪاري کُهي
جا ستارا ٻاڪ تائين سڀ ڇُهي
جَر سموري کي سُڪائي ٿي ڇڏي،
جو ٻه ڳولها ۾، اُجائي ٿي ڇڏي!
آءُ ڳوليان ٿو تہ تون آهين ڪٿي؟
ايترو ويجهو رهي ناهين ڪٿي!
چانڊني ۾ جڻ تہ ڪوهيڙو هُئين،
ڪيترو هر وقت اوسيڙو هئين!
پو بہ تنهنجو ڪو بہ مون ناهي پتو
پارَ مون تُنهنجو وَتو
ديس کان پرديس کان،
پو بہ تنهنجو ڏکُ ڳوليان ٿو اجان
ڪيرِڏارا کي ڏهي

چَندَ جئن پيالو ڀَري مون کي ڏِنو،
مان اُجالي سان وَيَس ڀِمتار ٿِي
۽ صدين جو پيار ٿي؛
مون تڏهن سمجهو تہ مون ۾ آنهہ تون،
دور مون کان نانهہ تون!
دور مون کان ناهہ تون!

*

* جي اخمتووا چمين ها تون هِتي
آنءُ توکي جيءَ ۾ جايون ڏيان ها؛
بمبئيءَ ۾ هڪ کهاٽيڪار کي
مون ڏنو، سڀ وصف هُن ۾ تو جيان ها
پو بہ مون کان دور هو چا لَئہ رهِي؟
ايترو مجبور هو چا لَئہ رهِي؟
هُن ڏني ڪلياڻ ڪئمپ ۾ تو ڏني لينن گراڊ،
** ڪيترو تو جئن هئي، او ماءِ گاڊِ!

*

* ائنا اخمتووا؛ روسي شاعره، جنهن لينن گراڊ جي گهيراوَ جون اذيتون سَٺيون هيون.
** او ماءِ گاڊ (انگريزي)؛ ”اي منهنجا خدا“

* قراة العين جي عقيدت سانَ

آنءُ ڪنهن طرح واڪِيَل ٻاهيان،
پو بہ هن جي جَلاد جو گهٽو
جيئن گردن ڪٽي ڏٻائي ٿو
ساهُ منهنجو مُنجهي رهيو آهي،
موت منهنجو بہ ٿِي رهيو آهي.

---

* قراۃالعين: ايران جي بابي (عبدالواهب باب جي پوئلڳ) شاعره، جنهنجو مشهور غزل آهي:

گربہ تو اُفتدم نظر چهره بہ چهره روبرو
شرح دهم غم ترا نقطہ بہ نقطہ مو بہ مو
(جي تنهنجي اَمهون سامهون ٿيان تہ تنهنجو غم سارو سليان)
هوءَ پردو نہ ڪندي هئي ۽ جڏهن جلاد هن کي گهٽو ڏئي ماريو هو تہ جلاد جا هٿ ڪنبي رهيا هئا.

نَرس! اِئين هي تنهنجون ٻانهون آتيونِ ڇو آهن؟
ڇو تنهنجو آغوش ڪُليوآ؟ ڇا تيون هو چاهن؟
ڪَمري جي ڪڙڪيءَ جي سامهون ڪويل ڪوڪي ٿي
ڏُور ڏُورِ منهنجي سَپني کي ڪاڏي ڏوڪي ٿي؟
آسمان تي نيرا بادل ترسايل آهن،
وَڻ مان ٿوري ٿِم ٿِم ٿئي ٿي بَرسايل آهن؛
هڪڙو بادل مون لَئہ ڪُرسي ٺاهي بيٺو آ!
يا هُو ٻي ڪَنهن کي ٿو ڪاهِڻ چاهي، بيٺو آ!
ڇا منهنجي جيوَن جو سَپنو رهجي ويو آهي؟
ڇا هو بادَل ڪُرسي ڪاهي، موٽي ويو آهي؟
دور اَڇي لس ليٿ هوا ۾ ٻي اُلڪي آهي،
دور گهٽا گهنگهور اُنهيءَ تي پاڇا ٽي ٺاهي،
ڪيئي گيت ڪنيزَن وانگر جامَ پيا آڇن؛
هن ڏرتيءَ جا سپنا مون کي ڇا ڇا ٿا آڇن!
مَوتَ! اچا هِت رهڻو آهي مونکي ڪجهہ باقي،
گيت نوان مون لاءِ اچن ٿا جو ٿِي اوطاقي.
مون مان هي مهمان مَروَت چاهن ٿا ڪجهہ ڏينهَن
ڏِسَ، ساونڻ جي سنگ اَچن ٿا گهاٽا گهاٽا مينهَن!



ڪيڏا ٿُنهنجا آدرش، مگر اڄ موت پيو ٿو ٺهڪ ڏئي!
هر ڳالهه ڇڏي تون ويندين گهر، اڄ موت پيو ٿو ٺهڪ ڏئي!
جيڪا به گهڙي تو آهه جَڙِي، سو ڳهٽو پُٽيئي رهٽو آ
پر اِن جو ڪَٿُ ته ڪونه آهي، ڪيسين هِت توکي رهڻو آ!
تو ڳهنڊ اَجل جو ڳونجي جو هو ويران ويرَ وڃائي تو
تنهنجو به سفر بين وأنگر آ، ڪو بيٺو رَتَ هلائي تو
ڪيڏا نه مسافر آيا ها ڪيڏا نه ڇڏي وِيا هُو پيرا!
ڪئن ڇُٽجي هي پيرو نه رَهي، تو رَتَ ڏِئي وَرُ وَر ڦيرا!
تونَ ناڻو ته رهٽو آهين پَر تون ڄاڻين منزل ڪهڙي آ؟
ڪنهن جاءِ سفرپورو ٿيندو پر واتَ سدائين جهڙي آ!



ڪاش! مون وٽ ڪنهن ٻهاني تون اچين!
آنءُ تو ڪان بي خبر
هان صدين ڪان منتظر.
ڪاش! مون وٽ ڪنهن زماني تون اچين!
هڪ نَظَر ۾ پيار ٿي
ڪو اَمر ڪِردار ٿي
ڪاش! اڄ منهنجي فَساني تون اچين!
شل! ڏسان تُنهنجي جَهلَڪ
تون ڪٿي آهين تہ پَڪ!
ڪاش! منهنجي آشياني تون اچين!
ڪاش! مون وٽ ڪنهن ٻَهاني تون اچين!

*



هڪوار ملينءَ، هن ڏرتيءَ تي، ٻيهار نہ ملنٽي آهين ڇا؟
مون ڪيڏي ياد ڪئي آهي!
جيڪا ٻہ گهڙي تون سان گذري،
جا رات لڙي توسان گذري
ڇا باڪ! وَري اڇڻي ناهي؟
ڇا لڙڪ اَگهي، مون ڏانهن ڏِسي، تون ٻيهر کِلڻي ناهين ڇا؟
يا سپني وانگر آئي هُئين؟
تي رُويا مون گهر ڇائي هُئين؟
ڪلهہ بازُ بهادر جئن تُنهنجو!
مون ڪيڏو گهوري روپ ڏٺو
* ڪنهن روپ محل ۾ روپ مَتي تون ٻيهر ٽِلڻي ناهين ڇا؟
هڪوار ملينءَ ٻيهار نہ ملنٽي آهين ڇا؟



* روپ محل: مالوا جي بادشاهہ باز بهادر ۽ من جي راڻي روپ متيءَ جو محل، جو نربدا نديءَ کان ڏهاڪو ميل پري آهي.

ٻَنو عَڪس ٿَني مان حيرت ۾ مان
تو ڏانهن ڇتائي گهوريان ٿو،
تون نيهه ورهيہ اڳ ڪيئن هئين؟
مان سوچي اڪرڙيون ٻوريان ٿو.

هاٺي تہ چنبيليءَ - ڇهري تي
اڳ وانگر ڪونهن ماڪَ قڙا،
۽ سر تي تُنهنجيءَ چُنريءَ جا
اڄ مَنَ پائن تا ڪونہ ٻڙا!

هي تنهنجو ماس لڙي پيو آ
پيلاڻ اُنهيءَ مان ٽپڪي ٿي،
ٿي هَر هَر تون سُرخي لائين
اڪ مُنهنجي جنهن تي جهپڪي ٿي.

مان تنهنجو شيدائي تہ هُيس
پر ساڳو ڇا هي نانوَ سَوا؟
ٿون ٿون ناهين، مان مان ناهيان
هِڪَ هُرڪُر واري هانوَ سوا.

چاهيون ٻه اگر موٽي نه اچي
سا نينهن - سپن ۾ سرهائي،
هي عمر وڏي قاتل آهي
اِن ڇا ڇا گهور نه آڳهائي؟



هيءَ بيماري، عنايت، تون ملين؛
*زندگانيءَ لاءِ غايت، تون ملين.

درد دل ۾ ٿي ويو ڪيڏو مٿو
مون جڏهن آغوش ۾ توکي ڏٺو!
ڪيترا تولئہ جنم ترسيو هيس!
هيئن بادل ٿي ڪڏهن برسيو هيس؟
موت کي معنيٰ ڏنئہ پوئين گهڙيءَ
زندگي چا ڏنئہ پوئين گهڙيءَ!

*

* غايَت – انتها.

ڪتان مون کي پُڪارين ٿو، ڪٿي آهين، ڪٿي آهين؟
جياريـن ٿو نـہ مـارين ٿو، ڪٿي آهين، ڪٿي آهين؟

لڳهـ ٿي لوءِ ٿي آئين، ڪڏهن ولـهار تـي ڇائين
سَرهَ جئن ڪـيـرتـر ٿـان چَنڊ ِسـان تـوسِڳ ٽڪرائين؛

ڪڏهن نيرا ڀريا بادل ڪڏهن تون آڳ جون ڦلڙيون،
ڪڏهن ٿر جون هوائون جي اچانڪ رات جو گهلڙيون؛

ڪڏهن تو خون جي هولي ڪڏهن تون ٻاجهہ جي ٻولي
رڙو رڙ لوڪ ۾ آهين جڏهن ڏاڙيل جي گولي؛

نہ تـو توکـي سڃاڻـان مان نہ تـو توکـي سڃاڻـان مان،
ڪڏهن رَت ڇاڻ ۾ ڇو تو رُلائين، ڪيئن ڇاڻان مان!

ڪڏهن تـون ٻـار جي معصوم لڙڪن ۾ پيو ڪيڏين
ڪڏهن درياه لڙڪن جا وَهائي ٿهڪ ويٺو ڏين!

نـہ تـو سـمـجهـان بُرائـي ڇا، چڱائـي ڇا لـڳي تـوکـي!
خُدائـي ڪـيـتـري تـنـهـنـجي؟ خُدائـي ڇا لـڳي تـوکـي!

ڪروڙيـن ڪـائـنـاتـون تـون رڳو ڪِن ۾ ٺـائـين تـو،
اِيئن ئي سي مِٽائين تـو وري تِن کي سڄائين تـو!

مگر تو شعر منهنجي ۾ اِئين ڦاسِي ويو آهين،
نہ تون وحشي نہ تون قيدي مگر تو بَندَ ڪي ڇاهين!

شفق تنهنجي، اُفق تنهنجا، ستن ۾ ڏِس سمايا مون!
سنڌ ۽ سنسار ڪنان پايندہ تَر آهن بَنايا مون!



اَنب جي وڻَ ۾ ڪوَيليُون ڪُوڪِي
جڻ تہ سانوڻ کي روزُ سارِن ٿيون
ڪا تہ برکا بهار اچڻي آ
ڪيتريءَ سِڪ سان پُڪارِن ٿيون!
ڪَيئن چَئجي پِنيُون هَوائُون جي
هيل رَسنديون تہ مان ڪٿي هوندس؟
ڪيئَن چَئجي نَيون گهٽائون جي
هيل وَسنديون تہ مان ڪٿي هوندس؟
حال هِن رَنگ رَنگَ دنيا ۾
آنءُ وڻ ٽڻ، پکي پکڻ تاڙي،
تو ڏسان پنهنجي سنگ نارين کي
شام جو لونءَ لونءَ کي لاڙي،
تو ڏسان مُنهن شفق جي رَنگن ۾
ڪيئن ڪاراڻ ۾ چِپن ٿا پيا!
ڪيترا انتظار اَنگن ۾
رات جي ٽاڙَ ۾ رَهن ٿا پيا.



عمر تي اعتبار ڪهڙو آ!
بي خزان جو بهار ڪهڙو آ!

رات ٿَڪجي سمهي پئي آهي
تون نہ آهين تہ اوپري آهي؛
خواب اُن ڪان رُسي ويا آهن
ها مگر خواب؟ خواب ڇا آهن!

پو بہ تون هانوَ ۾ هُرين ٿي پئي،
اِئن ڪنَن ۾ اَچا ڀُرين ٿي پئي،
ڄڻ تہ تون محوِ گفتگو آهين،
دور هُوندي بہ روبرُو آهين
ڄڻ تہ آغوش کي ڀَرين ٿي تون،
پيار اڳَ جئن وَري ڪَرين ٿي تون!

ڪير چوندو ته اسپتال آهي
زندگي خواب آ، خيال آهي
نَرس آئي وئي، مگر تون هُئينءَ!
جيستائين وئي نِظر، تون هُئينءَ!
جئن نہ آ ڪُوڪَ ڏار ڪويل ڪان،
ڳَڏ گذاريو اتم اِئين توسان،
شاعريءَ ۾ رڳو پُڪاريں ٿي،
هونءَ ڪيڏو نہ چُپ گذاريں ٿي!



اوچتو چرڪي، ڪَري مون کي ڏسي،
تي پُڇي ”ڇا تون فَلاڻو ڪونہ آن؟
مون پڙهي آ شاعري تنهنجي سَڄي.“
لَڄَ سان سوچان پيو مان ڇا چوان؟
سڄُ اُفق ۾ تو هَٽي پوئين ٿيي
ڪانوَ ڪان ڪان ڪَن پيا آڪاسَ ۾
تو وَڃان ڪنهن سوچ ۾ جڻ مان ٻُڌي،
رات واسَيل آهہ هن جي واسَ ۾،
*وِيل چيئر کي کُپائي تو چوان،
”هيلَ تائين مان فلاڻو آهيان
پر سياڻي ڪيئن چُئجي ڇا هجان!“



* وِيل چيئر: Wheel Chair

*وِيل چيئَر تي رِڙهيَ مان سامهون،
** ڪيئي شلوارون ڏسان ٿو لانِ تيَ،
ڪيتري آهي ڪَشش تن ۾ اچا
حُسنَ جادو ٿو ڪَري انسان تي!

ايتري ۾ ٿي اَچي ننڍڙي اَمان
ڏيءَ ۾ پٽُ چيچ ڏئي گهلي پئي،
مامتا هُن تي شفق جي رنگ جئن،
ٿو جُهڪايان مان اکيون هُن کي ڏسي؛

ماءُ جو مُنهنُ سجُ وانگرُ ٿو لڳي،
حُسن ڪوئي ڪونہ ٿو مونکي لڳي!



Wheel Chair *
Lawan **

راتِ ناريلَ جا جَهندولا وَڻ
چڻ تہ غيبات جيئَن بيٺا ها،
ننڊَ ۾ هو سَڄو شفاخانو
ننڊ، جنهن ۾ اُداس سپنا ها.
چَنڊَ ڪڙڪيءَ منجهان ڏٺو گهوري
هيءُ سوداءَ آهہ ڪَهڙي ۾
مَوت جي خوف کان پري آخر
نيٺ ڦهلاءَ آهِ ڪَهڙي ۾؟
هن جي ڪمري اِڳيان ڪِنجهي ڪوئي
سَڀُ جي ننڊَ کي ڦتائي ٿو،
"زندگي چار ڏينهن آ يارو!"
خواب مان چڻ اُٿي چِتائي ٿو.
موت هُن جي پنيان تہ بيٺو آ
هي مگر ڪونہ ٿو ڏسي اُن ڪي!
شاعريءَ کي وسيع شالَ جيان،
"چڻ تہ ويڙهي پيو اجان تہ لِڪي!"
زندگيءَ جا عظيم پيغمبر
موت کان ڪونہ ٿا ڏکن ڪڏهين،
جو لَکي ويا وڏا وڏا شاعر
سي نہ ٿا لفظ ميٽجَن ڪَڏهين.

*

تنهنجو منهنجو ديس نہ سأڳيو
تو نہ ڏٺو مونً ديسَ،

ڪُهنبي رنگ اُنهيءَ جونً باڪون،
سورج وَرنو ويسُ.

تُنهنجو ديسُ ڏڪاريو آ مونِ
ڀِريِن ڀَر ڪَنان

تون ڀا ڇاٽين آنءُ ٻَرانُ تو
ڪيڏيءَ نُفرت سان!

ها، تون ڏيهي آهين منهنجو
ڌرتيءَ ناتي سان،

مُنهنجو لَڱُ لاڳاپو ليڪن
آهي ڪنهن ٻي سان.

پنهنجي ٻانهن ڪَپائيندين پَر
ڏيندين ٻانهنَ نہ مُون!

مون کي ڪائي آسَ نہ آهي
منهنجو ٿيندين تُون!

تُنهنجيءَ رڳ رڳ ۾ وِهُ آهي
توکي واريو مون،

منهنجا مِٺَ ٻَري سڀ مون ڪان،
جن کي ساريو مون.

ساڳي هي تاريخ نہ رهندِي،
هي ڇاٽان تو مان؛

ها، پر هُو ڪنهن وقت اُسهندا،
سو مان ڪيئن چوان!



نِندَ جون گوريون وَٺان
يا اجان تَرسان، مَتان
تون اچين!
روح جي مضراب تون،
مانِ رڳو توسانِ وَچان،
تون اچين!
ڪيترو اوسيئڙو،
جاڳَ ۾ آهي اَجان!
تون اچين!
ڏِسُ، ستارا اَڀَ تي
منتظر جڻ ڪون جِيان!
تون اچين!
ها، مگر ايندين نہ تون،
ڪيترو جاڳان، جَلان!
تون اچين!
ڇڏ تہ مان پوريان اکيون!
يا اجان ترسان متان
تون اچين!



منهنجو ڪهڙوحال پُڇين ٿو؟
مون کي ڇا ڇاڻِين؟
ڇا جي لاءِ اُداس ٿِئين ٿو؟
مون کي ڇا ڇاڻين؟

مان جيڪو ڇاهيان ٿو، اُن جو
ڪنهن کي آهه پَتو!
تون ڇا ڇاڻين، رات وهائوءَ
ڪهڙو قولُ وَتو؟
تون ڀي ڪائي باک تڪين ٿو
منهنجي ڀي ڪا باکَ!
آهه اُفق تي نيٺ اُيرٽي
منهنجي لوئيءَ لاکَ!



لَنوِي تـو ڪـانءُ چا لَئـــم؟
اڄين ٿـي تـون پـئـي شـايد
وَتـو مـون نـانءُ چا لـئــــم؟
سَتائـي سـارَ ٿـي ٿُنـهـنجي
هَرِي تـو هـانءُ چا لـئــــم؟
اَچِي ايندينءَ ڪُڏهن دَر تي
پـريـان تـو ٿـانءُ چا لـئــم؟



تو اِن ڪي ڏاڍو ٻاريو آ
هي شمعَ اُجهامي وَڃڻي آ
تو سارو صحن اُجاريو آ
هي هاڻي ڪامي وَڃڻي آ.

ڪوئي ٻہ سِتارو ڪونہ آهي
۽ رات اِڳي ڪان ڪاري آ،
۽ ڪيئي قاتل آهن، جَن
ڪَئي شَب خُون جي تيّاري آ.

هي شمع اُجهامي وڃڻي آ
۽ ڪاري رات اُسهڻي آ
۽ رَتوچاڻ منجهان آخر،
ٻي ڪائي باڪَ اُڀرڻي آ.



چنڊ آڪاس مان راتِ مون کي چيو
تون بہ آ هيڪلو مان بہ هان هيڪلو
آنءُ تون وٽ اچان؟
بند شيشن منجهان مان ٽَپي ٿو سگهان
رات ڀَر ساٿُ تنهنجو ڏَئي ٿو سگهان
آنءُ تون وٽ اچان؟
موتَ کاڻ پياريون ڪيترين ناريون
تو چِتائي ڏِنيون راتڙيون سارِيون
آنءُ تون وٽ اچان؟
اڄ تہ ڪائي ڪِٿي آهہ ڪائي ڪِٿي،
ڪيئن چئجي تہ ڪنهن آ نِڀائي ڪٿي!
آنءُ تون وٽ اچان؟
باڪَ تائين تہ مان ساٿُ ڏَئي ٿو سگهان
ڪيتريون ڳالهڙيون آنءُ چَئي ٿو سگهان
آنءُ تون وٽ اچان؟
ٿي ڏني ڪالهہ جنهن وارَ چوڙي ڦٽي
آءُ ايندس اُنهيءَ جون سُڳنڌون کٽي
آنءُ تون وٽ اچان؟
شرط هي آ تہ مان راتِ جي راتِ هان،
سارَئي سارَ هان موتَ جي ماتِ هان،
آنءُ تون وٽ اچان؟



* غالب، ڪوچهٔ بلي ماران
بزمِ چراغان، ڪوئي غزلُ،
ڪائنات جي ڪنهن ڪوني ۾
آهہ اجان ڇا محفلِ ياران
بيٺل آ ڇا ڪوئي پلُ؟
جنهن ۾ ساڳي ڏن گونجي ٿي
رِند پيا ڪَن ساڳو هَل
** ساڳي مينا، ساڳو مُل!
دادُ ڏِئي ٿي جِن جي پاران
بادل آٿي موسمِ باران؟
*** شمع ٿئي ٿي مُور نہ گُل!
جنهن تي ساري رات غزلُ،
ڪوئي غالب جو ڳائي ٿو
سارنگيءَ سان لائي ڳَل.



* ڪوچهٔ بلي ماران – محلو جتي غالب رهندو هو.
** مُل – فارسيءَ ۾ شراب کي چئبو آهي.
*** گُل ٿيڻ – وسامڻ
نوٽ: غالب جي نسبت سان هن ۾ فارسي لفظ ۽ ترڪيبون آنديون ويون آهن.

زندگي قولار بيءَ آڳ وانگيان
رُت نئين رابيل جي ايندي ورَي
چوٽيون مُڪرائبدي اڳ وانگيان
ايندڀون، مون ڪان سَوا ويندي سَرَي؛
ڪي عطر، عنبير سان ناريون هٿي
ڇيڄ ۾ ڇاتيون ڇُلائينديون ورَيَ،
ڳيت ڏيندا ڳيتَ تي ڳيرو جتي
هوا ڳي جئن ڳيچ ڳائينديون ورَي،
سلسلو هلندو پيو مون ڪان سَوا
ڪالهه وانگر مُنهن اَنڌيري ماڪ ۾
۽ ڪلالن ڪوءِ ۾ ڪيئي ٽِڙي
گهر هليا ويندا سَويري ماڪ ۾.
لَڙ ڪڙائيندي اڳي جئن زندگي
ڪَڙ ڪڙائيندا ڪَڙا، اُتنديون وَنيون،
رات جو تِن لَئم تَڪي جيڪي سُتيون،
ننڊ مان اٿن جاڳنديون جئن ڪي رَنيون،
وارَ وڪرائي، اڪيون مَهٽي ڪري
رات جا سپنا وِساري ايندِيون،
ڪي اُنهن مان نِيرُ نيٽن ۾ ڀري

ڏينهن ڪَي ڏِسندي ڏُڪاريون ٿينديون.
مون سوا وَستيون سدا وَسنديون پيون
مون سوا ڪا شيءِ نہ هِتڙي ٻيهَندي؛
ڪبرڙِ ساڳيا واٽ تي ساڳيون لَيون
ڪونڪَ ڪويلڙِي بہ ساڳي ئي ڪندي!
ڪو بہ مون ڪي ڪونہ ٻارِيندو هِتي
ها ڪويِتا جون سِٽون شايد رَهن
ڏِيئَڙو جي ڪو بہ ٻاريندو هِتي
لاٽَ ۾ منهنجا بہ ڪجهہ لِيئا هجن!



ڪجهہ اجان ڏيري گهٽائو، گهر پُڄان!
لَڙ کڙائيندو سَهي پر دَر پُڄان!
هُن چيو هو ايتَرو چو تو پئين؟
اڄ بہ ائُن چَونديِ مگر اندر پُڄان.

راهہ هو مُنهنجي نهاري رات پر،
ڏيئڙا بيڪار ٻاري رات پر،
تي اجا تائين ڏسي ايندو ڪڏهن،
چو ائين تو هُو گذاري رات پر؟

مينهَن جي موسم، هوائن ۾ نَمي،
ڏيئَڙي هن کان پُڇي ”بابا؟ آمي!“
باکَ ريکون تي ڪِڍي گهر گهاٽ تي،
راتڙي تارا ڳڻيندي وئي رَمِي.

چِرڪ نڪري تو وچي تَڪ تَڪ ٻُڌي.
مَٽ يري ساڳي وري ٻَڪ ٻَڪ ٻُڌي.
سوچ ۾ آهي تہ وَرَ مُنهنجي ڪڏهن، آهہ
چائنٽ ڪي ٽپي دَڪ دَڪ ٻُڌي؟



رات ڀر ڳايان ستارا ترسجو!
چَنگَ دل کولي وَڄايان آنءُ جئن
ٿيون ڇُلَن ڇوليون ڪنارا ترسجو!
اَيُ تي تن کي ڇُهايان آنءُ جئن.

اي زمينو! آسمانو سوچجو
مون جيان راڳي وَرِي ايندو ڪڏهن؟
نند وارا آستانو سوچجو
راتڙيون جاڳي وري ايندو ڪڏهن؟

جاڳَ منهنجي ڀاڳَ ۾ آهي لِکي
نِندَ مُنهنجي ڳِهندَ وانگر ٿي وَڃي؛
ڪا ته پوڄا راڳ ۾ آهي ڇُپي،
رات ساري گونج ٿي جَنهنجي وَڃي.

آنءُ مِٽيءَ ڪان سوا ٻي شيءَ به هان،
هِيَ ڪَويتا آ انهيءَ جي ثابتي؛
لونءَ کي ڪانداريان سا لَيءَ به هان،
ناستڪ! ڪهڙي کپي ٻي ثابتي؟



نند ۾ موکي متارا تي ڏِسي
ءُ چوي تي ڪٺن مٺا، ڪاڏي ويا؟
چؤطرف هوءَ نانگ ڪارا تي ڏسي،
پوءُ ڪري تي مَٺَ ٻي ۾ جي ويا!

ڪيستائين اي پياڪو هي پڙي
آهہ ٽيٽي هٺن ڪهاٽي موتَ جي؟
ڳيتَ جيڪا جيٽ جي آڳالهڙي
ڪيستائين تي وراٽي موتَ جيْ؟

نند مان نِڪري چِڪائي تي وَري
پيا متارا هر گهتيءَ مان تا اچن.
مٺَ کي گهوري چِتائي تي وَري
اڄ مرڻ لئہ سَپُ پرسان تا اچن.

سپ متارا سَپُ مارن تا پيا
مَٺَ پرجن تا ڪلالن جا چِڪي
مَڏُ هرکنهن کِي پيارن تا پيا.
اڄ گِهٽيءَ ييٽي نہ آهي ييڙَ جي!

چَندُ چمڪي ٿو پيالن جي مٿان،
آجڪائيءَ جي اُجالن جي مٿان.

## آرٿر ڪوئسلر

1905ع ۾ بداپيسٽ (Budapest) ۾ ڄايو هو ۽ ويانا يونيورسٽي ۾ تعليم ختم ڪري صحافي ٿيو هو ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ صحافيءَ جي حيثيت سان ڪڏهن وچ اوڀر ۾ ڪڏهن پئرس ۾ ماسڪو ۾ رهيو: سوويت وچ ايشيا ۽ آرڪٽڪ (Arctic) ۾ به ويو ۽ 'New Chronicle' جي نمائندي جي حيثيت ۾ هن کي فرانڪوءَ جي فوج اسپين جي خانه جنگيءَ ۾ گرفتار ڪيو ۽ قيد ڪري موت جي سزا ڏني. هن 1938ع ۾ صحافت ڇڏي ڏني ۽ انهيءَ سال ۾ اسپين جي باري ۾ 'Dialouge with death' ڪتاب لکيائين، تنهن کان پوءِ فرانس جي Foriegn legion ۽ برٽش صحافت ۾ هيو. برٽن جي شهريت هن پوءِ اختيار ڪئي هئي ۽ ان کان پوءِ آرٽر ڪوئسلر موت تائين لکندو رهيو.

هن جا هيٺيان ڪتاب ڪافي مشهور آهن، جي مون نمبر 2 کان سواءِ سڀ پڙهيا آهن:

The yogi and commessar
The gladiators
the sleep walker
The age of longing
The act of Creation
The lotus and robot
The roots of Coincidence
The darkness at noon
Arrow in the blue
The Invisible writing
Arrival & departure
Drinkers of inifinity
The thirteenth tribe

ڪوئسلر جي ساليءَ هن جي زال مئمين ڏانهن هن جا لکيل خط ڇپايا آهن، جي هن جي زندگيءَ تي ڪافي روشني وجهن ٿا. 1951ع ۾ هن مئمين کان طلاق ورتي ۽ فرانس هليو ويو، پر اُتي گهر وڪڻي لنڊن موٽي آيو ۽ مئمين جي ويجهو گهر ورتائين ۽ هن سان هر هفتي ملندو رهيو هو، جيتوڻيڪ هو الڳ زندگيون گذاريندا هئا. ڪوئسلر کي ڪميونسٽ مرتد (Renegade) ۽ ٻيسي.آءِ.اي جو ايجنٽ ڪوٺيندا هئا. حشوءَ مون کي هن جو ناول "منجهند جو اونده" (Darkness at noon) غالبا 1945ع

۾ پڙهڻ لاءِ ڏنو هو. انهيءَ ناول، ڪوئسلر کي ساري دنيا ۾ مشهور ڪري ڇڏيو هو. ان ناول ۾ ان بالشيوڪ جي حالت ڏيکاري وئي آهي جنهن کي خفيه پوليس گرفتار ڪري، پنهنجي ڏوهه جي باس زبردستيءَ ڪرائي هئي، جيتوڻيڪ هو بي ڏوهي هو. دراصل انهيءَ ناول جي پس منظر ۾ اُهي مقدما هئا جي 1938-1936ع ۾ ماسڪو ۾ ٿيا ها ۽ جن ۾ اسٽالن پنهنجن مخالفن کي رياست جو دشمن ڪري پيش ڪيو هو. ان کان پوءِ مان وقت بوقت ڪوئسلر جا ڪتاب پڙهندو رهندو هوس. هُن جي مطالعي، ڪميونسٽن جي ويجهو هجڻ جي باوجود، مون کي ڪميونسٽ ٿيڻ کان بچائي ورتو. هن جي زال مئمين ته 1954ع ۾ سخت دَم ڪشيءَ ۾ مري وئي هئي. هُن پاڻ 4 مئي 1983ع تي لنڊن ۾ آپگهات ڪيو. هن هڪ ڪتاب يوگ ۽ زين مت تي به لکيو آهي، پر ڏسجي ايئن ٿو ته آخر تائين هو دهريو هيو ۽ هُن جو منطقي انت خودڪشي هئي. اها ئي ڳالهه آهي ته علامه آءِ.آءِ قاضيءَ به خودڪشي ڪئي هئي.

## آلبرٽ ڪامو (Albart Camus)

فرانس جو مشهور ناول نگار جو الجزائر ۾ 1916ع ۾ پيدا ٿيو. هن جا والدين هسپانوي هيا. هن جي پرورش اتر آفريڪا ۾ ٿي ۽ هن ڪيئي ملازمتون ڪيون. تنهن کان پوءِ هو فرانس جي راڄ ڌانيءَ ۾ آيو ۽ صحافت جو پيشو اختيار ڪيائين. 1942ع ۾ هن 'اجنبي' ناول لکي شهرت حاصل ڪئي. هو جرمن والار خلاف مزاحمتي تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن هيو ۽ 'لڙائي' اخبار (جا چوريءَ ڇپي نڪرندي هئي) جو ايڊيٽر هو. جنگ جي خاتمي کان اڳ ۾ هن هڪ ناٽڪ ڪَئلي گلا (رومن شهنشاهه) 1939ع ۾ لکيو ۽ جنگ جي دوران ناول 'اجنبي' 'بيروني ماڻهو' ۽ ڪجهه دانشورانه مضمون 'سسي فس جي ڏند ڪٿا' جي نالي سان لکيا. تنهن کان پوءِ هُن سياست ترڪ ڪري ڇڏي ۽ سارو وقت صحافت کي ڏيڻ لڳو ۽ هَن کي بين الاقوامي شهرت وغيره ناول 'پليگ' ۽ ڪتاب 'باغي'، بغاوت، مزاحمت ۽ موت' ۽ ڊراما 'تابوءَ ۾' ڪري ملي ۽ جنوري 1957ع ۾ هن کي نوبل پرائز مليو. 1960ع ۾ هو رستي جي هڪ حادثي ۾ مري ويو.

فرانس ۾ جي وڏا اُديب ٿيا آهن، تن ۾ آندري مالرو، جيڪو ڊيگال جو ڪلچر منسٽر به هيو ۽ جنهن اسپين جي جنگ آزادي ۾ هيمنگوي ۽ ٻين سان گڏ انٽرنيشنل برگيڊ ۾ حصو ورتو هو، وجوديت جي فلسفي تي ڪيترا ڪتاب لکندڙ ناول نويس سارتر، هن جي محبوبا سيمون دي بيوار ۽ ڪامو هيا.

هن جو مشهور ناول 'پليگ' هڪ تمثيل هئي فرانس جي باري ۾ جا نازي جرمنيءَ جي قبضي ۾ هئي. مان ڀانيان ٿو اُها اسٽالن واري روس جي باري ۾ به تمثيل هئي. 'سسي فس جي ڏند ڪٿا' واري مضمون ۾ ڪامو ڏيکاريو آهي ته هن ڪائنات ۾ خوشي تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿي، جڏهن انسان هڪ ڀيرو اهو مڃي ته زندگيءَ کي ڪي به معنيٰ

نہ آهي سوا اُن جي، جا هُو اُن کي ڏئي ٿو. ڪنهن هند هو سارتر جي وجوديت کي بہ مجيندو نظر اچي ٿو، جيتوڻيڪ هن وجوديت تي تنقيد ڪندي لکيو تہ، ”اُها انهيءَ ما بعدالطبيعياتي سمجهاڻيءَ جي جاءِ والاري ٿي، جيڪا هوءَ اُلٽ پلٽ ڪري چڪي آهي.“ ڪامو ۽ سارتر سياسي اختلاف بہ ڪاني رکندا ها، جو تہ ڪاموءَ هڪ مضمون ۾ لکيو تہ ”سياسي، سماجي ترقي درجي بدرجي ٿيندي ۽ مڪمل انقلاب سان نہ ٿيندي، جيئن سارتر ۽ مارڪسٽ چوندا ها.“ ڪاموءَ جي ناولن ۾ انسان ذات ۾ اعتبار واضح آهي، هو 1960ع ۾ ڪار جي حادثي ۾ مري ويو.

## آلندي سيلويڊار

چليءَ جو سوشلسٽ ليڊر ۽ صدر جو 1908ع ۾ ڄائو هو ۽ جو 1973ع ۾ ماريو ويو. آخري دم تائين هار نہ مڃيائين ۽ مشين گن هلائيندي وڙهندو رهيو. شايد ساڳي ڏينهن تي يا ٻئي ڏينهن تي هن جو دوست راڳي شاعر وڪٽر هارا ماريو ويو. هن جي زال جون هارا جو ڪتاب 'Victor, the unfinished song' مون پڙهيو آهي. انهيءَ ۾ آلندي جو تمام گهڻو ذڪر آهي. آلندي هڪ پڪو مارڪسٽ هو، جيڪو ڏکڻ آمريڪا ۾ هڪ آزاد اليڪشن ۾ کٽي ويو هو. هُو چليءَ جي سوشلسٽ پارٽيءَ جو 1943ع ۾ سيڪريٽري جنرل ٿيو هو. جيتوڻيڪ هڪ سوشلسٽ جي حيثيت ۾ اُنهي سوشلسٽ گروپ جي خلاف ڪامياب ٿيو هو، جيڪو ڪميونسٽ ڏر جو حامي هو، پر پوءِ هن ڪميونسٽن سان تعاون جي ضرورت محسوس ڪئي، جيئن چليءَ ۾ انقلابي تحريڪ ڪمزور نہ ٿي. 1948ع ۾ هو سوشلسٽ پارٽيءَ کي پريزيڊنٽ گبرئيل گونزاليز وڊيلا جي حڪومت ۾ شامل ٿيڻ تي آماده نہ ڪري سگهيو، نہ وري ڪميونسٽ پارٽيءَ جي حمايت تي آماده ڪري سگهيو. آلندي سوشلسٽ پارٽيءَ کي الوداع ڪري، هڪ ٻي ڪَسب – ويري سوشلسٽ پارٽي ناهي، جنهن کي 'پاپولر سوشلسٽ پارٽي' نالو ڏنو ويو. جڏهن 1952ع ۾ پي ايس پي اڳين آمر جنرل ڪارلوس ابنيز کي چوند ۾ اميدوار جي حيثيت ۾ مدد ڪئي تہ آلندي پي. ايس. پي ڇڏي، اصلي سوشلسٽ پارٽيءَ ۾ موٽي آيو. هن کي ڪميونسٽن مدد جي آڇ ڪئي جي سوشلسٽن انتخاب ۾ هن کي صدارت لاءِ اميدوار چونڊيو. سوشلسٽن اها آڇ قبول ڪئي ۽ ٻنهي پارٽين اتحاد ڪيو، جنهن کي 'پاپولر ائڪشن فرنٽ' ڪوٺيو ويو، جنهن ٽي ڀيرا 1952ع، 1958ع ۽ 1964ع ۾ آلندي کي صدارتي اميدوار جي حيثيت ۾ مدد ڪئي، پر ڪامياب نہ ٿيا. فرنٽ جي جاءِ تي پوءِ 'پاپولر يونٽي' ناهي وئي، جنهن ۾ ريڊيڪل پارٽيءَ جا ميمبر، ڪميونسٽ، سوشلسٽ ۽ اُهي ڪرسچئن ڊيموڪريٽ، جيڪي پنهنجي پارٽيءَ سان اختلاف رکندا هيا، شامل ٿيا. 1970ع جي اليڪشن ۾ آلندي کٽي ويو. ڇاڪاڻ جو هن کي واضح اڪثريت نہ هئي تہ اُتان جي قانون مطابق، هن جي اليڪشن کي قومي اسيمبليءَ بحال ڪيو، جنهن ڪرسچئن ڊيموڪريٽن، آلندي

جي انهيءَ شرط تي حمايت ڪئي ته ائين ڪي نه ٽوڙيندو. آلندي جي پروگرام ۾، بئنڪن ۽ خانگي ڪمپنين کي قوميائڻ به هو ۽ زرعي سڌارا به هئا. هڪ اهڙو نظام ٺاهيو ويو، جنهن محنت ڪش کي سرڪار جي اختيار ۾ فرمن ۾ حصيدار بڻايو ويو. زرعي سڌارا تيز ڪيا ويا. 1972ع تائين سڀ وڏيون جاگيرون قوميايون ويون. آلندي جي سرڪار جو آمريڪا سان اُن وقت تصادم ٿيو، جڏهن ان آمريڪا جا ٽامي جا ڪارخانا قوميائيا ۽ انهن لاءِ ڪافي معاوضو نه ڏنو. آلندي جي پگهارن ۾ اضافن ۽ پيداواري مسئلن، صورت حال کي وڌيڪ منجهائي وڌو ۽ عالمي منڊيءَ ۾ ٽامي جي بها ڪِري پئي.

وچولي طبقي جي وڌندڙ حرڪتن سبب آلندي خلاف 1972ع ۽ 1973ع ۾ اسٽرائيڪ ۽ مظاهرا ٿيا. 1973ع جي اونهاري تائين به وروڌي ڌريون ٿي ويون. هڪ آلندي جي پورهيت حمايتين جي ۽ ٻي وچولي طبقي جي وروڌي ڌُر. 11 سيپٽمبر 1973ع تي آلندي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو ۽ ملٽري ڪُوپ (Coup) ڪامياب ٿيو. آلندي صدر جي محل تي حملي ۾ وڙهندي ماريو ويو.

مشهور شاعر پيبلونرودا به آلندي جو دوست هيو، جنهن کي هن اسپين ۾ سفير مقرر ڪيو هو ۽ جو هن جي موت کان ڪجهه وقت پوءِ گذاري ويو.

## ابن رشد (1126ع کان 1198ع تائين)

عبدالوحيد محمد احمد بن محمد رشد، اسپين جو سڀ کان وڏو عرب فلسفي ۽ سائنسدان هو. طب، فلسفي، فقه ۽ فلڪيات جو وڏو ماهر هو. هو قرطبا ۾ پيدا ٿيو ۽ هن جو پيءُ، ڏاڏو قاضي جي عهدي تي فائز هيا. ابن رشد جي ابتدائي حالتن جي ڄاڻ نه آهي. شايد هن جو ابن طفيل جي دربار ۾ الموحدون سان تعلق ٿيو هيو ۽ اُنهن هن کي علم لاءِ اُتساهيو هيو. 1169ع ۾ ابن رشد، اسپين ۾ ڪنهن شهر جو قاضي مقرر ٿيو. 1171ع ۾ هو قرطبا جو قاضي القضاة ٿيو. 1182ع ۾ هن کي ابو يعقوب يوسف، مراڪش گهرائي ورتو ۽ پنهنجو خاص طبيب مقرر ڪيو. اُتان جا ديني عالم هن کي ملحد سمجهي، هن جي سخت مخالفت ڪندا هيا، جنهن ڪري هو قرطبا موٽي ويو، پر اتي به ڪفر جي فتوائن هن کي جلاوطن ٿيڻ تي مجبور ڪيو. مراڪش جي خليفي به هن جي فلسفي واري تعليم تي پابندي لڳائي، پر ان کان پوءِ وري هن کي پاڻ وٽ گهرائي ورتائين، جتي هو ٿوري عرصي کان پوءِ گذاري ويو.

هن امام غزالي جي جواب ۾ ڪتاب لکيو ۽ ارسطو جي ڪتابن جون شرحون، افلاطون جي ڪتاب 'سياست' جي شرح ۽ طب تي 'الڪُليات' ڪتاب لکيو. غزاليءَ جي جواب ۾ هن جيڪو ڪتاب لکيو اهو سڀ کان اهميت وارو آهي، ڇو ته اُن ۾ هن جي فلسفي ۽ فڪر جي جهلڪ ملي ٿي. ان فڪر جي ڪري نه فقط مسلمان ديني عالم پر عيسائي پادري به هن کي ڪافر سمجهڻ لڳا. دراصل ابن رشد عالمن جي انهيءَ

مڪتب سان تعلق رکندو هيو، جي متڪلمين ته نه هئا پر ڇاڪاڻ ته هو عقليت پسند هيو ان ڪري هُن مجيل عقيدا پنهنجي فلسفي ۾ آندا هيا. ايتري قدر جو الڪندي، فارابي، ابن سينا، ابن ماجا ۽ ابن طفيل وغيره جيڪي انهيءَ سلسلي سان تعلق رکن ٿا، جنهن جي آخري ڪڙي ابن رشد ثابت ٿيو. مشرق ۾ ڇاڪاڻ جو صوفين جو دؤر هيو، يعني ابن عربيءَ جا نظريا مڃيا ٿي ويا ۽ وسطي ملڪن ۾ امام غزاليءَ جا، ان ڪري هن جي فڪر جي خلاف محاذ ٺاهيو هيائون. ابن رشد جهڙا عقليت پسند مفڪر مغرب جي پاند ۾ پناهه وٺندا هيا. اهو ئي سبب آهي جو سائنس ۽ ٽيڪنالوجي ۾ مغرب ۽ تصوف ۾ مشرق وڏي ترقي ڪئي ۽ انهيءَ ۾ پنهنجي سڃاڻ حاصل ڪيائين. ابن رشد جي دعوئ هئي ته مذهب جا الهامي اصول عقليت کان سواءِ ۽ باقي هر چيز عقل جي ڪسوٽي تي پرکجي. انهيءَ طرح سان هن دنيا کي ارسطوءَ جي راهه ڏيکاري ۽ هو ارسطوءَ جو سڀ کان وڏو مفسّر ۽ شارح تسليم ڪيو ويو.

## ابن سينا، بوعلي (آگسٽ 980ع کان جون 1067ع تائين)

ابو علي حسين بن عبدالله ابن سينا اسلامي دنيا جو نامور طبيب، جڳ مشهور سائنسدان، فلسفي، رياضي دان ۽ فلڪيات جو ماهر هو، هو بخارا جي هڪ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو. هن کي مغرب ۾ 'آوِي سينا' چوندا هئا. هن جو هڪ مشهور ڪتاب 'القانون في الطب' ڪيئي صديون پڙهايو ويو ۽ ٻئي ڪتاب 'الادويہ' کي طب جو انجيل سمجهيو ويندو هو. هو ڇهن ورهين جو هو ته بخارا پهتو ۽ تعليم حاصل ڪيائين. هن جو پيءُ اسماعيليہ فرقي سان تعلق رکندو هو ۽ پٽ کي به اها تعليم ڏيڻ چاهيائين، پر هُن هٿٺهار نوجوان ڏهن ورهين جي عمر ۾ قرآن، فقه ۽ ادب جو مطالعو پورو ڪري ڇڏيو ۽ باقي جيڪي علم هُئا انهن ڏانهن ڌيان ڦيرايائين. هن منطق، فلسفي، رياضي جي تعليم حاصل ڪري، طب ۽ طبعيات جو مطالعو شروع ڪيو ۽ جلد ئي پنهنجي اُستادن کان اڳتي نڪري ويو. سورنهن سترنهن ورهين جي عمر ۾ بوعلي ابن سينا بخارا جي حڪمران نوح بن منصور جو علاج ڪاميابيءَ سان ڪيو ۽ اِن ڪري شاهي ڪتب خاني ۾ مُهتمم مقرر ڪيو ويو. هن سارو ڪُتب خانو هڪ ئي سال ۾ پڙهي پورو ڪيو ۽ سڏا سنوان مشاهدا ۽ تجربا به ڪندو رهيو. ٻئي سال بخارا جو حاڪم فوت ٿي ويو ۽ ابن سينا کي پنهنجو وطن ڇڏڻو پيو، پر انهيءَ وچ ۾ هو پنهنجي علم کي توڙ تائين پهچائي چڪو هو. ان کان پوءِ هن تصنيف ۽ تاليف جو ڪم شروع ڪيو. 1001ع ۾ ابن سينا 'خوارزم' پهتو ۽ علي بن مامون جي دربار ۾ داخل ٿيو، هتي هن جي ملاقات هن جي دؤر جي عظيم عالمن ۽ فاضلن سان ٿي. البيروني، العراقي، ابوالخير سان سندس بحث مباحثا ٿيندا رهيا. 1009ع ۾ هو 'جرجان' ويو، پر ڪٿي به آرام سان نه رهيو. 1015ع ۾ هن 'ري' طرف رخ رکيو، جتي جدا جدا حيثيتن ۾ ڪم ڪندو ۽ مشورا ڏيندو رهيو. 1022ع ۾ امير علاءُ الدين وٽ ڪجهه سڪون سان رهي سگهيو ۽ عمر جا

آخري 14 سال هن سائنس گڏ گذاريا. نيٺ هو 'حمدان' ۾ ڪولنج جي مرض ۾ مري ويو.

هن فلسفي، منطق، رياضيءَ تي ڪيئي ڪتاب لکيا هيا، جن ۾ فلسفي تي 'الشفاءُ'، طب ۾ 'القانون' ۽ 'الادويہ' انسائيڪلوپيڊيا جي حيثيت رکن ٿا. 12 صديءَ ۾ انهن جا ترجما يورپي ٻولين ۾ ٿيا ۽ ان کان پوءِ ڪيئي صديون اُهي اسلامي ۽ يورپي يونيورسٽين ۾ پڙهايا ويا.

## اپالو ڊورس

افلاطون جي ڊرامي 'فيڊو' جو هڪ ڪردار هيو، روشني ۽ ڇانوَ جون تصويرون ڪڍندو هو ۽ هن لاءِ چيو ويو آهي تہ هن شيون ائين چٽيون هيون جڻ اصل آهن. هن جو شاگرد زيوڪسز (Zeiuxix) جنهن جو ذڪر مون اڳي ڪنهن ڪتاب ۾ ڪيو آهي، تنهن تصوير ۾ پکيہ انڙا ڪڍيا هيا جو اهي اُڏامي آسمان تي هليا ويا هيا. هو انهيءَ ڪري مشهور ٿيو هو. ولڊيورانٽ جي ڪتاب 'The life of Greeks' ۾ ڪنهن ٻئي اپالوڊورس جو ذڪر نہ ٿو ملي، پر Collier's انسائيڪلوپيڊيا ۾ اپالو ڊورس آف ڊمسڪس جو ذڪر آهي جو ٻيو ڪوئي اپالو ڊورس آهي.

## اپيڪيورس

342 ق.م ۾ ڄائو ۽ 271 ق.م ۾ گذاري ويو. هو هڪ يوناني فلسفي هو، جنهن جو تفصيل سان ذڪر ڪتاب جي مهاڳ ۾ ڪيو ويو آهي.

## احمد سليم

پنجابي ۽ اردوءَ جو مشهور اديب جو منهنجو دوست آهي. هن پنجابي ۽ اردو ۾ نثر ۽ نظم لکيو ۽ انگريزيءَ ۾ سک مصوره امرتا شيرگل تي هڪ ڪتاب لکيو آهي. منهنجي شاعري جي انتخاب جو پنجابي زبان ۾ منظوم ترجمو 'جو ٻيجل نہ آکيا' جي نالي سان ٻہ ڪيو اٿائين. هن اردو شاعره سارا شگفتہ (جا عطيہ دائود جي گهري دوست هئي) جي زندگي تي ٻہ 'مرده آنکهين، زندهہ پيام' ڪتاب لکيو آهي ۽ پنهنجي پنجابي شاعري جا ڪتاب 'تن تنبور، نور منارے'، 'ڪونجان ڪيون موئيان' ۽ ٻيا نثر ۾ 'ڀهگت سنگهہ' وغيره ڪتاب لکيا آهن. مون وٽ هن کي فيض احمد فيض خط ڏئي موڪليو هيو، جڏهن مان وائيس چانسلر هوس. مون کيس پاڪستان اسٽڊيز سينٽر ۾ ملازمت ڏني هئي. هو واندو وقت مون سان گڏ گذاريندو هو، پر مون کان پوءِ هو نوڪري ڇڏي هليو ويو هو ۽ ٽي – وي وغيره تي ڪم ڪندو رهيو آهي. هو امرتا پريتم جو دوست آهي ۽ پنجابيءَ ٻوليءَ جو سيني کان سلجهيل ۽ سيبتو اديب آهي. هن ٿي لاهور ۾ پنجابيءَ

پوليءَ جي مرد ۽ عورت شاعرن سان ڪيئي ڀيرا منهنجي ملاقات ڪرائي هئي ۽ اهو هُن جي صحبت جو اثر هو جو پنجاب مون لاءِ اجنبي نہ هو. هن جا فيض سان بہ ڪافي گهرا تعلقات هوندا هيا.

## اربندو بوس

بنگالي اديب هو ۽ شايد شانتي نڪيتن ۾ رهيو هو. 1937ع ۾ ٽئگور سخت بيمار ٿي پيو، جنهن هن جا ڪائنات ڏانهن نظريا ۽ تعلق ڦيرائي ڇڏيا ۽ انَ کان پوءِ هن مون وانگر هڪڙي نئين يقين ۽ نئين مسرت سان شاعري ڪئي/ ڳاتو. هو 1941ع ۾ گذاري ويو ۽ آخري دم تائين لکندو رهيو. اربندو بوس هن جي نہ رڳو پو ين چئن ڪتابن جو ترجمو ڪيو، جن جو ذڪر هن ڪتاب ۾ آهي، پر هن ٽئگور جا بہ ڪتاب 'The flight of Swans' (هنس اڏار) ۽ 'Herald of Spring' (بسنت سُڏ) اڱيئي ترجمو ڪيا هئا.

## اربندو گهوش (1872ع کان 1950ع تائين)

جديد هندستان جو وڏو ويدانتي فلسفي هيو. هن لکيو هو تہ:

حقيقت جو سلسلو آهي، جو ترقي ڪري ٿو، مادي کان وٺي قائم بالذات روحانيت تائين. هن 1926ع، 1944ع ۽ 1950ع ۾ گيتا تي مضمون لکيا. 1946ع ۾ 'هندستان ۾ نئين جاڳرتا جي تحريڪ' ۽ ٻيو ڪتاب 'ڪائنات جي ڳجهارت' لکيائين. 1947ع ۾ 'الوهيت واري زندگي' لکيائين. هن جو اهو ذخيم ڪتاب مون پڙهيو آهي پر هن جي ڳالهہ منهنجي سمجهہ مان ڪنهن حد تائين ترڪي ٿي وڃي. ان کان پوءِ بہ هن ڪافي ڪتاب لکيا جي منهنجيءَ نظر مان نہ گذريا آهن. هن جو ارادو هو تہ فلسفي سان توڙ تائين نباهي ۽ هن کي اصلي ويدانتا جو روپ ڏئي. هن شنڪر جي ادويتا ويدانت جي ڪيترن مسئلن تي لکيو. شري اربندو جي چوڻ موجب، "شنڪر آچاريا منفي اُصولن سان پوري طرح سمجهائي نہ سگهيو آهي تہ قائم بالذات (absolute) آخر لا انتهائي (infinite) ۾ لهي چو اچي." شري اربندو ڳالهہ جو جواب ڏنو تہ، "اهو برهما جي اصلي قوت (شڪتي) جو لازمي اظهار هو."

انسانذات جي باري ۾ هن لکيو آهي تہ "ان جو ذهني سطح وڏ ۾ وڏ امڪان واري حد تي نہ آهي ۽ ماڻهوءَ کي پنهنجي من کان پري وڏي ٽپي لاءِ تيار رهڻ کپي ۽ انهي ٽپي کي مون 'پورن يوگ' ڪوٺيو آهي جو هڪ مڪمل ضابطو آهي ۽ جو ماڻهوءَ جي من ۽ جيون کي ڦيرائي سگهي ٿو." شري اربندو ان ڳالهہ کي نهايت اهم سمجهيو هو تہ، "مادي ۽ روح، انسان ۽ خدا، محدود دنيا ۽ قائم بالذات حقيقت ۽ وحدت کي ڪثرت سان ڪنهن طرح پاڻ ۾ سرچائي سگهجي."

## ارسطو (384 ق.م کان 322 ق.م تائين)

يونان جو مشهور فلاسفر ۽ افلاطون جو شاگرد هو. هن ڪيئي ڪتاب لکيا آهن، جن مان مشهور آهن، "The constitution of Ethens" (ائيٿنس جو آئين)، "گفتگو"، 'بادشاهت'، 'اليگزانڊر'، 'وحشين جون رسمون'، 'فطري تاريخ'، 'صحيح سوچ جو ذريعو'. اهي ڪتاب روح، فصيح تقرير، منطق، اخلاقيات ۽ طبعيات، مابعدالطبعيات، سياست ۽ فن - شاعري تي آهن. هر فلسفيءَ تي پورو ڪتاب لکي سگهجي ٿو. ارسطوءَ کي مختصر ڪرڻ ذري گهٽ ناممڪن آهي، ان ڪري طوالت جي خوف کان وڌيڪ نه ٿو لکان.

## ارينا

مصنف جي 22،20 ورهين جي روسي گائيڊ هئي، جنهن فرانس جي 'ڏارين ٻولين جي اداري' ۾ ڊگري ورتي هئي. هوءَ سفر دوران مصنف جي گهري دوست ٿي وئي هئي ۽ هن سان رات جو ٻي، اڍائي بجي تائين ادبي ڪچهريون ڪندي هئي، جن تي هڪ الڳ ڪتاب لکي سگهجي ٿو. روسي اديبائن کي ويهن ورهين جي عمر ۾ ايترو مطالع ۽ عقل هيو، جيترو هتي جي 75 ورهين جي پوڙهن اديبن کي به نه آهي؛ هُن، مصنف کي ٻڌايو هو ته، جڏهن فيض ماسڪو ايندو آهي ته هڪ اديبا گائيڊ لدميلا هن کي ووڊڪا جا جام ڀري ڏيندي آهي ۽ هن پهريون ڀيرو مصنف کي چيو هو ته اسان روسي اديب ڊاڪٽر زواگو تان بندش لهرائڻ لاءِ ڪوشش پيا ڪيون، جو ته پاسترناڪ، پشڪن کان پوءِ روس جو وڏي ۾ وڏو شاعر هو جنهن کي هوءَ فرانس ۾ فرينچ ترجمي ۾ پڙهي سگهي هئي.

## اِساڪ ٻيبل (Isaac Babel)

اوڊيسا جي هڪ يهودي واپاريءَ جو پٽ هو. هو اُتي 1894ع ۾ ڄائو هو ۽ سورنهن سالن جي عمر ۾ * تلمود پڙهيو هئائين ۽ 1915ع ۾ سينٽ پيٽرسبرگ ڏانهن هليو ويو هيو. 1916ع ۾ هن جي ادبي زندگيءَ جي ابتدا ٿي، جڏهن گورڪيءَ هن جون ڪجهه ڪهاڻيون پنهنجي مخزن لاءِ ورتيون. سوويت يونين ۾ خانه جنگي هلندي ٻيبل ڪجهه وقت لاءِ اتان جي فوج ۾ شامل ٿيو. دراصل هن جي ادبي زندگي 1924ع ۾ شروع ٿي، جڏهن هن هڪ ڪهاڻين جو ڪتاب اشاعت لاءِ ڏنو، جو 1925ع ۾ شايع ٿيو. 1926ع ۾ هن مان اڪثر ڪهاڻيون هن جي نئين مجموعو 'سرخ رسالو' ۾ شايع ٿيون، جنهن ٻي مطالعي مونکي ڪافي متاثر ڪيو. هو ويهين صديءَ جي ٻئي ڏهاڪي جو زبردست قلمڪار هو ۽ هن ڪيترائي ناٽڪ به لکيا هيا، جن مان 'سانجهي' ۽ 'ميريا' اهڙا

* تلمود - يهودين جي قائدن ۽ مذهبي روايتن جو هڪ ڪتاب.

ٻانڪ هيا، جن تي سرڪاري حلقا مڇرجي پيا هيا، خاص ڪري 1934ع کان پوءِ جڏهن اسٽالن جي ادب تي سختگيري وڌي وئي هُئي. 1934ع کان پوءِ هنَ جو ڪو بہ ڪتاب شايع نہ ٿيو. چيو ويو آهي تہ 1941ع ۾ هو ڪنهن لوڙهي ۾ بند هيو ۽ اُتي ئي مري ويو. هن جي موت بعد 1957ع ۾ هِن جون چونڊ ڪهاڻيون شايع ٿيون.

## اسٽالن (1879ع کان 1953ع تائين)

1924ع ۾ لينن جي موت کان پوءِ يو.ايس.ايس.آر ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو اڳواڻ هو. جيستائين 1953ع ۾ هو دماغ جي رڳ ڦاٽڻ سبب مري ويو. هو جارجيا جي گوري شهر ۾ ڄائو هو. هن جو پيءُ ۽ ماءُ موچي هيا ۽ طفلس جي هڪ ڪارخاني ۾ ڪم ڪندا هيا. مذهبي پابنديءَ هن ۾ بغاوت جو جذبو پيدا ڪيو ۽ 1897ع ۾ هو هڪ مدرسي (Seminery) ۽ مارڪسي ٽوليءَ جو اڳواڻ هو. هن جي ڪارروائين سبب هن کي مدرسي مان نيڪالي ڏني وئي هئي. مدرسو ڇڏي اسٽالن طفلس جي رسدگاهہ ۾ ڪلارڪ جي نوڪري ڪئي، جيتوڻيڪ هن جي مکيہ دلچسپي روسي جمهوري مزدور پارٽيءَ ۾ هئي. هُو انهي اداري ۾ هڪ پيشہ ور فسادي ٿيو، ميڙ ڪٺا ڪري، طفلس ۽ باطوم ۾ هڙتالون ۽ مظاهرا ڪرايائين ۽ نيٺ پوليس جي وڪڙ ۾ آيو. هن کي باطوم ۾ گرفتار ڪري، ڦُطيسيءَ جي جيل ۾ هڪ سال لاءِ بند رکياؤن. 1903ع ۾ هن کي سائيبيريا بدر ڪيو ويو. جتي هن کي معلوم ٿيو تہ پارٽيءَ ۾ منيشيوڪ ۽ بالشيوڪ وڙهي پيا هيا. هو بالشيوڪن سان ڏُر ٿيو. 1904ع ۾ هو پڇي نڪتو ۽ ڪاڪيزيا (ڪوهہ قاف) ۾ پنهنجون زير زمين ڪارروايون شروع ڪيائين. 1905ع ۾ هو پهريون ڀيرو لينن سان ٽنلنڊ ۾ هڪ ڪانفرنس ۾ مليو. 25 جون 1907ع تي اسٽالن هڪ اسٽيٽ بئنڪ جي گاڏي تي ڌاڙو هڻارايو. 1908ع ۾ هن کي باڪوءَ ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ ڇهن مهينن لاءِ سزا ڏئي وولوگدا ڏانهن نيڪالي ڏني وئي. هن جي پهرين زال ڪيٿرين، جنهن سان هن 1904ع ۾ شادي ڪئي هئي، 1907ع ۾ سلهہ ۾ مري وئي ۽ ٻي زال ناديزدا، جنهن سان هن 1916ع ۾ شادي ڪئي، 1932ع ۾ آتم هتيا ڪري مري وئي.

1902ع کان 1917ع تائين اسٽالن هڪ طوفاني دؤر مان گذريو، جنهن ۾ هو ڪيئي ڀيرا گرفتار ٿيو، قيد ۾ وڌو ويو، جلاوطنيءَ ۾ موڪليو ويو، ڪيئي ڀيرا اُتان فرار ڪيائين. ڪنهن ڪنهن وقت هو انقلابي ادب تي ليک بہ لکندو هو. 1917ع جي انقلاب کان پوءِ هو پيٽروگراڊ ۾ آيو ۽ ڪامينوف سان گڏجي، پراودا اخبار سنڀاليائين، جا پارٽي صحافت ۽ پارٽيءَ جو وڏو هٿيار هئي ۽ اُن جو سرڪاري آواز هئي. انهيءَ دؤر ۾ هن پنهنجو اصلي نالو زگاشولي مٽائي پاڻ تي اسٽالن نالو رکيو يعني 'رُڪ جو ماڻهو'. مئي 1917ع ۾ اسٽالن پيپلز ڪميسارن جي ڪائونسل جو ميمبر ڪيو ويو ۽ 1922ع ۾ لينن هن کي پارٽي جو جنرل سيڪريٽري بڻايو. خانہ جنگي (1918ع کان 1920ع

تائين) هلندڙ هن سُرخ فوج لاءِ ڪاڌو ۽ رسد مهيا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هو خاص طور اسٽالن گراڊ ۾ (جا ان وقت زاريسٽن هئي) ٿڙت ۽ اٿرائتو هو ۽ جڏهن ان تي 'سفيد فوج' حملو ڪيو، ته هن شهر جي بچاءَ لاءِ ڪم ڪيو. انهيءَ ئي دؤر ۾ اسٽالن ۽ ٽراٽسڪيءَ ۾ جهيڙو شروع ٿيو، جيڪو ان وقت جنگ جو ڪميسار هيو. (انهيءَ جهيڙي جو تفصيلي ذڪر مون اسٽالن تي هڪ ناول ۾ پڙهيو هو جو نهايت هُنرمنديءَ سان لکيو ويو آهي) هن ٽراٽسڪيءَ جي اڪثر فرمانن کي ٽُڪ ٻه ٽه هنئي. جڏهن لينن 1924ع ۾ مري ويو، هن زينوفيف ۽ ڪامينوف سان گڏجي ٽه-مورتي ٺاهي ورتي ۽ ٽراٽسڪيءَ ۽ هن جي پوئلڳن جي مخالفت ڪئي. پوئين ڏينهن ۾ لينن ۽ اسٽالن جا تعلقات ڏاڍا ڪشيده ٿي ويا ۽ لينن موت جي بستري تي پنهنجي زال کي وصيت لکرائي ڇڏي ته، 'اسٽالن کي يڪدم هٽايو وڃي. هو نهايت کُهري طبيعت جو آهي ۽ اها ڳالهه ڪميونسٽن ۾ قابل برداشت نه آهي، خاص ڪري اُنهي ماڻهوءَ ۾ جو سيڪريٽري جنرل آهي.' چيو وڃي ٿو ته اسٽالن، لينن جي بيوه جي حمايت سان، اها وصيت دٻائي ڇڏي. جيتوڻيڪ ڪجهه سالن ڪان پوءِ جڏهن هو چڱيءَ طرح پير ڪوڙي چڪو هو، هن انهي وصيت جو ذڪر ڪيو. پوئين ويڙهه اسٽالن ۽ ٽراٽسڪيءَ ۾ تڏهن آئي، جڏهن ٽراٽسڪي انقلابي جي ٻارنهن ماسي ڪي 1927ع ۾ اسٽالن خلاف هنگامي ۾ بدلايو. جڏهن هُو ان ۾ ڪامياب نه ٿيو، تڏهن اسٽالن هن کي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سٽر ميمبرن سان گڏ، پارٽيءَ مان ڪڍي ڇڏيو. جنوريءَ 1928ع ۾ ٽراٽسڪي کي جلاوطن ڪيو ويو. ان ڪان پوءِ اسٽالن پنهنجي صنعتي ترقيءَ ۽ اِڪٺائي (مجموعيت-Collectivization) جو تصور ڏنو. هن شايد ڀانيو ٿي ته ايئن ڪرڻ سان، يو.ايس.ايس.آر جا اقتصادي بنياد مضبوط ٿيندا. (پر 1991ع ۾ هر ڳالهه وڃي ڪڏ جي تري ۾ پئي ۽ جي آمريڪا، روس کي کاڌي لاءِ سامان نه پهچائي ها ته هن سياري ۾ ماڻهو اتي مُردا ڪَٽي ڪائن ها) پوءِ اسٽالن پنهنجا پراڻا ڪامريڊ، اليڪسي رِڪوف، نڪولائي بُخارن، گريگوري زينوفيف ۽ ليو ڪامينوف ۽ ٻيا ڪيترائي ٽراٽسڪيءَ جا ساٿي پارٽي بدر ڪيا ۽ 'ماسڪو جي ڪارروايون' ۾ انهن کي موت جي سزا ڏني. (آرٿر ڪوئسلر اها لُنءَ ڪانڊارينڊڙ واردات پنهنجي ناول 'منجهند جو اوندهه' ۾ وڏيءَ فني مهارت سان ڏني آهي). 1939ع ۾ اسٽالن، هٽلر سان روس - جرمن پئڪٽ ڪري، دنيا کي ڇرڪائي وڌو. ڪيئي ڪميونسٽ ها، جن جا دماغ ٽڙڪي پيا. (مون ڊيلي ورڪر جي ڪميونسٽ ايڊيٽر ڊگلس هائيڊ جي آتم ڪهاڻي پڙهي، جنهن بي جنگ عظيم ڪان پوءِ ڪميونسٽن جا اهي افعال ڏسي ۽ جرمنيءَ ۾ روسي فوجين جي زنابالجبر ڏسي، ڪئٿولڪ مذهب اختيار ڪيو هو. اهڙيءَ طرح 'رات مان ٻاهر' هئمبرگ جي خلاصين جي يونين جي ڪميونسٽ سيڪريٽريءَ جي اهڙي آتم ڪهاڻي هئي، جنهن ۾ جن حالتن هن کي ڪميونزم کي الوداع ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو، انهن جي مطالعي منهنجي اکين ۾ ڳوڙها آڻي ڇڏيا هيا. مون جيڪو خدا ناڪامياب ٿيو' (God that

(failed) کان وٺي سوين ڪتاب پڙهيا ته، اڳيان ڪميونسٽ، جن پنهنجن هڏن جي ڍيرُ تي اها ڪميونزم جي عمارت اڏي هئي، جو ڪميونزم کي ڇڏي ويا هيا. اهڙن ڪميونسٽن جي اها نفسيات ٿي چڪي هئي، ته ڪميونزم کي ڇڏي، پنهنجي نفس جي تسڪين لاءِ، پنهنجي اهڙي قدم لاءِ سبب ڏيندا هئا. اهي جن ڪميونزم لاءِ ايڏو سَنو هو، سڀ ڪُوڙا ته نه ٿي ٿي سگهيا! جي اُنهن ۾ 5 سيڪڙو به سچ هجي ها تڏهن به اُهو انهيءَ شيش محل جا ٽڪراٽڪرا ڪري ڇڏي ها، کان ٽيجهه ٽٽ کان لاءِ ڪافي هو، جو ڪميونزم ناهيو هو. پر هينئر تاريخ ثابت ڪيو آهي ته جيڪي ڪجهه اُنهن لکيو هو، اُهو سورنهن آنا سچ هو)

اُن وقت اسٽالن ڏيکاريو ته جرمنيءَ سان ٺاهه، امن لاءِ هن جي استاديءَ جو وڏو ڪارنامو هو، پر هڪ مهيني کان پوءِ ڳالهه ظاهر ٿي پئي، جڏهن اسٽالن جي سُرخ فوج، پولينڊ جو اڌ والاري وٺي. اسٽالنَ جا پول وڌيڪ پڌرا ٿي پيا، جڏهن نومبر 1939ع ۾ فنلئنڊ تي سرخ فوج جو حملو ٿيو، چو ته فِن قوم سرحد جي باري ۾ اسٽالن جون ڪجهه گهرون نه ٿي قبوليون. اِها نِلي پلي سامراجي والار هئي. 6 مئي 1941ع تي اسٽالن يو.ايس.ايس.آر جو سرڪاري طور سربراهه ۽ پيپلز ڪميسارن جي ڪائونسل جو چيئرمين ٿيو. پوءِ ان کي وزيرن جي ڪائونسل چيو ويو. اها ڳالهه يو.ايس.ايس.آر تي جرمنيءَ جي حملي کان ڪجهه هفتا اڳ ٿي. ٻي جنگ عظيم ۾ اسٽالن جي رهنمائي ۽ فولادي ارادي ماسڪو ڏي اڳتي وڌندڙ نازي فوج جي خلاف دفاع ڪيو ۽ آخر کين شڪست ڏني. 6 مئي 1943ع تي هن کي فيلڊ مارشل جو خطاب مليو ۽ 27 جون 1945ع تي جنرليسيمو جو خطاب مليو. 1943ع ۾ هو صدر روزويلٽ ۽ وزيراعظم چرچل سان طهران ڪانفرنس ۾ ۽ 1945ع ۾ صدر ٽرومئن ۽ چرچل سان يالٽا گڏجاڻيءَ ۾ ۽ پوسٽ ڊئم گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيو. اُن کان پوءِ اسٽالن جي پُراڻن اتحادين سان رَوش دشمنيءَ واري ٿي وئي. سوويت اڳرائي ۽ هَلان جا برلن تي ٿي، اِنهيءَ رِٽ، پَهه ۽ راجنيتي مَتي جو نتيجو هئي ۽ ان کان پوءِ ڏکڻ ڪوريا تي اُتر ڪوريا جي حملہ آوري به ساڳي مصلحت هيٺ ڪئي وئي.

5 مارچ 1953ع تي اسٽالن جي حڪمرانيءَ جو اُٺيهون سال پورو ٿيو، جڏهن هن جي دماغ جي رڳ ڦاٽي پئي ۽ موت هن جون اِکيون هميشہ لاءِ پوري ڇڏيون ۽ هن جيڪي پنهنجي دؤر ۾ ويهارو لک خُون ڪيا هئا، اُهي ڪيس ڦٽيا يا نہ، اهو ته حساب منڪر نڪير جي وهي کاتي ۾ هوندو، پر پوءِ به هن کي ٿوري وقت لاءِ ڪريملين ۾ قبر نصيب ٿي.

هن جي موت کان پوءِ فرسٽ سيڪريٽريءَ نڪيتا ڪروشنچوف هُن جي شخصيت پرستيءَ جي پاڙ پٽي ڦٽي ڪئي ۽ 24 فيبروريءَ 1956ع تي هُن اُنهي ظالم آمر تي 1937ع ۾ مرڪزي ڪميٽيءَ جي 133 ميمبرن مان 70 جي قتل، 'پاڪ صاف ڪرڻ واري تحقيقات' (Purge trials) ذريعي خونِ ناحق، 1930ع واري زمين - اِڪنائيءَ

واري ڪارروائيءَ ۾ هزارين قتل (جن جي بي رحميءَ جو ذڪر ’ڊاڪٽر زواگو‘ ۾ پاسترناڪ نهايت چابڪ دستيءَ سان ڪيو آهي.) ماسڪو جيءَ گهيراءَ وقت ذاتي بُزدلي جي مظاهري (جڏهن هو شهر ڇڏي هليو ويو هو) ۽ 1949ع ۾ مارشل ٽيٽو جي برگشتگيءَ ۽ بغاوت، انهن سيني ڳالهين جا علي الاعلان الزام ڏنا. اسٽالن جي اِن بت شڪنيءَ، يو.ايس.ايس.آر جا بنياد ڪيڏي وڌا. پولينڊ ۽ هنگريءَ جي رهواسين آڪٽوبر ۾ بلوو ڪيو. (مون ان تي هڪ ڏاهوڪو ڪتاب (Revolt of the mind) ساهيوال جيل ۾ پڙهيو هو، جنهن جو ذڪر مان پنهنجيءَ ڊائريءَ ۾ ڪري چڪو آهيان.) هنگريءَ ۾ اُيار ڪي.بي.ترسيءَ سان ڪچليو ويو. 1961ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ويهين ڪانگريس حڪم ڪيو تہ اسٽالن جي لاش کي ماسڪو ۾ لينن واري مقبري وٽان ڪڍايو وڃي. (جڏهن مان 1976ع ۾ ماسڪو ويو هوس تہ هِن ’رُڪ جي ماڻهو‘ جي ڪريملنُ ۾ مٽيءَ پور بہ نہ هئي.) اسٽالن کي.ہ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ هئي. هُن جو وڏو پٽ ياڪوف جرمنيءَ جي قيدخاني ۾ مري ويو ۽ ننڍو پٽ 1962ع ۾ ڪار جي حادثي ۾ مري ويو. هن جي ڌيءَ سيوَتلينا 1967ع ۾ يو.ايس فرار ٿي وئي، جتي هن جي آتم ڪهاڻي ڇپي، جيڪا مون جڏهن پڙهي تہ منهنجا وار اُڀا ٿي ويا.

اسٽالن، انهي انانيت جو نتيجو آهي جا انهيءَ شخص ۾ پيدا ٿئي ٿي، جنهن کي خدا جو ڪو بہ تصوّر نہ آهي، جيڪو ڪنهن ابدي اِنصاف ۾ اعتبار نہ ٿو رکي، جو ماديت پسند آهي، ۽ ماٺڪو وسڪيءَ چوائيءَ، ”توڪي ڇاتيءَ ۾ ڇُرو هڻي، ڪلندو هليو وڃي ٿو.“ اسٽالن جي موت کان پوءِ آخر ۾ 1991ع ۾ يو.ايس.ايس.آر ڪيئن ٽٽي ۽ اُن کي گوربچوف جي ’پريسترائڪا‘ بہ بچائي نہ سگهي، اُهو هڪ عبرت جو داستان آهي. پاسترناڪ جي قبر تي اڄان تائين گُلن جي ورکا ٿئي ٿي، اسٽالن جي قبر تي ڪوئي پادر هڻڻ بہ پنهنجي توهين سمجهي ٿو. دنيا جي هر آمر جو انت اهو آهي جو اسٽالن جو ٿيو. غالب ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

بقدرِ حوصلهءِ عشق جلوه ريزي هے
وگرنہ خانهءِ آئينه کي فضا معلوم

مطلق اقدار (Absolute values) پاينده آهن، ٻي سڀ بڪواس آهي. ڏهہ احڪامِ الاهي اڄ بہ اوترئي معنيٰ رکن ٿا، جيتري عهدِ قديم ۾ رکندا هئا.

تابه ديوار و دَرش تازه کُنم عهد قديم
گاهي از کوچهءِ معشوقهءِ خود مي گذرم

(شهريار)

(ترجمو: جيئن هن جي ديوَار ۽ در سان قديم عهد تازو ڪيان، ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي معشوقه جي گهٽيءَ مان لنگهان ٿو.)

## اسپنڊر سر اِسٽيفن (Spender, Sir Stephen)

1909ع ۾ لنڊن ۾ ڄائو، مان ڀانيان ٿو تہ اڃان تائين جيئرو آهي. هو انگريزي شاعر ۽ تنقيد نگار آهي ۽ 1930ع واري دؤر جي نئين ادب (New writings) ۾ هن جو ڪافي اثر رسوخ رهيو آهي. مان جڏهن ڪاليج ۾ پڙهندو هوس تہ New Writings جو ڪافي مطالعو ڪندو هوس، جي اڃان تائين منهنجي لائبريري ۾ آهن. هو سياسي طور باشعور انسان آهي ۽ هن جي شاعري ۾ صنعتي دؤر جا پاڇاوان آهن، پر هن ذاتي ۽ اندروني جذبات جي اظهار ۾ مهارت حاصل ڪئي آهي ۽ اُن لاءِ مشهور آهي. هن جو ڪتاب 'نظم' (Peoms) 1933ع ۾ ڇپيو. هن جا دوست ۽ همعصر انگريزيءَ جا مشهور شاعر آڊن*(Auden)، اشروود** (Isherwood) ۽ مئڪ نيس*** (Mac Niece) رهيا آهن. هن پنهنجو سياسي نظريو، 'انڪائونٽر' (Encounter) جي مدير جي حيثيت ۾ ۽ پنهنجي تنقيدي ڪتاب 'تخليقي عنصر' ۾ 1953ع ۾ ڏنو هو. 1951ع ۾ هو اڳيئي پنهنجي آتم ڪهاڻي 'دنيا اندر دنيا' (World within World) ڇپرائي چڪو هو.

جيتري قدر مون کي پنهنجي مطالعي مان ياد پوي ٿو تہ هو هيمنگوي وغيره سان گڏ 'جنرل فرانڪو' خلاف اسپين ۾ ٺاهيل 'بين الاقوامي برگيڊ' ۾ شامل هو.

## اسپينسر

1820ع ۾جنم وٺندڙ هربرٽ اسپينسر 1853ع ۾ وفات ڪئي. هن قانون، حياتيات، نفسيات، اخلاقيات، معاشيات ۽ فلسفي وغيره تي ڪيترائي ڪتاب ۽ پنهنجي آتم ڪهاڻي تخليق ڪئي. هن پنهنجي آتم ڪهاڻي جا پويان صفحا پنهنجي موت کان اڳ لکيا هيا ۽ چيو هيائين تہ، "انهن پوين مايوسين ۽ صحت جي خرابي جي مون کي اڳوات ڄاڻ هجي ها تہ ڇا مان لکڻ ڇڏي ڏيان ها؟" ۽ پوءِ زور سان هٿ هلائي آخري ڀيرو چيائين تہ، "نہ مان اهو نہ ڇڏيان ها."

## افلاطون (Plato) (428 ق.م کان 347 ق.م تائين)

يوناني فلسفي، ايٿنز جي مٿين طبقي مان هو. ننڍيءَ عمر ۾ ئي هن سقراط سان پاڻ کي وابستہ ڪيو ۽ هن جي تحرير مان ظاهر آهي تہ سقراط جو هن تي ڪيترو اثر آهي. سقراط کي 399ق.م ۾ هيملاڪ زهر ڏني وئي هئي، جنهن وقت افلاطون جي

* آڊن: اينگلو - آمريڪن شاعر، نقاد ۽ ڊراما نويس. 1907ع ۾ انگلينڊ ۾ پيدا ٿيو. پهريون هن تي مارڪس ۽ فرائڊ جو اثر ٿيو، پر آخر ۾ هن جا نظم طنزيہ، شڪي ۽ ڪڏهن ڪڏهن نيم مذهبي انداز اختيار ڪندا ويا.

** اشروود ڪرسٽافر: (1904-1986) انگلينڊ جو مشهور ناول نويس ۽ ڊراما نگار، 'برلن کي الوداع' ناول وغيره جو مصنف.

*** مئڪنيس: اينگلو - آئرش شاعر (1907-1963)، آڊن سان گڏجي آئيس لينڊ ويو، جنهن جي باري ۾ آڊن شروعاتي نظم ۽ نثر لکيو هيو.

عمر 30 سال هئي، جنهن کان پوءِ هو ايٿنز ڇڏي هليو ويو هو. اهو ڇئي نٿو سگهجي ته هو مصر يا سائرين (Cyrene) ويو هو جا هن جي باري ۾ روايت آهي. هو اٽليءَ ضرور ويو هو، جتي هن تي فيثاغورث جي پيروي ڪندڙن جو ڏاڍو اثر ٿيو هو ۽ پوءِ سسليءَ ويو هو، جتي هن ڊايوٺان (Dioan) سان پڪي دوستي رکي هئي جو ڊايونيس (Dionysius) جي دربار ۾ شامل هو ۽ جو ان وقت سراڪيوس (Syracuse) جو هڪ جابر حڪمران هيو. 386ق.م ۾ افلاطون ايٿنز موٽي آيو ۽ پنهنجي اڪيڊمي قائم ڪيائين، جنهن ۾ هن وفات تائين تعليم ڏني ۽ صرف ٻه ڀيرا ان ۾ رخنو وڌائين. اهي ٻئي ڀيرا هو Dionysius II جي دعوت تي ويو هو، جيڪو پنهنجي پيءُ جي موت کان پوءِ تخت نشين ٿيو هو. جيتوڻيڪ افلاطون کي ان ڳالهه جي توقع هئي ته ڊايوٺان (Dioan) جي مدد سان هو نوجوان حڪمران کي، حڪومت جي سڌاري ۾ مدد ڪري سگهندو، پر هو انهيءَ ڳالهه ۾ ڪامياب نه ٿيو. هن جي فلسفيءَ اها واحد ڪوشش هئي، جنهن ۾ هن عملي سياست تي اثر انداز ٿيڻ چاهيو پئي. ايٿنز موٽي هن اتان جي عوامي زندگيءَ ۾ بهرو نه ورتو ۽ ان جو سبب جمهوريت ۾ اهي زيادتيون هيون، جي آخر ۾ سقراط جي موت جو باعث بڻيون. 30 اميرن جي حڪومت شهر تي حڪم هلائي رهي هئي ۽ جنهن ڪيئي ظلم ڪيا هيا. سندس اڪيڊمي قلي ٿولي ۽ 529ع تائين علم دانش جو مرڪز رهي، جيستائين شهنشاهه جسٽينين فلسفي جا مڪتب بند ڪري ڇڏيا. هو پنهنجي اوائلي زندگيءَ ۾ سياسيات ۾ دلچسپي رکندو هو. پنهنجي زندگيءَ جي هر دؤر ۾ افلاطون پنهنجا مڪالما شايع ڪيا، جن هن جو نالو هڪ قديم فلسفيءَ جي حيثيت ۾ مڃرايو آهي. اهي عام فهم تحريرون آهن، جن ۾ ڪي خاص نُڪتا اخلاقيات، مابعدالطبعيات ۽ علمِ ادراڪ (Epistemology) جا سيڪاريا ويا ۽ انهن تي وڌيڪ روشني وڌي وئي. انهن مڪالمن ۾ سلسليوار فلسفو سيکاريو نه ويو آهي ۽ نه اهي تضاد کان آجا آهن. اهي مڪالما 42 ٿيندا، جن ۾ اهي ست ٻه شامل آهن، جي بناوٽي ۽ جڙتو آهن ۽ چار اُهي ٻه آهن جن جي باري ۾ قديم زماني ۾ ئي شڪ هوندو هو ته اهي افلاطون جا آهن يا نه. گمان اهو آهي ته 25 - 28 مڪالما اصلي آهن. انهن مڪالمن کي نه رڳو ڊرامائي انداز آهي ۽ چٽي عبارت آهي پر انهن کي سوانح حيات جي حيثيت ۾ ٻه اهميت آهي، ڇاڪاڻ ته سقراط انهن ۾ ڳالهائيندو ۽ عمل ڪندو نظر اچي ٿو، جيئن هو پنهنجي جيئري ڪندو هيو. اُنهن ۾ گفتگو زياده آهي ۽ رپورتاز گهٽ آهي. هن جي وچولي وهيءَ جا مشهور ڪتاب 'فيدو' (Phaedo) 'مذاڪره/مباحثا' ۽ 'جمهوريّ سلطنت' آهن، جن ۾ سقراط پنهنجا اصول ٻڌايا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن ائين ڪندي ڏند ڪٿائن جو سهارو ورتو اٿائين. ان ڳالهه تي ڪافي بحث هليو آهي ته اهي مڪالما سقراط جا هيا ۽ تاريخي طور هن سان منسوب ڪري سگهجن ٿا يا نه. يا اهي فقط افلاطون جي تخليق هيا. پر اهو سوال ايترو ته منجهيل آهي جو اِن جو قطعي جواب

* ڊايونيس: سسليءَ (اٽليءَ جي هيٺان ٻيٽ) جي سٿراڪيوس شهر جو جابر حاڪم.

ممڪن نہ آهي. انهن ڪتابن کان سواءِ ٻيا بہ افلاطون جا ڪتاب آهن، جن ۾ سقراط جو ذڪر گهٽ يا بنهہ ڪونہ آهي.

افلاطون جي فلسفي جي مرڪزي ڳالهہ تخيل جي ٿيوري (Theory of idea) هئي، جنهن منجهہ هر ڳالهہ جا اسان دنيا ۾ ڏسون ٿا سا ڪنهن مڪمل خيال يا هيئت جو نامڪمل اُتارو آهي. هن جو مطلب اهو نہ آهي تہ هر شيءِ جي باري ۾ ڪنهن نہ ڪنهن تخيل جو وجود آهي، پر مقصد اهو آهي تہ هر تخيل شين جي ذات جي باري ۾ آهي، جنهن جو هڪ مخصوص نالو آهي. مثال طور: انسان جو تخيل آهي ۽ هر انسان ان تخيل ۾ شامل آهي؛ جيتوڻيڪ هر ڪوئي ان تخيل تي پورو نٿو اچي، ڇاڪاڻ جو هر ڪوئي نامڪمل ۽ تغير پذير آهي، تنهن ڪري بنيادي طور غير حقيقي آهي، ۽ ڇاڪاڻ جو صحيح حقيقتون تہ فقط تخيل (Ideas) ئي آهن. اهي تخيل ائين نہ آهن، جيئن انسان جي ذهن ۾ اچن ٿا، پر انهن جو وجود زمان ۽ مڪان کان ٻاهر آهي ۽ ان ۾ ڪو بہ تغير نٿو اچي ۽ نہ اهي دنيوي شين جي تغير سان متاثر ٿين ٿا. پر جيڪي شيون تغير ۾ اچن ٿيون، انهن جو حقيقي علم ممڪن ناهي ۽ ان ڪري جيڪي شيون تغير ۾ نٿيون اچن، اهي ئي فقط حقيقي آهن ۽ هن ڪائنات ۾ علم جو حصو تي سگهن ٿيون. بهرصورت انسان ڪي رايو آهي، جنهن ۾ ڦيرگهير جي گنجائش آهي ۽ جيڪو ڪڏهن بہ عقل جي خلاف ٿي سگهي ٿو ۽ اسان ڪي فريب ڏئي سگهي ٿو، پر صحيح علم ڪي دوام آهي، اهو عقل تي ٻڌل آهي ۽ پائيدار آهي، جو تہ تخيل غير مادي آهن ۽ تنهن ڪري اُهي پوشيده ۽ غير محسوس آهن؛ ۽ انهن جو علم رڳو عقل جي ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿو، جن تي حس جو اثر نہ آهي؛ ۽ پنهنجي جدليات جي ذريعي افلاطون ان نتيجي تي پهچي ٿو تہ اُهي شيون جيڪي محسوس ٿين ٿيون، اُهي اسان ڪي انهن تخيلن جي يادگيري ڏيارن ٿيون، جن جو اُهي اُتارو آهن ۽ اهو ان ڪري ٿي ڪري سگهن ٿيون جو انسان جو روح جسم ۾ گهڙڻ کان اڳ ۾ ٻي دنيا ۾ انهن جي روبرو اچي چڪو آهي، جيتوڻيڪ هتي اچي انهن جي باري ۾ ڪائي ڪجهہ وساري چڪو آهي؛ پر هن اهي سڀ تخيل وساريا نہ آهن؛ جيڪڏهن هو انهن جي ياد لاءِ جدوجهد ڪري تہ اهي اُتارا، پوءِ اهي جهڪا ۽ گنجريل چو نہ هجن، اصل حقيقت جي نشاندهي ڪري سگهن ٿا، جيئن تصويرون جيڪي چڱيءَ طرح نڪتل نہ هونديون آهن، اصل جي يادگيري ڏياري سگهنديون آهن. اهو ئي افلاطون جو نظريو آهي؛ 'سکيا سارَ آهي' (Learning is recollection) ۽ اهو روح جي پائندگي جي اعتبار ڪري ٿو، جو موت بعد وري زندگي حاصل ڪري ٿو، جيئن آواگون ۽ پُنر جنم ۾ حاصل ٿي سگهي ٿي.

افلاطون دنيا جي عظيم ترين فلسفين ۽ ليکڪن مان هڪ آهي ۽ هن جا مڪالما اڄ تائين دانشورن ۽ فلسفين تي اثر انداز ٿين ٿا. مٿي جن ڪتابن جو ذڪر آيل آهي، انهن کان سواءِ 'مذاڪرا/مباحثا' ۾ هڪ دعوت تي مهمان پيار تي بحث ڪن ٿا ۽ Protagorus (پروٽاگورس) ۾ نيڪيءَ ڪي ۽ علم ڪي ساڳي ڳالهہ ڏيکاريو ويو آهي.

مڪالمي ۾ سقراط جو جدلياتي طريقو آهي، جنهن ۾ ڪردار هڪ ٻئي سان اختلاف رکن ٿا ۽ سوال جواب ڪن ٿا. خاص ڳالهه جا مڪالمي ۾ آهي، اها شاعرانه ڏيدڪيٽا آهي، جا تمثيل وانگر آهي.

ادبي لحاظ کان به افلاطون جي تحرير کي پنهنجي عظمت آهي ۽ هو دنيا جي ڪنهن به اديب سان پيٽي سگهجي ٿو ۽ هن جي تحرير نظم ۽ نثر جي سرحد تي آهي ۽ پنهنجي پانت پانت روپ ۾ اڪت آهي، جو ته هو پنهنجي تحرير 'گفتگو' ۾ سهنجائيءَ ۽ سونهن سوپيا سان اڳتي وڌي ٿو ۽ غير اهلِ ڪتاب جي ادب ۾ فصاحت جي بلنديءَ تي پهچي ٿو. هن ۾ طنز و مزاح آهي، پر الميه به نهايت دردانگيز اسلوب ۾ آهن ۽ اهڙي تحرير ان وقت جي ملحد ادب ۾ نٿي ملي.

## البيروني، ابوريحان (9 سيپٽمبر 973ع کان 13 سيپٽمبر 1048ع تائين)

محمد ابن احمد الخوارزمي، البيروني، مشهور مسلمان سائنسدان، ارضيات، تاريخ، لسانيات، رياضي ۽ نجوم جو ماهر هو ۽ وچ ايشيا جي رياست خيوا (خوارزم) جي ويجهڙائيءَ ۾ پيدا ٿيو هو. ان وقت عراق جي خاندان جي حڪومت هئي. شاهه خوارزم احمد بن محمد جو سؤٽ ابو نصير منصور بن عليءَ، البيروني تي پنهنجو هٿ رکيو ۽ تعليم ڏياري ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ جڏهن آل - عراق جي حڪومت ختم ٿي وئي، تڏهن البيرونيءَ وطن ترڪ ڪيو ۽ جرجان جي قابوس وٽ دربار ۾ ويو. 995ع ۾ البيروني جرجان پهتو جتي هن کي پذيرائي ملي. هُن پنهنجي پهرين تصنيف 'آثار باقيه' سنه 1000ع ۾ لکي ۽ ان کي قابوس جو نالو ڏنو ويو. خوارزم ۾ حالتون بهتر ٿيون ته البيروني اُتي موٽي آيو ۽ علي بن مامون جي دربار ۾ زندگي گذارڻ لڳو. اِتي هن جي ملاقات بوعلي سينا سان ٿي. ٻئي پنهنجي دؤر جا عظيم دانشور هيا. علي بن مامون جي وفات کان پوءِ ٻئي هن جي ڀاءُ ابوالعباس مامون جي دربار سان وابسته رهيا جو 1009ع ۾ خوارزم جي تخت تي ويٺو. 1016ع ۾ عوام هن کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ٻئي سال محمود غزنوي خوارزم کي پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪري ڇڏيو. بوعلي سينا ۽ ٻيا عالم ته اُتان هليا ويا، مگر البيروني محمود غزنويءَ جي دربار ۾ رهيو. 1017ع ۾ البيروني غزني آيو. هي سال اُتي هڪ رصدخانو (Observatory) قائم ڪيائين ۽ ٻه سال مطالعي ۾ گذاريائين. اُن کان پوءِ هن هندستان جو رستو ورتو. اُن وچ ۾ محمود غزنوي هندستان فتح ڪري چڪو هو. هندستان ۾ البيروني گهڻو وقت اجمير ۾ گذاريو ۽ هن اتان جا مشهور جائو ۽ پنڊت ڳنا ڪيا، جن کان هن قديم علم ۽ سنسڪرت بولي سکي. اُن کان سواءِ هن هندي تهذيب (سيتا) ۽ ثقافت (سنسڪرتيءَ) جو گهرو مطالعو ڪيو. اِهو اُهو وقت هيو، جڏهن سمجهيو ويندو هيو ته ڪنهن هندوءَ

کان علم حاصل ڪري نہ ٿو سگهجي، پر هندو البيروني سان ايترو ريجهيل هئا، جو هُن کي 'وديا ساگر' چوندا هيا. البيروني اُنهن جي ڌرمي ڪتاب 'ڀڳوت گيتا' جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اُن کان سواءِ هندي سيپيتا تي هڪ ڪتاب 'ڪتاب الهند' لکيائين، جنهن جا ٻئي حصا اعظم ڳڙهہ اردوءَ ۾ ڇپيا آهن ۽ جو مون پڙهيو آهي.

البيروني هڪ ماهر هيئيت دان هيو ۽ ان دؤر ۾ بہ هيئيت جي مشاهدن کان غافل نہ هيو. هن پنجاب جي مشهور شهرن لاهور، جهلم، سيالڪوٽ، ملتان، کان سواءِ پشاور جو مشاهدو بہ ڪيو ۽ اتان قطبي تاري جي بلندي جاچڻ جو ڪم پورو ڪيو. هن شهرن ۾ زياده تر هن جو قيام ملتان ۽ جهلم ۾ هيو ۽ جهلم جي هڪ ڳوٺ 'ننندنان' ۾ هڪ ڊير تي ويهي هن زمين جي محيط ۽ قطر جي پيمائش ڪئي، جا بلڪل ٺيڪ نڪتي. 1029ع ۾ البيروني هندستان مان واپس ويو ۽ ٻئي سال محمود غزنويءَ جي دربار سان البيروني وابستہ رهيو، جتي هن هيئيت ۽ نجوم تي هڪ ڪتاب لکيو. 1040ع ۾ مسعود قتل ٿي ويو ۽ هن جو پٽ مودود تخت تي ويٺو. البيروني جو تعلق ان جي دربار سان بہ رهيو، جتي هن جواهرن جي خاصيتن تي هڪ رسالو لکيو. ان کان 8 سال پوءِ هو گذاري ويو.

مؤرخ شهزوري لکيو آهي تہ، 'البيروني هميشہ تصنيف ۽ تاليف ۾ مشغول رهندو هيو. هن جو هٿ قلم ۾ هوندو هيو. اک مطالعي ۾ ۽ دل غور ۽ فڪر ۾، جا ڳالهہ هو فقط ماني کائڻ وقت ڇڏيندو هيو. (جڏهن آءٌ تہ ماني کائڻ وقت بہ پڙهندو رهيو آهيان). هن جون تصنيفون هڪ اٺ جي بوجهہ کان زياده آهن. مؤرخ ياقوت لکيو آهي تہ، "هُن، البيروني جي ڪتابن جي فهرست ڏٺي هئي جا 60 صفحن کان مٿي هئي."

البيروني هر ڳالهہ عقل جي ڪسوٽيءَ تي پرکيندو هيو ۽ هن جي ذات، ادب ۽ سائنس جو سنگم هئي. هڪ طرف هو عربي، فارسي، سنسڪرت، يوناني، هندي ۽ عبراني ٻولين جو ماهر هيو. ٻئي طرف هو رياضي جا ڏکيا مسئلا بہ ڇاڻيندو هو. هن هندو مذهب جو مطالعو ڪيو ۽ اُن جا مقدس ڪتاب سڌي طرح ان ٻوليءَ ۾ پڙهيا، پر هن جي شخصيت جو دلچسپ پهلو هي هيو تہ هن پنهنجي وڏي زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ سياست ۾ خصو نہ ورتو.

منهنجي نظر ۾ البيروني ۾ نہ رڳو مشرق جو هر هنر ۽ جينيس هيو پر هُوتاريخ جو صحيح معنيٰ ۾ باني بہ هو. مون ڪٿي پڙهيو هو تہ هندستان جي اوائلي تاريخ فقط ڌرمي ڪتابن مان ئي سهيڙي سگهجي ٿي، ڇو تہ هندو مايا جي فلسفي ۾ اعتبار ڪندا هيا ۽ وقت کي نظر جو فريب سمجهندا هيا. ڇاڪاڻ جو تاريخ وقت جو معاملو آهي، هندن اوائلي هندستان جي ڪا بہ باترتيب تاريخ نہ لکي ۽ تاريخ جو فن هو مسلمانن مان سکيا ۽ اُنهن ۾ البيروني سڀني کان عظيم هو.

## امام رازي (543 هجري کان 609 هجري تائين)

اسلام جا جيڪي اڪابر فيلسوف ٿي گذريا آهن، انهن مان هڪ هيو. هن جو نالو محمد ابو عبدالله هيو ۽ هرات ۾ هن کي شيخ الاسلام جي نالي سان سڏيندا هيا. هن جي تعليم و ترتيب هن جي پيءُ ڪئي ۽ هن کانئس علم – ڪلام ۽ علم – فقه جي تعليم حاصل ڪئي. پيءُ جي وفات کان پوءِ ڪمال سمناني کان وڌيڪ تعليم ورتائين. ان کان پوءِ هن علمِ حڪمت ڏانهن توجهه ڪئي ۽ 'ري' ۾ (جتي هو ڄائو هو) موٽي آيو ۽ اُتي حڪمت جي علم ڏانهن ڌيان ڏنائين. هو پنهنجي دؤر جو وڏو واعظ، متڪلم، صوفي، محدث، اديب ۽ اُنشاپرداز هيو. 63 سالن جي عمر ۾ هو عيدالفطر جي ڏينهن هرات ۾ گذاري ويو. هن موت جي وقت سڀ ٻانها ۽ ٻانهيون آزاد ڪري ڇڏيا ۽ هر ڪنهن کي پنهنجي مال مان ڪجهه نه ڪجهه ڏنائين. چيو وڃي ٿو ته هن مرڻ مهل 80 هزار اشرفيون ڇڏيون. جنهن طرح شيخ بوعلي سينا ۽ ابو نصر فارابي ارسطوءَ جي فلسفي جا پوئلڳ هيا ۽ مشهور ٿي چڪا هيا، تنهن طرح امام رازيءَ کي وري ارسطوءَ تي اعتراض سبب ناموري ملي هئي. مولانا شبلي مرحوم علم الڪلام ۾ لکيو آهي ته هن جي فلسفي جو علم الڪلام سان ايترو تعلق هيو جو جيڪي به مسئلا اسلام جي خلاف هيا، انهن کي هن باطل ثابت ڪيو ۽ ڇاڪاڻ جو متڪلمين (هڪ اسلامي فرقو) انهيءَ تي راضي نه ٿيا. هن يوناني فلسفي جون غلطيون ثابت ڪيون، پر ان طرح يوناني فلسفي جو ترجمو ٿيو ۽ اُتلو ماڻهو اُن جا پوئلڳ ٿي ويا.

تاريخ حڪماءِ اسلام ۾ هن تي ڪافي وڏو مضمون آهي ۽ هن تي هڪ الڳ ڪتاب اردوءَ ۾ ڇپجي چڪو آهي. علامه اقبال لاءِ رومي ۽ رازي به اسلام جي باري ۾ علامتون آهن ۽ هن جو مشهور شعر آهي:

'اسي ڪشمڪش مين گذرين ميري زندگي ڪي راتين،
ڪبهي سوز و سازِ رومي، ڪبهي پيچ و تابِ رازي'

(انهيءَ ڪشمڪش ۾ گذريون، منهنجي زندگيءَ جون راتيون، ڪڏهن روميءَ جو سوز و ساز ۽ ڪڏهن رازيءَ جو پيچ و تاب.)

## امام غزالي

مشهور مسلمان مفڪر جنهن جو نالو محمد هو ۽ غزاليءَ جي نالي سان معروف هيو. هو خراسان جي ضلعي تهران ۾ پيدا ٿيو هو. هن جو پيءُ ڪپهه جو واپاري هيو، تنهن ڪري سندس خاندان کي 'غزالي' چوندا هيا. ڇو ته ڪپهه ڪتيندڙ کي عربيءَ ۾ غزالي چوندا آهن. ان علامه ابواسحاق شيرازيءَ کان نيشاپور ۾ تعليم ورتي ۽ ساري زندگي اتي پڙهندو رهيو. ان وچ ۾ هن ڪيئي تصنيفون لکيون. ابواسحاق جي انتقال کان پوءِ هو نيشاپور مان وڏي ناٺ سان نڪتو ۽ اسلامي دنيا ۾ سندس ڪوئي ثاني ڪونه

هيو. ان وقت هن جي عمر 28 ورهيه هئي. نيشاپور کان پوءِ هو نظام الملڪ جي دربار ۾ آيو، جتي هن جي ڪافي تعظيم ٿي ۽ هن وڏا مناظرا ڪيا. هن کي اُتي مدرسي جو اعليٰ آفيسر مقرر ڪيو ويو. تنهن وقت هو 34 سالن جو هيو ۽ هن جي علم ۽ فضل جي ڌاڪ ويهجي چڪي هئي. 427هه ۾ خليفي مقتدر باالله جي وفات کان پوءِ جڏهن مسطهر بالله خليفو ٿيو ته هن جي بيعت ۾ ٻين سان گڏ امام غزالي به شريڪ ٿيو. هن جا 300 مدرسا هيا ۽ڏن وٽ سئو امير ۽ رئيس باقاعدي حاضري ڏيندا هيا ۽ عملي بحث مباحثن ۾ حصو وٺندا هيا.

امام غزاليءَ ۾ اجتهاد جو جذبو ڏاڍو هيو، جتي به مذهب تي بحث مباحثا ٿيندا هيا، امام اتي ويندو هيو، ۽ ان طرح هر مذهب کي پرکيائين ۽ تقليد جي بندش ٽوڙي ڇڏيائين. ان وقت چار فرقا مشهور هيا: متڪلمين، باطنيه، فلاسفه ۽ صوفيه. انهن سڀني تي هن تحقيقات شروع ڪئي ۽ پراڻيون تصنيفون به پڙهيائين پر هن کي ڪا به تسلي نه ٿي. 448هه ۾ هو دمشق آيو. مجاهدو ۽ رياضت شروع ڪيائين ۽ مراقبي وغيره سان گڏ جامه اسويهءَ ۾ درس ڏيندو رهيو. ٻن سالن کان پوءِ بيت المقدس جي زيارت تي پهتو ۽ حج جي نيت سان مصر ۽ اسڪندريه مان ٿيندو، مڪي پهتو. 449هه ۾ جڏهن خليل جي مقام تي پهتو ته وعدو ڪيائين ته نه ڪنهن بادشاهه جي دربار ۾ ويندو ۽ نه ڪو عطيو قبول ڪندو ۽ نه وري ڪنهن مناظري ۾ حصو وٺندو. مرڻ گهڙيءَ تائين ان ڳالهه تي پختو رهيو. هن، ان سفر تي هڪ ڪتاب لکيو جنهن جو نالو 'احياءِ علوم' رکيائين. 499هه ۾ هو سلجوقي بادشاهه جي چوڻ تي وري نيشاپور جي مدرسي ۾ ويو. 500هه ۾ اهو بادشاهه فوت ٿي ويو ۽ امام صاحب وري گوشه نشيني اختيار ڪئي. هن تي زنديقيت جون فتوائون به ڏنيون ويون، پر هن تي ڪا به ڪارروائي نه ڪئي وئي ۽ نه وري هو گوشه نشينيءَ ڏي موٽيو. سندس دل ۾ حديث پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ هو مشهور محدث حافظ عمر بن ابي الحسن وٽ طوس آيو ۽ امام صاحب کان صحيح بخاري ۽ مسلم جي سَندَ ورتائين. هن وٽ دور دور کان فتويٰ لاءِ تقاضائون ٿينديون هيون ۽ هو انهن جا جواب لکي موڪليندو هيو. هن جا سوين ڪتاب لکيل آهن.

امام غزاليءَ جي تصنيفن تي ڪيترن ئي عالمن حاشيا (نوٽ) لکيا آهن. تقليد جو هو سخت دشمن هيو ۽ عقيدن جي اصلاح ۾ نهايت مصروف رهيو.

505هه ۾ تهران ۾ هن جو انتقال ٿيو ۽ اتي ئي دفن ٿيل آهي.

## اميرِ خسرو (1253 کان 1325ع تائين)

ننڍي کنڊ جو پارسيءَ جو عظيم شاعر هو جو اترپرديش ۾ پيدا ٿيو. هن جو پيءُ سيف الدين محمود، سلطان التمش جي زماني ۾ فوجي ملازم هيو. جڏهن خسروءَ جي عمر اٺ سال هئي تڏهن هن جي پيءُ جو انتقال ٿي ويو ۽ هو ناني جي نگهداشت ۾ اچي ويو. جڏهن هن جو نانو گذاري ويو تڏهن هن سلطان بلبن جي ڀائيجي وٽ ملازمت ڪئي

۽ انهيءَ سان گڏ ملتان هليو ويو. 1284ع ۾ شهزادي محمد سان گڏ مغلن خلاف جنگ ۾ شريڪ ٿيو. شهزادو محمد ماريو ويو ۽ خسرو قيد ڪيو ويو. ڪجهه وقت کان پوءِ آزاد ٿي دهليءَ پهتو. 1227ع ۾ سلطان ڪيقباد هن کي پيءُ وٽ بنگال وٺي ويو. واپسيءَ تي هن اوڌ جي حاڪم خاتم خان وٽ ٻه سال گذاريا. اُن کان پوءِ خاتم خان کان اجازت وٺي دهليءَ آيو ۽ ڪيقباد جي سرپرستيءَ ۾ رهڻ لڳو. سلطان جلال الدين خلجيءَ جي دؤر ۾ (1290ع کان 1295ع تائين) خسروءَ کي خلعت ۽ امارت عطا ٿي ۽ هن جو ساليانو وظيفو 1200 ٽڪا مقرر ٿيو. جلال الدين خلجيءَ جي قتل کان پوءِ سلطان علاؤالدين خلجيءَ، خسروءَ جو وظيفو برقرار رکيو. سلطان قطب الدين (1316ع کان 1320ع تائين) ۽ سلطان غياث الدين تغلق (1320ع کان 1335ع تائين) جي دؤر ۾ امير خسرو بادشاهن جي ويجهو ۽ سرپرستيءَ هيٺ رهيو. پوئين عمر ۾ هو نظام الدين اولياءَ جو مريد ٿيو. سلطان محمد بن تغلق جي تخت نشينيءَ کان پوءِ امير خسرو گذاري ويو ۽ حضرت نظام الدين اولياءِ جي پيرانديءَ وٽ دفن ڪيو ويو.

هو ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف هيو، جنهن ۾ غزلن جا 5 وڏا ڪتاب هيا جي پاڪستان ۾ ڇئن جلدن ۾ ڇپجي چُڪا آهن. ان کان سواءِ اردوءَ ۾ هن جو مشهور ڪتاب 'الفضل الفوائد' (جنهن ۾ حضرت نظام الدين جي باري ۾ ملفوظات آهن) اهو به ڇپجي چڪو آهي، هو اردوءَ جو پهريون شاعر هيو، جنهن جي اجان تائين پنهنجي زبان تي مهر آهي. هن جا دوها، ڪهه مڪرنيون، ڳجهارتون جي هندستاني زبان ۾ آهن نهايت مشهور آهن. مون خود هن وانگر ڪجهه ڳجهارتون لکيون آهن. هو عظيم شاعر سان گڏ هڪ موسيقيءَ جو به وڏو ماهر هيو ۽ هن جا ڪيئي راڳ ۽ راڳڻيون آهن. ستار جو موجد به هن کي ئي سمجهيو ويندو آهي. موسيقيءَ ۾ خيال جو به هو باني هيو. مان هن جي شخصيت کان ڪافي متاثر رهيو آهيان. پاڪستاني ادب سبط – حسن ۽ سعيده گزدر ڪڍندا هيا، ان جي امير خسرو نمبر ۾ سبط – حسن خسروءَ تي فقط منهنجا اردوءَ ۾ شعر شامل ڪيا ها، ڇو ته هُن جي نظر اردو شاعر خسروءَ ۽ روح عصر ۾ مطابقت پيدا ڪري نه سگهيا ها ۽ هن تي فقط تصيدا لکي رهيا هيا.

منهنجي خيال ۾ امير خسرو مشرق ۾ ائين هر هنرو ۽ گهڻ ڪندو جينيس هيو جيئن ليوناردو ڊاونچي مغرب ۾ هيو.

## انارڪزم

يوناني ٻوليءَ جي 'انارڪيا' (Anarchia) يعني 'قانون جي عدم موجودگي' مان نڪتو آهي، ۽ هڪ سياسي نظريو آهي، جو هر منظم اختيار کي رد ڪري ٿو. انارڪسٽ چون ٿا ته هر سرڪار بري ۽ ظالم آهي. هو فردن جي هڪ آزاد انجمن چاهن ٿا، جنهن ۾ نه فوج هجي، نه عدالتون، نه قيد ۽ نه وري لکيل قانون هجن. ان لحاظ کان منهنجو دوست يوسف شاهين، اهو شعوري طرح نه ڄاڻندي به هڪ انارڪسٽ آهي. هن

جا طريقه ڪار مختلف رهيا آهن، ڪن امن پسنديءَ سان نراج واد ڏانهن لاڙو چاهيو آهي ۽ ڀين انقلاب چاهيو آهي. انارڪسٽ (نراج واد) روس جي زار اليگزينڊر، اٽلي جي بادشاهه همبرٽ، فرانس جي صدر ڪارنو، آسٽريا جي راڻي اليزبيٿ، يو.ايس.اي جي صدر مڪن لي (Mickinley) ۽ ٻن ٻين صدرن 'ڪينيڊي ۽ ڳارن' کي قتل ڪيو هو پر هر سياسي قتل، مثلاً گانڌي، اندرا گانڌيءَ يا راجيو گانڌيءَ يا ٽراٽسڪيءَ جي قتل جو محرڪ انارڪزم ناهي. ليوٽالسٽاءِ (1910ع-1828ع) هڪ مذهبي انارڪسٽ هيو ۽ ان جو چوڻ هيو تہ حڪومت جو وجود عيسائيت سان تضاد رکي ٿو ۽ ماڻهن تي حڪومت محبت جي ذريعي ڪئي وڃي. ماڻهن کي فوج ۾ نوڪري نہ ڪرڻ گهرجي، نہ ٽيڪسون ڏيڻ کپن، نہ عدالتن کي مڃڻ گهرجي، جيئن موجودہ نظام ٿڪو ڏئي ڪري. هن جا اصول عدم تشدد (اهنسا) ۽ عدم تعاون (اسهڪار) جي ذريعي هندستان ۾ مهاتما گانڌيءَ اپنايا هيا. بين الاقوامي انارڪسٽ ڪانگريسون 1877ع ۽ 1907ع ۾ ڪيون ويون هيون، پر انارڪزم (نراج واد) ڪا مستقل تنظيم ٺاهي نہ سگهي. انارڪوسنڊيڪلزم بہ انارڪزم جي هڪ شاخ هئي ۽ ڪجهہ ملڪن ۾ ان جي تنظيم قائم ڪئي وئي هئي. مشهور انگريز اديب هربرٽ ريڊ هڪ انارڪو - سنڊيڪلسٽ هيو. انارڪسٽن، ڪميونسٽن سان ملي اسپين جي خلاف انٽرنيشنل برگيڊ ٺاهي هئي، جنهن ۾ ارنيسٽ هيمنگوي، آندري مالرو، جارج آرويل، ڪرسٽافر ڪاڊويل ۽ ڪرسٽافر اشروڊ جهڙا اديب ۽ دانشور شامل هئا ۽ هُنن اسپين جي شهرن ڪئٽلونيا ۽ بارسيلونا تي ڪجهہ وقت قبضو بہ ڪيو هو، پر پوءِ جڏهن اسٽالن فرانس سان خفيہ معاهدو ڪيو تہ هن انارڪسٽن کي اڪيلو ڪري ڇڏيو ۽ اهي فرانڪو جي فوج هٿان ماريا ويا. ان دؤر نهايت خوبصورت شاعريءَ کي اُتساهيو، جيئن ون - يونٽ خلاف جدوجهد سنڌيءَ شاعريءَ کي اُتساهيو هو.

بڪونن، ميخائيل اليگزانڊروچ، پرنس ڪروپٽڪن، پيوٽر اليڪسيوچ، پرودان، پيئري جوزف، ٽالسٽاءِ وغيره مختلف قسم جا مشهور انارڪسٽ ٿيا آهن. منهنجي خيال ۾ جي بڪونن ست سال سانده جيل ۾ نہ رهي ها تہ هو ڪميونسٽ انٽرنيشنل تي ڇانئجي وڃي ها.

## اوسپينسڪي

اوس پينسڪي جي ناليٰ سان منهنجي واقفيت مرحوم اي.ڪي. بروهيءَ 1951ع ۾ ڪرائي هئي، جڏهن اوس پينسڪيءَ جو ڪتاب Tertium Organum ڇپيو هو. مان هن کي سکر ۾ ڪنهن ڪانفرنس جي افتتاحي تقرير لاءِ دعوت ڏيڻ ويو هوس، جنهن جي صدارت مون تي ڪئي. مان ڀانيان ٿو هو اُن وقت پاڪستان جو وزير قانون هو. تحفي طور مان هن وٽ بہ ڪتاب کڻي ويو هوس. موٽ ۾ هن مون کيَ اوس پينسڪيءَ جو مٿيون ڪتاب ڏنو هو. اهو ڪتاب اڃان مون وٽ اي.ڪي.بروهيءَ جي

دستخط سان موجود آهي. اوس پينسڪي، هڪ رياضيات جو ماهر به هو ۽ صوفي به هيو. جنهن جي فلسفي ۾ پهرين حصي ۾ خشڪ منطق هيو ۽ ٻئي حصي ۾ اتساهيل بصارت ۽ مشاهدو هيو. پنهنجي فلسفي جو بنياد هن عام طرح چاتل نظرئي (FourthDimension) تي رکيو هو. ان لفظ جي معنيٰ آهي لنبائيءَ/چوڙائي ۽ گهرائيءَ کان پوءِ پيمائش جو چوٿون طريقو. ان جي ذريعي هن مشرقي تصوف ۾ مغربي فلسفي جي عقل پسنديءَ جي وچ ۾ پُل ٺاهي هئي- جا ڳالهه هن کان اڳ ڪوئي به پڪ سان چئي نه سگهيو هو. Tertium Organum جي معنيٰ آهي 'خيال جو ٽئون ضابطو' اهو پهريون ڪتاب هو، جنهن ۾ نئين رياضيات ۽ آئن اسٽائن جي نظريہ اضافيت (Theory of relativity) کي فلسفي جي نقطہ نگاهہ کان ڏٺو ويو هو. اوس پينسڪي 1878ع ۾ ڄائو هو. جيتوڻيڪ هن ماسڪو يونيورسٽيءَ مان فطري سائنس ۽ نفسيات ۾ گريجوئيٽ ڪيو هو. هن فيصلو ڪيو ته هن کي ليکڪ ۽ اخبار نويس ٿيڻو آهي.

ڪجهہ سال پوءِ هن اٽليءَ، يونان، مصر، ڀارت ۽ سري لنڪا جو سفر ڪيو. جڏهن هو روس موٽيو ته هو يوناني صوفيءَ گرجيف (Gurdjieff) جو پوئلڳ ٿيو. اوس پينسڪي، سينٽ پيٽرسبرگ ۾ گهر ڪري ويٺو، جيستائين هن کي 1917ع جي انقلاب پنهنجي جنم ڀونءِ مان نيڪالي ڏني. هن جا دوست ڪيترائي سال هن جي تلاش ڪندا رهيا، پر هن کي ڳولي نه سگهيا ۽ نيٺ هو هن کي قسطنطنيہ ۾ ابتر غريبيءَ جي حالت ۾ مليو، جتي هن ڏيڍ لک روسين سان گڏ جلاوطنيءَ ۾ پناهہ ورتي هئي. اُتي هن کي خبر پئي ته آمريڪا ۾ Tertium Organum ڇپجي چڪو هو. ان جي ڇپائي مان جيڪي پئسا هن کي مليا، اهي کڻي هو انگلنڊ هليو ويو. لنڊن ۾ ٻيهر گرجيف سان مليو ۽ هن تي ڪيئي ليڪچر ڏنائين ۽ آخر لنڊن ۾ گرجيف انسٽي ٽيوٽ قائم ٿي. ڪيئي اهلِ ادب اوس پينسڪيءَ وٽ پڙهيا ۽ هن سان گڏ ڪم ڪيائون. اوس پينسڪيءَ پوءِ لنڊن جي ٻهراڙيءَ ۾ هڪ مرڪز قائم ڪيو، جتي هو پنهنجي زندگيءَ جي فلسفيءَ تي ليڪچر ڪندو هو. هو ضرور مري ويو هوندو، پر هن جي موت جي تاريخ مون کي معلوم نه ٿي سگهي آهي.

## انا اخمتووا

جديد روسي شاعره. هوءَ هڪ ڳجهي ۽ خاموش عورت هئي پر جي هوءَ ان غير معمولي علحدگيءَ ۾ نه به رهي جا هن تي پنهنجي دؤر مڙهي هئي، ته به اسان کي هن جي زندگيءَ جو تمام ٿورو علم هجي ها. هن جي شاعريءَ مان ۽ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جي باري ۾ مختصر احوال مان جو ماسڪو ۾ ڇپيو هو، اسان کي هن جي زندگيءَ جو پورو پتو پئجي نه ٿو سگهي. خاموشي هن جو دستور هئي ۽ اها هن جي شاعري مان ظاهر آهي، جنهن ۾ هن جا نظم نهايت مختصر آهن: هن ۾ ڪجهہ ڪڏنگائي به هئي،

جڻ تہ هن جي شاعري چوندي هجي تہ مان جيئڻ آهيان، مون کي ائين قبوليو يا نظرانداز ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ ڳالهہ ڏانهن ماڻهن جي توجهہ يڪدم وئي، جڏهن هن جا ڪتاب شايع ٿيا. هن کي شاعر جي لفظ کان نفرت ٿيندي هئي.

اخمتووا ڪاري سمنڊ جي ڪناري هڪ ڳوٺ اوڊيسا ۾ پيدا ٿي هئي، جيتوڻيڪ هن جي زندگي ۽ شاعري پيٽرس برگ سان وابستہ آهي. هوءَ زارسڪوف سيلو (زار جو ڳوٺ) ۾ هڪ سال جي عمر ۾ آندي وئي ۽ اُتي پنهنجي زندگيءَ جا 16 سال گذاريائين. اهو ڳوٺ پيٽرس برگ جي ويجهو آهي. اتان جي ماحول ۽ شاعر پشڪن جو خود پيٽرس برگ ۾ مري ويو هو (جنهن جو ميوزم مون ڏٺو هو ۽ ان جو ذڪر شايع ٿيل ڪرايو اٿم) ان کيس ڪافي متاثر ڪيو. 1944ع ۾ جڏهن جنگ کان پوءِ هوءَ لينن گراڊ موٽي وئي، پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ هن لکيو آهي تہ 1890ع ۾ جڏهن هوءَ ٻار هئي تہ اتان جا ساوا ۽ گهميل خوبصورت باغيچا ۽ واڙا جتي هوءَ پنهنجي ٻڪريءَ کي گهلي ويندي هئي ۽ پراڻي ريلوي اسٽيشن- اهي سڀ کيس ياد ايندا هيا. 1907ع ۾ هن ڪيف ۾ تعليم ورتي ۽ 1910ع ۾ نڪولائي گوميلاف سان شادي ڪيائين، جو روسي شاعريءَ ۾ انقلاب کان اڳ هڪ رنگين مزاج شخصيت هيو. هو پهريون شاعر هيو، جنهن غير مغربي ملڪن مان ڌاريا موضوع پنهنجي شاعريءَ ۾ آندا هيا. هن آفريڪا جي ملڪن خصوصاً ائبيسينيا* جو سفر ڪيو ۽ اتان جون ڪيئي ڪهاڻيون ۽ خيال پنهنجي تحرير ۾ آندا، پر ان ۾ مذهبي دهشت ۽ خوشيءَ ۽ غم سان بي پرواهيءَ جو عقيدو هيو، جنهن هن جي شاعريءَ کي منظرنگاريءَ کان مٿي ڪري بيهاريو هو. اخمتووا هن سان شاديءَ ۾ خوش نہ هئي ۽ اهڙو ذڪر هن ڪيترن ئي هنڌن تي ڪيو آهي (مثال طور هڪ هنڌ لکي ٿي:

مان اِفسوس جا هٿ مَليا..........)

هُن پهريون ڀيرو اولهہ يورپ، گوميلاف سان پنهنجي هَني مون تي ڏٺو جو هن پئرس ۾ ملهايو ۽ جيڏانهن هوءَ ٻيهر 1911ع ۾ وئي. هوءَ مصور موڊلياني سان ملي، جڏهن اجان هومفلس هيو ۽ کيس ايتري مڃتا نہ ملي هئي ۽ هن جي موجودگيءَ ۾ فرينچ شاعر ورلين کي پنهنجا ڪيئي نظم ٻڌايائين. موڊليانيءَ هن جون ڪيئي تصويرون ڪڍيون، جن مان هڪ ٻچي وئي جا پڇاڙي تائين هن جي ديوار تي ٽنگيل هوندي هئي. هن کي پئرس ائين لڳي جڻ اها هن جي زندگيءَ جو پيٽرس برگ وانگر ٻيو ٽنيو هئي، پر هوءَ روس ۾ پنهنجي مرضيءَ سان موٽي آئي ۽ رهي پئي. 1910ع ۾ هن جي شاعريءَ ۾ اليگزينڊر بلاڪ وانگر اُهو سرد ۽ اونداهو مستقبل جو اچي رهيو هو، جو تصور ۾ ئي ملي ٿو. 1944ع ۾ هن لکيو تہ:

* نوٽ: فيوچرزم ۽ اڪميز تحريڪ جي باري ۾ فٽ- نوٽ منهنجي ڪتاب 'ڪراچيءَ جا ڏينهن راتيون' ۾ پڙهيا وڃن.

* آبي سينيا، آفريڪا جو هڪ ديس جنهن کي ٻي جنگ عظيم ۾ فتح ڪري، مسولنيءَ عوام اڳيان تقرير ڪندي چيو تہ روم وري پنهنجي سلطنت قائم ڪري چڪو آهي.

”هن ظالم ڍڙ ۾ مون کي ائين پاسيرو موڙيو ويو آهي، جيئن ڪا ندي پنهنجو وهڪرو ڦيرائي ڇڏي.“

پيٽرس برگ موٽي هن تمام سنجيدگيءَ سان نظمَ لکيا، جيتوڻيڪ هن جي مڙس کي هن جي ذات جي باري ۾ پڪ نه هئي ۽ هن کيس ان لاءِ آماده ڪندو رهيو ته هو بئلي ڊانسر ٿئي. هن جڏهن شاعر انينسڪيءَ کي هن جي موت بعد پڙهيو ته هن کي محسوس ٿيو ته هن کي پنهنجو آواز ملي چڪو آهي. آنينسڪي هڪ علامت پسند هيو، پر هين علامت پسند شاعرن کان مختلف هيو، جيڪي چوندا هيا ته هائي ۽ هتي غير حقيقي آهن، هر شيءِ ناس ٿيڻي آهي. خود اليگزنڊر بلاڪ جي تصور کي به اهڙيون حالتون گرمائينديون هيون، جي قيامت وانگر اچڻيون هيون. 1910ع ۾ اهڙي تحريڪ پنهنجي تخليق ۾ سلسليوار نه رهي ۽ 1912ع ۾ به گروپ پيدا ٿيا، جن کي فيوچرسٽ ۽ ائڪميسٽ * چيو ويندو هو. پهرين جو ليڊر ماياڪووسڪي هيو، جيڪو علامت پسنديءَ جو وڏو مخالف هيو ۽ جو رستي ۽ ڳليءَ جي بولي شاعريءَ ۾ ڪم آڻيندو هيو ۽ جنهن هر قسم جي تصور کي رد ڪري ڇڏيو. ائڪميزم جو وڏي ۾ وڏو شاعر آسپ ميڊالستام* هيو ۽ ان به علامت پسنديءَ جي مخالفت ڪئي. اخمتووا ميڊالستام جي دوست به هئي ۽ هن کان ڪافي متاثر به هئي. هن جي مڙس گوميلاف هڪڙو جدا شاعرن ۽ اديبن جو گروهه ٺاهيو. ميڊالستام اخمتووا جي پهرين جلد تي مهاڳ لکيو. 1911ع ۾ اخمتووا اٽليءَ، جنيوا، فلارنس، وينس ۽ ٻيا شهر ڏٺا ۽ اطالوي مصوري ۽ تعمير جي فن کان ڪافي متاثر ٿي. 1917ع ۾ اخمتووا ائين سمجهيو ته روس خودڪشي ڪئي آهي ۽ روسي چرچ جي بازنطيني روح کي الوداع ڪئي آهي. هن پوءِ ڪجهه ڪتاب لکيا ۽ ميڊالستام جي زال ناديزدا جي گهري ساهيڙي ٿي وئي، جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي ته اُن ۾ گوميلاف شريڪ ٿي، فرانس ويو ۽ آڪٽوبر انقلاب کان پوءِ موٽيو. 1918ع ۾ ائنا اخمتووا کي طلاق ڏنائين. ان کان پوءِ هن جي زندگيءَ جو وڌيڪ احوال موجود نه آهي، پر هوءَ ميڊالستام سان گڏ لينن گراڊ ۾ گهمندي هئي ۽ آرٽ اڪادميءَ ۾ وقت گذارڻ کان سواءِ هن کي پنهنجي شاعري پڙهي ٻڌائيندي هئي. 1920ع ۾ هوءَ بلڪل گوشه تنهائي ۾ رهڻ لڳي ۽ ميڊالستام سان به نه ملندي هئي . هن لينن گراڊ ۾ تمام تڪليف ڏيندڙ وقت گذاريو ۽ ٻي جنگ عظيم ۾ ته زياده سور سَٺا، جن جي عڪاسي شاعريءَ ۾ ڪئي اٿائين. 1921ع ۾ هن جي اڳين مڙس گوميلاف کي بالشيوڪن گولي هڻي ماري ڇڏيو، جن شاعرن ۽ دانشورن کي ڪافي چرڪايو. 1923ع کان 1940ع تائين سندس ڪا به تخليق منظر عام تي نه آئي، چو ته سينٽرل ڪاميٽيءَ اهڙو ٺهراءُ بحال ڪيو هو ته هُن جي ڇپائي هيٺ اچڻ نه ڪپي. جڏهن سوويت يونين جا نازي جرمني سان واسطا چڱا هئا ته اخمتووا مقبوضه پئرس ۽ بمباري هيٺان لنڊن ڏانهن پنهنجي توجهه ڪئي ۽ 1940ع ۾ هن جيڪو نظم لکيو، اهو روس ۾ ڇپجي نه سگهيو. اهو هڪ نهايت دردناڪ نظم آهي.

41-1942ع ۾ هوءَ بار بار دوستو وسڪي پڙهندي رهي* جنهن جي مطالعي جو اثر سندس شاعريءَ تي آهي. دوستو وسڪيءَ ۾ اينڊڙ تباهيءَ جون اڳڪٿيون هيون. جڏهن لينن گراڊ جو گهيراءُ ٿيو، تڏهن هن پهريون سيارو نهايت سرديءَ ۾ گذاريو ۽ ان کان پوءِ کيس تاشقند هوائي جهاز ۾ نيو ويو، جتي هوءَ اڍائي سال رهي ۽ پنهنجو منتخب ڪلام ڇپايائين، جو يڪدم وڪامي ويو. ڪيترن ئي روسين لاءِ هوءَ روس جو آواز هئي، پر اسٽالن هن جو مخالف هيو ۽ هن جي جنهن تقريب ۾ عزت افزائي ڪئي وئي هئي، اُن تي اعتراض ورتو هئائين. جنگ جي خاتمي کان پوءِ هن اشاعت لاءِ پنهنجا نوٽ لکيا، سوويت ادبي حلقي وٽ پيش ڪيا ۽ هن جي ڪليات جي ڇپائيءَ جو اعلان ڪيو ويو، پر اها هن جي شاعري وانگر نه ڇپجي سگهي، جيتوڻيڪ ڇپيو وڃي ٿو ته ان جا پروف به پڙهيا ويا هيا. 14 آگسٽ 1946ع ۾ پارٽيءَ جي مرڪزيءَ ڪاميٽيءَ هن کي روسي اديبن جي انجمن مان خارج ڪيو ۽ هن جي ڪتابن جي اشاعت تي بندش وڌي وئي جا 1953ع ۾ اسٽالن جي موت تائين رهي. گهر جي تلاشيءَ جي پوَ کان هن ڪيتري شاعري ۽ نثر جلائي ڇڏيو هو، جيئن مون ايوب خان، يحيٰ خان ۽ ضياءالحق جي دؤر ۾ جلائي ڇڏيو هو. هن جي پٽ کي 3 ڀيرا پهريائين قيد ڪيو ويو هو . هن پارٽيءَ جي بندش خلاف پنهنجو ردعمل نه ڏيکاريو، ڇاڪاڻ جو اڳ ئي اسٽالن، مينڊالسٽام* کي مارائي ڇڏيو هو. هوءَ حالتن کان گهٻرائي خاموش ٿي وئي ۽ 1950ع ۾ مري وئي.

مان هن جي باري ۾ آمريڪيِ ترجمي ۾ جيڪي هن جا شعر پڙهيا آهن، انهن کان ڪافي متاثر ٿيو آهيان ۽ منهنجي نظر ۾ هوءَ دنيا ۾ جيڪي 6-5 وڏي ۾ وڏيون شاعرائون ٿيون آهن، انهن مان هڪ آهي.

## ايلن گنسبوگد

شاعر ۽ نثر نويس، جيڪو 1926ع ۾ نيويارڪ ۾ پيدا ٿيو. هو بين الاقوامي سفر ڪندو رهندو آهي. هندستان جو به ڪافي سفر ڪيو اٿائين ۽ مون هن جا ڪجهه ڪتاب پڙهيا آهن، جن ۾ Indian Journals ۽ ڪجهه انٽرويو به شامل آهن. هو آمريڪا ۾ ايترو مشهور آهي جو ڪجهه مهينا اڳ يو-ايس-ايس- آر جي ٽٽڻ کان اڳ روس جي عظيم شاعر ووزنيسينسڪيءَ هن کي خط لکيو هو، جو نيوزويڪ جي پهرين صفحي تي ڇپيو هو ته جي آمريڪا امداد نه ڏيندي ته روس ۾ اُهو ڏڪار پوندو جو 1917ع ۾

---

* دوستو وسڪي: روس جو ٽالسٽاءِ کان پوءِ وڏي ۾ وڏو ناول نگار (1821-1881ع تائين)

* مينڊالسٽام: روس جو عظيم شاعر جنهن کي اسٽالن ماريو هو. (1838-1891ع). هن جي زال ناديزدا هن جي جڳ مشهور سوانح حيات بن حصن ۾ لکي آهي. جا مون اٽڪل ڏهاڪو سال اڳ پڙهي هئي ۽ مون کي خاطري ٿي وئي هئي ته ڪميونزم آرٽ جي تباهي آهي. دراصل اها تباهي، گهٽ يا وڌ، هر آمريت ۾ آهي. حيرت جي ڳالهه آهي ته ضياءالحق منهنجي ڪنهن ڪتاب تي بندش نه وڌي هئي. شايد هُن سياست کي اوليت ٿي ڏني ۽ نه ادب کي.

انقلاب کان پوءِ پيو هو يا 1942ع وقت لينن گراڊ جي نازي گهيراوَ وقت پيو هو ۽ ماڻهو مردا کائڻ لڳا هئا.

## ايمرسن

هي آمريڪا ۾ 1803ع ۾ ڄايو هيو ۽ 1882ع ۾ گذاري ويو. هن ڪيترائي ڪتاب تحرير ڪيا، خاص طور اخلاقيات تي چوٽيءَ جو مفڪر سمجهيو وڃي ٿو. گانڌي، ٿارو، ٽالسٽاءِ ۽ هن مان متاثر ٿيو هيو. هن تي به پورو ڪتاب لکي سگهجي ٿو، پر ڇاڪاڻ جو مان موت ۽ حياتيءَ جي سرحد تي آهيان تہ مان ان جي زندگيءَ جي پڇاڙيءَ تي لکان ٿو، جيئن ڪجھ پين فيلسوفن جي باري ۾ لکيو اٿم.

’زندگي هرويرو لنبي آهي‘ ايمرسن چوندو هو. 1872ع ۾ هن جو گهر جلي ويو. ٻي ڏينهن تي ڪا شيءِ هن جي ذهن ۾ ٽڙڪو ڪري ٽٽي پئي. اُن ڏينهن کان پوءِ هن جي آرڏي هينئين – گهر ۽ سار سنڀال هن کي ڌوڪو ڏيڻ لڳي. هڪ ڏينهن هن جي ڌيءَ پنهنجي مضمون ’فطرت‘ مان ڪيس هڪ ٽڪرو پڙهي ٻڌايو. ’خبر ناهي تہ اهو ڪنهن لکيو آهي!‘ ايمرسن چيو، ”پر مان ڀانيان ٿو تہ اهو ڪوئي وڏو ماڻهو هو.“

پر پوءِ اهڙيون گهڙيون بہ هن جي زندگيءَ ۾ آيون جيئن وڄ سانوڻ جي سانجهيءَ ۾ چمڪندي آهي. هڪ ڏينهن، جڏهن پنهنجي ڪنهن دوست سان باغ ۾ گهمي رهيو هو، تڏهن هن ڪيس هڪ آلو بخارو ڏيندي چيو، ”هانءِ هي وٺ! هي بهشتي ميوو آهي.“ اهي لفظ علامت هيا ايمرسن جي نہ رڳو هڪ نماڻي ميوي لاءِ پر هر نر اهنڪاري ماڻهوءَ لاءِ هيا، جنهن کي ڪَنڌ ۾ ڪِلي ڪانہ هئي. ’جڏهن هو بہ چڱو آهي تہ هڪ بهشتي ٻار آهي.‘ واقعي چڱائيءَ ۾ هر انسان ڪيڏو نہ معصوم لڳي ٿو، پوءِ هو ڪنهنجو بہ وياءُ ڇو نہ هجي!

## اينٽي ڊيورنگ (Anti-Duhring)

اينجلس جو مشهور ڪتاب آهي هير ڊيورنگ جي خلاف جنهن جو جرمنيءَ جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ ۾ ڪافي اثر رسوخ هيو. اهو ڪتاب 11 جون 1878ع تي لکيو ويو هو ۽ ان جي هر باب دنيا ۾ تفرقہ اندازيءَ ۽ ماديت جو دفاع ڪيو ويو آهي ۽ نہ رڳو روحاني فلسفي جي مخالفت ڪئي وئي آهي، پر ان کي ڪلٽهارڪو ڪري پيش ڪيو ويو آهي. انهيءَ باب ۾ اسپنوزا جو ذڪر نہ آيو آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ ۾ اسپنوزا جي فلسفي کي رد ڏنو ويو آهي. موجوده دؤر ۾ هو پنهنجي اهميت وڃائي چڪو آهي، اهو ڪتاب ڪيئي سال اڳي مون پهريون ڀيرو پڙهيو هو ۽ ان وقت بہ مون کي هن جا ڪانٽ جي فلسفي جي باري ۾ رايا نہ آئڙيا هيا. دراصل اينجلس ۽ هير ڊيورنگ (منهنجيءَ نظر ۾) ٻنهي ڪانٽ جي غلط تشريح ڪئي آهي، جنهن وقت مون مهاڳ پئي لکيو تہ اها ڳالھ ذهن تان لهي وئي هئي تہ اهو ڪتاب اينجلس لکيو آهي.

## ايوريسٽ

ساري دنيا ۾ وڏي ۾ وڏو پهاڙ جو اوير هماليہ ۾ آهي ۽ نيپال ۽ چين جي سرحد سان ملي ٿو. ڊيگهہ ۾ اهو 2928 فوٽ آهي. چوٽيءَ تي سر جارج ايوريسٽ جي ڪري اهو نالو پيو، جنهن اُها ۽ ان جي اوچائي 1841ع ۾ قائم ڪئي. 1961ع ۾ چين ۽ نيپال ۾ هڪ معاهدو ٿيو تہ اُها چوٽي ٻنهي جي سرحد تي آهي.

1922ع ۾ اُن تي چڙهڻ جي پهرين ڪوشش ڪئي وئي. خطي جي مسئلن ڪان سواءِ، اُتي سرديءَ، اوچائيءَ ۽ مذهب جون ۽ سياسي تڪليفون آهن ۽ آبهوا بہ ڪوهہ پيمائيءَ لاءِ ناسازگار آهي، سواءِ مَئي مهيني جي. ان چوٽيءَ تي پهچڻ ۾ نيٺ سَر ايڊمَنڊ هِلاري، هڪ نيوزيليند جو رهواسي ڪامياب ٿيو ۽ هن سان گڏ شيرپاتينزنگ بہ گڏ هو ۽ ٻئي گڏجي دنيا جي بلند ترين اوچائيءَ تي پهتا ها.

## ايوگيني يوتوشينڪو

1933ع پيدائش، اڄان تائين حيات آهي. مان هن جي زندگيءَ تي لکڻ لاءِ اردوءَ ۾ سوويت شاعري جا ظ. انصاري ۽ تقي حيدر جا ترجما، 'موج - هوائ عصر' جي نالي سان ڏسي يوتوشينڪو جي زندگيءَ جي باري ۾ نوٽ پڙهي رهيو آهيان، جنهن ۾ نقط هيٺيون 6 سٽون لکيل آهن:

"جنگ کان پوءِ سيني کان ممتاز شاعرن مان هڪ. هو ڏکڻ سائبيريا جي ننڍي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. 1960ع ۾ هن جو نالو ساري دنيا ۾ ڦهلجي ويو. هو پاڻ کي ييسي نِين (روسي شاعر) ۽ والٽ وتمئن (آمريڪي شاعر) کي پنهنجو هيرو سمجهندو آهي. هن وقت تائين هن جا پنج مجموعا ڇپجي چڪا آهن ۽ ڪيئي اشاعت لاءِ باقي آهن."

هن کان وڌيڪ يوتوشينڪو جي باري ۾ ڪوئي ذڪر نہ ڪيو ويو آهي، پر مون کي ياد آهي تہ مون ڪٿي آمريڪي رسالي ۾ پڙهيو آهي تہ يوتوشينڪو کي يورپ لاءِ پاسپورٽ ڏنو ويو هو تہ هو جتي ڪٿي روس ۾ جبر ۽ آمريت جي خلاف نظم پڙهي رهيو هو ۽ ان ڪري هن جو پاسپورٽ رد ڪري کيس روس واپس گهرايو ويو هو ۽ هن تي ڪجهہ سختي بہ ڪئي وئي هئي، پر هو پوري مغربي دنيا ۾ شهرت رکندو هو ۽ اِن ڪري سختيءَ جو اظهار خاص طور روسي اخبارن ۾ نہ ڪيو ويو هو. يوتوشينڪو، پاسترناڪ کان پوءِ پهريون شاعر هو، جنهن مبهم نموني محسوس ٿي ڪيو تہ روس تباهي ڏانهن وڃي رهيو آهي ۽ اهڙي ڳالهہ ڪيئي سال اڳ مون روسي شاعريءَ جو ذڪر ڪندي، مسز راشديءَ کي ٻڌائي هئي، جنهن جو تفصيل مان 'ساهيوال جيل جي ڊائري' ۾ ڏئي چڪو آهيان. مون کي اهو محسوس ٿيو آهي تہ شاعر کي هڪ اندرين اک هوندي

آهي، جا سياستدانن کان گهڻو اڳ ۾ ڏسي سگهندي آهي، پر يا تہ هو ان جو واضح اظهار نہ ڪري سگهندو آهي يا چاڻي واڻي سياست جي جبر سبب نہ ڪندو آهي، ڇو تہ سياست جي هٿ ۾ رڳو قلم نہ آهي، هٿيار بہ آهن، جي شاعر وٽ نہ هوندا آهن، جيستائين هو مائوزي تنگ يا هوچي منهہ وانگر ٽين درجي جو شاعر نہ هجي. مون انهن ٻنهي جي شاعري پڙهي آهي؛ جيتوڻيڪ هو انقلاب آڻي سگهيا، پر هنن جي شاعريءَ جي اهميت نہ آهي ۽ واندڪائيءَ ۾ هو شاعري ائين ڪندا هيا، جيئن شطرنگ جي بازي کيڏي ويندي آهي.

يوتوشينڪو پنهنجي مشهور نظم 'بابائي يار' تي لکيو هو، جتي هڪ پوگرام (Pogram) * ۾ سوين يهودي ماراڻي هڪ ئي کڏ ۾ پوريا ويا هئا. اها خبر روس جي اڪثر حصي کي بہ نہ هئي، جيتوڻيڪ يهودين لاءِ اتي بہ ائين نفرت هوندي هئي، جيئن جرمنيءَ ۾. استالن جي ڌيءَ سوتلينا پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکيو آهي تہ جڏهن هن پنهنجي پيءُ کي ٻڌايو تہ هن جو هڪ روسي يهوديءَ سان پيار ٿي ويو آهي ۽ هوءَ ان سان شادي ڪرڻ ٿي چاهي، تہ استالن هن کي هڪ ڪچي گار ڏني ۽ هن جو مڱيندو ماراڻي ڇڏيائين. سوتلينا پوءِ ڀڄي آمريڪا هلي وئي هئي، جتي هن هڪ هندستاني سک سان شادي ڪئي ۽ پنهنجي جڳ مشهور آتم ڪهاڻي لکي شايع ڪرائي هئي، جا مون پڙهي آهي.

اها يوتوشينڪو جي جرئت هئي جو هو روس ۾ يهودن جي قتل - عام تي لکي سگهي. مون هن جو انگريزي ۾ آخري ڪتاب 'پيار جا گيت' پڙهيو آهي، جو مون کي ڏاڍو وڻيو آهي. هي سارو تفصيل بہ پنهنجي يادن جي آڌار تي لکائي رهيو آهيان ۽ ان ۾ بہ ٿورڙي ڦير گهير/گهٽ وڌائيءَ جي گنجائش ٿي سگهي ٿي.

## براهمس (Brahms Johannes) (1833ع کان 1897ع تائين)

جرمن ڪمپوزر (راڳ ناهڻ وارو) ۽ ساز وڄائيندڙ هيو. هيمبرگ ۾ هڪ غريب خاندان ۾ ڄايو هيو، جنهن جو موسيقيءَ سان ڪافي لڳاءُ هيو. براهمس پنهنجو روزگار شراب خانن ۾ پنهنجي موسيقي ٻڌائي ڪندو هو. هن پنهنجي تنها نوازي 1848ع ۾ ڏني ۽ 1853ع ۾ پنهنجا رهس ۽ طائفا ڪيا. ساڳي سال هو شومن سان مليو ۽ جنهن هن جو جينيس يڪدم سڃاتي ورتو. آخرڪار هو ويانا ۾ 1862ع کان وٺي مستقل رهيو ۽ هڪ موسيقار جي حيثيت ۾ پنهنجي شهرت ڦهلايائين. هن کي بيدوون جي روايت جو وڏو زنده وارث سمجهيو ويندو هو. 1860ع ۾ جي بہ نوان موسيقار هيا، هن انهن جي خلاف پنهنجو پڌرنامو شايع ڪيو، پر ويگنر جي موسيقي جي آڏو بي دليو آيو هيو. هن چون سمفنيون ۽ پيانو طائفا بہ هيا ۽ وايولن ۾ تمام گهڻي ۽ گوناگون موسيقي بہ

*پوگرام: يهودين جا قتلِ عام جي عيسائي ڪرائيندا هيا، ڇو تہ روايت موجب، هنن ئي حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي صليب تي چاڙهيو هو.

هئي، جا خلوت پيش ڪئي وئي هئي. هن بہ سئو گيت لکيا ۽ ڪليدي تختي تي تحرير (Key board writings) جو ماهر هيو.

## برگسان

هينري برگسان 1869ع ۾ فرانس ۾ پيدا ٿيو. 1941ع ۾ ڪيئي ڪتاب لکي وفات ڪيائين. هن جو سڀ کان مشهور ڪتاب 'Creative Evolution' (تخليقي ارتقا) آهي. علامہ اقبال هن سان ملاقات ڪئي هئي ۽ هن کان ڏاڍو متاثر ٿيو هو. چون ٿا تہ علامہ اقبال جي 'خوديءَ' جو تخيل برگسان تان ورتل آهي. علامہ جي برگسان سان ملاقات جي باري ۾ بہ ڪيئي قصا ڪهاڻيون آهن.

## برونو، گيورڊانو (1548 ب.ا.م کان 1600 ب.ا.م تائين)

اطالوي فلسفي ۽ شاعر، جو نولا ۾ ڄايو هو. هن نيپلس جي اسڪول ۾ تعليم ورتي، جتي هو پندرنهن ورهين جي عمر ۾ ڊامنيڪن (Dominican) فرقي ۾ داخل ٿيو. 1576ع ۾ هن تي ڪفر جو الزام هنيو ويو تہ هو فرار ٿي ويو ۽ هڪ ٽُلڪائوءَ ۽ رولاڪڙ جي حياتي هن کي جنيوا، پوءِ ٽُلوس وٺي وئي، جتي هن ٻہ سال درس و تدريس ۾ گذاريا. ان کان پوءِ پئرس رمتو ٿيو(1582ع ۾)، پوءِ لنڊن ۾ (1583ع ۾)، جتي هو فرينچ سفير جي گهر ۾ رهيو؛ وري پئرس پٽڪيو، ان کان پوءِ ماربرگ، وِٽن برگ، پراگ، هيلمس ٽيڊٽ ۽ فرئنڪ فُرٽ ويو. 1591ع ۾ هڪ وينيشن امير هن کي لوڪ اڳيان ڏِنو ڪيو ۽ لعنت وڌيو؛ 1592ع ۾ هن کي ديني عدالت (Inquisition) جي اڳيان پيش ڪيو ويو. برونو کي قيد ڪيو ويو ۽ هن تي مقدمو هلايو ويو، پهرين وينس ۾ ۽ ان کان پوءِ روم ۾. هن تي ڪيئي الزام هيا، جن ۾ ڪفر، ڪُلهِٽي چال، چلگت، ۽ عقيدي ۾ الحاد جو ڦهلاءُ بہ هُيا ۽ هن جيڪي فلسفي ۽ علمِ ڪائنات ۾ بنيادي نظريا اظهاريا هيا، اُهي بہ شامل هيا. هن نہ زبان ڦيرائي ۽ نہ پاڻ ڪڍائي ويو ۽ ان ڪري هن کي موت جي سزا ڏني وئي ۽ 17 فيبروري 1600ع ۾ هو روم ۾ جيئرو جلايو ويو.

برونو جو اوائلي ڪتاب هڪ هِرشي ناٽڪ (طربيہ - ڪاميڊي) آهي، جو هن 1582ع ۾ لکيو هو. پوءِ هن ڪيئي مضمون لکيا، جن ۾ ڪجهہ جُڙتو يادگيريءَ (Artificial memory) تي بہ هيا. هن جو فلسفي ۾ سڀ کان اهم ڪتاب هو 'اطالوي مڪالما' جو هن انگلنڊ ۾ لکيو هو. هن جو ٻيو اهم ڪتاب 'لاطيني نظم' هيو، جو هُن جرمنيءَ ۾ لکيو هو. مڪالمن ۾ برونو نئين جاڳرتا (renaissance) ۾ افلاطون جي ڦهلايل ابديت جي نظرئي کي ساراهيو هيو، جنهن جو اظهار هن نهايت جُرئت منديءَ سان ڪيو. هن جي خيال ۾ خدا ۾ سڀ اوصاف سمائجي ٿي ويا ۽ هو ابدي هو. هو ان خيال جو بہ هو تہ ساري ليلا ٻيو ڪجهہ بہ نہ هئي، رڳو اننت جو رنگ

روپ هئي. انيڪ ۾ ايڪ وَسيل رهيو هو ۽ ان جا ئي سڀ پرڪاش ۽ پڌرايون هيون. پنهنجن ڪتابن ۾ برونو ارسطوءَ جي علمِ ڪائنات جي نفي ڪئي ۽ چيو تہ هيءَ ڪائنات اڪٽ آهي ۽ اُن ۾ بي ڪٿيون ۽ بي ڪاٿي دنيائون آهن، جن مان هر هڪ ۾ سج ۽ گرهہ آهن. اُن ڪري هن وسيع ڪائنات تي ڌرتي رڳو هڪ ننڍو گرهہ آهي.

پنهنجيءَ مابعدالطبيعات ۾ برونو تي ڪيوسينس• (Cusanus) ۽ اسپنوزا جو اثر هيو ۽ هن جرمن تصوريت تي پنهنجو سڌو اثر ڇڏيو. علمِ ڪائنات ۾ برونو ليوڪريشس* ۽ ڪاپرنيڪس•• جو پوئلڳ هيو، پر ڪاپرنيڪس کان بہ هُن جو نظام جو تصور اڳيرو نڪري ويو. ٻين سيني اطالوي فيلسوفن جي ڀيٽ ۾ برونو کي جديد سائنس ۽ فلسفي جو پيش رَوُ چئي سگهجي ٿو.

هو پنهنجن خيالن ۽ ڪتابن ۾ چِٽو، بي ٻٽو ۽ چاٽيءَ وارو مڙس هيو. هو تيز خيالو بہ هيو پر پورو پورو درست نہ هو ۽ نہ وري هو سُچيت ۽ خبردار هيو. پر عجب اُن تي ٿو اچي تہ اُهي سائنس ۽ فلسفي جا نُڪتا جي، هن جي دؤر ۾ ناپيد هُيا، ۽ ڪيترو وقت پوءِ دريافت ڪيا ويا، هِن جي ڌيان ۾ ڪيئن آيا! هن جي اَلمئي هن کي فلسفي جي تاريخ ۾ هڪ شهيد جي حيثيت ڏني. ڪڏهن مان سوچيندو آهيان تہ مان پنهنجي ديس ۾ برونو جي ڪيڏو نہ ويجهو آهيان ۽ مون سان جُڙتو شريعت جا صاحب ڪئن نہ وچڙيا ها!

جيتري قدر مون کي يادگيري آهي، برونو تي سنڌيءَ ۾ هڪ ڪتاب ڇپيل آهي.

## بڪونن (1814 کان 1876ع تائين)

هو پروڌان جي پائي جو نراجوادي (انارڪسٽ) هو. 30 مئي 1814ع تي هڪ ننڍي روسي ڪاتيدار جي گهر ۾ ڄايو هو. هن جو پيءُ هڪ روشن خيال انسان هو، مغربي ادب ۾ پڙهيو ۽ جديد مغربي ڌارا کان ڪٽيل ڪونہ هو. هن جي پيءُ جي آزاد خيالي، انهيءَ حد تائين ڪانہ هئي جو هو زار جي آپي شاهيءَ تي نڪتہ چيني ڪري، پر بڪونن ۾ بغاوت جي ڪمي ڪانہ هئي؛ هن جي پهرين عدول حڪمي اها هئي تہ هو جنوري 1835ع ۾ فوجَ مان فرار ٿي ويو. 1838ع ۾ هن پنهنجي ريجمينٽ تان استعفيٰ ڏني ۽ بي سرڪاري نوڪري بہ نہ ڪئي. هن پيءُ سان جهيڙو ڪري، ماسڪو جي ادبي ۽ لاأبالي زندگي اپنائي. ان دؤر ۾ ڪجهہ جرمن فلسفين جهڙوڪ شيلنگ، فشتي ۽ هيگل جو هن تي اثر ٿيو، جن سيني کي هن پنهنجي رومانوي انداز ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. گهڻو ڪري هو اليگزينڊر هرزن سان ملندو هو ۽ بيلنسڪيءَ سان بہ هن خيالن

* ليو ڪريشس - (99 ق.ا.م کان 55 ق.ا.م تائين)؛ رومن شاعر ۽ مصنف، جنهن 'ڪائنات جي مزاج' تي هڪ لنبو ناصحانہ نظم لکيو هو.

•• ڪاپرنيڪس (1457ع کان 1543ع تائين)؛ پولش ماهرِ نجوم، جديد علمِ نجوم (اِئسٽرانامي) جو باني.

• ڪيُوسينس - (1401ع کان 1464ع تائين)؛ جرمن فلسفي هو.

جي ڏي – وٺ ڪئي هئي، اجان بہ ائين چئجي تہ انهن کان سياسي شدت پسنديءَ ۾ سبق ورتا هيا. 1840ع ۾ زار شاهيءَ سان رنج ٿي ۽ آنڊ مانڊ ۾ اچي، هو روس ڇڏي، جرمنيءَ هليو ويو. برلن ۾ هن جو ڌيان صرف سياست ڏانهن ويو ۽ هن هيگل کان متاثر ٿي ڪابي ڌر ڏانهن لاڙو رکيو. 1842ع ۾ 'جرمن سال نامي' ۾ هن جو هڪ ليک شايع ٿيو، جنهن هن جي زندگيءَ کي موڙ ڏنو ۽ جنهن مان ايئن ٿي لڳو تہ هو روسي انقلاب ۾ اڪيون پائي وينو هو ۽ ليک جي پڇاڙي ۾ هن جي مشهور چوڻي هئي، "تخريبي جذبو هڪ تخليقي جذبو بہ ٿيندو آهي." جنوري 1843ع ۾ نوجوان انقلابيءَ ڊريسڊن بہ ڇڏي (جتي هو برلن مان ويو هو) ۽ سئٽزرلينڊ ڏانهن ويو ۽ پوءِ اتان پئرس ويو، جتي هو چئن سالن کان وڌيڪ رهيو ۽ انهيءَ وقت ۾ هو پروڌان، مارڪس ۽ پولنڊ جي پناهگير انقلابين سان مليو. جيتوڻيڪ پوليس هن کي شهر نيڪالي ڏني هئي، هو عين وقت تي پهچي ويو ۽ 1848ع جي انقلاب ۾ ڀرو ورتائين، پر پوءِ هن کي جلد ئي برلن ۽ پراگ سرڪايو ويو، جتي هن 1848ع جي سلاف ڪانگريس ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هتي بڪونن جي انقلابي تمنائن ۾ هڪ ٻيو عنصر شامل ٿيو ۽ اُهو هيو جرمنيءَ جي پاڇاريءَ مان آسٽريا جي سلاف قوم جو ڪنڌ آجو ڪرڻ. 1848ع ۾ هن 'سلاف قوم کي گذارش' نالي هڪ ڪتابچو شايع ڪيو، جنهن ۾ هن جي پروگرام جا ٽي مکيہ اصول شامل هئا. (١) مغرب جي بورجوا جمهوريت جي ترديد (٢) سلاف قوم جي آزادي (٣) ڪسانن جي انقلابي صلاحيت ۾ ويساهہ.

مئي 1949ع ۾ بڪونن کي ڊريسڊن ۾ گرفتار ڪيو ويو، جتي هو بلوي کي اُتساهي رهيو هو. لنبي ڪارروائيءَ کان پوءِ پهرين هن کي آسٽريا ۽ پوءِ روس جي پوليس جي حوالي ڪيو ويو. پيٽرس برگ جي روسين هن کي پيٽر ۽ پال قيدخاني ۾ ٽي سال قيد رکيو ۽ چار سال ٻيا شلوس برگ جي قيدخاني ۾ رکيو. پيٽر ۽ پال ۾ هن 'اعتراف' نالي ڪتاب لکيو جو 1821ع ۾ ڇپيو. اِهو ڪتاب رياڪاريءَ ۽ صداقت جون وايون بتال ڪندڙ بہ سَرو هيو، جنهن ۾ هن زار نڪولس I کان معافي گهري هئي ۽ روسي حاڪم کي سلاف قوم جي آزاديءَ لاءِ اڳوائيءَ جي آڇ ڪئي هئي.

1857ع ۾ هن جي خاندان جي وچ ۾ پوڻ ڪري، بڪونن کي آزاد ڪيو ويو ۽ هن کي سائيبريا ۾ رهڻ ڏنو ويو. اتي هن هڪ جلاوطن پول جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ 1861ع ۾ لنڊن پڄي ويو.

بڪونن جي باقي زندگي منصوبا ٺاهڻ ۽ پئمفليٽ لکڻ ۾ گذري، جيڪي گهڻو ڪري اڌ ۾ رهجي ويا ۽ جن جو مقصد پر اسرار جماعتون ٺاهڻ هيو، جي سڀ وئرٽ ويون. (انقلاب جو خبط بہ هيروئن جي هير وانگر آهي، جا گنتر ۾ ٺاهو ڪائي، تنگ پڄندي بہ نہ ٿي لهي. انقلابيءَ کي وجهہ ملي ٿو تہ هو ڳياڙي هٽي، سچ کي ڪوڙ، ڪوڙ کي سچ ڪندو ٿو رهي ۽ جڏهن هن جي زبان لنبي ٿي وڃي تڏهن بہ هو فرضي نالي سان لکندو ٿو رهي ۽ سازش کان نہ ٿو مڙي. سچا انقلابي ورلي تا ٿين؛ جي پهريون

پنهنجي سر تي سَهي تا وڃن ۽ پوءِ ٻي ڪي ٻوهي ۾ تا ڏين؛ نه ته گهٽو ڪري ڇڙو ڀنيور ڪي ٻاهه ڏئي، پاڻ ۽ پنهنجي گهر گهاٽ کي سيڪ کان پاسي رکڻ وارا آهن.)

ٻڪونن سائيبيريا مان ڀڄي لنڊن آيو، اتان اٽليءَ ويو ۽ آخر ۾ سوئٽزرلينڊ ۾ وڃي رهيو. هن هرزن سان جهيڙو ڪيو ڇو ته هرزن پورو پنو ۽ نرم ڏر وارو انقلابي هو (تاريخ ثابت ڪيو آهي ته جي زار شاهي هرزن جهڙن مخالفن کي جلاوطن نه ڪري ها ته روس ايتريءَ خون خرابي کان ٻه بچي وڃي ها ۽ اڄ کان گهڻيءَ بهتر حالت ۾ هجي ها) ڪجهه وقت لاءِ هن روس مان آيل تشدد پسند سَرگي نڪائيف سان رابطو رکيو. مارڪس سان نئين سر پنهنجي واقفيت پيدا ڪري،[4] 1869ع ۾ ٻڪونن انٽرنيشنل ورڪنگ مينس ائسوسيئيشن (پهرين انٽرنيشنل) ۾ شامل ٿيو، جا متضاد بنيادن واري تنظيم هئي پر مارڪس جي قيادت هيٺ هڪ انقلابي پروگرام اپنايو هيائين. پهرين انٽرنيشنل ۾ مارڪسسٽن جي ڀيٽ ۾ انارڪسٽن جي گهٽائيءَ تي ۽ ٻڪونن انهن ۾ پنهنجن پيروڪارن جي خفيه انجمن ٺاهي ۽ انڪري 1872ع ۾ هن کي ان تنظيم مان نيڪالي ڏني وئي. انهيءَ سال هن جي سڀ کان اهم تحرير هئي 'انقلابي سوال جواب جو ڪتاب' جو هن نڪائيف جي اثر هيٺ لکيو. ٻيو ڪتاب رومانوف (روسي زار) خاندان جي نندا ۾ لکيائين ۽ 1872ع ۾ 'خدا ۽ رياست' لکيائين، جنهن ۾ هن ڏيکاريو ته رياست ۽ خدا جو تصور، آزاديءَ جا ازلي دشمن آهن. 13 جون 1876ع تي هو برلن، سوئٽزرلينڊ ۾ مري ويو.

ٻڪونن پنهنجي آخري زندگيءَ ۾ نراجواد کي انتها پسند انفراديت جو نظريو ٿيندو ڏنو ۽ مارڪس ۾ تاريخ ۾ انهن قوتن جي اهميت هئي. غير ذاتي (Impersonal forces) هيون، هن جي فلسفي ۾ مارڪس جي پرولتاريت ۾ ويساهه بدران هَر - هاريءَ ۾ ويساهه هو.

علامه اقبال جو اهو شعر:

جس کهيت سے دهقان کو ميسر نهين روزي
اُس کهيت کے هر خوشهٔ گندم کو جلادو.

دراصل لينن سان نه پر ٻڪونن سان لاڳو آهي، (پر علامه اقبال رڳو اشتراڪيت جو نالو ٻڌو هو ۽ ان جو ڪوئي خاص مطالعو ڪونه ڪيو هئائين.)

ٻڪونن کي برطانيا يا الـمانيا ۾ ٿورا پيرو هيا ۽ فرانس ۾ نراجواد، خاص ڪري ٽريڊ يونين ۾ پروڌان مان ڦٽي ڦلاريو هيو. پر هن عظيم روسي نراجوادي کي زبردست شخصيت هئي، جنهن جو ساريءَ انقلابيءَ تحريڪ تي اثر ٿيو. هن اسپين ۽ اٽليءَ ۾ پيروڪارن جا ڪيئي گروهه ڇڏيا، جتي هن جي موت کان ڪيئي ڏهاڪا پوءِ نراج واد جي سگهاري هَل چل هلي ۽ ٻڪونن جو نالو ۽ يادگيري 1870ع کان 1880ع تائين روسي نارودنڪن (Narodinks) مقبولِ عام پارٽيءَ جي ماڻهن ڪيِ چوندا هئا) ۾ گونجندو رهيو. 1917ع کان پوءِ مارڪس ۽ ٻڪونن جي ذاتي ۽ نظرياتي دشمنيءَ

سوويت يونين ۾ بڪونن جي نالي کي بلڪل دونهاٽي ڇڏيو نہ تہ هو انقلاب جو معزز ترين پيش رَو هو. بڪونن روس جي انقلابي ويچار لاءِ ٻہ اصول رکيا هئا- روسي ڪسان جي انقلابي تقدير ۾ اعتبار ۽ سِلاف قوم جي مقصدِ حيات ۾ اعتبار. تہ اُها ئي دنيا کي مغرب جي تخريب پذير بورجوا تهذيب کان بچائي سگهي ٿي. جارج آرويل، آندري مالرو ۽ هيمنگوي جا اسپين ۾ نراجوادي هل چَل جي پس منظر ۾ ناول صاف ڏيکارين ٿا تہ نراجوادي ننڍي ۽ وڏي ۾ ڪو بہ فرق نہ ڪندا ها ۽ ڪوئي ڪئپٽن، ڪرنل يا جنرل ڪونہ هو. سڀ انقلاب جا سپاهي ها. اِها ٽيڳر، اِها ڳرائي، اِها ننڍَ وَڏائي، اهو درجي جو احساس جو ورلي ٽَرڙائپ ۽ آپي پَٽي کي پاسي رکي ٿو، برائيءَ جي جڙ آهي ۽ ماڻهوءَ جو جڏهن ڪنهن سان ان آپي سبب ذاتي ٽڪر ٿئي ٿو تہ هو نظرياتي آڙ وٺي ٿو، جيئن اسٽالن، ٽراٽسڪيءَ جي خلاف ورتي هئي يا جيئن اڄ ڪلهہ افغانستان ۾ ٿي رهيو آهي.

## بهادر شاهہ ظفر (ثاني)

24 اڪتوبر 1775ع ۾ ڄائو ۽ 7 نومبر 1883ع ۾ گذاري ويو. ابو المظفر سراج الدين محمد بهادر شاهہ مغليہ خاندان جو آخري بادشاهہ هو ۽ هڪ سٺو شاعر پڻ هيو. هو اڪبر شاهہ ثانيءَ جو ٻيو نمبر پٽ هيو ۽ ڪيس لال ٻائيءَ مان ڄايو هو. هو شهنشاهہ بابر جي ٻارهين پيڙهي هيو ۽ دهليءَ ۾ پيدا ٿيو هو. 1837ع ۾ دهليءَ جي قلعي ۾ هن جي تخت نشينيءَ جي رسم ادا ڪئي وئي. ظفر کي انگريزن سان دشمني ٿي وئي ۽ انهيءَ دؤر ۾ 11 مئي 1857ع تي ميرٽ جي هندستاني فوج آزاديءَ جو جهنڊو بلند ڪيو ۽ ڪيئي انگريز ماري وڌا. انهن پوءِ بهادر شاهہ ظفر کي پنهنجو سربراهہ بڻايو ۽ هن انهن جي تيادت قبول ڪئي. جنهن سان سيئي رئيس ۽ رياستن جا والي بہ هيا جي غير ملڪي حڪمرانن کي ملڪ مان ڪڍڻ تي متحد ٿي ويا ها. دهليءَ ۾ حريت پسندن، انگريزن جو وڏي بهادريءَ سان مقابلو ڪيو پر وطن جا غدار هِن جي آڏو آيا ۽ 6 سيپٽمبر تي انگريزي فوج حريت پسندن کي شڪست ڏئي دهليءَ تي قابض ٿي وئي.

بهادر شاهہ همايون جي مقبري ۾ پناهہ ورتي ۽ جڏهن انگريزن کي اها خبر پئي تڏهن هن مقبري جو گهيرو ڪيو ۽ 22 سيپٽمبر تي بهادر شاهہ پاڻ کي انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو، ڇو تہ انگريزن سندس جان بخشيءَ جو واعدو ڪيو پر پوءِ واعدي جي خلافي ڪندي شهزادي جوان بخت ۽ شهزاديءَ زينت محل کان سواءِ باقي شهزادن کي ميجر هنسن قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ سر جارج لارنسي، بادشاهہ کي هڪ سال لاءِ ذلت ۽ خواريءَ سان تيد رکيو. 1858ع ۾ لارنسي، بهادر شاهہ تي بغاوت جو مقدمو هلايو ۽ 7 آڪتوبر 1858ع تي هن کي سزا ڏئي رنگون موڪلي ڇڏيو. بادشاهہ سان گڏ هن جون بہ زالون، شهزادو جوان بخت ۽ ڪجهہ تعلق رکڻ وارا بہ هيا. هو رنگون ۾ انتهائي ڪسمپرسي واري حالت ۾ انتقال ڪري ويو.

مؤرخ ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ مغل بادشاهن ۾ بهادر شاهہ ظفر زياده مهذبُ، شائستہ ۽ نيڪ هيو. هن جي دربار جي تهذيب ساري ملڪ جي تهذيب لاءِ نموني مثال سمجهي ويندي هئي، جو تہ بهادر شاهہ ۾ تعصب تہ ماتر بہ ڪونہ هيو ۽ هو هر قوم ۽ ملت جي ماڻهن ۾ مقبول هيو. بهادر شاهہ هڪ چڱو شاعر هيو ۽ محمد ابراهيم ذوق کان اصلاح وٺندو هو. مرزا غالب بہ هن جي دربار ۾ هيو. اردو ادب ۾ بهادر شاهہ ظفر کي هڪ اهم مقام حاصل آهي ۽ هن جو ڪلام خاص طور اُهي غزل پرپور آهن، جي هُن جلاوطني ۽ قيد جي زماني ۾ لکيا هيا. هو اعليٰ درجي جو خطاط، موسيقيءَ جو ماهر، عمارتون ۽ باغ نهايت ترتيب سان جوڙائڻ جو شوقين هيو. سارو ڏينهن لکڻ پڙهڻ ۽ تلاوت ۾ گذاريندو هو. هن جي تصنيف ۾ سعديءَ جي گلستان جي شرح ۽ اردوءَ جا چار ديوان زياده مقبول آهن.

## بيدل دهلوي

**عالمي صاحب دل است امّا کسي "بيدل" نہ شد**

(دنيا تہ صاحب دل آهي، پر ڪوئي بيدل نہ ٿي سگهيو آهي.)

بيدل دهلويءَ جي پيدائش شاهجان جي دؤر ۾ ٿي. اورنگزيب عالمگيرِ جي دؤر ۾ مغلن جي شهنشاهيت پنهنجي عروج تي هئي. انهيءَ مان گذري، باقي مغل بادشاهن کان وٺي محمد شاهہ رنگيلي تائين، هن سڀ ڪجهہ اکين سان ڏٺو. مغليہ سلطنت هُن جي ڏسندي پَستيءَ ڏانهن وڃي رهي هئي. هُو پرهہ جي ڏيئي وانگر ٽم ٽم ڪندو رهيو ۽ بهادر شاهہ ظفر جي دؤر ۾ وسامي ويو. بيدل مؤرخ نہ هو. هن سوين خوبصورت غزل لکيا، پر هن پنهنجن رُقعات، پنهنجيءَ مثنويءَ 'چهار عنصر' ۽ ڪجهہ رُباعيات ۾ اُنهن واقعن ڏانهن اشارو ڪيو آهي، جي هن جي دؤر ۾ رونما ٿيا. پر هو غالب وانگر نثر نويس نہ هو ۽ پنهنجي وقت جي عڪاسي گهٽ ڪئي اٿائين. غالب وانگر هو ڪُنهن بادشاهہ يا وزير جي مدح سرائي بہ نہ ڪندو هو. هو تہ انهن کي شيطان وانگر سمجهندو هو. پنهنجي مثنويءَ ۾ چيو اٿائين:

ايکہ تعريفِ سلاطين کرده
مشقِ تعليمِ شياطين کرده

(اڙي! تون جو بادشاهن جي ساراهہ ڪرين ٿو،
اهو سمجهہ تہ تنهنجو معلم (تعليم ڏيندڙ) شيطان آهي)

بيدل ڳالهير ۽ وَڏ–واتيو نہ هو. هن جي شاعريءَ ۾ انفس ۽ آفاق (جڳت ۽ سرسٽيءَ) تي ڪافي غور ۽ فڪر آهي. غالب ۽ علامہ اقبال ٻئي بيدل کان متاثر هوندا ها. مون ٽنهي جو تقابلي مطالعو ڪيو آهي، غالب ۽ اقبال جي ڪافي شعرن تي بيدل جو اثر آهي. اقبال چوندو هو تہ غالب جو ڪلام، غلام هندستان ۾ مقبول آهي، پر اُتي بيدل کي ڪوئي نہ

ٿو ڇاڻي؛ ۽ افغانستان جي آزاد مُلڪ ۾ هن جي تلاوت ٿي رهي آهي. (بيدل جو سوانح نگار خواجه عبدالله اختر.)

مان جڏهن جوانيءَ ۾ سکر ۾ وڪالت ڪندو هوس ته هڪ سيشن جج عزيز الله ميمڻ، سپرنٽينڊنٽ انجنيئر اميد علي قريشي، ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جيل آغلو خان دُرانيءَ سان گڏجي ٽين چوٿين ڏينهن گهوٽڪيءَ جي ڊي.ايس.پيءَ (نالو وسري ٿو وڃي، غالباً غلام اڪبر) جي دعوتن تي ويندو هوس ۽ ٽين چئين بجي رات تائين ناؤ نوش ڪندا هياسين، جيستائين ڪَٿيون ڪَر موڙينديون هيون ۽ ڏکڻ جون ٿڌيون هوائون ان اڱڻ ۾ لڳنديون هيون، جتي اسان جي چؤياري ويٺي هوندي هئي. مون لاءِ انهيءَ بئنڪ ۾ ڇڪ جو ڪارڻ ڊي.ايس.پي جي ديوانِ بيدل سان آت اُڪير هئي، جو هن کي پنهنجي پيءُ ڏنو هو. غالباً هن جي ماءُ ايراني هئي ۽ هن جو پيءُ سنڌي هو. هن جي زال ڪرستان هئي، جا اسان کي واري سان تريل گوشت جون پليٽون ڏيندي هئي ۽ ڊي.ايس.پي، بيدل جو ديوان پڙهندو رهندو هو. مون کان سواءِ هُن کي ٻيو ڪوئي سمجهي نه سگهندو هو ۽ ٻيا فقط ڪنڌ ڌوڻ سان سندس جهجهي ڪاتي پيتي جو داد ڏيندا ها. مون لاءِ اهي راتيون حياتيءَ جون وَڏيون رنگ رليون هونديون هيون. ڊي.ايس.پي، فارسيءَ جو ماهر هو ۽ بيدل کي ايراني لهجي ۾ پڙهندو هو. مون کي اڄان تائين بيدل جا ڪيئي شعر ياد آهن ۽ ڪيئي منهنجي تحت الشعور ۾ آهن.

ڇا نه شعر آهي:

ساحل ڪه اصلِ طينش اوُ جوش تشنگي ست
دريـا ست درڪنار لَبش تر نـمي شَـوَد

(ڪناري جي سياوَ ۾ اها ڳالهه نه آهي ته هُن جي اُڃ لهي سگهي. جيتوڻيڪ درياهه اُن جي ٻڪَ ۾ آهي. اُن جا چپ اُڃايل آهن.)

يا -

عجب ست گر هَوسَت ڪشد ڪه ٻه سير سرو وسمن
توز غنچه ڪمر نه د ميده درِ دِل ڪُشا و چمن
در آ -
پيءِ آهوانِ رميده خو مپسند زحمت جستجو
ٻه خيالِ حلقهء زلفِ او در دل ڪُشاوَ ختن
دَر آ

(حيرت آهي جي توکي هَوس ڇڪي ته سرو ۽ سمن جي سير تي هلي آءُ، تون خود مکڙيءَ کان گهٽ ڪڙيل نه آهين، دل جو دروازو کول ۽ چمن ۾ هلي آ.)

جن هرڻين جي سياوَ ۾ رُلڻ ڇُلڻ ۽ ڏِڪُ ڊوڙ آهي، اُنهن پنيان لڳي پاڻ کي هلاڪ نه ڪر؛ هن جي زلف جي خيال ۾ وڪوڙجي وڃ ۽ ختن* ۾ هلي آءُ.-)

* خطا ۽ ختن (شايد چين ۾) اُهي شهر هوندا ها جن جا آهوَ (هرڻ) مشهور هوندا ها ۽ جن جي اکين کي خوبصورت عورتن جي اکين سان تشبيهه ڏيندا ها.

همہ عمر با تو قدح زدیم و نہ رفت رنج خمارِ مي
چہ قیامتي ک نہ مي رسي ز کنارِ ما بہ کنارِ ما

(سڄي عمر توسان پيالو پيتو پو بہ کيپ جو ڏک نہ ويو،
ڪهڙي قيامت آهين جو منهنجي ڪڇ مان مُنهنجي ڀاڪُر ۾ نہ ٿو اچين.)

## بيدوون (Bethoven) (1770ع کان 1897ع تائين)

جرمن موسيقار، جنهن جي موسيقيءَ ۾ ڪلاسيڪيت کان رومانيت ڏانهن تبديلي آهي. هو جرمنيءَ جي شهر بون ۾ ڄايو هو ۽ ڪيس موسيقي ورثي ۾ ملي هئي. هن جو پيءُ ۽ ڏاڏو بہ مڃيل موسيقار هيا، تنهن ڪري هن جي بهترين تربيت هن جي پيءُ ڪئي هئي. ڪلون ۾ کيس سرڪاري نوڪري ملي ۽ ان عرصي ۾ هن خاندان جو ڪاني اونو رکيو. 1792ع ۾ هو بون ڇڏي ويانا ويو جتي هن هڪ ڪمپوزر ۽ ماهر پيانو نواز جي حيثيت ۾ شهرت حاصل ڪئي. هن جا مٿين طبقي مان ڪيئي سرپرست هيا، جن باقي زندگي هن جي اقتصادي مدد ڪئي. 1801ع ڌاري هو ٻوڙو ٿي پيو ۽ هن جي روز بروز وڌندڙ ٻوڙائپ هن کان ميل واريءَ، پياني نوازيءَ (Concert Pianist) جو ڪم ڇڏائي ڇڏيو ۽ هو تخليقي ڪم ۾ جنبي ويو. ان کان پوءِ هن جي سموري زندگي هڪ ڪمپوزر جي حيثيت ۾ گذري. هن جون سمفنيون لاجواب آهن. بيدوون جي موسيقيءَ ۾ مترنم قوت جي بيحد گهرائي آهي ۽ جذباتي اظهار ۾ اونهي انسان دوستي آهي.

## ٻڌ

سنسڪرت ۾ ٻُڌ چيو ويندو آهي: 'ڄاڻڻ ڪي، ڄاڳڻ ڪي'. هو ٻوڌي مذهب جو باني هو، جو مشرق جي وڏن مذهبن مان آهي. هو 483 ق.م کان 563 ق.م تائين هيو. هندو مت ،جا آتمڪ ۽ نيت شاستر جي سکيا سان آريبل هئي، تنهن ۾ بنا ڪنهن اهڙي ارادي جي، ٻڌ هڪ ٻي ڌرم جو بنياد بہ وڌو. هو راڄ - ڪنور سڌارٿ گوتم ٿي ڄايو، پر پوءِ بہ هن اڻ - هوند، روڳ، مرتيو (موت) جي باري ۾ ڏاڍو سوچيو ۽ پنهنجي ڀوڳ ولاس جو جيون ڇڏي، هڪ سنياسي ٿيو. ڇهہ سال اڪيلائي ۾ تپسيا ڪيائين. هن روشن دماغي حاصل ڪئي پر انهيءَ تجربي هن جي سوچ ۾ ڦيرو نہ آندو ۽ هو هر هندوءَ وانگر انت ۾ ڪنهن شانتيءَ واري آوستا ۽ آواگون ۽ پنرجنم ۾ اعتبار ڪندو رهيو، جي ماڻهوءَ جي اڳين ڪرم جي سنسار - سنٻنڌي نيم جو نتيجو هيا. مون ٻڌ جو هڪ عجيب قول پڙهيو هو:

'بس، ڪجھ بہ نہ ڪر'

'اِتي ويٺو رهہ'

مان انهيءَ قول تي سوچي ٿڪجي پيو آهيان، پر ان جي تهہ تائين پهچي نہ سگهيو

آهيان. دنيا جي تاريخ ۾ ٻڌ اهو نرالو جينيس هو، جيڪو ناستڪ هوندي ڪاميابيءَ سان هڪ ڌرم جو بنياد رکي سگهيو. برٽرانڊ رَسيل به ساڳي ڳالهه ڪئي. هن کي حسرت هئي ته هو چين ۾ ڇو نه ڄايو جتي هڪ ناستڪ تي ڏيورو يا ٻُچ - آستان ٺاهي سگهن ٿا. جتي برٽرانڊ رَسيل سُمرادو نه ٿي سگهيو، اتي ٻڌ سوڀارو ٿي ويو.

هو ڄايو هو سڌارٿ گوتم تي (سڌارٿ گوتم جي قوم هئي) اُتر ڀارت ۾، هماليا پهاڙ جي پَٻ وٽ، بنارس (وراڻشي) کان اٽڪل سؤ ميل پري.

انهيءَ دؤر ۾ جڳ جون وڏيون سيپتائون پيدا ٿيون- ڪنفيوشس ۽ لائوزي چين ۾، ٿيلز (Thales) ۾ زينوفينس (Xenophanes) ۽ فيثا غورث ۽ هراڪليٽس (Heraclitus) عظيم تر يونان ۾، زردشت ايران ۾، جرمياهه (jeremiah) ۽ عيسيٰ دوم اسراعيل ۾.

سڌارٿ جو پيءُ شڌوڌن، ساڪيه قوم جي گوتم فرقي تي راڄ ڪندو هو. هو کتري هو ۽ سپاهڪي هنر ۾ ماهر هو. سڌارٿ جي ماءُ ننڍي هوندي مري وئي هئي. هن جي پيءُ هن کي جيوَن جي ڪرڙائيءَ ۾ پنارو ڏنو، هن کي يوڳ ولاس ۾ رکيو، پٽ جا پهراڻ پهرايا ۽ چاليهه هزار نرتڪيون ڏنيون، جي ٽن راڄ مندرن ۾ رهنديون هيون. جڏهن وواهه جهڙو ٿيو، تڏهن هن کي پنج استريون موڪليون ته انهن مان پنهنجي پتني چونڊي. هن انهن مان يشوڌرا کي چونڊيو، جا ڳالهه هن جي چريترِ جي سگهه ڏيکاري ٿي.

سڌارٿ چار ڳالهيون ڏٺيون. هڪ ته پوڙهو ڏٺو، جو هڏ - هيٺو، نستو، جهڪو ۽ ڳڪو هو، هن کي منهن تي گهنج هيا، هن جا ڏند ڍڇي چڪا ها ۽ وار اڇا ٿي ويا ها، ۽ هو لٺ تي جُهڪاءُ ڪري، ٽيڪ ڏئي هلي رهيو هو. ٻي ڏينهن هن روڳ ۾ ورتل لڱو ماڻهو ڏٺو. ٽين ڏينهن تي هن مئل ماڻهوءَ جو ٽڏو ۽ سُڪرَيل مُڙهه ڏٺو. چوٿين ڏينهن هن هڪ سادو ڏٺو جنهن سنسار کي تياڳ ڪيو هو. هُو انهيءَ ويچار ۾ ويڙهجي ويو ته، 'ماڻهو کي مرڻو آهي.' هن سوچيو ته زندگي عمر ۽ موت جي وَسيڪي آهي، پوءِ اها سيما ڪهڙي آهي، جنهن کان پري نه عمر آهي، نه موت آهي. هن کي نرواڻ جي سوچ وڪوڙي وئي. ان کان پوءِ هن جو ٻيو قدم ڪنيو، ان لاءِ چيل آهي:

ديپ جلي رهيو هو ۽ اُن جي سُگنڌ ڦهليل هئي. سيج، جنهن تي موتئي ۽ ٻين گلن جا ڍير پيا ها، ان تي راهُل (ٻڌ جي پٽ) جي ماءُ ستل هئي ۽ هن جو هٿ پٽ جي نرڙ تي رکيل هو. ٻوڌي ستوا (سڌارٿ) چائنٽ تي ٻيهي انهن ڏانهن ڏٺو ۽ سوچيو، 'جي مان راڻي جو هٿ هٽايان ۽ پنهنجي پٽ کي کڻان، ته راڻي اٿي وهندي. جڏهن مان ٻڌ ٿيس (اڳ به ڪيئي ٻڌ ٿيا ها) تڏهن موٽي ايندس ۽ پٽ کي ڏسندس. پوءِ هو راڄ - محل مان لهي ويو.' ان کان پوءِ سڌارٿ رمتو ۽ تيشي ٿيو ۽ سانده ڇهه سال من جي شانتيءَ لاءِ ڀٽڪندو وتيو ۽ يوڳ ولاس کي تياڳ ڪري، اندر جي جوتيءَ جي کوج ڪندو رهيو. هو پهريون يوگين جي دڳ تي هليو ۽ ٻجن ۽ گاهه تي جيئرو رهندو هو ۽ آخر

پنهنجو ڪاڏو ڳهڻائي ڳاهه جو هڪ داءُ ڪيائين. ان ڪان پوءِ هن تپشين جو ڏگهو آزمايو. ڏاس مان ٿهيل ڪپڙو پاتو، ڪنڌن تي سمهيو ۽ هن تي دز ائين جمي وئي جو جهوني وڻ وانگر نظر آيو.

هو اهڙي اڱڻ ۾ به سٺو جتي ڳرندڙ لاش ڳجهن جو ڳاه تي رهيا هئا، جيئن پارسين جا لاش ٿيندا آهن.

پر هن جون ساريون ڪوششون وئرٿ ويون. اهڙيءَ تپسيا سان به جڏهن هن کي سچ نه مليو، تڏهن هو ٻوڏي وڻ هيٺان وڃي ويٺو، ۽ جو هاٿوڪي پٽڻ ڪان ڪجهه پنڌ تي ٻڌ - گيا ۾ آهي ۽ ياترين کي ڏيکاريو ويندو آهي. ان ڪان پوءِ مارا (موت جي ديوتا) هن کي طرح طرح سان آزمايو، پر ڪامياب نه ٿيو. ان وقت سڌارٿ ڌرتيءَ کي آڱر سان ڇهيو ۽ آواز آيو، "مان تنهنجي ساکي (شاهد)آهيان." سڌارٿ پوءِ هن جيون جي نت وهندڙ نديءَ ۾ جنم مرڻ جا لاڳيتائيءَ وارا اننت ڦيرا ڏٺا. هر مرتيو (موت) کي هڪ نئين جيون (حياتيءَ) نراس تي ڪيو، امر شانتي ۽ آنند کي ٻي ڪامنا ريتي تي ڇڏيو ۽ ماڻهو ۾ نئين اٿڻ، آنڌ مانڌ ۽ نراسائيءَ ۾ دک پيدا ٿي ڪيائين. انت مارا مايوس ٿي موٽي ويو ۽ سڄي رات سڌارٿ ڌيان ۾ گذاري، جيستائين باک ڦٽيءَ ڪان اڳ وهائو ايريو ۽ هو پنهنجي مارگ تي رسيو، هُن کي اندر جي جوتي ملي هو ۽ ٻڌ ٿيو. هن تي جرمن اديب هرمن هيس هڪ نهايت خوبصورت ناول لکيو آهي.

ٻڌ جي واسطي اِها آوستا آتما جي شانتي ۾ هئي ۽ سَروَ وياپي جيون (ڪائناتي زندگيءَ) ۾ سمائڻ هيو، جنهن کي هن نرواڻ پٽيءَ چيو. نرواڻ پائڻ لاءِ ڪنهن پروهت جي يا ڪرياڪرم جي ضرورت نه هئي، پر اِها پنهنجي چال چلت ۽ ورتڻ ذريعي پراپت ٿي سگهي ٿي. ماڻهن کي هر انتها پسنديءَ ڪان پاسو ڪرڻ گهرجي ۽ دنيوي سک سمپدا ۽ ڪڻ پنگ سَواد جي اجائي ڪامنا کي ٿڏي ڇڏڻ گهرجي. هن ماڻهن کي چيو ته هنن کي سُپتيو ۽ بلڪل سچو جيون گذارڻ گهرجي.

ٻڌ انسان دوست هيو ۽ ذات پات ۾ اعتبار نه ڪندو هيو. هن سيتي لاءِ اُپديش ڏنو ته، "منهنجي مَتِ اوچ نيچ ۾، ڏتوان، نرڏن ۾ ڪوئي ڀيد ڀاءُ نه ٿي رکي. اُها آڪاش وانگر آهي ۽ ان ۾ سڀ سمائجي سگهن ٿا. هن جا ڪيئي آدرش مغرب جي آدرشن وانگرآهن، مثال طور: "ڪنهن کي ماريو نه وڃي، چوري نه ڪئي وڃي، ڪوڙ نه ڳالهايو وڃي، ايرکا نه رکي وڃي، ڪام، ڪرود، مايا، چاوَت،ڌڪار ۽ هَٺ ڪان پاسو ڪيو وڃي. هر ماڻهوءَ کي پنهنجي ڪرود کي پيار سان، برائيءَ کي چڱائيءَ سان، لوڀ کي اُداردليءَ سان ۽ ڪوڙ کي سچ سان ريٽڻ گهرجي."

ٻڌ ڪوئي مسودو ڪونه ڇڏيو. هن جون چوٽيون پهريائين واتان ويٺي ياد ڪيون ويون. اٽڪل 250ق.م ۾ راجا اشوڪ انهن کي پالي ٻوليءَ ۾ لکايو. اُنهن ترمي پستڪن کي ترپي تڪا (ٽي ٽوڪريون) ڏاهپ جون چوندا آهن. ان ۾ هن جي ريتن ۽ سکيا جي ڳوڙهن نُڪتن جون سمجهاڻيون هيون. ٻڌ خدا ۾ اعتبار نه ڪندو هو ۽ هن

جي مذهب ۾ اهڙو تصور ڪونہ آهي ۽ عجب جي ڳالهہ آهي تہ هن جا پوئلڳ هن کي وشنو جو اوتار سمجهن ٿا ۽ هن جون مورتيون پنهنجي مندرن ۾ رکن ٿا، جن جي سامهون پاٺ پوڄا ڪن ٿا ۽ هن جي سکيا هڪ Cult with elaborate ritual ڪريا ڪرم واريءَ پنٿ ۾ بدلجي چڪي آهي. پرين اوير ۾ 150 ملين کان وڌيڪ ٻوڌي آهن.

## ٿامس اڪئي ناس

سينٽ ٿامس اڪئي ناس سنہ 1225ع ۾ ڄائو ۽ 1274ع ۾ گذاري ويو. هو هڪ نهايت پرهيزگار ۽ برگزيده شخصيت جو مالڪ هيو ۽ هن جا فلسفي ۽ دينيات تي ڪافي ڪتاب لکيل آهن. اڪيو ناس جڏهن موت جي بستري تي هيو، تڏهن هن رڙ ڪري پڇيو تہ، "اها عزت مون کي ڪڏهن بخشي ويندي، جڏهن برگزيده ماڻهو منهنجي بدن کي، جو هڪ ڪائين جي پَريءَ وانگر آهي، باهہ (دوزخ) ڏانهن کڻي ويندا؟" پوءِ چيائين، "چپ ٿامس! تڏ ٿي رهي آهي. انهن خدا جي پرهيزگار بندن کي منهنجي لاءِ باهہ جلائڻ نہ گهرجي. ڏس، سج ڪيترو نہ تکو چمڪي رهيو آهي. پر اها ڳالهہ تہ ڪلٺهارڪي آهي، ٻاهر تہ برف ڪِري رهي آهي." پوءِ هن پاسو ورائي هورڀان چيو، "بسنت، ڏس، بسنت اچي رهيو آهي. پيارا اچ تہ اسان ٻنيءَ ۾ هلون."

### ٽالسٽاءِ (1828 کان 1910ع تائين)

روس جو مشهور ليکڪ ۽ مذهبي مفڪر هيو. 1828ع ۾ روس جي اميراڻي زميندار طبقي ۾ پيدا ٿيو هو ۽ 1852ع ۾ فوج ۾ شامل ٿيو هو. 1855ع ۾ سيبسٽپول جي گهيراءَ ۾ حصو ورتائين، جنهن جو هن ٽن خطن ۾ 'سيبسٽپول' ۾ ذڪر ڪيو آهي. هُن پهريان چار سال سينٽ پيٽرسبرگ ۽ ماسڪو ۾ سماجي زندگيءَ ۾ حصو ورتو، جتي هن جا 3 ڪتاب 'ننڍپڻ'، 'ڇوڪرپڻو' ۽ 'ڦوهہ جواني' شايع ٿيا. 'ٻہ گهوڙي سوار' 1856ع ۾ ۽ 'ٽي موت' 1859ع ۾ شايع ٿيا ۽ هن جي شهرت هڪ نهايت ذهين ڪهاڻي نويس جي حيثيت سان ڌاڪو ڄمايو. 1892ع ۾ هن شادي ڪئي ۽ پنهنجي زمين سنڀالي. اُن کان پوءِ هن زندگي نهايت ڪاميابيءَ، روشن خياليءَ ۽ آزاديءَ سان گذاري، ساڳي وقت هن پنهنجا ٻہ شاهڪار ناول 'امن ۽ جنگ' (War & Peace) (1863 - 1872ع تائين)، 'انـنـاڪـاريـنــنـا' (Anna Karenina) (1875 - 1876ع تائين) شايع ڪرايا. پهرين ڪتاب ۾ روس تي نيپولين جي حملي جي باري ۾ تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ اُن ۾ زندگي جون گوناگون تصويرون ڪڍيون ويون آهن، جن ۾ شهري ۽ ديهاتي زندگي، امير، هاري، سپاهي، سفير ۽ درٻاري اچي وڃن ٿا. هن جي ڪردارن جي صحيح بي عيب ڪردارنگاري، شهر، ڳوٺ ۽ جنگ جي ميدان جي

نهايت پيچيدي پس منظر ۾ آهي ۽ هن جو ناول اَنا ڪارينينا يورپ جو بهترين ناول تسليم ڪيو ويو آهي، جو 1860ع جي پس منظر ۾ لکيو ويو آهي ۽ هيروئن جي الميہ تقدير ڏيکاري ٿو، جا هڪ شادي شده عورت هئي ۽ پنهنجي نهايت لائق مڙس کي ڇڏيو هيائين. ان ۾ ۽ پنهنجين ٻين تحريرن ۾ ٽالسٽاءِ ڳوٺاڻيءَ ۽ فطرتيءَ زندگي جي شهري سماج تي برتري ڏيکاري آهي، جنهن ۾ انسان ۾ پيار جي جذبي کي سطحي بنائڻ ۽ ناس ڪرڻ جي سگهہ هئي. انهن ٻن ناولن کان پوءِ ٽالسٽاءِ هڪ روحاني بحران مان گذريو، جنهن ۾ هن دنيا ۽ ان جي هر سروسامان ۽ مال متاع کي ڇڏي ۽ پنهنجي تخليقي ڪم کي بہ مسترد ڪري 1881ع ۾ پنهنجو ڪتاب 'منهنجي ٻاس' لکيو. هن پنهنجي زندگيءَ جي معنيٰ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي ٻاري ۾ هن 1885ع ۾ 'اِون الچ جو موت' ۽ 'ڪروٽزرسوناٽا' ۽ ڪيتريون ٻيون ڪهاڻيون لکيون. هن پنهنجو مئني فيسٽو 'آرٽ ڇا آهي' 1898ع ۾ لکيو.

پڙهندڙن کي انهيءَ ڳالهہ تي حيرت ايندي تہ جڏهن مان ٽيون درجو انگريزي پڙهندو هوس، تڏهن ٽالسٽاءِ جون ڪهاڻيون سنڌي ۾ ترجمو ٿيل، منهنجو درسي ڪتاب هيون ۽ آخري ذڪر ڪيل ڪتاب 'ڪروٽزر سوناٽا' مون ويهن ورهين جي عمر ۾ پڙهيو هو ۽ ان ۾ ٽالسٽاءِ جي اسلوب ۽ گفتگوءَ جي طرزِ تحرير کان ڏاڍو متاثر ٿيو هوس. ٽالسٽاءِ ڪيترائي ننڍا شهپارا بہ لکيا، جنهن ۾ هو انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ انسان جي نجات انسانذات جي خدمت ۾ آهي. هن جو پوين نامڪمل ناول 'نئون جنم' هڪ خوبصورت شاعرائي طرز ۾ لکيل آهي، جو ڪورٽ ۾ هڪ مقدمي جي باري ۾ آهي ۽ مون کي بار بار عدالت ۾ ڪيس هلائيندي ياد ايندو هو تہ جوابدار ڇا ٿو چوي ۽ جج ڇا ٿو سمجهي ۽ سچ ۽ ڪوڙ ۾ ڪيڏو تضاد آهي ۽ وڪيل انهيءَ خيال ۾ آهن تہ هو ڪوڙ کي سچ ۽ سچ کي ڪوڙ ڪري ڪيئن پيش ڪن. مون ٽالسٽاءِ جا گهٽي ڀاڱي سڀ ڪتاب پڙهياآهن، جن مان هڪ سنڌي ادبي بورڊ بہ ڇپايو آهي ۽ جنهن جو غالباً عنوان 'نيٺ ڇا ڪجي' آهي، جو شايد جناب نورالدين سرڪيءَ ۽ ان جي رفيقہ حيات ترجمو ڪيو آهي.

ٽالسٽاءِ جون لکڻيون اهنسا تي ٻڌل هيون ۽ هو پنهنجي ذاتي نجات، پاڻ تي تڪيو ۽ ٻين جي پيار ۾ سمجهندو هو ۽ هن جا نہ رڳو روس پر ساري دنيا ۾ ڪيئي پوئلڳ پيدا ٿيا، جن مان وڏي ۾ وڏو مهاتما گانڌي هيو جو پنهنجي جاءِ تي ايترو ئي عظيم انسان هو، جيترو ٽالسٽاءِ، اجا بہ هن جي سياسي ڪردار کي ڏسي اٿين چئي سگهجي ٿو تہ مهاتما گانڌي، ٽالسٽاءِ کان بہ وڏو ماڻهو آهي. ٽالسٽاءِ جهڙو اديب هن وقت تائين دنيا پيدا نہ ڪيو آهي ۽ مان ڀانيان ٿو تہ 'امن ۽ جنگ' سندس وڏو شاهڪار آهي، جيڪو ستن ڏينهن ۽ راتين ۾ صبح جو چئين وڳي تائين جاڳي مون پڙهيو هو ۽ جنهن جا گهڻا ڪردار مون کي اڄ ڏينهن تائين ياد آهن. هو 20 صديءَ ۾ اهنسا جي تحريڪ جو باني هو، جيتوڻيڪ هن ۾ فرينچ مفڪر پروڌان جي ڪجهہ انارڪزم جا بہ خيال ملن ٿا.

مون کي هڪ عجيب ڳالهه ياد اچي رهي آهي ته سندري اتمچنداڻي 1964ع ۾ سکر ۾ منهنجي گهر رهيل هئي ۽ منهنجي مصروف زندگي ۽ زرينه جي گهرو ڪم ڪار ۾ مصروفيت ڏني هيائين. هن مون کي بمبئيءَ کان هڪ ڪتاب ’ٽالسٽاءِ جي زال‘ تحفي طور موڪليو هو، جنهن ۾ تفصيل سان ڏيکاريل آهي ته هڪ جينيس جي زال کي هن سان گذارڻ لاءِ ڪيڏي صبر کان ڪم وٺڻو ٿو پوي.

## ٽراٽسڪي (1879ع کان 1940ع تائين)

لينن کان پوءِ روس جو وڏي ۾ وڏو اشتراڪي اڳواڻ هو. هن جو 1917ع واري انقلاب ۽ اُن کان پوءِ خانہ جنگيءَ ۾ اهم ڪردار رهيو هو. هو 26 آڪٽوبر 1879ع تي ڏاکڻي يوڪرين ۾ ڄائو هو ۽ هڪ آسودي يهوديءَ هَر-هاريءَ جو پُٽ هيو. 1897ع ۾ هن اوڊيسا جي نئينءَ روسي يونيورسٽي ۾ ڪجهه مهينا رياضيات جو مطالعو ڪيو، پر پوءِ اُهو ڇڏي، هڪ پيشہ ور انقلابي ٿيو. اوڊيسا ۽ نڪوليف ۾ ٿوري وقت ۾ هُن سماجي-جمهوري حلقن ۾ پنهنجو پاڻ ملهايو ۽ 1889ع ۾ هن کي گرفتار ڪري، 1900ع ۾ سائبيريا جلاوطن ڪري موڪليو ويو. ٻن سالن کان پوءِ هو قيد مان فرار ٿي ويو ۽ وڃي لينن سان اخبار اِسڪرا ۾ شامل ٿيو، پر جڏهن 1903ع ۾ پارٽيءَ ۾ ڏڦيڙ ۽ ڏارَ پيا، هن لينن خلاف مينشيوڪن جو پاسو ورتو. 1905ع جي اِنقلاب کان پوءِ هو روس موٽي آيو ۽ سينٽ پيٽرسبرگ ۾ پورهيتن جي عيوضين جو سيني کان وڏيڪ برک اڳواڻ ليکيو ويو. 1907ع ۾ هن تي مقدمو هليو ۽ هن کي شهر نيڪالي ڏني وئي. هو اُولهہ سائبيريا پار ڪري، ويانا پهچي ويو، جتي هُن فرقي بازيءَ کان الڳ رَهي، هڪ سماجي جمهوريت لاءِ ڪم ڪيو ۽ روس جي سيني سماجي-جمهوري حلقن ۽ گروهن کي متحد ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر حاصل ڪجهه به نہ ٿيو.

1914ع ۾ ٽراٽسڪي، فرانس هليو ويو، پر ڇاڪاڻ جو پهرين جنگِ عظيم کي سامراجين جي وچ ۾ هڪ جنگ تي سمجهيو ويو، هُو اُن جي خلاف هُيو، هُن کي فرانس مان نيڪالي ڏني وئي ۽ هو ڪجهه مهينا يونائيٽيڊ اِسٽيٽس ۾ رهيو. فيبروري 1917ع واري انقلاب کان پوءِ هو روس موٽي آيو ۽ پيٽروگراڊ ۾ بين الاقوامي گروهہ ۾ شامل ٿيو، جو سيني صوبن گڏجي پيٽروگراڊ ۾ ٺاهيو هو. جولاءِ-آگسٽ ۾ جڏهن بالشيوڪ پارٽيءَ جي ڇهين ڪانگريس ٿي؛ هو ۽ هُن جي حلقي جا ماڻهو اُن ۾ شامل ٿيا، جيتوڻيڪ هوُ پاڻ جولاءِ واري نشقّل ڪُو (coup - راڄنيتيءَ جي ٻي ڦاڻدي ڦيرگهير لاءِ اُدم) سبب قيد ۾ هو. ڪانگريس، ٽراٽسڪيءَ کي بالشيوڪ مرڪزي ڪميٽيءَ تي چونڊيو ۽ پنهنجي رهائيءَ کان پوءِ هو پيٽروگراڊ سوويٽ جو ٻيهر چيئرمين ٿيو. هُن سوويٽ فوجي انقلابي ڪميٽي ٺاهي، هُو 2 آڪٽوبر تي گاديءَ تي قبضي ڪرڻ جو مُکيہ ڪاريہ- ڪرتا هو. هو پهرينءَ سوويٽ سرڪار ۾ خارجہ پاليسيءَ جي ڪميسار جي حيثيت ۾ شامل ٿيو، پر جرمني سان بريسٽ - لٽووسڪ صلح نامي تي هن جا لينن سان اختلاف ٿي پيا

۽ ان ڪري استعفيٰ ڏنائين. 1914ع کان 1918ع تائين، فوجي ۽ بحري معاملن جي ڪميسارجي حيثيت ۾ هُن گهرو لڙائيءَ ۾ سرخ فوج جي اڳواڻي ڪئي.

1924ع ۾ لينن جي موت کان پوءِ، هن جي جاءِ نشينيءَ جو ظاهر ظهور اميدوار ٽراٽسڪيءَ هو ۽ اهڙي شاهدي آهي ته لينن به هن جي فائدي ۾ هو، پر اسٽالن، زينوفيف ۽ ڪامينوف جي ٽڪنڊيءَ هن جي اِن لاڳيتائيءَ تي روڪ وڌي. هن سوويٽ سرڪار ۾ پنهنجو عهدو وڃايو، جيتوڻيڪ هي پالٽ بيورو جو ميمبر رهيو. 1919ع ۾ ٻن صف بنديءَ کان پوءِ به اُن ۾ هيو. 1927ع ۾ اسٽالن، زينوفيف، ڪامينوف، بُخارن ۽ ٻين سان گڏجي پارٽيءَ جي ڪابي ڌر جي مخالفت ڪئي ۽ ٽراٽسڪيءَ کي شڪست ڏني ۽ هن پالٽ بيورو ۾ به پنهنجي جاءِ وڃائي ۽ 1928ع ۾ هن کي وچ ايشيا ۾ آلما آتا ڏانهن لوڏي ڪڍيو ويو. (فيض احمد فيض يا ٻيا پاڪستاني يا هندستاني اديب سوويٽ يونين جي حڪومت آلما آتا گهرايا ها، پر انهن ان ڳالهه جو ذڪر ئي نه ڪيو ته اتي ٽراٽسڪيءَ جلاوطني ۾ رهيو هو ۽ هرڪو ڪائي ٻي، عيش ڪري، اشتراڪيت جي اباڻي وطن جا گيت ڳائي موٽيو هو.) ٻي سال هن کي سوويٽ يونين مان ئي نيڪالي ڏني وئي ۽ 1932ع ۾ هن کان سوويٽ شهريت به کسي وئي. (جرمن ماهرِ نفسيات ائڊلر ٺيڪ چيو آهي ته، "انساني اعمال جو محرڪ جذبو، دولت جو هوس نه، اقتدار جو هوس آهي. دولت به اقتدار حاصل ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي." (1929ع کان وٺي 1933ع تائين هن جي ٽين جلاوطنيءَ ۾ پناهه گاهه تُرڪي هئي ۽ 1935-36ع ۾ ناروي هئي، ۽ نيٺ هو ميڪسيڪو هليو ويو. ٽراٽسڪي، اسٽالن تي حملا ڪندو رهيو ۽ جلاوطن ڪميونسٽن ۾ جي ٽراٽسڪائيٽ ها، انهن جي نظرياتي رهبري ڪندو رهيو. اُنهن 1934ع ۾ چوٿين ڪميونسٽ انٽرنيشنل قائم ڪئي. 1936ع کان وٺي 1938ع واريءَ صفائي ۾ ٽراٽسڪيءَ تي الزام هنيو ويو ته هُو پنهنجن سچ پچ يا الزام ڏنل پوئلڳن ۽ طرفدارن کي روس ۾ اُلٽ پُلٽ ڪندڙ ڪارروايون لاءِ اُتساهيندو رهيو.هو، پر جان ڊيوئيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪ انٽر راشٽريه ڪميشن هن تي ٻي ڏوهي هجڻ جي فتويٰ ڏني. جيتوڻيڪ ميڪسيڪو جي اختياريءَ وارن ۽ ٽراٽسڪيءَ جي دوستن تمام باريڪ نظر سان پورا پورا اڳ ويچار ڪيا ها ۽ هن جي پناري ۽ پناهه ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي هيائون، پوءِ به هن کي هڪ ڳجهه ڳُجهاتي ۽ هچاري خونيءَ، اسٽالن جي چُرچ تي، 20 آگسٽ 1940ع تي ميڪسيڪو شهر ۾ مٿي تي متڙڪو هٽي ماري ڇڏيو. (مون جڏهن ٽراٽسڪيءَ تي قلم ڏني هئي ته ماڻهوءَ جي ماڻهپي ۽ چڱائيءَ ۾ منهنجي ويساهه کي وڏو لوڏو آيو هو. سچ ته ماڻهو جو وڏي ۾ وڏو ويري هُن جو آپو، آپ سُوارٿ، هَڏي تي هوڏ، پنهنجي سوچ تي سنڌي سيڙهي کي انڪار ۽ ان ۾ ٻي انت وشواس آهي. مون اهڙا ڪيئي ڪميونسٽ ڏٺا ها، جي ائين سمجهندا ها ته دنيا جي 'ڪُل جا سِرِ سِرُ' هنن جي هٿ ۾ آهي ۽ هو اِتهاس مان ڪجهه پرائڻ لاءِ تيار نه هوندا ها. پاڪستان ۾ ته هنن اهو پورو پڙهيو به ڪو نه هو ته مارڪس ڇا چيو آهي؛ رڳو ٻُڌي ٻڌائي ڳالهه تي ڪٽي

ڳنڍ ڀڏي هٽائون ۽ نشچي ۽ پڪ جا پاڻ کي آڏول ٿنيا سمجهندا ها. جيستائين ساري آڏاوت ڌهي ڍير ٿي پئي. اچان تائين هو تندن ٻارن وانگر اُن جي ٽڪرن ٽوبرن جي ڍگ ۾ پڳل تتل ڪيڏاوٽا ۽ راند روند جون شيون ميڙي رهيا آهن ۽ سوچن ٿا تہ ڪيئن پنهنجو نڪُ ناس ۽ لڄ مرم بچائن. هنن ۾ ايترا اوسان نہ رهيا آهن ۽ نہ مڙسي تہ پنهنجي چُڪ ۽ مَت ڀَرم ڪُلم ڪُلا قبول ڪَن، پنهنجي ڌرتيءَ تي پير کوڙي، تيستائين بنا ڪنهن گهٽتائيءَ جي اَنيؤ جي تَرسن، جيستائين هو پاڻ ڪنهن ڇيهہ ۽ سڌانت تي پهچن يا ڪين ڪوئي دڳ لائق وارو پيدا ٿئي. رڳو آنڊ مانڊ ۾ وقلڻ، رڳو هاءِ گهوڙا ڪرڻ ۽ وهلور وجي پنهنجي دؤر جي چندچاڻ ۽ پنهنجيءَ وَسيلي واڙيءَ جي جاڻ کان سواءِ ۽ ان ويچاڻ کان سوا تہ ڪهڙي وَستو ۽ وَٽ سگهہ ۽ سهارو ٿي سگهي ٿي، سڀ اوندهہ ۾ ٽاٽوڙا هڻن ٿا. افسوس تہ ان ڳالهہ تي آهي تہ اچان تائين پُٽي، پراڻي، مهمل ۽ مُدي خارج لفظن مان جان ڇڏائي نہ سگهيا آهن ۽ اچان اڳين دؤر جي رَنيل پنيل ٻوليءَ ۾ وچڙيل آهن.)

1890ع ڌاري زير زمين سوشلسٽ ڇؤنڪڙيءَ ٽراٽسڪيءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو، جڏهن سوشل ڊيموڪريٽ هل چل پنهنجي ڀهرين درجي ۾ هئي ۽ مارڪسيت جو پرچار ۽ ڦهلاءَ ڪري رهي هئي ۽ ٻي درجي ڏانهن وڃي رهي هئي، جڏهن ان سوشلسٽ نظرئي کي مزدور هلچل سان ملائي، ولوڙو وجهڻو هو، هُن جي انقلابي ٿيوريءَ ۽ اُتساهہ، چاهہ ۽ تيزفهم ڀهري، هن جي سنٿا لاءِ سمرٿيءَ ۽ جوڙجڪ لاءِ وِت ۽ هن جي سگهاري مُهت-ترشنا گڏجي، ٽراٽسڪيءَ ۽ پنهنجي دؤر جي سوشل ڊيموڪريسيءَ لاءِ آرهائيءَ جو پاءُ، آرٽ پئدا ڪيو هو ۽ هڪ وڏيڪ هم مرڪز ۽ سياسي چٽ مَن واريءَ پارٽيءَ لاءِ هن سَڌ اُتساهي هئي. اها سَڌ ساڳي قسم جي هئي، جهڙي 1900ع ۾ لينن کي پارٽيءَ ۾ اسڪرا جماعت ٺاهڻ وقت هئي. اِن ڪري اهو نظري هو تہ ٽراٽسڪيءَ، اِسڪرا ۾ شامل ٿئي، جيڪو اڳيئي سائبريا جي سوشل ڊيموڪريٽڪ جماعت ۾، پئمفليٽ بازيءَ ۽ اخبار نويسيءَ ۾ نالو ڪڍي چڪو هو ۽ ان لاءِ هڪ تکو ادبي ليک موڪليندڙ ٿئي. لينن سان ويجهڙائپ هن کي اِن نتيجي تي پهچايو تہ پهريائين پارٽيءَ جي نالي ۾ پارٽيءَ جي تنظيم وجود ۾ اچي ٿي، ان کان پوءِ مرڪزي ڪميٽي اِن تنظيم جي جاءِ والاري ٿي ۽ ان بدران ڪم ڪَري ٿي، ۽ آخر ۾ هڪ ڊڪٽيٽر (آمر) اِن مرڪزي ڪميٽيءَ جي بدران ڪم ڪري ٿو. اِن ڪري هو لينن کي پڪي اِرادي سان آڏو ايندڙن مان هو ۽ ان ڪري پارٽي 1903ع واري ٻيءَ ڪانگريس ۾، ٻہ اڌ ٿي وئي پر منيشيوڪن سان ٽراٽسڪيءَ جي غم گساريءَ وارو دؤر مختصر هيو. 1904ع کان 1906ع تائين هُن پاروس جي اثر هيٺ دائمي انقلاب جي ٿيوري رچائي راس ڪئي. انهيءَ ٿيوري معرفت هن سينٽ پيٽرسبرگ ۾ سوويٽ ڪچي انقلابي حڪومت جو ٻج وڌو.

1907ع ۾ ديس کان ٻاهر هن جي ٻي ڀاڄ کان پوءِ، پارٽيءَ جي ڀهرينءَ سگهہ جو ڀاڱو ٻہ نہ رهيو ۽ انقلاب کان پوءِ، ڪيٽي، تيسي ۽ ڇڙ جي ڪَري اُن جا ڪيئي رت پياڪ ڌڙا ٿي ويا، ٽراٽسڪيءَ چاهيو تہ سڀ سوشل ڊيموڪريٽڪ ڌڙا ايڪو ڪَن، ۽

ساکيات ۽ ساڳي سوچ وارا نديا ٽڙا ڪَنا ڪري، اُنهن جي الڳ ٽولي ٺاهيائين، جن پنهنجي الڳ اخبار پراودا ڪڍي، جنهن جي سمپادڪي ويانا ۾ ٽراٽسڪيءَ پاڻ ڪئي. (اها ساڳي پراودا نہ هئي جا سينٽ پيٽرسبرگ مان نڪتي هئي) 1912ع ۾ هن اتحاد لاءِ 'آگسٽ ڪانفرنس' گهرائي، جنهن اڪثر مينشيوڪ گروهن ۾ سڄ پچ اتحاد پيدا ڪيو، جيتوڻيڪ اڪثر بالشيوڪ ۽ پليخانوف جي پارٽي ذهنيت وارا ماڻهو ڪانگريس کان پاسيرا رهيا. ٽراٽسڪيءَ وري مينشيوڪن جي قيادت هٿ ۾ ڪئي. جنگ ڇڙي تہ وري سياسي صف بندي ڪئي وئي ۽ ٽراٽسڪيءَ ۽ مارتوف بين الاقوامي ڇانوڻيءَ ۾ شامل ٿيا، ۽ ٽراٽسڪيءَ، لينن ۽ زينوفيف جي حمايت کان انڪار ڪيو، جن چاهيو ٿي تہ روس کي شڪست اچي ۽ 'سامراجي جنگ کي خانہ جنگيءَ ۾ بدلايو وڃي.'

ضلعن جي وچ ۾ سوشل- ڊيموڪريٽڪ تنظيم، جنهن ۾ ٽراٽسڪي 1917ع ۾ روس موٽي شامل ٿيو، جنگ کان اڳ ۽ جنگ وقت، جنگ جي حمايتي ۽ پارٽي-مخالف بالشيوڪن سان پري پئي هئي، پر لينن جو اهو پروگرام تہ اقتدار تي قبضو ڪيو وڃي، ٽراٽسڪيءَ کي جڻ پنهنجي دائمي انقلاب جي نظرئي وانگر لڳو. ان ڪري اُهو سياويڪ هو تہ هو پنهنجي پروگرام کي اڳتي وڌائڻ لاءِ بالشيوڪن سان ميلاپ چاهي، چو تہ اُهي ڪيس لينن جو 'پارٽي جو سارو ساز سامان' آلات اوزار هن جي بلي ڪندا، جيتوڻيڪ ٽراٽسڪيءَ انهي ساري سانچي ۽ ڪَلَ پُرزي جو منڍ کان وٺي ورود ۽ سامُهٺائي پنهنجي ڪهٽي رهڻيءَ سان ڪندو هو. جڏهن جنرل ڪانيلوف کي دارلخلافہ تي پيش قدميءَ کان روڪيو ويو، تڏهن مکيہ شهر بالشيوڪن جي وس ۽ اختياريءَ ۾ اچي ويا. ٽراٽسڪيءَ پيٽروگراڊ سوويٽ جو چيئرمين ٿيو. پيٽروگراڊ سوويٽ کي استعمال ڪري، هن هَلنديءَ ۽ اختياريءَ لاءِ رمزون، ڪيڏون ۽ حڪمت عملي ٺاهي ۽ انٽرنيشنل جي ايندڙ ٻي ڪانگريس کي مُهاڏو ڪري ڪم آڻڻ چاهيو. ان ۾ ڪوئي شڪ شبهو نہ هو تہ هو 'ڪُودي ٽا' جو باني هو، هن ساريون فوجي واڳون پيٽروگراڊ سوويٽ جي فوجي انقلابي ڪميٽيءَ جي هَٿ وَس رکيون هيون ۽ هن ئي عارضي حڪومت جي گرفتاري بابت اعلان ڪيو هو. مکيہ مسئلو جو ٽراٽسڪيءَ ۽ ٺئين سوويٽ سرڪار جي آڏو آيو، سو جرمنيءَ سان جنگ بنديءَ جو هو. پهريون ٽراٽسڪيءَ فارمولا ڏني، 'نہ جنگ، نہ امن' جنهن تي مرڪزي ڪاميٽيءَ جي اڪثريت هڻ جو ساٿ ڏنو ۽ بريسٽ- لٽووسڪ ۾ چيو تہ سوويٽ روس جنگ تہ بند ڪندو، پر امن جي عهدنامي تي صحيح نہ ڪندو. پوءِ ٽراٽسڪيءَ استعفيٰ ڏئي ڇڏي، چو تہ هو ڪنهن بہ سامراجي حڪومت سان عهدنامي لاءِ تيار نہ هو، پر جرمن پيش قدميءَ کي ڏسي، لينن خود دڙڪو ڏنو هو تہ جي امن جي عهدنامي تي صحيح نہ ڪئي وئي تہ هو استعفيٰ ڏيندو.

ٽراٽسڪيءَ جي تنظيمي صلاحيت ۽ پارٽيءَ ۾ هن جي وقعت سرخ فوج کي ٺاهڻ لاءِ پوري زور سان ڪم آندي وئي، ڇو تہ بالشيوڪن آئيني اسيمبلي ٽيڙي پکيڙي ڇڏي هئي ۽ ملڪ خانہ جنگيءَ ۾ وچڙي ويو هو. اها ذميداري هڪ ڏاڍو ڳرو بوجو هئي، نہ

رڳو ان ڪري تہ جنگ هلندي روسي فوج بي همت ٿي چڪي هئي، ۽ ان کي بالشيوڪ سرڪار تِتر بتر ڪري چڪي هئي، پر ان ڪري بہ جو آفيسرن، بالشيوڪن جي نوڪري ڪرڻ نہ ٿي چاهي ۽ نہ وري سپاهي ان لاءِ تيار ها، جو تہ بالشيوڪن هنن ۾ جنگ خلاف ڏاڍو پرچار ڪيو هو. ٽراٽسڪيءَ جي فوج ۾ تنظيم لاءِ ڪوشش، وڏن فوجي آفيسرن کي هن جي برخلاف ڪري ڇڏيو، خاص ڪري وورو شلوف ۽ اسٽالن جي دوستن کي، پر لينن، ٽراٽسڪيءَ جو پاسو ورتو، جيئن خانہ جنگيءَ وقت ورتو هئائين ۽ هن جي مخالفن کي شڪست ملي.

خانہ جنگيءَ جي ڪامياب خاتمي کان پوءِ، بالشيوڪ اڳواڻن کي ملڪ جي اقتصاديات جي بحاليءَ جي ضرورت محسوس ٿي. ٽراٽسڪيءَ، جنهن کي ٽرانسپورٽ جي ڪميسار جو واڌو عهدو مليو هو، ان راءِ جو هُيو تہ اها بحالي ائين ڪئي وڃي جيئن فوج جي ڪئي وڃي، ۽ هن فوجي اِڪائيون 'پورهئي جي فوج' ۾ بدلائڻ شروع ڪيون. هو ٽرانسپورٽ ورڪرس يونين جو سربراهہ ٿيو ۽ هن جي مرضي هئي تہ اِها يونين مرڪزي انتظاميا ۾ شامل ڪئي وڃي. اِن ڳالهہ ٽريڊ يونين ورڪرس مخالفت کي جنم ڏنو، جا ٽراٽسڪيءَ جي ورتل دڳ جي آڏو آئي. لينن وچولي راهہ ورتي، جيتوڻيڪ پوءِ پسِ پرده ٽراٽسڪيءَ جي حمايت ڪيائين. 1924ع ۾ لينن جي وفات کان پوءِ 1927ع ۾ ٽراٽسڪيءَ جي آخرين شڪست ٿائين، هو پنهنجي اقتدار جي رقيبن سان ذاتي ۽ سياسي ويڙهہ ۾ رُڌل هو. هن ساندهہ ڪابي ڌر جي انتها پسند واٽ جو پاسو ورتو. هن سوويٽ رياست کي عالمي انقلاب ڦهلائڻ لاءِ ڇال مارڻ جو تختو سمجهيو. اسٽالن جي راءِ هن جي خلاف هئي ۽ هن 'هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي تعمير' جو نعرو ڏنو. ٽراٽسڪيءَ ڪسانن جي فائدي ۾ نئين اقتصادي پاليسيءَ (NEP) جي بہ اعتدال اندر مخالفت ڪئي. پنهنجي شڪست کان پوءِ ٽراٽسڪيءَ، اسٽالن کي ڪسانن جي هرج تي بڻايل صنعتي پاليسيءَ کي شڪ سان ڏٺو، جيتوڻيڪ هن جي پاليسي بہ لڳ ڀڳ ساڳي هئي. روس ۾ توڙي روس کان ٻاهر ٽراٽسڪيءَ، پارٽي بيوروڪريسيءَ ۽ ان ۾ هڪ ماڻهوءَ جي آمريت خلاف حملا ڪندو رهيو.

ٽراٽسڪيءَ جون تحريرون فقط سياسي نہ هيون. ملٽري ٿيوريءَ ۾ هن مستقل فوج جي بدران رضاڪار فوج پسند ڪئي، جيتوڻيڪ حالتن هن کي مجبور ڪيو تہ هو خانہ جنگيءَ ۾ مستقل فوج جو سهارو وٺي. تُڪاچيسڪي ۽ ميخائيل فرونز ۽ ڪجهہ ٻين چاهيو تہ خانہ جنگيءَ وقت نئين پرولتاري فوج ٺاهي وڃي، پر ٽراٽسڪيءَ انهيءَ راءِ جو هو تہ، 'جنگ جو انتظام هڪ فن آهي، سائنس نہ آهي.'

1920ع واري ڏهاڪي ۾ ٽراٽسڪيءَ ثقافتي مسئلن تي ڪافي لکيو، جنهن تي اشتراڪي حلقن ۾ ڏاڍو بحث ٿيو. هن بوگدانوف ۽ ليوناڪارسڪيءَ ۽ انهن جي پوئلڳن جي مخالفت ڪئي، جن چيو ٿي تہ پرولتاري ثقافت اڀري ايندي جا بورجوا ثقافت جي جاءِ والارينديِ ۽ جي اها ازخود نہ اڀري تہ ان کي اُڀاريو وڃي. (ٽراٽسڪي ڪيڏو نہ

صحيح نڪتو. يو.ايس.ايس.آر ٽٽڻ کان اڳ سوويٽ لٽريچر جا شمارا ان جي شاهدي ڏين ٿا. دراصل ثقافت پرولتاري ٿي ئي نہ ٿي سگهي. اُن لاءِ جنهن فرصت جي ضرورت آهي، اُها پرولتاريت وٽ ڪٿي آهي؟ مون ليانوڪارسڪي پڙهيو آهي. هن جا سڀ دليل غير منطقي آهن ۽ ثقافت جي تاريخ تي اڪيون بوتي ڏنا ويا آهن. مائوءَ تہ هڪ آرٽسٽ کي مزدور يا هاريءَ جو بہ گماشتو ٿي سمجهيو. تاريخ ۾ اشتراڪيت جي دؤر ۾ جيترو آرٽ جو نقصان ٿيو آهي، اوترو ڪنهن دؤر ۾ نہ ٿيو آهي. بهترين آرٽ جا شاهڪار گدامن ۾ هڪ ٻئي مٿان سٽيا ويا ۽ عظيم آرٽسٽ قيد ڪيا يا مارايا ويا.) ٽراٽسڪيءَ جي خيال ۾ پرولتاريت ٿورو وقت رهڻي هئي ۽ پوءِ مستقبل جي هڪ لا-طبقاتي سماج ۾ ضم ٿي وڃڻي هئي. ان ڪري هو چوندو هو تہ اُن وقت جون ثقافتي ڪوششون، هڪ ٻج جي حيثيت رکن ٿيون، جنهن مان مستقبل جي لا-طبقاتي سوشلسٽ ثقافت اُسرڻي آهي ۽ ان ڪري پارٽي پرولتاري ثقافت جي طرفدارن جي حمايت نہ ڪري ۽ نہ وري ڪنهن فني حلقي کي هٿي ڏئي، پر آرٽ جي اُنهن سارن حلقن جي مدد ڪري جن انقلاب کي اپنايو هو.

ٽراٽسڪيءَ چئن ٻولين ۾ ڪتاب لکيا، جن مان هيٺيان ڪتاب انگريزي ۾ موجود آهن، جي مون کي هڪ سائوٿ آفريڪا جي ٽراٽسڪائيٽ دوست موسيٰ بامجيءَ ڏنا ها، جنهن سان 1947ع ۾ ڪافي هائوس ۾ منهنجا وڏا بحث ٿيندا ها، جتي عمر عابد زبيري بہ هوندو هو، جنهن پوءِ سياست ۾ گهرو حصو ورتو ۽ بنگلاديش تي بہ اردوءَ ۾ هڪ ڪتاب لکيائين. موسيٰ بامجيءَ جي ڪرستان محبوبہ روز جي فليٽ تي بہ وڏو وادوِواد ٿيندو هو. روز هڪ خوبصورت نرس هئي، پر ٽراٽسڪي، موسيٰ کي هن کان وڌيڪ پيارو هو.

انگريزيءَ ۾ ٽراٽسڪيءَ جا ڪتاب هيا:

'تشدد پسنديءَ جي بچاوَ ۾'، 'ڪارل ڪاسڪيءَ کي هڪ جواب (1921)'، 'زندگي جا مسئلا (1924)' "ادب ۽ انقلاب (1925)" (اختر حسين راءِ پوري پنهنجي ڪتاب جو نالوٽراٽسڪيءَ تان ورتو هو)، 'منهنجي زندگي (1924)' 'روسي انقلاب جي تاريخ 33-1932، (اهو ڪتاب منهنجو هڪ سنڌي ڪامريڊ سکر ۾ منهنجيءَ بينڪ مان چورائي ويو هو. ڪنهن بہ تاريخ جي ڪتاب ۾ اهڙي خوبصورت ڪردار نگاري مون اڄان نہ پڙهي آهي) 'ڌوهہ ٿيل انقلاب' 1937ع، 'دائمي انقلاب 1940ع' 'استالن 1946ع' .

روسي انقلاب جي ماڻهو پيدا ڪيا ۽ جي صفحہ هستيءَ تان اُٿين مٽجي ويا ڄڻ پاڻيءَ جا ٻُد ٻُدا هيا، انهن کي ياد ڪري مير درد جو هيٺيون شعر ٿو ياد اچي:

'درد ' کچھ معلوم ہے یہ لوگ سب
کس طرف سے آئے ' تھے کیدھر چلے

ٽين دنيا جا مسئلا اڳي وانگر حل طلب آهن. اُتي انسان اٿي، لٽي ۽ اُجهي لاءِ

حيران پريشان آهن. دانشور آهن جو اُنهن جو دماغ ڪم نہ ٿو ڪري. هو اُڻويهين صديءَ جي فلسفي سان اڪويهين صديءَ جا مسئلا حل ڪرڻ چاهن ٿا. اهو نہ ٿا ڄاڻن تہ ڀہ ٽي لفظ جي هٿن اڳي ڀڏا ها، ترقي پسند ۽ رجعت پسند، سوشلزم جا ولي عهد ۽ سرمايہ داريءَ جا وارث، کاٻي ڌر ۽ ساڄي ڌر، اهي اصطلاح دؤرِ جديد جا مسئلا حل نہ ٿا ڪري سگهن جي آڪيچار ۽ اڻ ڳڻت آهن، جن جي نئين سِر ڇڪاس ۽ ڇانٽ، پيڇٽي ۽ سمجهاڻي ضروري آهي. انگولا کان بنگلاديش تائين، ميڪسيڪو کان پاڪستان تائين، اُلجهاءُ، ڪنڇاءُ ۽ تڻاوُ آهي، جنهن ماڻهوءَ جون رڳون ٽوڙي وڌيون آهن. هرڪو واجهائي رهيو آهي تہ "آهي ڪوئي مسيح جو ڇِٽيل، چيچلائيندڙ ٽين دنيا جو سڏ ورائي، جو اُن کي صدين جي ڪوڙهہ کان ڇڏائي؟" اڃا تہ تاريخ ڪا ٿي وَرندي نہ ٿي ڏئي. پنهنجي سنڌ آهي جا اوندهہ ۾ ٽاڪوڙا هڻي رهي آهي. ڪوئي سنڌي نہ ٿو ڄاڻي تہ هُن جي منزل ڪهڙي آهي؟

1991ع تائين ٽراٽسڪائيٽ لفظ سنڌ ۾ گار سمجهيو ويندو هو. ڪجهہ مهينا اڳ ڪنهن دوست پڇيو ٿي تہ تو وٽ ڊيوٽشر جا ٽراٽسڪيءَ جي زندگي تي لکيل ٽي جلد آهن. مون ڪيس چيو، "هاڻي اُهي تنهنجي ڪهڙي رهنمائي ڪندا، جڏهن تاريخ جي تيز ڌار، پُل ٿي اُڏائي ڇڏي آهي؟"

## ٽئگور، رابندر ناٿ (1861ع کان 1941ع تائين)

بنگالي اديب ۽ شاعر جو بنگال جي نئين جاڳرتا وقت هڪ مکيہ گهرائي ۾ ڇايو هو. هن جو پهريون ڪتاب هن جي رسالي پارتي نصاحت ۾ شايع ٿيو هو. هن پنهنجي لمبي تخليقي زندگي ۾ هڪ هزار نظم ۽ ٻہ هزار گيت تخليق ڪيا، جن کي موسيقي هن خود ڏني. هن نوان وزن ڳاهيا ۽ نثري نظم بہ بنگالي ادب ۾ لکيا. هن جو سڀ کان مشهور ترين ڪتاب 'گيتا نجلي' آهي، جنهن ۾ هن جا ويدانتي نظم آهن ۽ جو 1910ع ۾ شايع ٿيو هو. ٽئگور پنهنجن ڪيترن نظمن جا ترجما پاڻ انگريزيءَ ۾ ڪيا، جن هن کي شاعر جي حيثيت ۾ مغرب ۾ مشهور ڪيو. انگريزي ترجمن جي ڪري هن کي 1913ع ۾ نوبل پرائيز ملي. هن چاليهہ ناٽڪ ۽ اٺ ناول لکيا، جن مان 'گورا' سڀ کان وڌيڪ وزنائتو ۽ اهم هو. جنهن ۾ نئين ۽ پراڻي هندو مت ۾ تفاوت ڏيکاريل آهي. ٽئگور پهريون اديب هيو، جنهن بنگاليءَ ۾ ڪهاڻيون لکيون ۽ بنگالي نثر جي عبارت گهڻ ڪلاسيڪي ۽ وڌيڪ سادارڻ ڪئي. هن جا ڪيئي مضمون ۽ خط هن جي سياسي ۽ سماجي خيالن ۽ هن جي فلسفي ۾ انسانيت جو اظهار ڪن ٿا. هن جا ڪيئي ڪتاب لکيل آهن، جي مون سڀ پڙهيا آهن ۽ آخري ڪتاب "Wings of death" (مرتيو پنک) جو هن ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي. ٽئگور کي هندستان جو قومي شاعر ڪري تسليم ڪيو ويندو آهي. هن جي اهميت ايتري هئي جو هو جڏهن بيمار ٿيو هو تہ مهاتما گانڌي پنهنجي زال سان گڏجي هن کان ڪلڪتي طبيعت پڇڻ لاءِ ويو. اِها آهي نمرتا ۽

سچي پچي وڏ – مائٽهپ جي نشاني جا اسان جي ڪنهن سياستدان ۾ نہ آهي، جي سياسي مقصد کان سواءِ قدم بہ نہ کڻندا آهن. آخري دؤر ۾ هن هڪڙي مصور ۽ تعليمي ماهر جي حيثيت ۾ بہ شهرت حاصل ڪئي ۽ هن شانتي نڪيتن ۾ هڪ بين الاقوامي يونيورسٽي قائم ڪئي، جتي سنڌ جو مشهور سياسي ڪارڪن سوڀو گيانچندائي، سنڌي ناول نويس ڪرشن کٽواڻي ۽ ٻيا ڪجهہ سنڌي بہ پڙهيا هيا.

ٽئگور جي هڪ ڏيءَ هڪ سنڌيءَ ڪرشن ڪرپلاڻيءَ سان پرڻيل هئي جو 1963ع ۾ ساهتيہ اڪيڊميءَ جو چيئرمين هو، جڏهن مان هندستان ويو هوس ۽ سائس ملاقات ٿي هئي.

مون ٽئگور جا ڪجهہ سنڌيءَ ۾ ترجما ٽئين يا چوٿين درجي انگريزي ۾ پڙهيا هيا ۽ هن جو مون تي ننڍي هوندي ئي اثر هيو.

’گيتا نجلي‘ جو انگريزي زبان جي عظيم شاعر ڊبليو.بي. ييٽس ترجمو ڪيو هو، جنهن کان پوءِ هن کي نوبل پرائيز ملي هئي. اُن کي سنڌيءَ ۾ سرگواسيءَ ايم. ايم. ملڪاڻي ترجمو ڪيو آهي، جو پاڻ بہ هڪ بَرک اديب هو.

ٽئگور ساريءَ دنيا کي هڪ آڪيرو سمجهندو هو. هن ٽئين ۽ پراڻيءَ دنيا جا سفر ڪيا هيا.

ٽئگور نہ رڳو هڪ وڏو حسن پرست انسان هو، پر انسان دوستي هن جي وڏي ۾ وڏي وصف هئي. هو جديد مصوريءَ جو بہ هندستان ۾ باني هو ۽ هن جون ساريون تصويرون ڪتابي صورت ۾ آهن. هن جي صد سالہ ورسيءَ تي نڪتل ڪتاب ’ٽئگور‘ 1861 کان 1961ع تائين‘ جو مون هندستان 1962ع ۾ ورتو هو، تنهنجي ٽئين ڪاپي مون لاءِ هري موٽواڻيءَ تحفي طور آندي هئي ۽ مون اڳين ڪاپي ادل سومري کي ڏني هئي.

## پبلو نرودا (Neruda, Pablo) ( 1904-1973ع تائين)

چليءَ جو مشهور شاعر، سفارتڪار ۽ سياسي رهنما جو 1904ع ۾ چليءَ ۾ ڄايو هيو. هن پنهنجي جوانيءَ کان وٺي تمام گهڻو لکيو هو. هن پنهنجي شاعريءَ جا 30 جلد شايع ڪرايا، انهن ۾ عشقيہ شاعري بہ آهي ۽ 3 مجموعا عنصري قصيدا (Elementary Odes) جا بہ هيا، جي هن 1954ع کان 1964ع تائين لکيا هيا، جن جا موضوع نهايت سادا ۽ سياسي هيا ۽ اها عوامي شاعري هئي. هو هڪ نهايت پُرگو شاعر هو. هن تي اسپين جي خانہ جنگيءَ جو گهرو اثر ٿيو ۽ هن آمريڪا جي تاريخ، ڏکڻ آمريڪا جي نقطہ نگاهہ کان هڪ ڪميونسٽ جي نظرئي سان پيش ڪئي. 1927ع کان 1945ع تائين هو رنگون، جاوا ۽ بارسيلونا ۾ چليءَ جو سفير هيو. هو ٻي جنگ عظيم کان پوءِ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. هن کي 1971ع ۾ ادب لاءِ نوبل انعام مليو. هو سياسي سرگرمين ۾ گهڻو ملوث رهيو هو ۽ هن صدر آلندي جي

ڪميونسٽ حڪومت جي حمايت ڪئي هئي. 1970ع ۾ هو چليءَ جو پئرس ۾ سفير مقرر ٿيو. 1973ع ۾ چليءَ ۾ فوجي ڪو (coup) ٿيو ۽ ان ۾ آلندي جي موت کان پوءِ هو هڪ هفتي اندر گذاري ويو. هن پنهنجا يادگار نظم "The heights of Macho Picho" ۾ لکيا ۽ ڪي نثر ۾ به لکيا جي سندس طبعي موت کان پوءِ شايع ٿيا.

جيتوڻيڪ نرودا جا يادگار ڪتاب هن جي موت کان پوءِ 1974ع ۾ شايد ٿيا، هن پنهنجي موت کان اڳ پنهنجي هڪ شاعرائي آتم ڪهاڻي Memorial de Isle Negra شايع ڪرائي هئي. مان جڏهن پهريون ڀيرو ڪارڊيوويسڪيولر انسٽي ٽيوٽ ۾ هوس ته پنهنجي ڪتاب 'پٽڻ ٿو پور ڪري' ۾ لکيو هو ته، جا مان اسپتال ۾ آلندي جي موت کان پوءِ پبلو نرودا وانگر موت جي ريهرسل ڪري رهيو آهيان. ان ۾ سياسي اشارو ظاهر آهي. هڪ سؤ کان وڌيڪ نظمن ۾ هن پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ پنهنجي جڙُن ۽ آزمودي ڪي جاچي جوچي ۽ ڳولهي ڦولهي ڏنو هو. نرودا ۾ ماضيءَ ڪي چٽي حال وانگر سانڍڻ جي قابليت هئي ۽ هن گذريل واقعا اهڙين ساريا آهن جيئن موجوده سوجهه ٻوجهه ۽ هنئين گهرُ هجن. اها سار اهڙين تاريخ وار نه آهي جيئن منهنجي آتم ڪهاڻي ۾ نه آهي. هن پنهنجي آتم ڪهاڻي موت کان ٽي ڏينهن اڳ پوري ڪئي هئي.

هو هسپانوي شاعر لورڪا، مصور پڪاسو، ناول نويس، آرٽ تي تنقيد نگار، سوانح نويس ۽ ڊيگال جي ڪلچر منسٽر آندري مالرو، گانڌيءَ، نهروءَ، مائوزي تُنگ ۽ چي گئويرا جو دوست هو. هو آلندي خلاف صدارت لاءِ بيٺو هو پر پوءِ هن جي فائدي ۾ هٽ ڪنيو هيائين. چليءَ جو راڳي شاعر وڪٽر هارا به هن جو دوست هيو.

## پروڌان (1809ع کان 1885ع تائين)

هُو فرينچ ساميوادي ۽ سياسي ليکڪ هو ۽ هن کي نراجواد جو آبو ڪوٺيندا آهن. هن جو جنم 15 جنوريءَ 1809ع تي هڪ غريب پورهيت گهراڻي ۾ فرانس ۾ ٿيو هو. هن هڪ مقامي ثانوي اسڪول ۾ تعليم پرائي، پر اُڻويهين ورهين جي عمر ۾ مجبور ٿيو ته شهر جي هڪ ڇپائي-گهر ۾ ڪم جي ڳولا ڪري. 1837ع ۾ هن لسانيات تي هڪ رسالو شايع ڪيو. ٻي سال هن کي بيسنڪان جي اڪاڊميءَ وظيفو ڏنو، پر 1840ع ۾ اهو ذري گهٽ ضبطيءَ جوڳو ڪيو ويو، جو ته هُن ٻيو رسالو 'ملڪيت ڇا آهي؟' لکيو ۽ جنهن ۾ پنهنجو مشهور جواب به خود ڏنائين ته، "اُها چوري آهي" 1842ع ۾ هن ٻيو پمفليٽ شايع ڪيو، جنهن ۾ انقلابي رايا ها ۽ اُهو هن جي گرفتاريءَ ۽ هِن تي مقدمي جو باعث بڻيو، پر نيٺ هن کي رها ڪيو ويو، جو ته جيوري هُن جا ڳوڙها مُباحثا نه سمجهي سگهي. پروڌان جو سڀ کان اهم سياسي رسالو 1846ع ۾ ڇپيو، جنهن ۾ هِن پنهنجيءَ انقلابي تعليم جو خاڪو ڏنو.

1843ع کان 1847ع تائين، پروڌان لِيون ۾ رهيو، ۽ پوءِ پئرس ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين، جتي هن انتها پسند تحريڪ ۾ حصو ورتو. هو هڪ اخبار جو ايڊيٽر به

ٿيو. هُن جي اها ڪوشش تہ وياج سوا هڪ بئنڪ قائم ڪئي وڃي، جا بنا مطلب جي اوڌر ڏي، ناڪامياب ٿي. 1849ع ۾ هن کي سرڪار تي جُلهہ ۽ اُلر سبب ٽي سال قيدخاني ۾ رکيو ويو. درجي بدرجي پروڌان جا بحث مباحثا ۽ سياسي ٿڙ ٿڙ گهٽبي وئي ۽ هن رڳو سياسي سڌاري جي تاريخ ۽ فيلسوفائي پاسي ڌانهن ڌيان ڏنو ۽ اُن ڪم ۾ جُنبي ويو. ٻيءَ سلطنت جي دؤر ۾ هو پئرس ۾ بنا ڪنهن پڪڙ پڄاڙ جي رهندو هو ۽ هن کي هلاڪ نہ ڪيو ويندو هو، پر 1858ع ۾ هن جي نئين ڪتاب تي اعتراض جو طوفان برپا ٿي ويو ۽ گرجا ۽ ٻين ادارن هن تي ايتري تہ هُلان ڪئي جو هُن کي بروسيلز ۾ پناهہ وٺڻ تي مجبور ڪيو ويو. 1859ع ۾ هن کي معافي ملي ۽ 1860ع ۾ هو پئرس موٽي آيو ۽ 16 جنوري 1885ع تي گذاري ويو. هن فرينچ ٻولي ۾ ڪيئي ڪتاب لکيا. پروڌان جي اڪثر ڪتابن جا نالا فرينچ ۾ ڏنل آهن ۽ ان ڪري هتي نہ لکيا ويا آهن. پروڌان کي پڙهي، صائب جو شعر ياد ايندو آهي:

هر لوحِ مزاري زفرا مشکدهٔ خاک
دَستيست برون آ مده بهرِ طلبِ تو

(ترجمو: هر مزار جي تختي جا خاڪ جي ويسر - گهر مان ٻاهر ٿي ڏيکارجي، اُها ڄڻ تنهنجي لاءِ هٿ ڊگهيري ٿي.)

## پشڪن

پشڪن جو نالو اليگزانڊر سَرگيوچ پوشڪن هيو، جنهن جي عمرَ 37 سال هئي. هو 6 جون 1799ع تي ماسڪو ۾ پيدا ٿيو ۽ 10 فيبروري 1837ع ۾ پيٽرسبرگ ۾ گذاري ويو. هن جي عمر تہ ٿوري هئي پر هن جي زندگي ڀرپور گذري، جنهن ۾ ڪيئي تجربا، واقعا، هنگاما ۽ تصادم آيا هيا ۽ پنهنجي مختصر عمر ۾ ڄڻ هن وڏو سفر ڪيو هو. مان جڏهن لينن گراڊ ويو هوس تہ پشڪن ميوزم ۾ بہ ويو هوس، جتي اهي شيون رکيل هيون، جن کي پوشڪن پنهنجي زندگيءَ ۾ استعمال ڪندو هو ۽ زماني جي تباهيءَ کان اهي بچي ويون هيون. مون اُتي تاثراتي نوٽ بوڪ ۾ سنڌيءَ ۾ اهو لکيو هو تہ، "مون کان پوءِ متان ڪائي سنڌي شاعره اچي جيڪي اهي لفظ پڙهي سگهي." پوءِ اتي هڪ سنڌي شاعره سچ پچ بہ هندستان مان وئي هئي، پر هن اُهي تاثرات پڙهيا هيا يا نہ سو مون هن کان ڪنهن سبب ڪري نہ پڇيو. جيتري قدر مون کي ياد آهي تہ ميوزم ۾ نہ رڳو اهي ڪتاب هيا جي پشڪن پڙهيا هيا، پر اتي هن جي زال جون ۽ ٻيون تصويرون هيون ۽ ان کان سواءِ هن جي ڪتب ايندڙ ڪيئي شيون رکيون ويون هيون.

هن جي زال جي باري ۾ بيوفائي جا ڪيئي افواهہ هوندا هيا ۽ آخر هن جي صبر جو پيمانو ڇلڪي پيو ۽ آئيسز نالي هڪ فرانسيسي جوان سان هو رقابت جي جوش ۾ ڊوبدو وڙهيو هيو ۽ انهيءَ جي گوليءَ جو نشانو بڻيو هو، جنهن سبب هو گذاري ويو، جي

هُن کي اها گولي نہ لڳي ها تڏهن بہ هن جون ٻيون رقابتون ايتريون هيون جي هن جي موت لاءِ ڪافي هيون. غالب جو شعر آهي:

ڪيا پوچهي هي وجود؍عدم اهل - شوق کا
خود اپني آگ کي خس و خاشاڪ هوگئي.

(جي پنهنجي شوق ۾ ٽُٻ هوندا آهن، انهن جي وجود ۽ عدم جي باري ۾ ڇا ٿا پڇو؟ خود پنهنجي باهہ جا ڪک پن ٿي ويا آهن.)

پشڪن روس جو عظيم ترين شاعر هو، مون هن جو سارو ترجمو آمريڪي ايڊيشن ۾ پڙهيو آهي، پر ان مان ڪجهہ نظم مون کي چڱيءَ طرح سمجهہ ۾ نہ آيا آهن، ڇو تہ عظيم شاعريءَ جو ترجمو ٻي ٻوليءَ ۾ ناممڪن آهي. هر لفظ کي روح ٿئي ٿو، جو صديون پراڻو ٿيندو آهي ۽ جنهن کي ديس واسي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ئي سمجهي سگهندا آهن ۽ اُهي بہ ڪنهن وقت تانگهي ۾ ٿاڦوڙا هڻندا آهن ۽ ان جي وسعت جو اندازو گهڻيءَ دير کان پوءِ لڳائيندا آهن.

پشڪن ڪيئي لافاني نظم لکيا، جن کي روسي اِيئن عقيدت سان ڏسندا آهن جيئن اسان شاهہ لطيف جي شاعريءَ کي ڏسندا آهيون. سرڪاري ايجنٽ ۽ مخبر هن جي هر لفظ تي تنقيد ڪندا هيا ۽ هن کي لوڙيندا هيا. 5 فيبروري 1830ع تي هن هڪ اخبار 'لوترا تورنايا گزيتا' (ادبي اخبار) ڪڍي جا اڄا تائين شايع ٿي رهي آهي ۽ ان جي ترتيب ۽ تياريءَ ۾ پشڪن ڪافي محنت ڪئي. هو جنڊ جي ٻن پڙن ۾ هوندو هو. هڪ تہ سرڪار هن جي مخالفت ڪندي هئي ۽ ٻيو اهي جيڪي هن جي ذهانت کان پڇڙندا هيا، پر ان هوندي بہ هن 8 سال محنت ڪري سوا 5 هزار سٽون لکي، هڪ منظوم ناول 'ايوگينيءِ اِنيگن' مڪمل ڪري ان جي اشاعت ڪرائي. ان کان پوءِ هن ٻيو ڪتاب 'ايوان بيلڪن' جون ڪهاڻيون لکيون ۽ اخبار لاءِ تنقيدي مضمون موڪليندو رهيو. هن ڪيئي مختصر نظم بہ لکيا.

پنهنجي پختي عمر جا 2 سال 1829 - 1830ع) هن اضطراب ۾ گذاريا. جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي تہ پشڪن جا بهترين نظم هن جي شادي کان ڏيڍ سال اڳ ڇپجي چڪا هيا. هن 18 فيبروري 1831ع تي نتاليا سان شادي ڪئي، جنهن جي دکدائڪ نتيجي جو حال مٿي بيان ڪيو ويو آهي، جيتوڻيڪ هن پنهنجي شادي شده زندگي جا پهريان 6 سال پنهنجي تاريخي ذخيري، نثر ۽ افساني جي منطقي ترتيب جي ڳولا ۾ گذاريا. 'تامي جو شهسوار' (اهو پيٽراعظم جو بت آهي جو لينن گراڊ ۾ ڪتل آهي ۽ مون پاڻ ڏٺو هو تہ ان جا ترا آسمان ڏي ڪڇيل هيا ۽ مون کي ائين لڳي رهيو هو تہ اهو شهسوار مٿي اهڙي ڪائي حقيقت ڏسي رهيو آهي جا هُن جا همعصر نہ پئي ڏسي سگهيا ۽ هن جي چهري تي ساڳي ڪيفيت هئي جا چاليهن سالن کان مون پنهنجي منهن تي آرسيءَ ۾ ڏٺي آهي) هن جو هڪ طويل نظم آهي جو روس جي شاهي خاندان جي عظمت ڏيکارڻ جي نيت سان لکيو ويو هيو، پر درٻارين ان جا ٽڪر ڪَٽي ڇڏيا ۽ انهيءَ

جا اهم حصا شايع نہ ٿي سگهيا. مون هن جو ناول ’ڪپتان جي ڌيءَ‘ بہ پڙهيو آهي، جنهن ۾ هڪ ڪسان باغي هيرو آهي. پشڪن جي نظمن ۾ اُداسي، بيزاري ۽ وردي پوش محفلن کان جان ڇڏائڻ جي هڪ گهري لهر آهي ۽ غالب وانگر هن کي ’انديشا هائے دور و دراز‘ ۽ موت جا ڏنڊلا پاڇا نظر اچن ٿا، پر هو انهن کان گهبرائي ڪونہ ٿو. ننڍي هوندي جون ٻڌل ڪهاڻيون هن هڪ دلڪش عوامي لهجي ۾ نظم ڪيون آهن، جا ڳالهہ اڳتي هلي روس ۾ هڪ رسم ٿي وئي آهي. پشڪن نيم تاريخي ۽ نيم افسانوي مضمون بہ لکيا. مون کي ياد آهي تہ مون ڪٿي پڙهيو هو تہ "پشڪن ڪنهن بہ روسي زار کان وڏو آهي."

هن جون 3 ڪهاڻيون ’دوبروز وسڪي‘، ’ڪپتان جي ڌيءَ‘ ۽ ’اِيٽ جي راڻي‘ (حڪم کي بيگم) مشهور ڪهاڻيون آهن.

مون ساري زندگي تاس جهڙي فضول راند تي وقت ضايع نہ ڪيو آهي. جيتوڻيڪ مون اها ڪهاڻي اردو ترجمي ۾ پڙهي هئي، پر ’حڪم‘ جي معنيٰ مان پنهنجي اندازي سان اِيٽ ڪئي آهي. ادبي بورڊ جي ڇاپيل سنڌي - اردو ۽ اردو - سنڌي ڊڪشنري ۾ ڪانہ ڏنل آهي.

هن کان 40 سال پوءِ دوستو وسڪيءَ پنهنجي تقرير ۾ پشڪن کي ايترو اوچو ڏيکاريو، جو شاهي محل جا مُنارا بہ هن جي قد کي پهچي ڪونہ پئي سگهيا. تمام دنيا جي اديبن هن جي عظمت کي تسليم ڪيو آهي ۽ هن کي اها جاءِ ملي آهي جا فردوسي کي فارسي ۾، شيڪسپيئر کي انگريزيءَ ۾ ۽ گوئٽي کي جرمنيءَ ۾ ملي آهي.

## جارج سنتيانا

1863ع ۾ ڄائو هو ۽ هن جي انتقال جي تاريخ معلوم ٿي نہ سگهي آهي. هن ڪيترائي فلسفي، مذهب ۽ آرٽ تي ڪتاب لکيا. هو چوندو هو تہ: "بهشت اهو ئي آهي، هر ڳالهہ ۾ امن پسندي" ۽ وڌيڪ چوندو هو، "جيترو اسان دنيا جي باري ۾ سوچون ٿا اوترو افلاطون ڏانهن واپس موٽون ٿا اسان کي ٻي فلسفي جي ضرورت نہ آهي. اسان کي فقط جرئت گهرجي تہ انهيءَ قديم ترين ۽ بهترين فلسفي تي هلي سگهون. بهشت ان ۾ آهي" هن لکيو آهي، تہ "انسان هر شيءِ سان صلح سانت سان رهي."

مان ڀانيان ٿو تہ سنتيانا صحيح هو. اڪثر صوفياءِ ڪرام، افلاطون ۽ ارسطوءَ کان متاثر رهيا آهن. خاص ڪري مسلم فلسفي جهڙوڪ: يعقوب ڪندي، حڪيم يحيٰي بن ابي منصور، عباس بن سعيد جوهري، ابو الطيّب سند بن علي، بنو موسيٰ بن شاڪر، محمد بن موسيٰ خوارزمي، ابو نصر فارابي، محمد بن زڪريا رازي، ابن مسڪويہ، ابن هثيم، اخوان الصفا، ابو ريحان البيروني، امام غزالي، ابو البرڪات بغدادي، حڪيم عمر خيام، ابن رشد، امام رازي وغيره، مغلن ۽ تاتارين جي دؤر جا فلسفي، دؤر عثماني جا

فلسفي، حڪمائي متاخرين (پويان فلسفي) ڪيئي هندستاني حڪما خاص ڪري سواءِ مجدد الف ثاني، شاهه ولي الله ۽ شاعرِ مشرق علامہ اقبال جي، جنهن حافظ لاءِ ’گوسفند بچہ‘ لکيو هو ۽ جو فلاطونيت ۽ نو فلاطونيت جو مخالف هو.

## جان لاڪ

1632ع ۾ سمرسيٽ شائر انگلنڊ ۾ پيدا ٿيو هو ۽ 1704ع ۾ گذاري ويو. هن جا فلسفي تي 5 مشهور ڪتاب لکيل آهن. لاڪ پنهنجي پوين ڏينهن ۾ جڏهن هن تان سياسي سورج لهي چڪو هو، محسوس ڪيو ته هن جو جسم هڪ جهوپڙيءَ وانگر ڍهي رهيو آهي. هن پنهنجي دوستن کي گهرايو ۽ انهن کي دلجاءِ ڏني، چاڪاڻ جو هو انهيءَ سمجهہ ڏانهن وڃي رهيو هو، جيڪا هر اختلاف ۽ شڪ کان پري هئي ۽ اَزل، اٽڪ هئي.

## جيني

جين ڌرم جو پوئلڳ. جين ڌرم هندو مت جي هڪ ڌرم ورڌ مت آهي. جين مت اهنسا کي قطعي ۽ ري شرط ضرورت سمجهي ٿي، هر جيوَ جو بچاءُ چاهي ٿي ۽ تمام گهڻو جتن ۽ اڳ ويچار ڪري ٿي ته جيئن ڪنهن بہ جيوَ کي اتفاقي چوٽ، ايذاءُ يا هاڃو نہ رَسي. ايتري حد تائين جو اهو جتن جيتن جٽين لاءِ بہ آوَس ٿي سمجهي.

هن جو باني مهاوير 599ق.م کان 527ق.م تائين هيو. هو مهاتما ٻڌ کان اڳ پيدا ٿيو هيوءِ عمر ۾ هن کان وڏو هو. هو بِهار ۾ پيدا ٿيو هو، ويشاليءَ جي پرسان، جا دهلي ۽ ڪلڪتي جي وچ ۾ آهي. جڏهن هو 30 ورهين جو هو ته هن دنيا جي هر ونڊر ۽ يوڳ ولاس پلي ڇڏيو ۽ پنهنجو سارو پئسو ورهائي ڇڏيائين. پنهنجا وار پَٽي، ٻي گهر ٻٽجي جيوَن گهارڻ لڳو. ڪجهہ وقت ڌرماتمائن سان رهي هن پنهنجي سرير تي ڌيان ڏيڻ ڇڏي ڏنو ۽ پنهنجو گيڙو رتو لباس ڦِٽي ڪري، وچ ڀارت ۾ اگهاڙو ڦرندو رهيو. ڳوناٺا ٻار هِن جي ڪُڙين هيٺان باهيون جلائي رکندا هيا ۽ ڪَنن ۾ ڪوڪا ٽُنبيندا هيا پر هو ڪيس پنهنجي ڌيان مان ڪڍي نہ سگهندا هيا. هُن کي ڪُتا چڪ پائيندا هيا جڏهن ڳوٺن ۾ گهڙندو هيو. هن جي مکيہ سکيا اهنسا هئي، جنهن جو مقصد اُهو هيو تہ ڪنهن بہ جيوَ کي ڏک نہ ڏنو وڃي ۽ انهيءَ مَت گانڌي ۽ جرمنيءَ جي انسان دوست ڊاڪٽر البرٽ شوائٽزر (جو آفريڪا جي جهنگن ۾ ڪوڙهين جو حضرت عيسيٰ وانگر علاج ڪندو هو ۽ هنن لاءِ اسپتال ٺاهي هيائين.) کي ڏاڍو متاثر ڪيو. مهاوير پاڻ ٻُهاريءَ سان رستا صاف ڪندو هو ۽ ان ڳالهہ کي ڌيان ۾ رکندو هو تہ ڪوئي جيت ماريو نہ وڃي. هو جڏهن پاڻي يا ٻي ڪا پاڻيٺ واري شيءِ پيئندو هو تہ برتڻ مٿان ڪپڙو رکي پيئندو هيو، جيئن ڪوئي ساهوارو پيٽ اندر وڃي مري نہ وڃي ۽ پنهنجي ڪاڏي جي ٽانوَ کي

تمام غور سان ڏسندو هو ته ان تي ڪوئي ڪيڙو يا جيت جڻيو ته ڪونهي يا ڪاڏي ڪي ڪا ڦُلي ته نه لڳي وئي آهي ۽ ڪو ان تي چارو ته نه جمي ويو آهي، جيئن هو ڪنهن ساهواري کي چٻاڙي نه وجهي. 40 سالن جي عمر ۾ هن کي نرواڻ مليو ۽ هن کي ڪيوَل چيو ويندو هو. هن جا پوئلڳ جيني سڏيا ويندا هيا. هن 30 سال وڌيڪ اهنسا جي سکيا ڏني ۽ تمام ڪٺن تپسيا جو پرچار ڪيو، جا هن لاءِ ٻُڌي پراپت ڪرڻ لاءِ نهايت ضروري آهي. 72 ورهين جي عمر ۾ هو جاٿي واٺي ٻک ڪاتي مَري ويو. هن جي ڪهاڻي لکندڙن هن جون سڀ ڳالهيون ايندڙ نسلن لاءِ لکي ورتيون، پر اها لکت هن جي موت کان 1000 سال پوءِ شروع ٿي.

پهرين صدي ق.م ۾ جين مت جا ٻه حصا ٿي ويا. هڪڙا شِوِ تمبر هيا، جن جي معنيٰ آهي، اڇا ڪپڙا پائيندڙ ۽ ٻيا ڊگمبر هيا، جن جي معنيٰ آهي، آڪاسَ کي پهريل. ٻنهي جو جهيڙو ان تي هوندو هيو ته هڪ جينيءَ کي ڪهڙا ڪپڙا پائڻ کپن. پهريان اڇا ڪپڙا پائيندا هيا ۽ پويان ڪپڙا نه پائيندا هيا ۽ اگهاڙي گهمڻ ۾ هن جڳ جو پورو تياڳ سمجهندا هيا. پهريان زالن کي پنهنجي مٺ ۾ شامل ٿيڻ ڏيندا هيا ۽ ٻي فرقي جا انهن کي پاڻ کان پري رکندا هيا، ڇو ته انهن جي نظر ۾ اهي اڌرم ۽ پاپ جو ڪارڻ هيون ۽ انهن لاءِ فقط اها واهه هئي ته هو پنهنجي نرواڻ پائڻ لاءِ ٻيهر مرد ٿي پيدا ٿين.

دنيا ۾ 20 لک جين آهن، جن مان اڪثر بامبي ۾ آهن. مان جڏهن بمبئيءَ ويو هوس ته نند جويريءَ ڪيئي ڀيرا انهن جا مندر ڏيکارڻ چاهيا هيا پر مونکي فرصت نه ملي سگهي هئي. پنهنجي اوائلي زندگيءَ ۾ مهاتما گانڌي به جين مت کان متاثر هيو.

## چي گيو ويرا (1928ع کان 1967ع تائين)

هو لاطيني آمريڪا جو انقلابي هيو. 1950ع جي آخر ڌاري فدل ڪاسترو جو ڪيوبا ۾ انقلاب آندو، اُن ۾ هن جو اهم ڪردار هيو. هو پوءِ ڪاسترو جي حڪومت ۾ وزير هو. چي گيو ويرا اهڙو انقلاب ٻين لاطيني آمريڪا جي قومن ۾ به آڻڻ چاهيو. هو 14 جون 1928ع تي آرجينٽينا ۾ ڄايو هو. بيونس ايئر.بيس جي طبي يونيورسٽيءَ ۾ ڊگري وٺي، هن دور دراز سفر ڪيو ۽ بوليويا، ايڪئيڊار، ڪاسٽريڪا، پاناما، پيرُو ۽ گئوتمالا ۾ ڪابي ڌر جي تحريڪن سان رابطو قائم ڪيو. ميڪسيڪو ۾ هو ڪيوبا جي انقلابي اڳواڻ فدل ڪاسترو سان مليو، جنهن سان شريڪ ٿيو، ۽ جنهن جي فوج کي هن گوريلا جنگ جي تربيت ڏني. هو ڪاسترو جو خاص صلاحڪار ٿي پيو. جڏهن 1959ع ۾ ڪاسترو اقتدار ۾ آيو، تڏهن هن چي گيويرا کي ڪيوبا جي شهريت ڏني ۽ پوءِ هن جي ڇيڙ 'چي' (يعني 'اڙي تون') هن تي نالو پئجي ويو. ڪاسترو جي حڪومت ۾ هو پهريائين 1959ع کان وٺي 1961ع تائين، ڪيوبا جي نئشنل بئنڪ جو پريزيڊنٽ هو. ان کان پوءِ هن کي وزير صنعت مقرر ڪيائون. هو ئي زمين جي ورهاست ۽ ڪارخانن جي قوميائڻ جو ڪارڻ هيو؛ هو اشتراڪيت ۾ رچي ريٽو ٿيل هو ۽ ان ڪري هن

ڪاسترو کي آماده ڪيو تہ هو ڪيوبا جو ڪميونسٽ قومن سان ڳانڍاپو ڪري. ڪجهہ وقت کان پوءِ ڪاسترو اعلان ڪيو تہ چي گيويرا ڪيوبا ڇڏي ويو آهي ۽ 1965ع ۾ هو ٻئي ڪنهن هنڌ اشتراڪي ڪاروايون ڪري رهيو آهي. (مون ڪنهن رسالي ۾ پڙهيو هو تہ هو ڪانگو ويو هو، پر اتي انقلاب آڻڻ ۾ ناڪامياب ٿيو هو.) چي گيويرا جي متعلق ٻي گهڻي خبر پئجي نہ سگهي جيستائين هن کي گوريلا گروهہ جي سربراهي ڪندي بوليويا ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ 9 آڪٽوبر 1967ع تي موت جي سزا ڏني وئي. هن جي موت هن کي شهادت جو رتبو ڏنو آهي. خاص ڪري ڪيترين ئي قومن جي ڪاٻيءَ ڌر جي شاگردن ۾ هن جي موقف جي ناڪاميءَ، لاطيني آمريڪا ۽ ڪيوبا جي انقلابي رهنمائيءَ کي وڏو ڌڪ ڏنو. گيويرا جي ڪتابن ۾ اهم ڪتاب 'گيو ويرا جي جنگ 1960' آهي. هُن جي زندگيءَ سان حافظ جو شعر لهڪي اچي ٿو:

عاقبت منزلِ ما واديءَ خاموشان است

حاليا غلغلہ در گنبذِ افلاڪ انداز

(ترجمو: نيٺ تہ اسان جي منزل خاموشين جي هڪ وادي آهي، پر هاڻي تہ آسمانن جي گنبذ ۾ غلغلو وجهي ڇڏ.)

## حافظ شيرازي (1320ع کان 1389ع تائين)

فارسيءَ جو غزل گو شاعر هيو. نالو شمس الدين محمّد هيس. شيراز ۾ پيدا ٿيو. اوائلي عمر ۾ قرآن مجيد حفظ ڪيائين ۽ دين سان ٻيا تعلق رکندڙ علم پرايائين. انهيءَ دؤر ۾ عربي زبان ۽ ادب سان چڱي واقفيت پيدا ڪيائين. تعليم کان فارغ ٿي معلمي جو پيشو اختيار ڪيائين. هو هڪ مدرسي ۾ تفسير قرآن جو معلم هيو. حافظ کي غزل گوئي ۾ بيحد ڪمال حاصل هيو. آخر ۾ هن پنهنجا غزل ديوان جي صورت ۾ مرتب ڪيا، انهن ۾ ڪجهہ قصيدا ۽ ننڍيا نظم بہ اضافو ڪري 1379ع ۾ ديوان پورو ڪيائين. انهيءَ ديوان سان حافظ شيراز کان ٻاهر بہ مشهور ٿيو. هرمز جي واليءَ توران شاهہ ڏاڍي کليءَ دل سان حافظ جي قدرداني ڪئي. ڏکڻ جي مظفري خاندان جي حڪمران محمود شاهہ اول جي دؤر ۾ حافظ کي بادشاهہ جي وزيرِ عدالت ٻاران بغداد ۾ اچڻ جي دعوت ڏني وئي، جا هن قبول نہ ڪئي.

حافظ جون شاعرائيون سرگرميون شاهہ شجاع جي دؤر ۾ پنهنجي عروج تي هيون. شاهہ شجاع 1394ع ۾ وفات ڪئي. حافظ گهڻا قصيدا ان جي مدح سرائي ۾ لکيا. آخري عمر ۾ حافظ ٻيهر مظفري خاندان جي هڪ مربي منصور سان ملي ويو، جنهن تيمور جي وڃڻ کان پوءِ پارس تي قبضو ڪيو هو. حافظ کي پنهنجي وطن شيراز سان ايڏي دلي محبت هئي جو اڄ بہ سڀ کي متاثر ڪندڙ آهي. ان ڪري هن کي شيراز کان ٻاهر وڃڻ نہ چاهيو.

حافظ ايران ۾ غزل گو شاعرن ۾ نهايت اعليٰ مقام رکندو هو. هو عشق جي واردات بيان ڪرڻ ۾ ڏاڍو محتاط هيو ۽ عريانيءَ کان پرهيز ڪندو هيو. شراب جي سرور، نشاط ۽ طرب جي نغمه سرائي ۾ مشرق ۾ هن جو ڪوئي مثال نٿو ملي. انهيءَ ڪري هن کي دنيا جي عظيم ترين شاعرن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي، جنهن جي ثابتي هن جي ديوان جي شرحن مان به ملي ٿي، جي ڪافي تعداد ۾ موجود آهن. حافظ کي پراڻي زماني ۾ پراسرار مقبوليت ملي ۽ ماڻهو هن جي ڪلام مان فال ڪيندا هيا ۽ پنهنجي رهنمائي حاصل ڪندا هيا ۽ هن کي 'لسان الغيب' جي لقب سان ياد ڪندا هيا.

هن جي ڪلام ۾ عجيب رواني آهي، جنهن جو فيض احمد فيض جي شاعريءَ تي ڏاڍو اثر آهي. هونءَ ته هن جو اثر گوئٽي جهڙي جرمنيءَ جي عظيم شاعر تي به هيو، جنهن جرمن زبان ۾ غزل لکيا ها، جا مغربي ادب ۾ هڪ بلڪل نئين ڳالهه هئي ۽ هن جي ڪتاب جو نالو ئي ادبي ديوان هو. حافظ شريعت جي سخت گيريءَ جي دؤر ۾ لکيو هو:

فاش مي گويم و از گفتهٔ خود دلشادم
بندهٔ عشقم و ازهر دو جهان آزادم

(مان کليو ڳالهائي رهيو آهيان ۽ جيڪي چوان ٿو انهيءَ تي خوش آهيان؛ مان عشق جو بندو آهيان ۽ ٻنهي جهانن کان آزاد آهيان.)

جمال ابڙي مون کي ٻڌايو ته جڏهن خمينيءَ جي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ ايراني نوجوان نه رڳو خيام جي قبر تي بوٽ سان پير رکي فوٽو ڪڍرائي رهيا ها پر حافظ جي قبر تي به اٿين ڪري رهيا ها، تڏهن هن مزار کان ڪجهه پري پنهنجو جوتو لاهي رکيو ۽ دعا جا هٿ کنيا ته ٻن ٽن ايراني نوجوانن کانئس پڇيو، تون مسلمان آهين يا سُني آهين. خمينيءَ جي دؤر ۾ ٿوري ڪٽ سٽ سان فردوسيءَ جو شاهنامو ته ٻيهر ڇاپيو ويو آهي، پر خبر نه آهي ديوانِ حافظ ٻيهر ڇاپيو ويو آهي يا نه؟

## ڊاڪٽر تارا چند

ڊاڪٽر تارا چند جي ڪتاب 'هندي تمدن تي اسلامي اثر' جو ترجمو محمد مسعود احمد ڀهرين ڊسمبر 1964ع تي اردوءَ ۾ ڪيو هو. هن جي درخواست تي ڊاڪٽر تاراچند 4 جون 1964ع تي هُن کي پنهنجون زندگيءَ جون حالتون انگريزي ۾ لکي موڪليون، جن جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو.

"ڊاڪٽر تارا چند 1888ع ۾ سيالڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. هن جو پيءُ ڊپٽي انسپيڪٽر آف اسڪولز هيو. موصوف گجرات (پاڪستان) جي هڪ اسڪول ۾ پنهنجي تعليم شروع ڪئي. اُن کان پوءِ هن ماڊل اسڪول لاهور ۾ داخلا ورتي، سينٽ اِسٽيفن

ڪاليج دهليءَ ۾ انٽر پاس ڪئي. اُن ڪان پوءِ ميرٺ ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. 1911ع ۾ اونگ ڪرسچئن ڪاليج جي شاگرد جي حيثيت ۾ بي.اي جو امتحان پاس ڪيائين. 1913ع ۾ ساڳيءَ يونيورسٽي ۾ تاريخ ۾ ايم.اي ڪيائين. ساڳي سال الهه آباد جي ڪائِسٿ پاٺ شالا ۾ تاريخ جي پروفيسري قبول ڪيائين. 1918ع ۾ انهيءَ ڪاليج جو پرنسپال رهيو، جنهن عهدي تي هو 1945ع تائين رهيو. 1922ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ انگلنڊ مان ڊاڪٽر آف فلاسافي جي ڊگري هٿ ڪيائين. ان ڪان پوءِ الهه آباد يونيورسٽيءَ ۾ سياست جي حيثيت ۾ پروفيسر مقرر ٿيو. 1946ع ۾ الهه آباد يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿيو ۽ مارچ 1948ع تائين انهيءَ عهدي تي رهيو. ان ڪان پوءِ مولانا ابوالڪلام آزاد جي هيٺان تعليم کاتي جو سيڪريٽري ٿيو. پوءِ هن تعليم جي مشير جو عهدو قبول ڪيو ۽ ڊسمبر 1951ع تائين انهي عهدي تي فائز رهيو. 1951ع ۾ ڀارت طرفان ايران جو سفير ٿيو ۽ ڊسمبر 1951ع کان سيپٽمبر 1956ع تائين انهيءَ عهدي تي مامور رهيو. 1958ع ۾ ڀارت جي صدر طرفان راجيه سڀا تي ميمبر ڪري کنيو ويو ۽ اُنهيءَ سال ڀارت جي حڪومت هُن کي آزاديءَ جي تحريڪ جي تاريخ لکڻ لاءِ چيو. اُن وقت هو اِنهيءَ تاريخ ۾ مصروف هو ۽ هن ڀارت جي فلسفي، ثقافت وغيره تي اٺ ڪتاب لکيا ها."

اُن ڪان پوءِ هُن 'هندستان جي آزاديءَ جي تاريخ' تي 4 جلد لکيا ها، جي مون برڪت علي آزاد کان ورتا ها ۽ پڙهيا ها. برڪت علي آزاد اُهو مرد مجاهد آهي جو جوانيءَ کان وٺي پنجهتر ورهين جي عمر تائين ادب جي خدمت ڪندو آيو آهي. هو اٽ ڪائيو، هَڏ-ڀڳل ۽ ڏوڪڙائون شخص آهي ۽ سکر ۾ سارو ڏينهن ڪتاب گهر گهر وڪڻندو رهندو آهي. اُن مان هن جي اُدر پورنا ۽ پيٽ قوت تہ تي ويندو آهي، پر تڏهن بہ هو لوڙ ۽ گهرج جي گهاٽي ۾ پيڙيو رهندو آهي، ڇو تہ هو جيڪي بہ ڪتاب وڪري لاءِ گهرائيندو آهي، اُنهن مان ٿيون حصو تہ پنهنجي پڙهڻ لاءِ سانڍي رکندو آهي. مون ورلي ڪوئي اهڙو شخص ڏٺو، جنهن کي ڪتابن سان ايڏي لنوَ لڳل هجي ۽ علم جو ايڏو گهڻو گهڻگهرو هجي. ها، ساڳي شهر ۾ هڪ ٻيو شخص مولائي شيدائي بہ هو، جنهن تي مان ۽ رشيد ڀٽي پنهنجيءَ جوانيءَ ۾ گهوريا ويندا هياسين. هو اُن وقت ريلوي سروس مان رٽاير ڪري چڪو هو، ۽ ڪتابن جي ڍير تي اُئين ويٺو هوندو هو، جيئن توت جي وڻ تي پَٽ ڪينئون ويٺو هوندو آهي. هُن لڳاتار جاکوڙ ڪري 'تاريخ سنڌ' لکي. مان جڏهن هُن کي ياد ڪندو آهيان تہ رَهي مُعيريءَ جو هڪ فارسي شعر ياد ايندو آهي:

رفتيم و پاي برسَر دنيا گذاشتيم
کار جهان بہ آهل جهان وا گذاشيتم

(جڏهن وياسين تہ دنيا کي مٿان اورانگهي وياسين؛
جهان ۾ رهندڙن تي جهان جو ڪم ظاهر ڪري وياسين.)

ڊاڪٽر تارا چند جيتوڻيڪ دنيوي طرح تہ ڏاڍو وڏو ماڻهو هو، پر هن جي باري ۾ پڙهي ڪلاجي.جو مون کي مولائي شيدائيءَ ۽ برڪت علي آزاد ياد ايندا آهن، ڪيئن چئجي، اهي ڊاڪٽر تارا چند کان بہ وڏا ماڻهو هجن!

## ڊارون (1809ع کان 1882ع تائين)

انگريز فطرت پسند (Naturalist) سائنسدان هيو. هن جي تعليم ڪيمبرج يونيورسٽيءَ ۾ ٿي ۽ هن طبعي دنيا جي تاريخي ارتقا جو نظريو ڏنو. هن همعصر علم حيات ۽ زمين جي ڪاشت جي طريقن کي عام ڪيو ۽ اُن تحقيقي مواد سان ان ۾ ڪافي واڌ ڪئي، جو هن دنيا جو 1831ع کان 1836ع تائين سفر ڪري هٿ ڪيو هو ۽ فطرت جي لازمي ارتقا جي نتيجي تي رسيو هو. هن جو مشهور ڪتاب (The Origin of species by means of natural selection) 1859ع ۾ ڇپيو، جنهن ۾ هن پنهنجو 'ارتقا جو نظريو' ڏنو. 1868ع ۾ ڊارون گهرو جانورن ۽ ٻوٽن جي اصل نسل (Origin) جي هٿراڊو چناءُ (Artificial Selection) ذريعي سمجهائيءَ ڏني ۽ ان تي The Variation of animals & plants under domestication نالي ڪتاب لکيو. هڪ ٻئي ڪتاب بہ لکيائين. The Descent of Man & selection & relation to sex جو 1873ع ۾ ڇپيو. هن انسان جي جانور مان ارتقا جي سائنسي وضاحت ڪئي. مون ڪٿي پڙهيو هو تہ جي هو پنهنجي ڪتاب جو نالو Descent of Man نہ رکي ها ۽ Ascent of Man رکي ها تہ نہ دنيا ۾ ايترو وڳوڙ پيدا ٿئي ها ۽ نہ هن جي حياتياتي نظرئي کي مارڪس جي اشتراڪي نظرئي سان ملايو وڃي ها. هن جي ڇپايل ڪتابن حياتيات جي ايرنڊڙ سائنس ۾ ڪافي واڌارو ڪيو ۽ تصوريت، دينيات، مابعدالطبعيات وغيره کي ڪافي ڌڪ ڏنو، مارڪس ۽ اينجلس چوائيءَ، جدليات ۽ ماديت جي اوسر ڪئي. جا ڳالهہ منهنجي نظر ۾ صحيح نہ آهي.

## ڊيڪارٽ

فرانسيسي فلسفي جو 1596ع ۾ ڄائو ۽ 1650ع ۾ گذاري ويو. هن جا فلسفي تي ڪيئي ڪتاب لکيل آهن. هن جي جڳ مشهور چوڻي آهي، 'I think therefore I am' (مان سوچيان ٿو، انهيءَ ڪري مان آهيان.) "منهنجو اِهو شڪ تہ مان آهيان يا ناهيان ئي ثابت ڪري ٿو تہ مان هڪ شڪي ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ موجود آهيان."

ڊيڪارٽ کي نمونيا ٿي پئي هئي. هو مشهور فلاسفر هو، انهيءَ ڪري راڻيءَ هن ڏي هڪ جرمن ڊاڪٽر موڪليو، پر ڊيڪارٽ هن تي اعتبار نہ ڪيو. جڏهن ڊاڪٽر چيو

تہ، هن مان رت جي سيرَ ڪڍي وَجي. تہ هن جواب ڏنو، ”توڪي فرينچ رت جي هڪ ڦڙي ڪڍڻ جي بہ اجازت نہ آهي.“ پر آخر ۾ هن کيس اجازت ڏني، جيتوڻيڪ تمام گهٽي دير تي وٺي هٺي. جڏهن هو اکيون ہوٽي رهيو هو تڏهن هن ڊاڪٽر کان پڇيو تہ، ”ڪيترو وقت ٿيو آهي.“ ڊاڪٽر جواب ڏنو، ”صبح جا چار ٿيا آهن.“ ڊيڪارٽ اٿڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيائين، ”هي اٿڻ جو وقت آهي، مون لاءِ راتي ترسي وڃي هوندي. ان کان پوءِ هُن سُس پس ۾ چيو: هي روح جي وڃڻ جو وقت آهي. مان تہ هڪ زنده روح آهيان. سچ جي تلاش ۾ آهيان.“ ان کان پوءِ هو مري ويو ۽ وڃي سچ جي روبرو ٿيو.

## ڊيلي ورڪر

برطانوي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اخبار جيڪا انگلنڊ مان نڪرندي هئي.

## ڊيموڪرٽس (Democritius)(430 ق.م کان 370 ق.م)

هو پهريون يوناني هو جو اينسائڪلوپيڊيا وارو ذهن رکندڙ ماڻهو هو. لينن هن کي قديم زماني ۾ ماديت جو سمجهائيندڙ ۽ ٽيڪا ڪار چيو هو. هو ’ذريات‘ جو بنياد رکندڙ هو ۽ هُن جو انهيءَ ڳالهہ ۾ اعتبار هو تہ بہ قديم ترين شروعاتون آهن، هڪ ائٽا (Atoms) ۽ ٻيو پولار (Vacuum). هو چوندو هو تہ ائٽا مادي جا منفرد جزا آهن، ڦيرگهير کان مٿانهان آهن، ابدي آهن ۽ هڪ مسلسل تحرڪ ۽ نظام ۾ آهن. هنن کي ٻيون خاصيتون نہ آهن جهڙوڪ: آواز، رنگ، ذائقو وغيره ۽ مشروط طور تي موجود آهن، نہ پنهنجي ليکي. ائٽن ڪٺو تي جسم (Bodies) پٺي ٽاهيا آهن ۽ انهن جي تحليل هر جسم جو خاتمو آندو آهي. هن موجب اڻ ڳڻيا ميڙاڪا هڪ ازلي خلا ۾ ابد ۾ تحرڪ ۾ هيا ۽ لاتعداد دنيائون قدرتي طور پيدا ٿي رهيون هيون ۽ ضم ٿي رهيون هيون. ڊيموڪرٽس لاءِ ڪارڻتا (Causality) ۽ اڻ سرندي (Necesity) هڪ ڳالهہ هيون ۽ هن ڪنهن شيءِ جي حادثي طور پيدا ٿيڻ کان انڪار ٿي ڪيو. هن جا سياسي خيال پراچين لوڪ شاهيءَ وارا هيا.

## ڊيوٽشر (Deutshar)

ٽراٽسڪيءَ جو پوٺلڳ هيو ۽ هن ٽراٽسڪيءَ جي زندگيءَ تي ٽي جلد لکيا آهن ۽ اسٽالن جي زندگيءَ تي بہ هڪ ڪتاب لکيو اٿائين. ان کان سواءِ ڪجهہ ٻيا ڪتاب بہ سندس تصنيفن ۾ شامل آهن. هو 1967ع ۾ گذاري ويو.

## راڌا ڪرشنا، سروَ پلي (1888ع کان 1975ع تائين)

”غريبي انسان جي آتما لاءِ چڱي آهي.“ راڌا ڪرشنا چيو هو: ”پر جيڪڏهن اِها

رضاڪارانہ (Voluntry) اختيار ڪئي وڃي." هو ڀارت جو 1962ع کان 1967ع تائين صدر رهيو. 1931ع ۾ هن کي سر جو خطاب ڏنو ويو. هو 5 سيپٽمبر 1888ع تي هڪ تيليگو برهمڻ جي گهراڻي ۾ ڀارت ۾ ڄايو، جيڪي ڏاڍا غريب هيا. هن کي جرمنيءَ مان آيل پرچارڪ پادري اسڪول ۾ موڪليو ويو، اُتي هن جي استادن هندو ڌرم تي جا تنقيد ڪئي، اُن هن کي اُتساهيو تہ هو پنهنجي ڌرم جو چڱيءَ طرح ابياس ڪري ۽ ان جو بچاءُ ڪري سگهي. هو 1909ع کان 1917ع تائين مدراس پريزيڊنسي ڪاليج ۾ فلسفي جو استاد رهيو. جڏهن رابندرانات ٽئگور کيٰ 1913ع ۾ ادب لاءِ نوبل پرائيز مليو تہ هن 'ٽئگور جو فلسفو' جي نالي سان ڪتاب لکيو، جنهن ڪري کيس ڏاڍي شهرت ملي. 1921ع کان 1931ع تائين هن ڪلڪتي يونيورسٽيءَ ۾ فلاسافي پڙهائي ۽ ٻن جلدن ۾ پنهنجو ڪتاب 'هندستاني فلسفو' لکيو. هن 1931ع کان وٺي آڪسفورڊ ۾ 3 سال پڙهايو هو. هو اُن آل انڊيا اسيمبليءَ جو ميمبر هيو، جنهن هندستان جو پهريون آئين ٺاهيو ۽ انڊيا جي وفد جو يونيسڪو لاءِ سربراهہ هيو. نہ رڳو هن کي روس ۾ سفير مقرر ڪيو ويو. جتي هن اسٽالن کي انجيل جا ڪجهہ ٽڪرا ٻڌايا، جن ۾ اهو بہ هو تہ "انسان کي جيڪڏهن سڄي دنيا ملي وڃي ۽ هو پنهنجو روح وڃائي ويهي تہ هن کي ڪهڙو فائدو ٿيندو؟" اسٽالن جو دينيات جو شاگرد ٿي رهيو هو، ان اهو جملو اڳي ئي ٻڌو هو. راڌا ڪرشنا جو هندستاني سياست جي باري ۾ مشهور قول هو، "بدترين گناهگار کي بہ هڪ مستقبل آهي، جيئن هڪ وڏي ۾ وڏي سَنت کي ماضي آهي!" ٻين ڪتابن ۾ هن جا مکيہ ڪتاب 'ڀڳوت گيتا' ۽ 'اُپنشدن' تي ٽيڪا ٽپڻي هيا. هن جي ننڍي آتم ڪهاڻيءَ جو نالو آهي. 'منهنجي سچ لاءِ ڳولا' (My search for turth) آهي.

## رام ڪرشن (1834ع کان 1886ع تائين)

جديد زماني جو تانترڪ * گرو سري رام ڪرشنا، هندستان ۾ جيڪي وڏي ۾ وڏا ڌرمي سکيا ڏيندڙ ٿيا آهن، انهن مان هيو. هن جا خيال آمريڪا ۾ 1893ع ۾ پهچي چڪا هيا، جڏهن هن جو شاگرد سوامي وويڪانند شڪاگو ۾ مذهبن جي پارليامينٽ ۾ ڳالهايو هو.

رام ڪرشن چيو هو، "ڪنهن مون کي ڪرستان تي هڪ ڪتاب ڏنو. مان هن کي چيو تہ پڙهي ٻڌاءِ. اُن ۾ فقط گناهہ جو ذڪر هيو. ندورو جيڪو واري واري سان چئي تہ مان پابند آهيان، مان پابند آهيان. اُهو انت پنهنجي پابنديءَ ۾ ڪامياب ٿيندو. جيڪو ڏينهن رات چوي مان گناهگار آهيان، مان گناهگار آهيان اهو سچ پچ گناهگار ٿي

* تانترا: لفظ انهيءَ شڪتيءَ جي پوڄا لاءِ ڪتب آندو ويندو آهي، جنهن سموري سنسار کي پيدا ڪيو آهي.

پوندو، پر هڪ انسان آزاد آهي، جي هو هميشه اهو سوچي ٿو ته مان هڪ آزاد روح آهيان. مان ڪيئن پابند ٿو ٿي سگهان، پوءِ توڙي مان دنيا ۾ رهان يا جهنگ ۾ رهان. مون کي خدا پيدا ڪيو آهي، جو بادشاهن جو بادشاهه آهي. اهو مونکي پابند رکي ڪيئن ٿو سگهي؟ جيڪڏهن نانگ ڪنهن کي چڪ پائي ته ماڻهو هن جي زهر مان ان ڪان آجو ٿي سگهي ٿو جي هو شدت سان محسوس ڪري ته هن ۾ زهر ڪونه آهي"

## رقص - درويشان

اُهو رقص جو درويش، روميءَ جي مزار تي ڪندا آهن، جا تُرڪي جي شهر قونيا ۾ آهي. اهو رقص مون 1976ع ۾ ڏٺو هو جڏهن مان قونيا ويو هوس. اسلام ۾ زالون رقص نه ڪنديون آهن ڇاڪاڻ ته انهن تي پابندي آهي ۽ اسلام ۾ رقص فقط مرد لاءِ آهي. عرب دنيا ۾ اڄان تائين رقاصائون رقصِ شڪم (Belly dance) مهارت سان ڪنديون آهن. هندستان ۽ پاڪستان ۾ اهو فن اڳ طوائفن تائين محدود هو، پر هاڻي ته شريف زاديون نه رڳو ڪٿ ڪلي، ڪٿڪ، مني پهري،پارت نٽيم وغيره ڪري رهيون آهن پر راڪ اِن رول به ڪري رهيون آهن. رقص - درويشان صوفي طبقي جا ماڻهو ڪندا آهن. گذريل ستن صدين ڪان اِهو ڪيو ٿو وڃي ۽ قلندر تي ڌمال واري رقص وانگر هوندو آهي، جنهن جو مقصد خدا جي حمد و ثنا هوندي آهي ۽ پنهنجي خوديءَ کي مات ڪرڻ هوندو آهي.

## رودڪي (1941ع وفات)

ايران جو مشهور شاعر. ايران ۾ هن کي 'استادِ شاعران' ۽ 'مُقدم - شعراءِ ادب' چوندا آهن. رودڪي اٺن ورهين جي عمر ۾ قرآن جي قرئت جو فن سکيو ۽ شعر گوئيءَ ۾ ڪمال حاصل ڪيائين. موسيقيءَ سبب هن جي شهرت پري پري تائين پهتي. ڪن چيو آهي ته رودڪي 13 لک شعر ۽ 6 مثنويون لکيون، جنهن جي ڪائي خاص ثابتي ناهي. اهي شعر هن جي ديوان ڪان الڳ هيا. هن سنسڪرت مان ڪليلا ۽ دمنا جو ترجمو ڪيو، جو سنڌي ادبي بورڊ سنڌيءَ ۾ ڇپائي چڪي آهي.

رودڪي کي قصيده گوئيءَ ۾ ممتاز درجو حاصل هيو ۽ قصيدي ۾ سبڪ خراساني جي ايجاد به هن ڪئي. هن ڪان پوءِ ايندڙ شاعر هن کي قصيدي جو استاد تسليم ڪن ٿا. هن فارسيءَ ۾ رندانا شاعريءَ جي ايجاد به ڪئي. مون ڪٿي پڙهيو هو ته "وقت جي حاڪم هن جون اکيون ڪڍرائيون ڇو ته هو ڪنهن فرقي ۾ شامل هو، جنهن تي ڪفر جي فتويٰ ڏني وئي هئي."

**روزيني** (Rossine Giochina) (1792ع کان 1868ع تائين)

اطالوي موسيقار هيو ۽ ٿيئٽر جي هڪ موسيقار جو پٽ هيو. هن جي شهرت 1813ع ۾ ٿي، جڏهن هن پنهنجون ٻه اوپيرائون اسٽيج تي آنديون. هن ڪل چاليهه اوپيرائون اسٽيج تي آنديون، جيڪي سڄي يورپ ۾ مشهور ٿي ويون. بيماري ۽ مايوسيءَ هن کي 1838ع ۾ ذري گهٽ گوشه نشيني اختيار ڪرائي، جنهن کان پوءِ هن ڪجهه مجلس خاني لاءِ موسيقي لکائي. هن ڪجهه ٻيون تخليقات به ڪيون.

**روسو** (1712ع کان 1778ع تائين)

فرينچ فلاسفر ۽ پنهنجي دؤر جو وڏو اديب ۽ مفڪر هو. 1750ع ۾ هُن هڪ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ هو انهيءَ نتيجي تي پهتو ته فطري انسان، هڪ شريف وحشي آهي، پنهنجي مهذب جوڙ ميل کان چڱو آهي ۽ دليل ڏيندي هن چيو ته علم جي ترقي ۽ ٿهلاءُ انسان ذات جي فطرت ۾ ڪا اصلاح نه آندي آهي، پر ان کي وڌيڪ بگيڙيو آهي، ننڍ وڏائي، ڪاهلي ۽ عيش و عشرت وڌائي اٿائين.

1761 ۾ هڪ ناول به هن لکيو، جنهن ۾ هن پنهنجي دؤر جي اخلاقيات ۽ خيالات کي جوش ڀرئي سنيهه جي تاجي پيٽي ۾ اُٿيو آهي. 1762ع ۾ هن هڪڙو تعليم تي ڪتاب ايمل نالي سان لکيو، جنهن جو ترجمو محمد ابراهيم جوئي 'ايملي' نالي ڪيو آهي، جنهن ۾ هن اها ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته هڪڙي ٻار جون فطري نيڪيءَ واريون جبلتون ترقي يافته ٿي سگهن ٿيون ۽ اهي هرويرو سماج نه ٿيون بگاڙن. 1762ع ۾ روسو 'سماجي معاهدو' ڪتاب لکيو، جنهن ۾ هن سياسي طور انساني فطرت ۾ پنهنجو اعتبار ڏيکاريو ۽ ان ۾ آئيني بادشاهت کان گهٽو اڳتي ويو، جنهن جي مانٽيسڪيو (Montesquieu) ساراهه ڪئي هئي ۽ جمهوريت جي ساراهه ڪيائين، جنهن ۾ عام راءِ ۽ مشترڪه مفاد جي ڳالهه ڪيائين. هن جي آتمڪهاڻي 'اعتراف'، 'ٽي مڪالما' ۽ هن جا ڪجهه ٻيا ڪتاب هن جي موت کان پوءِ شايع ٿيا، جيڪي ڏيکارن ٿا ته هن کي ايذا رساني جو خبط هيو. اهي ڪتاب هونءَ ادب جا شاهڪار آهن ۽ پنهنجي يادگيرين ۽ اندر جي اظهار جا بي مثال نمونا پڻ آهن. روشن راءِ (Enlightenment) واري دؤر ۾ ٻين اهم شخصيتن جي برعڪس روسو جذبي ولولي ۽ وجدان کي عقل کان وڌيڪ اهميت ڏني ۽ هو رومانيت پسنديءَ جي تحريڪ جو پيشرو هيو. تازيءَ تاريخ ثابت ڪيو آهي ته رڳو عقل تي هلڻ وارا، 'منڊي ماڪوڙي کوهه ۾، ڪيچي پٿي اُپ' جو مثال ثابت ٿيا آهن. انهن جن هر مذهب کي رد ڪري دهريت کي مذهب بڻايو. اُنهيءَ انڌي کوهه ۾ ڪريا آهن، جتان ڪو ڪين رسو اُجلي ڪڍڻ وارو به ڪونه آهي.

**رونوا** (Peirre Auguste Renior) (1841ع کان 1919ع تائين)

فرينچ تاثريت پسند (French Impressonist) مصور هيو. هن پنهنجي زندگي هڪ مصور جي حيثيت ۾ هڪ چيني برتڻن جي ڪارخاني ۾ شروع ڪئي ۽ روشني توڙي تازن رنگن جو تجربو حاصل ڪري آخرڪار پنهنجي فني حيثيت مڃائي.

موني (Monet) وانگر هو هڪ تصوريت پسند حلقي جو مرڪز هيو. 1870ع ۾ هن ڪاميابي حاصل ڪئي، پر ان وقت هن کي احساس ٿيو ته هن جي فن کي تصوريت پسندي اڳتي نه وٺي ويندي. 1881 - 1882ع ۾ هو اٽلي ويو ۽ اتان جي فني شهپارن هن کي ڪافي متاثر ڪيو. هن جا چِٽَ وڏيڪ عظيم ۽ تڪلفي ٿيندا ويا ۽ هو ڪلاسيڪي ديو مالا کي پنهنجي مصوريءَ جو موضوع بنائڻ لڳو. 1890ع ۾ هن کي سَنڌن جو سور ٿي پيو ۽ 1912ع ۾ هو ويل چيئر تائين محدود ٿي ويو پر پوءِ به هو پنهنجي فن جي تڪميل ڪندو رهيو. پنهنجي حياتيءَ جي خاتمي تائين. پوين سالن ۾ سنگتراشي به شروع ڪيائين. سيني تصوريت پسندن مان رونوا سان وڏيڪ محبت ڪئي وڃي ٿي ۽ هن جا موضوع پسند ڪيا وڃن ٿا. خوبصورت ٻارَ، گل، حسين پس منظر ۽ سڀ کان وڏيڪ پياريون عورتون، جي يڪدم دل ۾ کُبي وڃن ٿيون.۽ هن کي انهن مان جا مسرت حاصل ٿي آهي، هو ان جو ڪلمر ڪلا اظهار ڪرڻ جي اعليٰ ذات رکي ٿو. مون کي رونوا جي هڪ تصوير ياد اچي رهي آهي، 'ننڍيون پياريون فرانسيسي ڇوڪريون، انهن جي خوبصورت ماءُ ۽ وڏو ۽ ڇوڪس پيارو ڪُتو جو گاديلي جو ڪم ڏئي رهيو آهي- مادام شارپانتئي ۽ هن جا ٻارَ. هن جي هڪ ٻي تصوير ڪلاڊ (Claude) ياد اچي رهي آهي. ان ۾ ڪلاڊ، روشنيءَ جي نقاب ۾ پنهنجي ٻارائي شوُنق ۾ دنيا ۽ مافيها کان بي خبر آهي.

اهي تصويرون آهن جن کي پائيندگي آهي. اسٽالن واري ترقي پسند حقيقت نگاري جا هن غالباً 1929ع يا 1932ع ۾ همٿائي، ڪِنُ چِنُ ۽ ڪچرو آهي، ۽ اُن کي خود روس ۾ نه ٿا ليڪن. جي حقيقت ترقي پسند هجن ها ته 1939ع ۾ جرمنيءَ ۾ نازي ازم ۽ اٽليءَ ۾ فاشزم چانئجي نه وڃي ها ۽ دنيا کي صديون پٺتي ڌڪي نه ڇڏي ها. حقيقت نگاري قبول ڪري سگهجي ٿي باقي لفظ ترقي پسند مڪار ۽ فريبي ڪميونسٽ ڪم آڻيندا ها جو ته هو دنيا کي ويساهڻ چاهيندا ها ته هنن جا مُلڪ ترقي ڪري رهيا آهن، جا ڳالهه هاڻي واڪي ٿي چڪي آهي ۽ ڪميونسٽ مُلڪ وڃي ڪڏ جي تري ۾ ڪريا آهن، ڪجهه ملڪن ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش پئجي چڪي آهي ۽ باقي ڪجهه ۾ اڄ نه سڀان پئجي ويندي. دراصل حسن، حق ۽ نيڪيءَ ۽ خدا جي تلاش ئي بامعنيٰ آهي، ٻي هر ڳالهه بڪواس آهي.

**ريفل** (Raphael) (1483ع کان 1520ع تائين)

اطالوي مصور ۽ معمار هو ۽ نئين جاڳرتا (Renaissance) واري دؤر جو نهايت اهم مصور هيو. هو جنهن وقت کان اڳ پيدا ٿيل هيو. 1504 کان 1508ع تائين ليونارڊو ۽ مائيڪل اينجيلو جي اثر هيٺ تصويرون ڪديائين. هن جون نهايت مشهور تصويرون 'Virigin and the child' (ڪنواري مريم ۽ هن جو ٻار) تي آهن؛ 1505ع ۾ پوپ جوليس II هن کي روم گهرايو جتي هن باقي زندگي گذاري. هن يڪدم هڪ شاهڪار ڪم هٿ ۾ کنيو ۽ وئٽيڪن جي ڪيترن ئي ڪمرن ۾ تازي پلستر جي چٽسالي (Frescos) جو ڪم ڪيو. هن جا ڪيترائي ساٿي به هن سان گڏ ڪم ڪندا هيا. هن جي ڪم جي اهميت گهڻو ڪري هن جي شخصي تصويرن مان ظاهر آهي، جنهن ۾ هو ليونارڊو جي پائي جو مصور نظر اچي ٿو. هو معمار جي حيثيت ۾ ڏاڍو مشهور ٿيو ۽ 1514ع ۾ سينٽ پيٽرس چرچ ناهيائين. هو 38 ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو پر هن پنهنجي دؤر ۽ ايندڙ دؤر جي مصورن کي متاثر ڪيو.

**ريمبرانٽ** (Rembrandt) (1606ع کان1669ع تائين)

ڊچ مصور تيزاب جي ذريعي نقش و نگار بڻائيندڙ (Etcher) ۽ نقشي نويس (Draughtsman) هيو. هو پنهنجي ملڪ جو وڏي ۾ وڏو مصور هو ۽ هن جو جنم هالينڊ جي ليڊن شهر ۾ ٿيو، جتي هن 1632ع تائين ڪم ڪيو. ان کان پوءِ هو ائمسٽرڊئم ۾ اچي مستقل طور رهيو. اتي هن هڪ آسودي خاندان مال سسڪيا ڀالي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي؛ جنهن کي هن پنهنجي 1634ع وارن تصويرن ۾ امر ڪري ڇڏيو. 1640ع کان پوءِ هن جي مصوري ۾ مذهبي رنگ آيو ۽ وڌيڪ ڏرون بيني ۽ جستجو پيدا ٿي. 1642ع ۾ هن جي زال مري وئي. ساڳي سال هن پنهنجي شاندار تصوير 'رات جو پهرو' ڪڍي، جنهن روايتي ڊچ شبيهه سازي ۾ ويٺل ماڻهن کي هڪ ڊرامائي انداز ۾ پيش ڪيو. هن جي تخليق وڌندي رهي ۽ وڌيڪ گهرائي سان هن جي احساس ۽ آزاديءَ جي ڪاريگري جي ساک ٿي ۽ پنهنجي منتها تي تڏهن پهتي، جڏهن هن پنهنجون تصويرون ڪڍيون. جيتري هن جي فن ۾ گهرائي آهي اوتري وسعت به آهي.

ريمبرانٽ گهڻو ڪري هر موضوع تي تصوير ڪڍي آهي. هو پنهنجي دؤر جو وڏي ۾ وڏو استاد هيو هن کان ڪيترن ئي سکيا ورتي ۽ هن جي موت کان پوءِ هن جو ڀالو جاتل سڃاتل هو پر مصوريءَ جي رومانوي دؤر ۾ هن کي هر دؤر جو اعليٰ فنڪار ۽ استاد سمجهيو ويندو هو. مون هن جا خوبصورت رنگ پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ جهڙي لاءِ وس ڪيو آهي جو ته منهنجي خيال ۾ لفظ رنگ چٽي سگهندا آهن. مون اهو ڪيتريءَ ڪاميابيءَ سان ڪيو آهي، ان جو فيصلو ڪرڻ وارو مان نه آهيان.

## سينٽ آگسٽين (354 ق.م کان 430 ب.ا.م تائين)

ڪرسٽان فقيهه ۽ فيلسوف. هو اولهه جي چرچ جو وڏي ۾ وڏو پادري هو ۽ اتر آفريڪا جي ويجهو هڪ ننڍي شهر ۾ ڄائو هو. هن جي ماءُ هڪ عقيدتمند ڪيٿولڪ هئي، جنهن کي پنهنجي پٽ جي روحاني بهبوديءَ جو وڏو اونو هيو، پر هن جو پيءُ هڪ دهريو هو. جيتوڻيڪ هو مذهب ڏانهن بي پرواهه هوندو هو پر ڪيس پٽ جي تعليم ۾ دلچسپي هئي ۽ پنهنجي غريبيءَ جي باوجود سينٽ آگسٽين کي ويجهي شهر ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ موڪليو، پتو نه آهي ته آگسٽين ڪيتري تعليم پرائي پر ڪافي پئسي نه هئڻ ڪري هن کي 16 ورهين جي عمر ۾ واپس گهر ورڻو پيو. ڪجهه وقت کان پوءِ هن جي هڪ دوست هن جي مالي امداد ڪئي ۽ هن ڪارٿيج (Carthage) * ۾ پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي. اتي هن سسرو (Cicero)** ۽ ورجل*** جو مطالعو ڪيو ۽ جڏهن 20 ورهين جي عمر جو هو ته پنهنجي ڳوٺ موٽي آيو ۽ علم فصاحت جو استاد مقرر ٿيو. جڏهن هو ڪارٿيج ۾ هيو ته هن هڪ سُريت به رکي هئي، جنهن مان ڪيس پٽ ڄائو هو ۽ هن هڪ فرقي جي تبليغ ڪئي هئي، جنهن ڪائنات ۾ دُئي جو نظريو (Dualist Concept) پيش ڏنو، جنهن موجب زندگي روشني ۽ اونده جي قوتن جي وچ ۾ ٽڪراءُ هئي. انهيءَ دور ۾ آگسٽين جي آوُسر تي هن جي ماءُ کي ڏک ٿيو، جنهن چاهيو پئي ته هن جو پٽ ڪرسٽان ٿئي. انهيءَ ساڳي دور ۾ هن جو پيءُ گذاري ويو، پر مرڻ وقت هن کي عيسائيت ۾ اعتبار آيو هو. آگسٽين ڪجهه وقت ٽئگسٽي (Tagaste)**** (آفريڪا جو شهر) ۽ ڪارٿيج ۾ پڙهايو، پر آفريڪا جي اسڪولن ۾ تنظيم نه هئي، سو 383 ب.م ۾ هو اٽليءَ هليو ويو. هو پهريائين روم ويو ۽ اتان ملان Milan (اٽليءَ جو شهر) ويو، جتي هن جي ماءُ اچي ساڻس گڏي ۽ اتي هو سينٽ ائمبروس (Saint Ambrose) ***** جي اثر هيٺ آيو، جو شهر جو سڀ کان وڌيڪ پڙهيل ڳڙهيل ۽ فصيح ترين بشپ هيو. 388ق.م ۾ هن کي دين تي آندو ويو، ۽ هن جو بپتسمو پڻ سال جي ايسٽر ۾ ڪيو ويو. هاڻي آگسٽين هڪ ڪرسٽان بڻجي پيو ۽ سندس ماءُ جي آس پوري ٿي. پئي ٽئگسٽي واپس اچي رهيا هيا ته رستي تي سندس

* ڪارٿيج: جديد تيونس جو هڪ قديم قوم ۽ شهر جنهن جو بنياد 814 يا 813 ق.م ۾ رکيو ويو هو. جنهن کي روم 146 بعد از مسيح ۾ ڊاٿو ۽ 44 بعد از مسيح ۾ ٺاهيو ۽ ان جا کنڊر اڃان موجود آهن.

** سيسرو: (ب.م 43 - 10) روم جو مقرر، فلاسفر ۽ مدبر، لاطيني نثر جو برک ڄاتو ۽ يوناني مغربي تهذيب کي ثقافتي قدر ڏنا هيائين.

*** ورجل: عظيم لاطيني شعر (19 ب.م کان 70 ب.م تائين) آئينڊ هن جو سڀ کان مشهور ۽ طويل نظم آهي.

**** ٽئگسٽي: قديم يونان جو هڪ شهر.

***** سينٽ ائمبروس (333 ب.م کان 397 ب.م تائين): ملان جو ڪرسٽان بشاپ (Bishop) هن جو ڪافي سياسي اثر هو.

والده بيمار ٿي پئي ۽ مري وئي ۽ آگسٽين اڪيلو موٽي آيو. نيٺ هن ڪجهه وقت ٿگسٽي ۾ فقه جو مطالعو ڪيو ۽ تنهن کان پوءِ هو 391ق.م ۾ هپو نالي هڪ شهر ۾ 40 ميل پري پادري مقرر ڪيو ويو. 395 ب.م ۾ هن کي بشپ بڻايو ويو ۽ هپو ۾ موت تائين رهيو.

سينٽ آگسٽين تمام گهڻو لکيو هو ۽ ان کان سواءِ هن ڪيئي وعظ ڪيا ۽ انجيل جي تفسير لکي. هن جي ڪليات ۾ هن جا خط، هن جا فيلسوفاڻا ۽ فصيح مضمون ۽ بحثن مباحثن تي رسالا هيا، جي هن هر قسم جي ڪفر جي خلاف لکيا ها ۽ چرچ سان واسطو رکندڙ هيا. ڪجهه عقيدي جون تحريرن ۽ تعليمات ۽ انتظام تي لکيل هيا. انهن مان ڪيئي تحريرون نهايت ٽيڪنيڪي آهن، پر بيون عام ماڻهوءَ جي پڙهڻ لاءِ آهن. انهن مان ٻه ڪتاب ته تمام عظيم آهن، جن مان هڪ 'ڪنفيشن (باس)' جا آگسٽن جي روحاني سوانح حيات هئي ۽ ٻيو ڪتاب 'خدا جو شهر' (City of God) جنهن ۾ تاريخ تي نهايت مفصل تبصرو ٿيل آهي.

(مون کي اهي ٻئي ڪتاب ڪرسٽان مشنرين وٽان مليا ها، جي مون پڙهيا آهن).

آگسٽين روم جو آخري وڏو ليکڪ آهي ۽ وچولي دؤر جو پهريون عظيم ليکڪ آهي. هو جڻ ٻن دنيائن جي وچ ۾ بيٺل آهي. هن جي ادب ۽ قديم فلسفي جو مطالعو سِسرو (Cicero) ۽ پلوٽينس (Plotinous) * جي نو فلاطونيت تي ٻڌل آهي، پر يسوع جو نالو ننڍي هوندي کان هن جي رڳ رڳ ۾ سمايل هو ۽ آخر ۾ هن ساري ذهانت چرچ لاءِ ڪتب آندي ۽ هن ايتري محنت ڪئي، جو ڪنهن ٻه پادري نه ڪئي ۽ مغرب جي عيسائيت تي هن جي امر ڇاپ آهي. هن جا فقه تي سڀ ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. ڪنفيشن کي ادب جي تاريخ ۾ هڪ تمام وڏي ڪلاسڪ جي جاءِ آهي، جيتوڻيڪ ڪتاب سڌي ٻولي ۾ ديانتداري سان لکيل آهي ۽ هر انسان جي دل ۾ پيهي وڃڻ لاءِ لکيو ويو آهي.

## سينٽ بيو (Sainte Be-uve) (1804ع کان 1869ع تائين)

فرينچ ادبي تاريخ نويس ۽ نقاد ۽ ايڊيٽر پاڻلٽ هيو. هن کي انڪري ياد ڪيو ويندو آهي ته هن اديبن ۽ انهن جي ڪتابن تي ائين لکيو هو جڻ هو سچ پچ زنده پئي لڳا ۽ انهن کي پنهنجيءَ دانشوريءَ جي ۽ تاريخي پس منظر ۾ تفصيل سان پرکيو. هن ڪافي ڪتاب لکيا هيا. هن رومانوي تحريڪ کي ناهڻ ۾ مدد ڪئي ۽ حقيقت پسنديءَ جو نظريو ڪيائيندي مجيو هو. گون ڪور ڀائر ** هن جا ساٿي هيا ۽ اها ڳالهه ادب کي رومانيت کان حقيقت پسنديءَ دور وٺي وئي.

پنهنجي دؤر ۾ هو هڪ تمام وڏو نقاد تسليم ڪيو ويندو هو.

* پلوٽينس: (205 ب.م بعد از مسيح کان 270بعد از مسيح تائين): فيلسوف ۽ معلم. مصر ۾ ڄايو هو. 244 بعد از مسيح ۾ روم ۾ لڏي ويو، جتي آخر تائين رهيو.

** ايڊمنڊ گون ڪور (1822ع کان 1896ع تائين) ۽ جوليس دي گون ڪور (1830ع کان 1870ع تائين.) ٻئي فرينچ ناول نگار ۽ تاريخ نويس ها.

## سينٽ پيٽرسبوگ

هن کي ڦهريائين پيٽروگراڊ چوندا هيا ۽ تنهن کان پوءِ هن تي لينن گراڊ جو نالو رکيو ويو جو سوويٽ يونين جي اتر-اولهه ۾ آهي. 1728ع کان وٺي 1732ع تائين عرصي کان سواءِ لينن گراد، روس جي گادي رهي هئي ۽ 1917ع ۾ لينن جو صدر مقام (Head quarter) رهي. ان جي وچ مان نيوا ندي وهندي آهي، جنهن ۾ مان لانچ ۾ پنهنجي گائيڊ لينا سان چڙهي فن لينڊ جي ڪاري ۾ ويهارو ميل پري ويو هوس، جتي پيٽراعظم جو محل آهي، جو ائين ئي نيڪ ڪري بيهاريو ويو آهي، جيئن ٻي جنگ عظيم جي تباهيءَ کان اڳ ۾ هيو. جنگ جي دوران گادي ماسڪو ڦيرائي وئي هئي. ٿوري وقت لاءِ اڳ ۾ ٻه ماسڪو روس جي گادي هئي، جيئن لينن جي زندگي ۾ ڏنو ويو آهي. اتي ئي پيٽراعظم جو بت گهوڙي تي سوار آهي، جنهن جا نرا پراسرار نموني ۾ آسمان ڏانهن کڄيل آهن. مون کي اهو بت ڏسي هيبت وٺي وئي هئي ۽ نيٺ منهنجا خدشا صحيح ثابت ٿيا.

## سينٽ فرانسز آف آسيسي (1181ع کان 1226ع تائين)

آسيسي اٽليءَ جو هڪ تاريخي شهر آهي ۽ مسيحيت جو مرڪز آهي. اهو سباسيو پهاڙ تي ساموندي سطح کان 1300 فوٽ مٿي اڏيل آهي. وچولي دؤر ۾ سينٽ فرانسز اتي 1182ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1226ع ۾ گذاري ويو. هو سنياسين جي فرانسيزڪي فرقي جو باني هو، جو انجيل جي طور طريقي تي زندگي گذارڻ لڳو، جنهن جي تبليغ ۽ مثال جي تعداد ماڻهن جي غريبيءَ کي گلزار بڻائي ڇڏيو. هو آسيسي ۾ هڪ تاجر جي گهر ۾ پيدا ٿيو هيو. الهڙپڻي ۾ هو ڪِل مڪ، ڇيل ڇبيلو، بي ڪائيو ۽ بي پرواهه هيو ۽ مڙسيءَ ۽ سورهيہ پڻي جو ڪوڏيو هو، پر هڪ سال جي قيد ۽ پنهنجي شهر جي بکارين ۽ ڪوڙهين جي شڪسته حاليءَ، ڪم بختيءَ ۽ خواريءَ، هن کي ٿُبي ۾ وجهي ڇڏيو ۽ من ۾ ڏکي انسان ذات لاءِ دردوندي پيدا ڪئي.

1206ع ۾ هو پنهنجو گهر ڇڏي لوڪ تياڳي (تارڪ الدنيا) ٿيو. هن ڪوڙهين جي پرگهور لاءِ پاڻ ارپي ڇڏيو ۽ اسيسي ۽ ان جي آس پاس ڪليسائون ۽ ڪرسٽ منڊليون ٺهرائڻ شروع ڪيون. 24 فبروريءَ 1209ع تي هن ڪنهن کي انجيل مانِ ميٿيو ڏهون (Matthew x) پڙهندي ٻڌو ۽ پڪو پرڻ ڪيو ته هن کي باقي حياتي اڻ هوند ۽ اپديش ۾ ڪاٽڻي آهي. هن جي ڪِ ڪيئي شش آيا. 1210ع ۾ جڏهن فرانسز کي يارنهن ساٿي هيا، تڏهن هُن هڪ نئين فرقي لاءِ هڪ رَهت نامو ٺاهيو ۽ پنهنجن ساٿين سان گڏ پوپ جي مڪياريءَ لاءِ روم آيو. هرڪو اهو ٻڌي اچنبي ۾ پئجي ويو ته پوپ انوسنٽ هائو ڪئي ۽ فرانسز کي موڪل ڏني ته هو يلي پڇتاوَ لاءِ منادي ڏئي ۽ ماڻهن کي مناٺي. ڦهريون ته فرقي جا 'ياٺر' اٽليءَ ۾ رهيا. 1212ع ۾ اسيسي جي هڪ

نندڍيءَ نينٽيءَ گهر ڏيائيءَ، جنهن کي پوءِ هن کي سينٽ ڪلير ۾ سنت مالها ۾ آڻيو پيو، ان ڳالهہ تي هوڏ ڪئي تہ هن کي پنهنجو پوئلڳ بڻايو وڃي ۽ سينٽ فرانسز هن کي پهرين گرجا ۾ ڪپايو، جنهن جي هن مرمت ڪرائي هئي.

جڏهن هن وٽ سنياسي وڌيا، تڏهن هن کين آلپس کان پري ۽ سمنڊ پار موڪليو. ان کان پوءِ هن لاءِ ڪائي سنسٿا ضروري تي پئي ۽ 1217ع هن ان جا پرڳڻا ٺاهيا. فرانسز اهو نہ چاهيو تہ هڪ سنياسي بہ تي ڪائي اختياري رکي؛ جن کي بہ پرڳڻا سپرد ڪيا ويا ها، انهن کي 'پائرن جا ٿهليا' سڏيو ويو. 1223ع ۾ پوپ آنوريس ٣ ان فرقي کي رسمي طور پڪو ڪيو. 13صديءَ ۾ اهي سنياسي چاڪاڻ جو نوان ها، انهن جي اقرارِ ايمان کي هڪ اصلوڪائي هئي، جنهن کي 13 صديءَ سان خاص لاڳاپو هيو. ان دؤر ۾ گرجا ساڌارڻ ماڻهوءَ تي هٽ ڏيرڻ ڇڏي ڏنو هو ۽ بہ منافقيءَ واريون تحريڪون ڪيئي رنگروٽ ڀرتي ڪري رهيون هيون جن ۾ گرجا جي هاڃي هئي. انهن تحريڪن ائين پئي سمجهيو تہ مادي دنيا بڇڙائي ۽ ڪُبڌ سان ڀريل هئي. يسوع جي پيڙا ۽ موت هڪ وهم هو ۽ رومن چرچ جي روحاني رياست ۽ ان جا درجا جُڙتو ۽ ڪوڙا هيا. اها ڳالهہ گهڻو ڪري ڪٿر (Cathars) ڪندا هيا. فرانسز انهن کي رد ڏنو ۽ چيو تہ دنيا خدا جي دنيا هئي ۽ بنيادي طرح چڱي هئي. هن کي يسوع جي انساني روپ لاءِ ڏاڍي عقيدت هئي. فرانسز پنهنجي فرقي کي چرچ سان وفادار ۽ چٽي وَان ڪيو. ان ڳالهہ ڪيترن عوام کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو جي انجيل کي اڪر بہ اکر مڃيندا ها، ۽ غريبيءَ ۾ گذران ڪرڻ چاهيندا ها ۽ جيڪي پادرين خلاف برادرين ۾ شامل تي ويا. ان طرح ٻاهرتو ۽ سنساري ماڻهو پڇتاوَ ۽ ڪنگال پڻي جي حياتي فرقي ۾ گذاري سگهيا ۽ گهر-گهرستيءَ جي بہ، جي تي وَچن پاڙي سگهيا يعني ولهائيءَ، سيسيلَ سَتَ ۽ مَجتا جو پالن ڪري سگهيا تہ انهن کي بہ فرقي ۾ جڳهہ ملي وئي. فرانسز، جيڪي بنيادي اصول پنهنجن پوئلڳن کي ٻڌايا، اهي هاءِ دنيا ۾ جيڪي بہ هن جا ساٿي ڪم ڪري رهيا هئا، انهن جي واهر ۽ سهائتا ڪرڻ، انجيل جي تبليغ ڪرڻ، اگهيءَ، لڱي ۽ سڪاليءَ جي ڳڻتي ڪرڻ ۽ سار سنڀال لهڻ، انجيل جي حرف بحرف پيروي ڪرڻ، هر شيءِ يسوع لاءِ ترڪ ڪرڻ، پوءِ اهو ڏن وارن کي ڏن پيٽ ڪرڻو هجي يا ودوانن کي پنهنجي وديا. انهن کي نہ رڳو همياتي نہ رکڻي هئي پر ناڻي کي هٿ بہ نہ لائڻو هو. جي انهن کي پنهنجي پورهئي لاءِ ڪاڏو پيتو، ڪپڙو لٽو نہ تي ملي سگهي تہ انهن کي پنهنجي لوڙ لاءِ ۽ گهرج آهر بيک لاءِ هٿ ٽنگڻ گهرجي.

انهيءَ فرقي جي مقبوليت جو سبب فرانسز جي شخصيت، هن جو وچڙندڙ اُتساهہ، ڪل مک پٽو ۽ سنيهہ ۽ سب کان وڌيڪ هن جي جيابي جا لڇڻ هيا. جڏهن هن پنهنجي پيءُ ٺان هٽ ڪنيو ۽ خدا جي ڀيلپي ۾ جنبي ويو، تڏهن ماڻهن هن تي ويچارا ڪديا ۽ هن کي ٽالهيون لاهي ڇڏيو.

هو اڳڙيارا ڪپڙا پائيندو هو ۽ ڏسٽو وائسٽو بہ ڪونہ هو. پر هن جا خطبا نهايت

سوڙلا ۽ سَڙل هوندا ها ۽ انهن جو اثرائتي پڻو هن جي 'وسامڻ بَران، توکي ساريو سُپرين'
جهڙيءَ سچائيءَ ۾ ڀرپور هيو، جا هن جي هر ڪاريہ ۽ ٻول ۾ هئي. هو پنهنجي يسوع
جي تصور جي موج مستي، پنهنجي ناچ ۾ ائين ظاهر ڪندو هو جيئن ميران يا چيتنيہ
پنهنجي ڪرشن ڀڳتيءَ ۾ ظاهر ڪندا ها. هن جون ڏند ڪٿائون ڏاڍيون اثرائتيون
هونديون هيون. هن تپسيا ڪري ۽ تن کي تَسا ڏئي، پنهنجي سرير ۾ گاٺ پيٺ آندي
هئي ۽ اُن جي ڪپڙ ڪاڇڻ ۾ ڪسر نہ ڇڏي هئي. هُن کي مسلمانن سودو، پوريءَ انسان
ذات لاءِ پيارُ هيو ۽ انسان ذات کان ٻاهر بہ، پوريءَ خلقت کي هو پيار جهڙو سمجهندو
هو. پسون هن تي ويساهہ ڪندا ها ۽ هو انهن سان مهرباني سان هلندو هو. بازار ۾ ڇهہ
ڇهہ ڪنڊڙ پکين کي پاڀوهہ سان چوندو هو تہ، "ڇهہ ڇهہ ڪري منهنجي سنديش ۾
رنڊڪ نہ وجهو، چو تہ مان اپاٺڻهار جي واکاڻ ڪرڻ رهيو آهيان." هن جي هر ڳالهہ
الوهيت (ايشورتا) تي ڪُتندي هئي. هر ڳالهہ هن کي اُن جي سار ڏياريندي هئي، جنهن
هي سنسار پيدا ڪيو آهي. پنهنجي جيون جي پڇاڙيءَ مهل، هن هڪ گيت ٺاهيو، جنهن
۾ هن خدا جا ڳڻ ڳاتيا ۽ اُنهيءَ جو ٿورو مڃيو، جنهن هيءَ جوڙ جوڙي هئي. هن جا
پوئيان سال تصوف جي گهري تجربي مان گذريا ها. يسوع جي پيڙا تي لڳاتار ڏيان، هن
جي جسم ۾ اُهي ڦٽ پيدا ڪيا ها، جي يسوع کي صليب تي هيا، هن جي هٿن، پيرن ۽
پاسيرين تي ڪتل ڪوڪن جا نشان ها ۽ اها ڳالهہ هن جي موت کان 2 سال اڳ ٿي، جو
3 آڪٽوبر 1226ع تي ٿيو. هن جي مقبري تي هڪ عاليشان گرجا جوڙائي وئي، جنهن
تي فلورنطيني مصور گيوتو، فريسڪو (تازي پلستر تي چٽسالي) ڪڍيا، جن ۾ هن سنت
جي باري ۾ ڪيئي ڏيک ڏيکاريل آهن.

مون سينٽ فرانسز آف اسيسيءَ جي باري ۾ اَيتري تفصيل سان مواد ڏنو آهي
جاڪاڻ جو منهنجي محبوب اديب، يوناني شاعر ۽ ناول نويس ڪازان زاڪس پنهنجيءَ
آتم ڪهاڻيءَ 'گريڪو کي رپورٽ' * ۾ چار مانهن جا نالا ورتا آهن، جن هن جي زندگيءَ
کي نهايت متاثر ڪيو هو ۽ اُهي آهن:

يسوع، سينٽ فرانسز آف اسيسي، ٻُڌ ۽ لينن.

پوئيان بہ ذڪر ڪيل عظيم انسان ڪنهن خدا ۾ اعتبار نہ ڪندا ها ۽ پهريان بہ
نهايت رقت ۽ محبت سان ڪندا ها ۽ انهن مان هن رڳو ٻن تي پنهنجا بہ شهره آفاق ناول
لکيا آهن، جن مان هڪ جو نالو ئي سينٽ فرانسز آف اسيسي آهي. لينن ۽ فرانسز جا
غريبيءَ جي متعلق بلڪل متضاد نظريا ها. پر هائي جڏهن لينن شهہ ڪاڏي آهي تہ ڇا
اسان فرانسز کي اپنائي سگهون ٿا؟ عوام سان محبت تہ فرانسز کي بہ ڀٽائيءَ وانگر
هئي؟ ڇا فرانسز، ڀٽائي، سچل، ساميءَ جو پيغام ساڳيو آهي؟ اها ڳالهہ هن عبوري دؤر
۾ ناممڪن ٿي لڳي! پر عبوري دؤر ۾ اهي دماغ بہ ٿڙڪي پيا آهن، جي لينن جون

* گريڪو: ايل گريڪو، يوناني مصور جو ڪازان زاڪس جو وڏو هو ۽ هن کان ڪجهہ صديون اڳ مري
چڪو هو.

ڳالهيون ڪري رهيا آهن. مون کي يقين آهي تہ مسئلا حل ٿيندا ۽ سنڌ قائم دائم رهندي ۽ آخر اسان کي انهيءَ تي ويچارڻو پوندو تہ جيڪي فرانسز چيو آهي، ڪيتريءَ حد تائين هن دؤر ۾ اپنائي سگهجي ٿو. ڇو تہ منهنجي نظر ۾ انسان جي اها ئي آخري راهہ نجات آهي.

## سئفو

يونان جي عشقيہ شاعرن ۾ عظيم ترين شاعره هئي. هوءَ ٻيٽ ليسباس (Lesbas) تي ڄائي هئي. اووڊ چوائيءَ سئفو جو پيءُ تڏهن مري ويو هو جڏهن هوءَ ڇهن سالن جي هئي. اهو هرڪوئي مڃي ٿو تہ هن شادي ڪئي هئي ۽ هن کي ڌيءَ هئي. هن جا ڪيئي نظم جيڪي اڄ تائين موجود آهن، اتان جي ديسي ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيترائي وزن ڪم آندا آهن، جنهن مان هڪ جو نالو ئي هن جي نالي پٺيان آهي ۽ سئفڪ (Sapphic) چيو ويندو آهي. هن جي شاعريءَ ۾ حرص و هوا ۽ فطرت سان پيار، اسلوب جي سادگي، سٽ تي ڪافي مهارت آهي. هن جو وڏي ۾ وڏو سٽ سٽو يوناني ديوي افرو ڊائٽيءَ جي عاشقيءَ جي باري ۾ آهي، جا هُن کي ڪنهن نوجوان ڇوڪري سان هوندي هئي. سئفو دنيا جي ڪيترن ئي اديبن تي پنهنجو اثر ڇڏيو آهي، جن ۾ خاص طور ڪٽلس، اووڊ، سُون برن قابلِ ذڪر آهن.

جيتوڻيڪ هوءَ وڏ - گهرائي مان هئي، پر هن جي شاعريءَ ۾ اهي پُر تشدد سياسي ٽڪراوَ نہ ٿا ملن جن اُن وقت جي امير ۽ جابر طبقي ۽ عوام ۾ هيا، جيئن ان دؤر جي ٻي شاعريءَ ۾ ملن ٿا، خاص ڪري الڪيئس جي. بهرصورت سندس مڙس ۽ ياٺرن جي ڪارنامن ڪري هوءَ ڪجهہ وقت جلاوطنيءَ ۾ رهي ۽ ڇهين صدي ق.م ۾ اٽليءَ تائين شهر بدر تي پنڪندي وتي. هوءَ تيستائين زنده رهي، جيستائين هن کي احساس ٿيو تہ پيري اچي وئي آهي ۽ 565ق.م ۾ مري وئي.

1900صديءَ تائين سئفو جي شاعريءَ جي باري ۾ معلومات فقط اُنهن حوالن مان ملي ٿي جي قديم مصنفن ڏنا آهن، پر ان کان پوءِ ڪيترن ئي ٻين تان ڪيئي ٽڪرا ورتا ويا آهن. اهي نظم ٽن قسمن جا آهن:

(1) اهي نظم جن جو هن جي ذات سان واسطو آهي.

(2) اهي نظم جيڪي گهٽ داخلي آهن ۽ جي لوڪ گيتن وانگر لڳن ٿا.

(3) وواهہ جا گيت.

انهن ٽُڪرن(مان) زياده تر انهيءَ مڪتب يا مجلس خاني سان واسطو رکن ٿا، جتي هو ليسباس جي وڏ-گهرائين ڇوڪرين کي موسيقيءَ، راڳ ۽ شائستا ۽ وضعدار زندگيءَ جي تربيت ڏيندي هئي. انهن ڇوڪرين مان ڪجهہ سان هن جي دوستيءَ جا عشقيہ نظم منسوب ڪيل آهن. انهن جي اظهار ۾ ايتري شدت هئي، جيتري هن جي شادي تي مايوسيءَ ۾ هئي. شاديءَ جا گيت، سئفو جي شاگردياڻين لاءِ لکيا ويا ها، يا تہ انهن جي

شادين تي سنڌن جدائيءَ ۾ لکيا ويا ها، جڏهن اُهي سنڌو کي ڇڏي ويون هيون. ڪيتي گيت اهڙا ها جن ۾ زالون مردن تي تنوليون ڪن ٿيون ۽ انهن ۾ لوڪ گيتن جي سڳنڌ هئي.

پراچين دؤر ۾ سنڌو جي ڏات کي سچاتو ۽ مڃيو ويو. هن جي جيڪا به ٿوري گهڻي شاعري فنا جي گهاٽ کان بچي وڃي آهي ڪنهن روحاني قوت سان تجلا ڏئي رهي آهي. روشن جا نقط به تي گيت سنڌي ۾ بچي ويا آهن مثلاً

هن دنيا جي ويراني ۾ منزل ملندي يا نہ. يا 'او ساقيا' وغيره.

تہ اُنهن ۾ اها امرجوتي ٻري رهي آهي، جنهن کي ڏات چئبو آهي. ڀلا بيڪس فقير جي بہ هڪ سٽ ٿي تہ امر آهي.

'ساجن سائين سير ڪرڻ لئہ آيو ٿي انسان'

۽ اُها پوري 'ارمغان – حامد' تي ڀاري آهي.

سنڌو جا تيز ۽ تند ترنگ ۽ ڀاوَ، جذبا ۽ جوش ايترا تہ گهرا هيا جو سڌي اظهار کان سواءِ اُهي ٻوليءَ ۾ اچي نہ سگهن ها ۽ انهن جي جسماني ڏيکاري – پيڙا ۾ مورڇائپ، سُتڃڻ ۽ سُن ٿي وڃڻ، لڇائيندڙ لهر، وجد، بيخودي – اهي سڀ جذباتي تصور جي ڳِهه ڳُنيءَ جي جاءِ والارن تا جو اُتي پيار سان لازمي آهي. هر قسم جو حسن هن ۾ لرزش پيدا ڪندو هو، چاهي اهو انسان ۾ هجي يا فطرت ۾. هڪ ٽندڻ جي ڪُل تي جا رنگا رنگي آهي، ان کان وٺي، هڪ ٿلاريل ٿولَ، سانجهيءَ جي تاري، هڪ اڪيلي گلابي صوف تائين جو چونڊي کان اُتاهون هجي. مطلب هن کي انسان ذات يا فطرت ۾ هر قسم جو حسن موهيندو هو: هن جي شاعري جي موسيقي غلطيءَ کان بعيد هئي ۽ ان جي بي ساختہ رواني هن تي اهو قول صادق ڪري ٿي تہ هوءَ شاعريءَ جي 'ڏهين ديوي' هئي. جي مان چوان تہ مون اهڙي ديوي ڏٺي آهي، تہ ان ڳالهہ ۾ وڌاءُ نہ آهي.

## شاهہ ولي الله (1703 کان 1762ع تائين)

هن کي عظيم محدث ۽ جيّد عالم مڃيو ويندو آهي. هن جي پيءُ جو نالو شاهہ عبدالرحيم هيو ۽ پنهنجو اصل نالو عظيم الدين هيس، پر شاهہ ولي الله جي نالي سان مشهوري ماڻيائين. اُبتدائي تعليم گهر ۾ حاصل ڪيائين. سانير کان پوءِ نقشبندي سلسلي سان واڳجي ويو. والد جي وفات تي 17 سالن جي عمر ۾ هن مسند سنڀالي. بہ ڀيرا حج ڪيائين ۽ حديث جو علم حاصل ڪيائين. 1722ع ۾ دهليءَ واپس آيو ۽ پنهنجي والد جي قائم ڪيل مدرسي رحيمه ۾ درس و تدريس جو ڪم شروع ڪيائين، وري 1732ع ۾ جڏهن حرمين جي سفر کان واپس آيو تہ هن اهي حالتون ڏٺيون، جڏهن هر طرف مرهٽا، سک، نادر شاهہ جو حملو، هندي مسلم لاءِ ٿهر بڻيل هو. شاهہ ولي الله انهن تمام ڪوششن ۾ دلچسپي ورتي جي هندستان ۾ اسلامي حڪومت کي بچائڻ لاءِ

ڪيون ويون. 1737ع ۾ قرآن پاڪ جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام ۾ لکيل آهي ته هن ڪان پوءِ جيترن به علمي ۽ ادبي تحريڪن جنم ورتو، اُن ۾ هن جو وڏو حصو هيو. هن موطا (امام مالڪ) جون به شرحون عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ لکيون. فقه ۽ تصوف جو علم به حاصل ڪيائين ۽ ڪجهه تصنيفون ته خاص طور تصوف تي 'حجة الله بالغه' لکيائين، جنهن ۾ اسلامي شريعت تي بحث ٿيل آهي. هن قرآن پاڪ جي فارسي ترجمي تي جيڪو ديباچو لکيو هو، ان تي وڏو اختلاف ٿي پيو. ماڻهو هن جي جان جي خلاف ٿي پيا، پر هو طبعي طور گذاري ويو ۽ دهليءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

مولانا شاه عبدالعزيز، مولانا شاه عبدالقادر، مولانا رفيع الدين، قاضي ثناءالله پاڻيپتي، شاه عبدالغني وغيره هن جي مشهور شاگردن ۾ شامل ڪري سگهجن ٿا.

جڏهن شاه ولي الله ڄائو هو ته اورنگزيب جي عمر 85 سال هئي ۽ جيتوڻيڪ هُن مرهٽن سان جنگيون ڪيون هيون، پر هن کي ڪاميابي حاصل نه ٿي هئي. انهيءَ جا ڪيئي سبب هئا، سڀ کان مکيه ڳالهه جا اسلامي حڪومت جي زوال جو سبب هئي، سا مغل اميرن ۽ لشڪرين جي ڪمزوري هئي. سپهه سالارن ۽ سپاهين ۾ آرام طلبي، غداري، فرض نا شناسي ۽ خود غرضيءَ جهڙيون قبيح خصلتون گهر ڪري چڪيون هيون ۽ اخلاقي طرح هو پنهنجن مرهٽن مخالفن کان پٺ تي پيل هئا. مرهٽا هڪ زنده قوم هئا. مغل فوج ۾ غدار ۽ نمڪ حرام گهڻا هئا. 1704ع ۾ اورنگزيب جي هٿان ڏکڻ هندستان جا ڪيئي قلعا نڪري ويا. اڪرام الله رودڪوثر ۾ صفحي 318 تي لکيو آهي ته "پيڇو وارا پيچندا ته عجب معاملو آهي، اسلامي هندستان جو شيءِ کان وڌيڪ مذهب پرست اقتدار ۾ آهي، هر طرف اهل شرع جي ڳالهه مڃي آهي، پر اهي انساني خوبيون، جن جي ڪري مذهب کي مفيد ليکيو ويندو آهي، گم ٿي ويون آهن ۽ بادشاهه خود چوي ٿو ته سچائي، خدا ترسي ۽ امانت داري ڪمياب آهن." ٿوري عرصي ۾ مغليه حڪومت ڊهي ڍير ٿي پئي.

## شفائي

حڪيم شرف الدين شفائي، جنهن جو پيءُ اصفهان جو مشهور طبيب هيو. هن طب جي تحصيل پيءُ کان ڪئي ۽ خود به نامور طبيب هو ۽ شاه عباس جو به طبيب خاص هو ۽ هن جي بيحد عزت ڪئي ويندي هئي. شفائي رمضان ۱۰۳۷ھ ۾ وفات ڪئي. طب تي هن ڪيئي ڪتاب تاليف ڪيا. هو هڪ قادرالڪلام شاعر به هو. شروع ۾ هن ڏوَ تي شاعريءَ ۾ پنهنجي همعصرن خلاف هجو لکي، پر آخر ۾ ان ڳالهه کان تائب ٿيو. هن جي ڪليات شعر قصيدن، غزلن، قطعن، رباعين ۽ ڪجهه مثنوين تي مشتمل آهي.

**شلر فريڊرڪ (Schiller)**

شاعر، جماليات جو فلسفي ۽ جرمن ڊراما نويس. 1759ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1805ع ۾ گذاري ويو. هن پهرين قانون جي تعليم پرائي ۽ جيتوڻيڪ هن جو ارادو چرچ ۾ شامل ٿيڻ جو هو، پر پوءِ هن طب پڙهيو. 1780ع ۾ هن تعليم پوري ڪئي، ۽ هو هڪ ريجمينٽ ۾ سرجن ٿيو. شلر پهريون جرمن ڊراما نويس هو جنهن کي ملڪ کان ٻاهر به مڃتا ملي ۽ هن جي ڊرامن جا 200 ترجما رڳو انگريزيءَ ۾ 1792ع کان 1900ع تائين ٿيا. 19صديءَ جي جرمنيءَ جو نه رڳو هو اعليٰ ڊراما جو عيوضي هو، پر وچولي طبقي جو سڀ کان وڌيڪ مقبول شاعر به هو. اڄ تائين هو جرمن اسڪولن جو پسنديده شاعر آهي. هن جي شهرت لاءِ 3 ڳالهيون هيون. پهريون هن جي ڳالهه جي پرزور نظرئي پرستي (Idealism)، ٻيو هن جي تحرير ۾ ترنم، ٽيون هن جي هر ڪتاب ۾ آزاديءَ جي موجودگي.

هن جيڪي ڊراما لکيا، انهن ۾ پهريون 'ڌورو' The Robbers هيو، جو هن 1781ع ۾ لکيو هو. هن کان پوءِ هن ڪيترائي ڊراما لکيا ۽ جنهن ۾ فرد جا ذاتي جذبا ۽ قوم جي تقدير جي باري ۾ نهايت مؤثر اظهار هيا. هو تاريخ جو پروفيسر هيو ۽ هن ٽيهن سالن واريءَ جنگ جي تاريخ 1791ع کان 1793ع تائين لکي ۽ تاريخ نويس جي حيثيت ۾ مڃتا ماڻي. هن جماليات تي به رسالا لکيا، ۽ ڪانٽ جي فلسفي تي به لکيو، هن جي تحرير جي گوئٽي به حمايت ڪئي هئي. هن جي شاعري تخيل جي باري ۾ وڌيڪ آهي ۽ جذبات جي باري ۾ گهٽ. 1824ع ۾ بيٿوون پنهنجي نائينءَ سمفنيءَ ۾ هن جي ڊراما 'مسرت جو قصيدو' (جو هن 1775ع ۾ لکيو هو) کي پنهنجي موسيقي ۾ آندو هو.

هن پنهنجي دور جي حڪمرانن جو ڏاڍ، اجهلائي، گهڻ خرچي ۽ اوباش پڻو ڏٺو هو: لڪي ڇپي هن ان وقت جا انقلابي ڪتاب پڙهيا ها ۽ انهي تحريڪ کان متاثر ٿيو هيو، جنهن کي 'آنڌي ۽ پتوڙ' چوندا ها. هن انساني حقن جا ڪجهه متا پرجهي پروڙي ورتا ها، ۽ هن ۾ روايت ۽ رسم و رواج لاءِ نفرت پيدا ٿي هئي، جا ڪنهن حد تائين روسو مان نڪري ساري مغربي دنيا کي جهنجهوڙي رهي هئي. شلر زندگيءَ جا ڪافي لوڏا لمبا ڏيا، لڏپلاڻ ڪئي؛ هن جا ويري وڌي ويا، ۽ هو اجهي ۽ ٽيڪ جي ڳولا ۾ ڀٽڪندو رهيو. هن جو معاشقو به هن لاءِ دلگداز ثابت ٿيو. نيٺ هن 1885ع کان 1887ع تائين هڪ مداح وٽ، هن جي دعوت تي پناهه ورتي، جتي هن پنهنجي سياسي ۽ فلسفيانه خيالات ۽ انهن جي اظهار کي ترتيب ڏني ۽ ٺيڪ ٺاڪ ڪيو. آخر ۾ 1789ع ۾ ويمر ۾ آيو، پر ان وقت گوئٽي اٽليءَ ۾ هو. 1790ع ۾ 'مون هون' يونيورسٽي ۾ پروفيسر مقرر ڪيو ۽ هن شارلوٽ سان شادي ڪئي. هن اتي رسالا به شايع ڪيا، جن ۾ هن جون ڪيتريون تصنيفون شايع ٿيون. 1788ع ۾ هن جي گوئٽي سان ملاقات ٿي ۽ ٻنهي جي دوستي ٿي وئي ۽ هنن جي تعلقن جرمن ادب کي وڏو فائدو

پهچايو. ان کان پوءِ هن جي مالي حالت بہ ڪافي سڌري وئي. 1802ع ۾ روم جي شهنشاهہ هن کي اعزاز ڏنا. هن فلسفي ۽ خاص ڪري جماليات تي بہ ڪتاب لکيا. هن جو امير طبقي مان ڪو خاص سرپرست ڪونہ هو. هن 'ڊان ڪارلوس' ناٽڪ سان شروعات ڪئي، جيڪو پنهنجي دؤر جو هڪ تاريخي يادگار هو. شلر پنهنجا سڀ ڊراما آزاد نظم ۾ لکيا. مون پنهنجا ٽئي اوپيرا پابند نظم ۾ لکيا آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن خيال ايندو آهي تہ ڊراما ۾ آزاد نظم آزمائي ڏسان. شلر، شيڪسپيئر، رسائين * (Racine) ۽ ڪارلو گوزي * (Carlo Gozzi) جا ترجما بہ ڪيا. شلر جرمنيءَ جي ايندڙ نسل لاءِ هڪ املهہ ذخيرو ڇڏي ويو. اڃا مهينو اڳي مون گوئٽي انسٽي ٽيوٽ ۾ شلر تي انگريزيءَ ۾ تازو لکيل هڪ وڏو ڪتاب ڏٺو هو.

## شوپنهار

آرٿر شوپنهار جرمنيءَ ۾، 1788ع ۾ ڄائو ۽ 1860ع ۾ مري ويو. هن جا ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن، جن ۾ مشهور ترين "The world as will and idea" (دنيا ارادي ۽ تخيل جي حيثيت ۾) آهي. شوپنهار جي فلسفي جو ڪافي تفصيلي ذڪر مون هن ڪتاب ۾ ڪيو آهي.

هو پنهنجي ڪمري ۾ زندگي توڙي موت کي ۽ ڪرسٽ کي اوچي پهاڙ جي صورت ۾ ڏسي رهيو هو ۽ هن تي سوچي رهيو هو. هن پنهنجي اوائلي زندگيءَ ۾ ريفل جي مَڊونائن (بيبي مريم جي تصويرن) کي ڊريسڊن (جرمنيءَ جو شهر) جي آرٽ گئلرين ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڄتائي ڏٺو هو. ڪنواريءَ مريم جي جدا جدا چهرن ۾ ڇا لکيل هو، جيئن ريفل جهڙي عظيم مصور اُنهن کي ڏٺو هو؟ آرٽ فقط هڪ ئي ڇوٽڪارو آهي. هن اڪٽ، اَڻٽٽيءَ وهڪ مان آرٽ اُها نج ڪلپنا آهي جا سمئہ ۽ اوڪاش (زمان ۽ مڪان) جي اجهور کان ٻاهر آهي. صبح سان هن جي مڪان جي مالڪيائي در کولي اندر آئي ۽ هن کي چيائين تہ اوهان اڃا تائين وهنتا نہ آهيو. پوءِ هن ڪافيءَ جي ڪٽلي هن جي پرسان رکي، پر شوپنهار جو من پنهنجي ڪمري کان ڏاڍو دور هو.

آرٽ؟ آرٽ جي ڇا معنيٰ آهي؟ اهو ڪنهن بہ فرد جو پنهنجيءَ شخصيت جو ترڪ آهي، هر ڪاريگر ۽ عملاتيءَ خواهش کان علحدگي، هڪ سا ڪراميٽ جو ڪنهن خود غرضيءَ بنا خيال ۽ ان تي مؤدب غور! عام ماڻهو پنهنجو ڌيان ان ڳالهہ ڏانهن ڏئي ٿو، جا هن جي انفرادي ارادي (Will) سان واسطو رکي ٿي، پر هڪ آرٽسٽ پنهنجي جيءَ ڄاڻَ کان پير ٻاهر ڪڍي ٿو ۽ حقيقت کي ائين ڏسڻ چاهي ٿو جيئن اها آهي ۽ پوءِ هن

---

* رسائين: فرينچ اديب جو الميہ لکندو هو (1639ع کان 1699ع تائين)

* ڪارلو گوزي: (1720ع کان 1806ع تائين) اطالوي ڊراما نويس.

ڪي اٿين محسوس ٿئي ٿو ته حقيقت ڪي ڪوئي مقصد نه آهي. اها ته ڪوئي خيال آهي، جيئن سچل سرمست چيو آهي:

'مٿن تو ڪوئي خيال هان ملسان نال خيال دي'

هِن دنيا جي اُها سمجهاڻي ڏيڻ سِڪي آهي، جنهنجا اصطلاح ۽ لفظ هن جي خسيس خواهشن سان واسطو نه ٿا رکن. هن پنهنجي ارادي کي ذهن جي پاڪيزه، بنا ڪنهن رنڊ روڪ جي ڏاهپ هيٺ آندو آهي. هو پاڻ ڪان مٿي اُبريو آهي ۽ سياڻپ جي ڏيساندر ڏانهن ڏنو اٿائين، اِڃا جي پهاڙي مَرڪان پري، شانتيءَ جي نظر - گهيري ٿائين. زندگي، محنت، موت، پُنر جنم.

'ڊاڪٽر شوپنهار' مڪان جي مالڪياڻيءَ هن کي سڏيو، پر شوپنهار ڪوبه جواب نه ڏنو ۽ هو گذاري چڪو هو.

## شولوخوف، ميخائيل (1905ع کان 1984ع تائين)

روس جو وڏو ناول نويس. هن جو ڪتاب 'ڊان وهندو رهيو' (Quiet flows the Don)، مون قراۃ العين حيدر جي ناول 'آگ کا درياه' وانگر ٻه پيرا پڙهيو آهي. هڪ پيرو ڪاليج واري زماني ۾ پڙهيو هو ۽ ٻيو پيرو تڏهن پڙهيو هوم جڏهن مان ۽ رشيد ڀٽي 1970ع ۾ سکر جيل ۾ هوندا هياسين. اهو ڪتاب روسي انقلاب جي پس منظر ۾ لکيل هيو ۽ هن جا ٻيا ڪتاب 'انسان جي تقدي' (The fate of Man) 'نهور زمين وَلي وئي' (The virgin soil up turned) تهي مون کي ايترو ڪونه وڻيا، جيترو پهريون ڪتاب. جيتوڻيڪ اسٽالن جو ادبي نظريو ترقي پسند ادبي نگاري جو 1929ع ۾ وجود ۾ آيو ۽ جنهن جي معنيٰ اِها هئي ته حقيقت هر حال ۾ ترقي پسند آهي، پَر ان ڳالهه جي سمجهاڻي ڪانهي ۽ نه ڪوئي ڏئي سگهيو آهي. جيڪڏهن حقيقت لازمي طرح ترقي پسند آهي ته جرمنيءَ تي نازي تحريڪ ڪيئن ڇانئجي وئي ۽ انسان درندا ڪيئن ٿي پيا؛ جنهن وقت هِٽلر، لينن گراڊ تي حملو ڪيو ته روسين کي ايترو مجبور ڪيائون جو هو آدمخوريءَ تي لهي آيا. پر انهيءَ نظرئي جي خاموش اظهار جي باوجود شولوخوف جو هي ڪتاب عظيم آهي ۽ جيتوڻيڪ سوويت يونين جي ٽٽي وڃڻ کان پوءِ هن کي اتي يورپ جي ملڪن ۽ آمريڪا ۾ هاڻي ڪوئي نه پڙهندو، تڏهن به ٽين دنيا جا ملڪ هن مان اتساهه وٺندا رهندا. اهو ڪتاب 1928ع ۽ 1940ع واري عرصي ۾ لکيو ويو هو ۽ سوشلسٽ حقيقت نگاري جو هڪ وڏو ڪلاسڪ سمجهيو ويو هو.

انهيءَ ڪتاب تي 1965ع ۾ شولوخوف کي ادب لاءِ نوبل انعام مليو. هو ماسڪو کان 60 ميلن جي مفاصلي تي رهندو هو ۽ جڏهن مانِ 1976ع ۾ سوويت يونين جي اديبن جي سيڪريٽري کي چيو هو ته مون کي شولوخوف سان ملائي ته هن پهريائين 'ها' ڪئي هئي، پر پوءِ مجبوري پيش ڪئي هُيائين. هن مون کي ٻڌايو هو ته شولوخوف روس

جو امير ترين انسان آهي، ڇو جو هن جا ڪتاب ڪروڙن جي حساب سان وڪامندا آهن ۽ هن کي 60% رائلٽي ملندي آهي. بهرصورت تاريخ پاسترناڪ جي سياسي پيش بيني صحيح ثابت ڪئي آهي ۽ شولوخوف جا ڪردار حقيقت پسند نه پر رومانيت پسند ٿا نظر اچن، جن جي ساري قرباني ۽ خونريزي اجائي وئي. تاريخ جي دامن تي ان جا داغ سوين سال رهندا.

## شيڪسپيئر، وليم (1564ع کان 1616ع تائين)

مشهور انگريزي ڊراما نويس ۽ شاعر. هن جا سڀ ڪتاب ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿيا آهن ۽ سمورين زبانن ۾ هن جا ڊراما اسٽيج تي آندا ويا آهن ۽ جيڪي انگريزي اديب ٿيا آهن، انهن ۾ سيني کان وڌيڪ هن جا حوالا ڏنا ويندا آهن. مان چوندو آهيان ته جي ٻه سئو سال ڪنهن شاعر جون ٻه سئو سٽون پائنده رهي سگهن ته هو عظيم شاعر آهي، جڏهن ته شيڪسپيئر کي ته پنج سئو سال ٿي ويا آهن ۽ هن جون انهن کان ٻه وڌيڪ سٽون زنده جاويد آهن.

هو سٽراٽفورڊ ۾ ڄايو هو ۽ هڪ دستاني ساز جو پٽ هيو. 1582ع ۾ هن اٺين هٿٺ وي سان شادي ڪئي، جنهن مان هن کي 3 ٻار ٿيا. هو 1592ع کان وٺي لنڊن ٿيئٽر ۾ ڪافي سرگرمِ عمل هيو ۽ هن لارڊ چيمبرلين جي ماڻهن (جن تي 1603ع ۾ بادشاهه جا ماڻهو نالو پيو هو) لاءِ هڪ اداڪار ۽ ڊراما نويس جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو ۽ هو انهن جي ڪمپنيءَ جو مهندار هيو. 1599ع کان وٺي هو گلوب نالي ٿيئٽر ۾ حصيدار هو. ان کان اڳ مهاماريءَ ۾ لنڊن جا ٿيئٽر 1592ع کان 1594ع تائين بند ٿي ويا ها. هن پنهنجا ٻه حڪايت وارا نظم 'ليوڪريسي سان زنابالجبر' ۽ عشقيه نظم 'وينس ۽ ائڊونس' لکيا. انهيءَ دؤر ۾ 154 سانيٽ به لکيا، جي 1609ع ۾ شايع ٿيا ۽ جن مان ڪي ته هڪ مخفي عورت ۽ هڪ خوبصورت ڇوڪري ڏانهن لکيل هيا.

شيڪسپيئر لاءِ چيو ويو آهي ته هو 38 ناٽڪن جو مصنف هيو يا ٻي ڪنهن سان گڏ انهن جو مصنف هيو. 1580ع کان 1594ع تائين شيڪسپيئر مختلف تجربا ڪيا. مزاحيه ۾ 'عشق اجايو ويو'، 'ڀُل چُڪ جو سوانگ'، 'ويرونا جو شريف ماڻهو' ۽ 'وات-ڏاريءَ کي هيرائڻ' لکيائين. ان کان پوءِ هن انگريزي تاريخ جي ڳولها ڦولها ڪئي ۽ 3 عدد ڪتاب لکيائين، جن ۾ چار سلسلي وار ناٽڪ (Tetralogy)هينري ڇهون (3 حصن ۾)، رچرڊ ٽيون شامل آهن. هن جو رت ڀرياڪ 'ٽٽس اينڊ رونيڪس' هن جا پهريان الميه ناٽڪ هيا.

1594ع کان 1599ع تائين شيڪسپيئر مزاحيه ناٽڪ ۽ تاريخ تي ڌيان ڏنو. انهيءَ دؤر جا مزاحيه ناٽڪ، 'وچ-اونهاري جي رات جا سپنا'، 'ونڊسر جون کِل مُنهيون'

* ائڊونس: مشرقي، مصر ۽ ڪريٽ جو 7 ق.م ۾ ديوتا هو، جنهن جي باري ۾ ڪيئي ڏند ڪٿائون آهن.
* وينس:- يوناني ديوي، هن کي افرو ڊائٽي به چوندا ها.

وَنيون'، 'جيئن تنهنجي مرضي'، 'وينس جو سوداگر'، 'توريءَ ڳالهه کي ڳالهوڙو ڪرڻ' هيا. اُهي ناٽڪ هن جي خاص رومانوي انداز ۾ هيا، پر هن جي تاريخ تي مڪمل دسترس ٻين ٽن ڪتابن ۾ ملي ٿي جي آهن، رچرڊ ٻيو، هينري چوٿون (ٻن حصن ۾) ۽ هينري پنجون، ٻي دؤر ۾ 'بادشاهه جان' ۽ هڪ جذباتي الميو 'روميو ۽ جيوليٽ' شامل آهن. ٽين دؤر ۾ 1599ع کان 1608ع تائين شيڪسپيئر پنهنجي رومانوي طربيه ڇڏي ڏني (سوا ٻارنهينءَ رات جي) ۽ الميا لکيا يا ڦٽڪائيندڙ ۽ مونجهارو پيدا ڪندڙ اونداها الميا، يا مسئلي خيز ناٽڪ تخليق ڪيا جي هيا، 'ماپ اُڏو ماپ'، 'سڀ ڪجهه ٺيڪ آهي'، 'ٽروئيلس ۽ ڪريسيڊا'. هن جا وڏي ۾ وڏا چار الميا آهن: 'ڪنگ ليئر'، 'مئڪبيٿ'، 'هئمليٽ' ۽ 'آٿيلو' جيتوڻيڪ هن جا ٻيا ڪجهه رومن ناٽڪ به آهن جن ۾ اهڙو ئي زبردست ناٽڪ 'انٿوني ۽ ڪليوپيٽرا' آهن جنهن سان 'جيونس سيزر' ۽ 'ڪئرولينيس' آهن. انهيءَ دؤر ۾ الميو 'ائينس جو ٽمون' به لکيو ويو.

شيڪسپيئر جو آخري دؤر 1608ع کان 1613ع تائين هيو. جنهن ۾ هن نئين قسم جا مزاحيه موضوع پنهنجي ناٽڪن ۾ شامل ڪيا. 'پيري ڪلز'، 'سمبلين'، 'سياري جي ڪهاڻي' ۽ 'طوفان' هن جي آخري رومانوي ناٽڪن مان مشهور آهن. شيڪسپيئر 1613ع ۾ گوشه نشيني اختيار ڪئي ۽ فليچر نالي هڪ شخص سان گڏجي هينري اٺون ۽ 'ٻه معزز رشتيدار' لکيو. شيڪسپيئر جي ڊرامن ۾ ڪيترين ڪهاڻيون 'بنڊيلو' تان ورتل آهن ۽ هن جا تاريخي ڊراما نه رڳو پلوٽارچ جي رومن اهلِ سياست جي سوانح حيات تان ڪنيل آهن، پر ريفل هولن شيڊ جي انگريزي تاريخ جي متعصب اظهار 'دي ڪرانيڪل' تان به ڪنيل آهن.

شيڪسپيئر جي بيپناهه شهرت جو سبب هن جا پيچ در پيچ ۽ قابلِ ياد ڪردار، انهن جي تند و تيز رفتار، جنهن ۾ منظر تيزي سان تبديل ٿي ٿيا، هن جا بيمثال استعارا ۽ ڀرپور ٻوليءَ رس ۽ سڀ کان وڌيڪ هن جو آزاد نظم هيو.

18صديءَ کان شيڪسپيئر کي انگريزي زبان جو وڏي ۾ وڏو ناٽڪ نويس ڪري ليکيو ويو آهي ۽ رومانيت واري دؤر ۾ هن کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو جينيس سمجهيو ويو آهي، ديوتا سروپ، اڪال ۽ سَرو ويُمڪ.

جديد راءِ ۾ هن کي ٿيئٽر جو هڪ نهايت عملي ماڻهو سمجهيو وڃي ٿو، جنهن کي ٻوليءَ ۽ سياسي اقتدار جي وچ ۾ جو ڳانڍاپو آهي ان جي پوري ڄاڻ هئي. هن ننڍي کنڊ ۾ شيڪسپيئر جي ناٽڪن کي آغا حشر جي ناٽڪن واقف ڪرايو. جن ۾ مختيار بيگم جو به ڪاني هٿ هيو. ممڪن آهي ته ان کان به ڪجهه اڳي مرزا قليچ بيگ هن جا ڪجهه ناٽڪ سنڌيءَ ۾ ترجما ڪيا هئا ۽ سنڌ جي پس منظر ۾ اپنايا هيائين. جيتري قدر مونکي ياد آهي ته 'هئمليٽ' جو خوبصورت ترجمو تيرٿ وسنت ڪيو آهي، پر شيڪسپيئر جا پورا ڊراما نه اردوءَ ۾ ترجمو ٿيا آهن ۽ نه سنڌيءَ ۾.

**شيلي، پرسي بشي(Shelly, Percy Bysshe) (1792ع کان 1822ع تائين)**

انگريزي زبان جو عظيم شاعر هو ۽ سياسي، سماجي مفڪر پڻ هو. هن ڪيٰ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان 1811ع ۾ "The necesity of Atheism" (ڪفر جي ضرورت) جي اشاعت تي يونيورسٽيءَ مان نيڪالي ڏني وئي. اهو هڪ اشتهار هو، جو مذهبي اعتقاد جي خلاف آهي ۽ هن جي اوائلي فلسفي جي باري ۾ آهي جو انسان جي، تڪميل ۾ اعتبار ڪري ٿو. 1813ع ۾ هن هڪ طويل نظم جي اشاعت خانگي طور ڪئي، جنهن پنهنجي دؤر جي ادارن کي تهس نهس ڪرڻ پٺي چاهيو. هن جي تڙ تڪڙ ۾ هئريٽ سان شادي ٿي هئي، پر ان کان پوءِ هو ميري گاڊون کي ڀڄائي ويو ۽ انهيءَ جي مائيلي پيڻ ڪليئر کي بہ ڪٺي ويو. 1816ع ۾ هن پنهنجا بيانيہ نظم (Narrative peoms) شايع ڪرايا ۽ شاعر بائرن سان سوئٽزرلينڊ ۾ اونهارو گذاريو ۽ پنهنجو مشهور نظم 'دانشورانہ حسن جو گيت' (Hymn to intellectual beauty) لکيو. سرءُ ۾ هيريٽ سمنڊ ۾ ٻڏي مري وئي ۽ ٿوري وقت کان پوءِ شيليءَ ميريءَ سان شادي ڪئي. 1818ع ۾ هو اٽليءَ ويا، جتي شيليءَ پنهنجون عظيم تخليقون سرجيون ۽ ان ۾ 'پراميٿيوٿس اڻ-ٻڌل' (Prometheus un bound) پنهنجو ترنم وارو ڊراما لکيو، جنهن مان هن جو تخليقي جينيس، انسان ذات سان پيار ۽ عقل سان وابستگي ظاهر آهي. 1819ع ۾ هن The mask of Anarchy (انارڪيءَ جو نقاب) لکيو. هن جا سياسي نظم 'آزاديءَ ڏانهن' (To liberty) ۽ 'نيپلس ڏانهن' (To Naples) ۽ هن جي ترنم وارا شاعريءَ جا حصا ڏيکارن ٿا تہ هن کي ٻولي تي وڏي پهچ هئي، ۽ هن جو تخيل نهايت عظيم هو. ان کان پوءِ هن 1819ع ۾ پنهنجو ٿي الميو "The Cenci" لکيو جو اخلاقيات ۾ بگاڙ جو ذڪر ڪري ٿو. 1821ع ۾ هن "Adonais" نظم لکيو، جو شاعر ڪيٽس (Keats) جي موت تي مرثيو آهي ۽ جو سونهن جي امرتا جي باري ۾ آهي. 1825ع ۾ هن 'زندگي جي فتح' (The triumph of life) نظم لکيو، جنهن ۾ سمنڊ جو منظر جادو نگاري سان پيش ڪيو ويو آهي. 29 ورهين جي عمر ۾ هو سمنڊ ۾ ٻڏي ويو، جڏهن هن جي هڪ ننڍي ٻيڙي "Ariel" ٽسڪني (Tuscan) جي ڪناري کان ڪجهہ پري طوفان ۾ اونڌي ٿي پئي. هن جا نثر ۾ ڪتاب هيا.

'سڌاري جو فيلسوفائو نڪتہ نگاهہ' جو 1830ع ۾ لکيو ويو ۽ 'شاعريءَ جي بچاءَ ۾' جو 1821ع ۾ لکيو ويو، جنهن ۾ هن شاعرائيءَ تخيل ۽ جذبي تي بحث ڪيو آهي.

شاعري جي دفاع ۾ هن هڪ هنڌ لکيو آهي تہ:

*"The peotry is the record of the best & happiest moments of the happiest & best minds ... peots are the un-acknowledged legislators of the world"*

(شاعري سيني کان بهترين ۽ مسرت وارن ذهن جي لمحن جو بهترين ۽ وڌيڪ مسرت وارو يادگار آهي .... شاعر دنيا جا غير تسليم شده قانون ساز آهن.)

شيلي لسانيات جو وڏو ماهر به هيو ۽ هن يوناني، اطالوي، هسپانوي ۽ المانوي ٻولين مان شاعريءَ جو روح پنهنجي ادب ۾ آندو هو. شيلي جي صوتي تاثر تي جيترو عبور هيو اهو ڪنهن کي به ورلي هوندو ۽ هن پنهنجي ترنم ۾ پيون به ڳالهيون پيدا ڪيون، جي هيون گهاڙيٽي جي ڄاڻ، تک ۽ رنگ رس.

هن جا تصور هوبهو تصوير ڪشي ڪن ٿا، جيتوڻيڪ هو عام ڳالهين سان واسطيداري رکن ٿا. مثلاً هوائون، سُڪل پن وغيره يا

*"an enchanted boat which like sleeping swan doth float*
*upon the silver waves of thy sweat singing"*

(هڪ ساحريءَ هيٺ آيل ڪشتي جا هڪ راج هنس وانگر لڙهي رهي آهي، تنهنجي مڌر گيت جي روپهري لهرن تي؛)

ان سان گڏ هن جي آدرش وادي طبيعت هن جي شاعريءَ تي هڪ سماجي ڇاپ ڇڏي ٿي. ڇا نه شعر آهي:

*"The desire of the moth for the star*
*of the night for the morrow*
*the devotion to some thing a far*
*from the sphere of our sorrow"*

(تنگ جو تاري لاءِ چاهه، رات جو ڏينهن لاءِ ڪنهن پرانهين جي پرستش، اسان جي ڏک جي دائري مان.)

اڄڪلهه جيڪي نثري نظم لکن ٿا، انهن کي شيلي پڙهڻ گهرجي ته جيئن هنن کي خبر پئجي سگهي ته ترنم واري شاعري ۾ ڪيترو جادو ٿئي ٿو ۽ نثري شاعري اُن جيءَ دز کي به ڇُهي نٿي سگهي.

## علامه اقبال (9 نومبر 1877ع کان 21 اپريل 1938ع تائين)

جديد اسلامي دنيا جو مفڪر مڃيو ويندو آهي. فارسي ۽ اردو زبانن ٻنهي ۾ شعر چيو اٿائين. هو پاڪستان جي تصور جو خالق هو ۽ فلسفي، وڪيل ۽ استاد هيو. سيالڪوٽ ۾ ڪشميري خاندان ۾ شيخ نور محمد جي گهر پيدا ٿيو. هن جي خاندان 18صديءَ عيسوي ۾ اسلام قبوليو هيو. هن جو ڏاڏو سدائين سيالڪوٽ ۾ رهندو هو ۽ والد بزرگوار جيتوڻيڪ اڻ پڙهيل هو، پر صوفيائي ۽ فلسفيائي مزاج جو ماڻهو هيو، جنهن جي روزگار جو ذريعو هٽ جو هنر هيو ۽ اقبال جي پيدائش کان اول هڪ ڊپٽيءَ وٽ نوڪري ڪئي هيائين. اقبال کي به ڀائر ۽ چار ڀينرون هيون ۽ پاڻ سيني کان ننڍو هو. سيالڪوٽ ۾ ميٽرڪ ڪيائين، ايف اي (انٽر) امتحان اسڪاچ مشن ڪاليج سيالڪوٽ

مان ڪري گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ داخل ٿيو، ان کان اڳ ۾ ڪيس وظيفا حاصل ٿيا. انگريزي ۽ عربيءَ ۾ جيڪو مضمون لکيائين، تنهن تي سونا ٻلا پڻ هن کي مليا. 1899ع ۾ هن فلسفي ۾ ايم.اي ڪئي ۽ پهريون نمبر آيو. مولانا مير حسن جو هن جي تربيت ۾ وڏو هٿ هيو، جو هن جو عربيءَ ۽ فارسيءَ جو استاد هيو. چيو وڃي ٿو ته ان ڪري اقبال تيستائين 'سر' جو خطاب حڪومت کان قبول نه ڪيو، جيستائين مولانا کي 'شمس العلماءَ' جو لقب نه ڏنو ويو. گورنمينٽ ڪاليج ۾ اقبال جو فلسفي جو استاد پروفيسر آرنولڊ هو، جنهن سان اقبال جي چڱي عقيدت هئي. هن سان ايترو گهرو تعلق ٿي ويس جو آرنولڊ جي انگلنڊ وڃڻ کان پوءِ اقبال به انگلنڊ هليو ويو. ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ اقبال اورينٽل ڪاليج ۾ عربيءَ ۾ اسڪالر مقرر ڪيو ويو. اسلاميا ڪاليج ۽ گورنمينٽ ڪاليج ۾ انگريزيءَ ۽ فلسفي جو استاد پڻ هيو. 3 جون 1903ع تي گورنمينٽ ڪاليج ۾ فلسفي جو اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿيو ۽ 1905ع ۾ 3 سال موڪل وٺي انگلنڊ هليو ويو. هن جي شاعريءَ جو آغاز داغ دهلويءَ جي زماني ۾ ٿي چڪو هيو. هو داغ دهلويءَ کان اصلاح وٺندو هو. 1895ع ۾ جڏهن اقبال هڪ طرحي غزل پڙهيو. جنهن ۾ هڪ شعر هيو:

'موتي سمجھ کے شان کريمي نے چن لئے
قطرے جو تھے مري عرقِ انفعال کے.'

ته ٻڌندڙ تڙپي اٿيا. 24 نومبر 1900ع ۾ انجمن حمايت- اسلام جو جلسو ٿيو، جنهن لاءِ اقبال پنهنجو نظم 'نالہ يتيم' لکيو ۽ اهو ڏاڍو مقبول ٿيو. اهڙي ئي هڪ جلسي ۾ هُن پنهنجو نهايت مشهور نظم 'هماليا' پڙهيو. 1901ع ۾ شيخ عبدالقادر مخزن نالي رسالو شروع ڪيو، جنهن ۾ اهو نظم شايع ٿيو ۽ اقبال جي اردو شاعريءَ جو عوامي آغاز ٿيو. انگلنڊ ۾ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ ۽ جرمني ۾ ميونخ يونيورسٽيءَ ۾ اعليٰ ڊگريون حاصل ڪيائين. اتي انگلنڊ جي مشهور مشرق جي ڄاڻو نڪلسن، پروفيسر براؤن ۽ سورلي کان علم پرايائين. انهن ڏينهن ۾ هو بئريسٽر ايٽ لا به ٿيو ۽ جرمني مان پي.ايچ.ڊي جي ڊگري به ورتائين. ايران ۾ هن جو مابعدالطبعيات تي ڪتاب به شايع ٿي چڪو آهي.

اقبال 3 سال يورپ ۾ رهي 1908ع ۾ وطن واپس وريو ۽ وڪالت شروع ڪيائين. ان وقت هن جي قومي نظمن جو آغاز ٿي چڪو ۽ 'بانگِ درا' ۾ جي نظم شامل ڪيا ويا آهن، انهن ۾ 'هماليا'، 'نيا شوالا'، 'ميرا وطن وهي هے' جهڙا قومي نظم شامل ڪيا ويا آهن. هن شڪوه ۽ جواب-شڪوه به لکيو ۽ هن جي پيروي ڪندي حيدر بخش جتوئي صرف شڪوه لکيو ته هن تي ڪفر جا الزام مڙهيا ويا. مان جڏهن پنجون درجو پڙهندو هيس، تڏهن اقبال جا هينان ڪتاب پڙهي چڪو هوس.

- بانگِ درا (جو 1924ع ۾ شايع ٿيو)

- بالِ جبريل ( جو 1935ع ۾ شايع ٿيو)
- ضربِ ڪليم (جو 1936ع ۾ شايع ٿيو)

انهن کان سواءِ مئٽرڪ کان اڳ ۾ مان هن جا سمورا فارسي ڪتاب، 'پيام مشرق'، 'اسرار-خودي'، 'رموز- بي خودي'، 'زبور-عجم'، 'جاويد نامہ'، 'پس چه بايد کرد ا اقوامِ شرق'، 'ارمغانِ حجاز' پڙهي چڪو هوس. منهنجي زال جي مامي شيخ واجد علي مون کي هن جي انگريزي ڪتاب:
"Reconstruction of religious thought in Islam" بہ ڏنو هو.
مون ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي گائيڊ ڪري علامہ اقبال تي Ph.d لاءِ ٿيسز لکڻ چاهي پر ٿورڙي عرصي کان پوءِ گربخشاڻي گذاري ويو ۽ اها ٿيسز شروع ۾ رهجي وئي.

علامہ اقبال لاءِ چيو ويندو آهي تہ هن فلسفهءِ خوديءَ جو تصور برگسان جي تخليقي ارتقا (Creative evolution) تان ورتو هو ۽ انسان ڪامل جو تصور نٽشي جي Super man تان ورتو هيو، پر اسلامي مؤرخ ان ڳالهہ کان انڪاري آهن ۽ هو چون ٿا تہ Super man جو تصور اقبال، روميءَ تان ورتو هو، جنهن جو هڪ شعر آهي:

دي شيخ با چراغ همي گشت گردِ شهر
کز دامر و دد ملولمر و انسانمر آرزو ست

ان ۾ شڪ نہ آهي تہ سائنس ۽ فلسفي کي علامہ، اسلام جو رنگ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هو تہ لينن ۽ مارڪس کان بہ ايترو متاثر هيو، جو لينن لاءِ گيت لکيو هيائين:

'اٹھو ميري دنيا کے غريبوں کو جگادو'

۽ مارڪس لاءِ چيائين:

'نيست پيغمبر و ليکن در بغل دارد کتاب'

پر ضياءَ جي دؤر ۾ هن کي جمهوريت جو مخالف ثابت ڪيو ويندو هو ۽ هن لاءِ اهو شعر ثابتي طور ڏنو ويندو هو تہ:

گريز از طرز جمهوري، غلامِ پخته کاري شو
ک از مغزِ دوصدخر، فکرِ انساني نمي آيد.

(جمهوري طرز کان ڀڄ ۽ ڪنهن پختہ ڪار جو غلام ٿي، ڇو جو ٻہ سئو گڏهن جي دماغ مان انسان جو فڪر نٿو اچي.)

اهو شعر جڏهن ڪنهن مونکي پڏايو هو تہ مون ڪيس مُرڪي جواب ڏنو هو تہ ٻہ سئو گڏهہ تہ ڇا ٻہ لک گڏهہ بہ انسان جو دماغ پيدا نہ ڪري سگهندا، پر وري بہ ٻہ سئو گڏهہ هڪ گڏهہ کان چڱا آهن.

علامہ اقبال تڏهن گذاري ويو، جڏهن مون اڃان مئٽرڪ جو امتحان نہ ڏنو هو.

## عمر خيام

ابن الفتح عمر بن ابراهيم خيام فارسيءَ زبان جو هڪڙو عظيم، عالمي شهرت جو مالڪ شاعر ۽ رياضي ۽ هيئيت جو ماهر هو. طغرل جي حڪومت جي دؤر ۾ هو 1039ع ۾ هُن جي ڳوٺ نيشاپور ۾ پيدا ٿيو هو. هن جو پيءُ خيما سبندو هو۽ ان ڪري ٿي هن کي خيام سڏيو ويو، جنهن جي معنيٰ آهي خيمي سبڻ وارو. اهو نالو عمر سان ڳنڍجي ويو، تنهنڪري هو عمر خيام جي نالي سان سڃاتو ويو. عمر خيام جي شعري عظمت جو اعتراف نه فقط مشرق ڪيو آهي، پر مغرب به ڪيو آهي. هن جون فارسي رباعيون دنيا جي گهڻو ڪري هر مهذب زبان ۾ ترجمو ٿي چڪيون آهن. شعر جو ذوق رکڻ وارا عمرخيام جي شاعري مان لطف وٺندا آهن. مونکي مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان اڳ ۾ خيام جون سڀ رباعيون ياد هونديون هيون. شاعريءَ ۾ انهن رباعين جو مقام ايترو بلند آهي ۽ هُن کي شاعر جي حيثيت ۾ اهڙي لازوال شهرت حاصل آهي جو شعرَ ۽ ادب جي محفل ۾ جيڪڏهن عمر خيام جو ذڪر هڪ سائنسدان جي طور ڪيو ويندو آهي، ته ٻڌندڙن کي حيرت وٺي ويندي آهي. جيتوڻيڪ شاعري، جنهن عمرخيام جي موت کان پوءِ هن کي دائمي شهرت ڏني، خود هن جي زندگي ۾ نقط فرصت جي وقت گذارڻ لاءِ هئي ۽ هو رياضي ۽ هيئيت جو ڪامل ماهر هيو ۽ هن کي سلجوقي دؤر جو سڀ کان وڏو سائنسدان مڃيو ويندو آهي.

علم ۽ فن حاصل ڪري عمرخيام ترڪستان هليو ويو، جتي هن وڌيڪ تربيت ورتي ۽ پوءِ بخارا جي خاقان جي دربار ۾ پهتو. بعد ۾ شاهه سلجوقيءَ هن کي پنهنجي دربار ۾ گهرايو ۽ شاهي رصدگاهه (Observatory) جي تعمير هن جي سپرد ڪئي. عمرخيام کي ابن–سينا جي ويجهڙائي ته نه ملي سگهي، چو ته هن جي جمڻ کان 2 سال اڳ ابن سينا مري چڪو هيو، پر هن جي شاگردن کان عمرخيام رياضي، هيئيت ۽ فلسفي جا سبق ورتا. ان ڪري هو ابن–سينا جي فلسفي کان ڏاڍو متاثر نظر اچي ٿو ۽ هُن کي پنهنجي تصنيفن ۾ استاد ڪري ڪوٺيو اٿائين.

هن طب جي تعليم به ورتي هئي. هن ڪيئي ڪتاب تصنيف ڪيا، پر جيڪي ماڻهو اقتدار ۾ هيا، اُنهن هن ڏانهن توجهه نه ڏني. ان ڪري خيام جي دل ڪَٽي ٿي پئي ۽ هو سمرقند هليو ويو، جتي هن جو ڪافي قدر ٿيو. اتي هن پنهنجي مشهور تصنيف 'جبر و مقابلہ' لکي. هن الجبرا تي به ڪجهه ڪتاب لکيا. جيئن ته هو طب تي ڪافي دسترس رکندو هو، بادشاهه جي دربار ۾ هن جي سڃاڻ هڪ طبيب جي حيثيت ۾ ٿي. هن ڪيترائي ماڻهو شفاياب ڪيا ۽ ان کان پوءِ هن کي شاهي عهدي تي سرفراز ڪيو ويو.

آخري وقت ۾ ملڪ شاهه سلجوقيءَ اصفهان ۾ هن لاءِ هڪ رصدگاهه تعمير ڪرائي، جنهن ۾ عمر خيام کي هڪ اعليٰ آفيسر جي حيثيت ۾ مقرر ڪيو، جتي هن پنهنجون تخليقاتي سرگرميون تيز ڪري ڇڏيون.

مون عمر خيام تي هڪ انگريزي ناول ۾ پڙهيو هو تہ غزالي جي چرچ تي هن جو رصدگاهہ جلايو ويو. ڇٺي ڳالهہ سگهجي تہ اهو ڪيتري قدر درست آهي.

1131ع ۾ هو گذاري ويو ۽ نيشاپور جي قبرستان ۾ دفن آهي.

مان جڏهن ننڍو هوس تہ منهنجي پيءُ وٽ ڪيئي قانون جا اردو ڪتاب ۽ اردوءَ ۽ فارسيءَ جون ڊڪشنريون هونديون هيون، جي هن پنهنجي جهان گرديءَ جي دوران حيدرآباد دکن ۾ خريد ڪيون هيون.

هن وٽ جيڪي شاعريءَ جا ڪتاب هُيا تن مان ٻہ هو ساهہ سان سانڍيندو هو ۽ اُهي هيا ديوانِ حافظ ۽ رُباعيات عمر خيام. مون کي فرسٽ ايئر تائين اهي ٻئي ڪتاب ياد هوندا ها. ٻنهي جي اردوءَ ۾ معنيٰ ڏنل هئي. انهن ڪتابن مان ديوانِ حافظ اڃان مون وٽ آهي.

مون وٽ جو عمر خيام جو جيڪو نسخو هو، انهيءَ ۾ پهرين رُباعي ئي گهوماٽي ڏيندڙ هئي:

آمد سحري صداز ميخانـئہ مـا
کاي رنـدِ خراباتـيءَ ديوانـئہ مـا
برخيز کہ پُر کنيم پيمانہ زمي
زان پيش کہ پُر کُنند پيمانـئہ مـا

(صبح جو ميخاني مان صدا آئي،
تہ اهي منهنجا رندِ خراباتي، اي منهنجا ديوانا
اُٿ تہ مئي سان پيمانو ڀريون،
اِن کان اڳ ۾ جو اسان جي زندگيءَ جو پيمانو ڀري ڇڏين!)

اردوءَ جي شاعر آغا شاعر قزلباش، عمر خيام جو منظوم ترجمو ڪيو هو جو مون پنجين درجي ۾ پڙهيو هو. ڪراچيءَ ۾ هن جو پٽ 'ڪتاب محل' جو مالڪ هو. جڏهن هن مون کي ٻڌايو تہ هو آغا شاعر قزلباش جو پٽ آهي (۽ پيءُ واريءَ دليءَ مان اڃا نہ نڪري سگهيو هو ۽ اتان جا لطيفا ٻڌائي رهيو هو)، تڏهن مون هن کي ٻڌايو تہ مون ننڍي هوندي هن جي پيءُ جو منظوم ترجمو پڙهيو هو تہ اِهو ٻڌي هو حيران ٿي ويو هو.

## غالب

بهادر شاهہ ظفر جي زماني ۾ دربار سان ڪجهہ واسطو رکندو هو، جيتوڻيڪ ظفر جو استاد محمد ابراهيم ذوق هيو، جنهن کي غالب سان رقابت هئي. ديوانِ غالب، بيخود دهلويءَ جي ترجمي سان مون تڏهن پڙهيو هو، جڏهن ڇهين انگريزي ۾ پڙهندو هوس ۽

چوٿين درجي ۾ مون کي غالب سچو ياد ٿي ويو، جيتوڻيڪ ايم-اي پاس ۾ غالب جا چار شعر سمجهي نه سگهندا آهن، ڇو ته غالب جي پنهنجي ٻولي آهي، جنهن ۾ ڪنهن ڪنهن مهل اسي فيصد فارسي لفظ هوندا آهن ۽ ويهه فيصد اردوءَ جا لفظ هوندا آهن. مثال طور:

کاوَ کاوَ سخت جانيهائے تنهائي نه پوچهه
صبح کرنا شام سے لاتا هے جوئے شير کا.

هاڻي ان شعر ۾ ڀرين سٺ ۾ صرف 'نه پوچهه' اردو آهي، باقي ٻيا سمورا لفظ فارسي آهن. حالانڪه اهو نهايت سهڻو شعر آهي ۽ هن جو ان روايت ڏانهن اشارو آهي جا فرهاد جي باري ۾ آهي ته هن کي ڪوه-بي ستون کي ڪٽي ان مان کير جي ندي وهائڻي هئي جا شيرين جي محل تائين پهچڻي هئي. شيرين ان دؤر جي حاڪم خسرو پرويز جي داشته هئي ۽ فرهاد جي محبوبا هئي، جنهن کي هن حاصل ڪرڻ ٿي چاهيو. انهيءَ کير جي نهر وهائڻ لاءِ هن کي جبل ٽاڪڻو پوندو هو ۽ غالب چوي ٿو ته، "منهنجي اڪيلائي جي سخت جاني واري ڪوشش مون کان نه پڇ! شام کي صبح ڪرڻ جڻ کير جي ندي کوٽڻ جي برابر آهي."

منهنجي نظر ۾ غالب برصغير ۾ تصور ۽ تمثال جو ماهر هيو، پر هن جي ٻولي برصغير جي ٻولي ناهي، ڇاڪاڻ جو هن جو پيءُ ايران مان آيو هيو ۽ غالب خود پارسيءَ ۾ ديوان لکيو آهي. پاڻ لاءِ هڪ هنڌ لکيو اٿائين:

'فارسي بين تابه بيني نقش هائے رنگ رنگ
مجمعِ اردو چه بيني آن که بے رنگے مَسنت'

(منهنجي فارسي شعر کي پڙهه ته توکي رنگا رنگ نقش نظر اچن، منهنجي اردوءَ جو مجموعو ڇا ٿو پڙهين؟ اهو ته منهنجي هڪ بي رنگ شيءِ آهي.)

دور جديد ۾ غالب کي به شاهه لطيف وانگر ٿوڙي مروڙي هڪ ترقي پسند بڻايو ويو آهي. مان غالب تي لکڻ چاهيان ته مسلسل 400/300 صفحا لکي سگهان ٿو، پر هتي ايتري گنجائش نه آهي. مونکي اڻين ته هن جا ڪيترا فارسي شعر ياد آهن، پر انهيءَ مان هينيان ٻه شعر ڏايو وڻندا آهن:

بيا که قائده آسمان بگردا نيم
قضا به گردشِ طَلِ گران به گردا نيم

(اچ ته آسمان جي قاعدي کي بدلايون ۽ قضا کي اٿين ڦيرايون، جيئن هڪ پرپل جام کي محفل ۾ ڦيرايو ويندو آهي.)

راه زين ديده وران پُرس که دِر گرم رَوي
جاده چون نبضِ تپان در تَنِ صحرا بيننه

(راهہ هنن ڊيده ورن ڪان پڇ جي پنهنجي پيچ ڊوڙ ۾ رستي ڪي صحرا جي تَن ۾ هڪ ٽپندڙ نبض وانگر ڏسن ٿا)

غالب تي گهڻو ڪري جيڪي بہ ڪتاب لکيا ويا آهن، سي مون وٽ آهن. پهريون تہ هن جي سخت بي قدري ٿيندي هئي ۽ هن جي ديوان جي پڻ مان پساري پڙيون ٻڌندا هئا، پر جڏهن حاليءَ هن تي ڪتاب 'يادگارِ غالب' لکيو ۽ عبدالرحمان بجنوريءَ يورپ مان موٽي غالب جي شعرن جي مغربي مصورن جي تصويرن سان ڀيٽ ڪئي تہ غالب جي عظمت جو سڪو ويهاري ڇڏيائين.

بهرصورت جيسين اردو زبان جو تعلق آهي، غالب جي پائي جو شاعر پيدا نہ ٿيو آهي، جيتوڻيڪ ميراجيءَ کي مان هند جي هندي آميز ٻوليءَ ڪري وڌيڪ اهميت ڏيندو آهيان.

## فارابي (870ع کان 990ع تائين)

ابوالنصر محمد ترڪي نسل جو عظيم مسلمان فلسفي هيو ۽ مغرب جي دنيا ۾، لاطيني شڪل منجهہ alpharabius (الفارابيوس) جي نالي سان مشهور آهي. پنهنجي وطن ايران ۽ ترڪستان ۾ علم حاصل ڪيائين ۽ پوءِ قاضي جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. فارابيءَ عربي زبان تڏهن سکي جڏهن بغداد ۾ رهيو. انهيءَ زماني ۾ هن منطق ۽ فلسفي جو مطالعو بہ ڪيو ۽ يوحنا بن حيلان کان علم پرايائين. خليفي المقتدر جي زماني ۾ دين جا تنگ نظر خيال ڇانيل هيا. فلسفين ۽ آزاد خيال ماڻهن جي خلاف ڪارروايون ٿينديون هيون، اُنهن جي جبر سبب فارابي بغداد ڇڏي شام ويو، اتي حمداني خاندان جي امير سيف الدولا جي دربار ۾، جو حلب جو حڪمران هيو، هن جي ڪافي عزت ڪئي وئي. انهيءَ جي باوجود فارابيءَ انهيءَ امير کان صرف 4 درهم روزانہ قبول ڪندي هن جي پاڇي ۾ اعتبار ۽ شرف جي زندگي بسر ڪئي. هڪ ڀيري هو امير سان گڏجي دمشق ويو، جتي هو وفات ڪري ويو.

فارابيءَ کي سڪون، تنهائي ۽ عزلت ۾ ويهي ڪم ڪرڻ جو شوق هوندو هيو. گهڻو ڪري هو باغن ۽ باغيچن ۾ گهمندو وتندو هو ۽ اتي ويهندڙ ماڻهن سان ڳالهين جي ڏي وٺ ڪندي نہ گهبرائيندو هيو. هن پنهنجي هڪ نظم ۾ لکيو آهي "آنءُ پنهنجي گهر ۾ اڪيلائيءَ جي گوشي ۾ ويٺو آهيان، ڇو تہ مون ڏٺو آهي تہ زمانو پنهنجو مُنهن موت ۾ وجهي ويٺو آهي. صحبت مان ڪوئي فائدو نہ آهي، جيڪي بہ ماڻهو وڏن عهدن تي آهن، اهي سڀ غم ۽ اندوهہ جا شڪار آهن ۽ هر ڪوئي ڪنهن نہ ڪنهن درد ۾ مبتلا آهي." اسان وٽ فارابيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ معلومات پوري نہ آهي، پر اهو طئي آهي تہ هو بغداد، حلب، دمشق ۽ مصر ۾ بہ رهندو هو ۽ هن هميشہ پنهنجو ترڪي لباس ۽ وضع قطع قائم رکي هئي. فارابي اسلامي فيلسوفيءَ جو پهريون فيلسوف هو جو نہ

صرف مغرب جي علمي دنيا ۾ پر مشرق ۾ به ايترو مشهور ٿيو، جيترو ان جو معنوي شاگرد ابن سينا ۽ ابن رشد ٿيا. علمي فڪر جو سلسلو ته الڪندي کان شروع ٿيو، پر حقيقي علم جو بنياد فارابيءَ وڌو ۽ هو اسلامي فلسفي جي مڪتب جي بنياد رکندڙن مان آهي. فارابي خاص طرح علم منطق جي ذريعي علم فلسفي جو مطالعو ڪيو آهي ۽ ان کان پوءِ مابعدالطبيعات (Metaphysics) تي به غور ڪيو اٿائين.

فارابي، ارسطوءَ جون تصنيفون به عربيءَ ۾ ترجمو ڪيون. هن کي علم طب جو به شوق هيو. هو عربي زبان ۾ مشرقي فلسفي جي مڪتب جو باني ۽ اسلامي فلسفي جو مُوجد آهي. هن افلاطون جو به عميق مطالعو ڪيو هو. هو ڪيترن ئي تصنيفن جو منصف آهي. مون کي ياد ٿو پوي ته علامہ اقبال ڪٿي شاعريءَ ۾ فارابيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. جوانيءَ ۾، مان ۽ غلام رباني، علامہ آءِ.آءِ. قاضي جي گهر ويا هياسين جتي ٻين ڪيترين ڳالهين سان گڏ، هن فارابيءَ جو ذڪر به ڪيو ٿي ۽ هن کان متاثر نظر آيو ٿي.

## فرانسز بيڪن

انگريز مدبّر سلطنت، مضمون نگار ۽ فلاسفر جيڪو 12 جنوري 1561ع ۾ لنڊن ۾ ڄايو هو ۽ 1626ع ۾ گذاري ويو. هو انگلنڊ جو لارڊ چانسلر هو، پر پوءِ هن تي ڪجهہ الزام ڏريا ويا ۽ هُن کي پنجن سالن لاءِ جيل ۾ وڌو ويو. هن فلسفي تي ڪيئي ڪتاب لکيا آهن. هن لاءِ اهو به چيو ويو آهي تہ شيڪسپيئر جا ڊراما هن لکيا ها، جيتوڻيڪ ان ڳالهہ جي پوري ثابتي ناهي.

بيڪن تي هڪ پوري ڪتاب جي ضرورت آهي، جنهن جي هتي گنجائش نہ آهي. هن جو مکيہ ادبي ڪارنامو هن جا 'Essays' (مضمون) هيا، جن تي هُن ٿوريءَ ٿوريءَ وِٿيءَ سان 28 سال ڪم ڪيو، ۽ جي هن 1597ع ۾ شايع ڪيا. اهي هُن سليس، پر مغز، مختصر ۽ مثلن سان ٻَريلِ عبارت ۾ لکيا ها ۽ انهن کي تجلي دار ۽ تکن استعارن ۽ دانشورانہ چٽائيءَ ۽ اوڪائڻ سان اجاريو هيو. بيڪن چوائيءَ اهي 'چڙوچڙ انترڏيان' هيا. حرص هَوس، دوستيءَ، پيار، دولت، مطالعي، عزت، ناموس ۽ انساني زندگيءَ جي ٻين بنيادي ڳالهين تي انهن ۾ ڳٽيل ڳوتيل هدايت آهي، جنهن تي اڄ ٿيڻي آدرش واد ۽ آتي ڪوملتا جو ڪو اثر نہ آهي. انهن ۾ هھڙيون چوڻيون آهن: (١) "هر اوچيءَ جڳهہ تي پهچ لاءِ ور وڪڙ ڪائيندڙ ڦيري واريءَ ڏاڪڻ جي ضرورت آهي." (٢) "جنهن کي ٻار ۽ زال آهن، تنهن اُهي نصيب کي يرغمال ۾ ڏنا آهن." انهن ٻن مثالن مان ئي هن جي عبارت ۽ ان جي مواد جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هن جي ادبي ۽ سياسي ڪارگذارين جي باوجود، بيڪن جي خاص دلچسپي فلاسافي ۽ سائنس سان هئي. "سارو علم منهنجي حدِ اختيار ۾ آهي، منهنجي علائقي ۾ آهي." هو چوندو هو.

هن سموري زندگي تجربا ڪندي گذاري هئي ۽ آخري تجربو پنهنجي موت تي ڪيائين. ان لاءِ هن کي نہ سون، نہ چاندي، نہ ريشم، نہ ٻيون شيون مليون، جن جو هو

ساري عمر تمنائي رهيو هو. رڳو هن کي روشني ملي ۽ موت هن ڏانهن ايڏي نوڙت سان آيو، جو هن جي اک ۾ نقط هڪ ڳوڙهو آنڊائين.

## فيڊو (Phado)

افلاطون جا مڪالما فيڊو (Phado) تي ختم ٿين ٿا، جنهن ۾ سقراط تي مقدمي جي ڪهاڻي پوري ٿئي ٿي، ۽ سقراط زهر پيئي ٿو. مڪالمو اِيئين پيش نہ ڪيو ويو آهي، جيئن ٽيندو آهي، پر فيڊو رپورٽ ڪيو آهي، جو سقراط جي شاگردن مان هيو ۽ سائس قيد ۾ پوئين ڏينهن تي بہ ڪنو هيو. جڏهن هن پنهنجو انت آندو. جي فيڊو نقط ڪهاڻيءَ وانگر پڙهيو وڃي، تُڏهن بہ اهو ڪتاب ساري يوناني ادب تي حاوي آهي. اهو فلسفيءَ افلاطون جي مابعدالطبيعات ۾، نهايت اهم ڪتاب آهي ۽ روح جي ابديت جي ثابتي پيش ڪري ٿو.

## ڪارل مارڪس (1818ع کان 1883ع تائين)

سيني سوشلسٽ مفڪرن کان وڌيڪ اهم هو، جنهن مارڪسزم نالي خيالات جو ربط و ضبط ۽ ترڪيب و ترتيب ڪئي. پنهنجي دؤر ۾ هُن کي ڪَنُ نہ ڏنو ويو، پر جي سماجي ۽ اقتصادي نظريا هُن ڏنا، اُهي 1883ع ۾ هن جي موت کان پوءِ نهايت تيزيءَ سان ڦهلجي ويا ۽ بي اِنتها مقبوليت حاصل ڪياؤن. 1991ع جي وچ تائين آڌوآڌ انسان ذات ۽ اُهي ملڪ جن ۾ اُها رهندي هئي، مارڪس کان متاثر هيا.

هو 5 مئي 1818ع تي آسودي وچولي طبقي واري يهودي خاندان ۾ جرمنيءَ جي رائين لئنڊ شهر ۾ پيدا ٿيو. هن جا ڏاڏاڻا ۽ ناناڻا، ٻئي يهودي رَبي هُيا، پر هن جو پيءُ جيئوٽيڪ هڪ مثالي روشن دماغيءَ (Enlightenment) جي دؤر جو تعقل پسند (Rationalist) هو، مارڪس کي بپتسمي کي هڪ پراٽيسٽنٽ جي حيثيت ۾ قبول ڪيو هيائين، ڇو تہ ائين نہ ڪري ها تہ هُن جي نوڪري هلي وڃي ها. سترنهن ورهين جي عمر ۾ مارڪس کي بان يونيورسٽيءَ ۾ قانون جي شعبي ۾ داخلا ملي، پر هو اُن ثقافتي رومانيت جي ماحول کان متاثر ٿيو ۽ ان جو خاص سبب اِهو بہ هيو تہ هن جو جينيءَ سان مڱڻو ٿيو، جنهن جو پيءُ اُتان جي سماج جو هڪ اهم فرد هُيو ۽ جنهن مارڪس جي رومانوي ادب ۽ سينٽ سائمن جي سوشلسٽ تحريڪ ۾ دلچسپي پيدا ڪئي هئي. ٻئي سال مارڪس کي هُن جي پيءُ برلن يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺي ڏني، جا دانشورانہ طور وڌيڪ سنجيدي هئي، جتي مارڪس چار سال رهيو. برلن ۾ هن رومانيت ڇڏي ڏني ۽ هيگل جي فلسفي کان متاثر ٿيو، جو ٿورو وقت اڳي مري ويو هو. هُن زياده وقت اُنهن نوجوان دانشورن سان گذاريو، جي هيگل جي اثر هيٺ ها ۽ جن جو اڳواڻ برونو باير هيو. اُهي هيگل جي جرمنيءَ جي مذهبي، سياسي ۽ فيلسوفائي نظرئي کي موڙ

ڏئي رهيا ها جو ظاهري طرح قدامت پسند لڳي رهيو هو ۽ جنهن جو هڪ پاسوتخريبي هيو. پنهنجيءَ ڊاڪٽريءَ لاءِ ٿيسس (مضمون) پوري ڪرڻ کان پوءِ جنهن ۾ ڊيموڪريٽس ۽ ايپي ڪيورَس جا اٿي جي باري ۾ نظريا ها، مارڪس کي يونيورسٽيءَ ۾ اُستاد جي نوڪريءَ جي اميد هئي، پر جڏهن باير کي ڪُپٽي ويچارن سبب 1842ع ۾ نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو، تڏهن مارڪس اخبار نويسيءَ ڏانهن لاڙو رکيو ۽ 'رهائينش زيتُونگ' اخبار ۾ ليک لکڻ لڳو، جا هڪ ڪاپي ڌر جي آزاد خيال اخبار هئي، جنهن کي رهائين جا صنعتڪار مدد ڪندا هيا. ٿوري وقت ۾ هُو ان جو ايڊيٽر ٿيو، پر اُن تي سرڪار بندش وجهي ڇڏي، ڇو تہ اُن ۾ مارڪس موسل شهر جي انگورَ جي مالهين جي ڪنگالپڻ ۽ پوٺائيءَ تي، ۽ ڏک ۽ ڏوجهري جي باري ۾ گهٽي ڇنڊڇاڻ ۽ ڇوربور ڪئي. هن جي دوست فريڊرڪ اينجلز پوءِ چيو تہ، "اِهو ڪارنامو مارڪس کي سياست مان اقتصادي تعلقات ڏانهن وٺي ويو، جي پوءِ سوشلزم جو بنياد بڻيا." 1843ع جي اونهاري ۾ هن جينيءَ سان شادي ڪئي ۽ هڪ وڏو قلمي نسخو لکيائين، جنهن ۾ هيگل جي اُن دؤر جي جرمن سياست کي، واضح طور رد ڪيائين. ڇاڪاڻ جو هو هاڻي جرمنيءَ ۾ بيروزگار هيو، هو فرانس ڏانهن لڏي ويو. دراصل اٿين ڪرڻ تي هُن کي اِن ڳالهہ اُتساهيو تہ هو سوشلزم ۾ پنهنجي شروعاتي دلچسپيءَ کي اڳتي وڌائي، ۽ هڪ رسالو ڪڍي، جنهن ۾ جرمن نظرئي ۽ فرانس جي ترقي پسند سياست کي ملائي، پيش ڪري. اُن وقت پئرس ۾ ڪيئي سماج وادي متيون هيون، جي اُتي اُبڙڪا ڪائي رهيون هيون ۽ پئرس اُنهن جو مرڪز بڻجي چڪو هو. هُن اُن رسالي ۾ مضمون شايع ڪرايا، پر جڏهن جلاوطن جرمن ڪارڪن سان مليو ۽ جڏهن پئرس جي سياسي ماحول مارڪس تي تيزيءَ سان اثر ڪيو، تڏهن هو پاڻ سان گڏ ايڊيٽر 'آرنولڊ ريوگ' کان الڳ ٿي ويو. 'ريوگ' ان وقت لکيو تہ، "هِن وقت مارڪس ڏاڍو اونهو اڀياس ۽ آڻ لپ ڇهرائيءَ سان پورهيو ڪري رهيو آهي ...... پر هُن پورو ڪجهہ بہ نہ ڪيو آهي، واري سان هر ڳالهہ وچ ۾ ڇڏي ڏئي ٿو ۽ ڪتابن جي اڪٺ سمنڊ ۾ ٻيهر ٽُبيون ڏئي ٿو."

1844ع ۾ مارڪس ڪيئي سلسليوار ليک لکي ورتا، جن تي 'اقتصادي ۽ فيلسوفاڻا نسخا' يا 'پئرس وارا نسخا' نالو ڏنائين، جن ۾ هن قطعي طور اشتراڪيت کي اپنايو. ساڳي سال جي سيپٽمبر ۾ هن فريڊرڪ اينجلز سان دوستي رکي، جنهن سان توڙ تائين نڀايائين. اينجلز جو پيءُ مئنچيسٽر جي صنعتي شهر ۾ هڪ ڪپهہ جي وڏيءَ ڪوٺيءَ ۾ ڀائيوار هو. هُن، مارڪس کي سرمائيداري ڪاروبار جي عملائتي ڄاڻ ڏني ۽ هن جي مالي مدد لاءِ هڪ هَڪيو ٽَڪيو ذريعو بہ پيدا ڪيائين. ٻنهي جي مترتا پڇاڙيءَ تائين هلي.

1844ع ۾ مارڪس کي پئرس- نيڪالي ڏني وئي، جنهن کان پوءِ مارڪس ساندهہ ٽي سال بروسيلز ۾ رهيو ۽ جتي هُن اقتصاديات جو مطالعو جاري رکيو تہ هو اينجلز جي سونهائڻ هيٺ انگلنڊ ويو، جتي لنڊن ۾ هو 'انصاف پسند ليگ' جي اڳواڻ

سان مليو، جا جرمن ڪاسبين جو آڌ-ڳجهو ٽولو هُئي. بروسيلز ۾ مارڪس لکپڙهہ لاءِ ڪاميٽين جو تاڃي پيٽو ٺاهيو، جيئن هو جرمن، فرينچ ۽ انگريز ڪميونسٽن ۽ سوشلسٽن کي ڳنو رکي سگهي ۽ هڪ ٻئي سان خيالن جي ڏي وٺ ڪرائي سگهي ۽ هڪ ٻئي جي ڪاروائين جي باري ۾ سُڌ سماءُ ڏئي - ۽ هي ۽ پنهنجي تحريڪ ۾ نظرياتي اتحاد پيدا ڪري سگهي. 1847ع ۾ 'انصاف پسندن جي ليگ' کي وڌيڪ مضبوط نظرياتي بنيادن جي ضرورت محسوس ٿي. مارڪس ۽ اينجلز ڏي اهڙا آڏول ٽنيا هيا، جن کي جڏهن ليگ ويجهو آئي تہ هو پنيرائيءَ ۽ سهائتا لاءِ آتا نظر آيا. لنڊن ۾ ٻہ ڪانگريسون ٿيون. اصولي طور مارڪس جا رايا ۽ خيال قبول ڪيا ويا ۽ تنظيم تي نئون نالو 'ڪميونسٽ ليگ' رکيو ويو ۽ مارڪس کي اختياري ڏني وئي تہ اُن جي مَتن ۽ سٽاءَ کي لکت ۾ آندو وڃي. ان جو نتيجو 'ڪلاسيڪي ڪميونسٽ مئني فيسٽو' ٿيو ۽ اجان اُن جو مَسوَدو مس ٺاهيو ويو هو تہ 1848ع ۾ پئرس ۾ ڦهريون انقلاب آيو. ڦهرين تہ لوئي فلپ جي حڪومت ڪان پوءِ نئين آزادي پسند صوبائي حڪومت جي ڪوٺ تي مارڪس اُن شهر ۾ موٽي ويو. پر مارچ 1848ع تائين، انقلاب پرشيا تائين ڀهچي چڪو هو ۽ برلن ۾ فريڊرڪ وليم چوٿين کي مجبور ڪيو ويو هو تہ هُو چونڊيل پارليامان ۽ پريس کي آزادي ڏئي ۽ نئون آئين تيار ڪرڻ لاءِ اسيمبلي سڏائي؛ ان ڪري مارڪس يڪدم ڪَلون ويو، جو پَرشيا جي حڪومت هيٺ هيو. هُن پنهنجي اخبار نويسي جاري رکي ۽ هڪ نئين اخبار 'رهائنشي زيتنگ' ڪديائين، جنهن هن جي ادارت ۾، جرمن پورهيتن ۽ وچولي طبقي جي وڌيڪ ترقي پسند عنصر جي ٻڌيءَ کي اُتساهيو. سَرءَ تائين انقلاب کي فرانس ۽ آسٽريا جي سلطنت ۾ شڪست ملي چڪي هئي.

مارڪس اجان تائين اهڙيءَ ٻڌيءَ تي آڙيو بيٺو هو ۽ رڳو پورهيتن جي اميدوارن کي هَٿي ڏيڻ ڪان نابري واري هيائين. اپريل 1849ع ۾، جرمنيءَ ۾ انقلاب جي ڊينگو ڊيري ٿيڻ ڪان مهينو اڳ، هن پنهنجي حڪمت عمليءَ ۾ ڦيرو آندو ۽ پورهيتن جي الڳ سياسي ڪاروائيءَ جو پاسو ڪٺيو، پر ان وقت ڏاڍي دير تي وئي هئي. پوءِ مارڪس پئرس موٽيو ۽ هن کي اِن ڳالهہ تي ويساهہ هو تہ ٻرندڙ جبل جو مُنهن ڦاٽڻ وارو آهي ۽ اهڙو ڦاٽ اِن اڳ ڪڏهن بہ نہ ڪاڏو هو، پر اهو ٻڌ ڪونہ ٿيو. جولاءِ 1849ع ۾ هن جي شهر- نيڪاليءَ جو ٻيو حڪم جاري ٿيو ۽ آگسٽ ۾ مارڪس ساموندي رستي انگلنڊ روانو ٿيو ۽ وري هن جون جلاوطنيءَ جون سک ڦٽل، تنڊَ اُڪرَيل ۽ اوجاڳيل راتيون شروع ٿي ويون. اُتي هن کي پيڙيندڙ پيهندڙ ولهائيءَ ۽ اڻ-هوند ۾ گهارڻو پيو. هڪ تہ مون وانگر مارڪس خرچ پکي جو ليکو چوکو رکي نہ سگهندڙ هو، ٻيو تہ هن جي آمدني بہ ڏاڍي گهٽ هئي. انگلنڊ ۾ پهچڻ ڪان ٿورو وقت پوءِ مارڪس کي چوٿون ٻار ڄايو. ٻہ ٻيا ٻار بہ هن جي ڪٽنب ۾ وَڌيا، پر تُرت ئي هن جا ٽي ٻار لاڏاڻو ڪري ويا. هن جون ٽي ڏيئرَ ساماَيون ۽ هُن جو هڪ ري نڪاحيءَ مان پيدا ٿيل پٽ بہ بلوغَت تي رَسيو، پر هو ڪنهن جو پٽ هو، اها ڳالهہ اينجلز جي موت تائين ڳجهي رکي وئي.

1886ع ۾ مارڪس، اينجلز کي لکيو، "منهنجي زال بيمار آهي، ويچاري جيني بيمار آهي ... مان ڊاڪٽر گهرائي نه ٿو سگهان، ڇو ته مون کي علاج لاءِ پيسا نه آهن. ائين ڏهن ڏينهن کان مان پنهنجي خاندان کي روٽي ۽ پٽاٽا کارايا آهن."

1856ع ۾ هن کي ڪجهه ملڪيت ورثي ۾ ملي ۽ هن گهر ڦيرايو جو ڪافي موڪرو هو؛ پر جنهن ڳالهه کي هن مُنهَن مانَ لاءِ ضروري سمجهو، اُن هِن جون مالي مشڪلاتون نئين سِر پيدا ڪيون. 1864ع ۾ ٿي جڏهن هن جي ماءُ گذاري وئي، تڏهن اُن جي ورثي مان ۽ هڪ ڪامريڊ جي وفات کان پوءِ هن جي وصيت مان، هُن کي ايترو مليو جو هو بي فڪري زندگي گذاري سگهيو ٿي؛ پر جيئڻ مارڪس جون مالي پريشانيون هَئيون، هن جي صحت خراب ٿي پئي ۽ هن کي مٿي کان پيرن تائين ڦرڙيون نڪري آيون. انهن مونجهارن هوندي به، مارڪس کي هڪ حُباتي گهري حياتي هئي. هو ٻارن سانُ راند روند ڪيڏندو هو ۽ سندس هر هفتو سير سَواد (پڪنڪ) ۾ ڪٽندو هو ۽ ٻچاڙي جو سڀ گڏجي شيڪسپيئر کي ڳائيندا ها يا اُن مان برزبان فقرا ٻڌائيندا ها.

لنڊن اچي، مارڪس وَري ڪميونسٽ ليگ ۾ شامل ٿيوهو، ۽ وري صحافتي سرگرمين ۾ حصو ورتو هُئائين، پر اقتصاديات جي مطالعي هن کي ان نتيجي تي پهچايو هيو ته، "هڪ نئين انقلاب جو، هڪ نئين بحران ۾ ئي امڪان ٿي ٿي سگهيو." ان کان پوءِ ڏهاڪو سال ڦُرت ۽ اثرائتي سياست کان گوشائتو ٿي ويو ۽ 'سرمائيداريءَ نظام جا مجموعي طور محرڪ قاعدا' ڳولهيندو رهيو. ان وقت هُن جو ڪمائيءَ جو ڪٿتائتو ۽ سڌو سنئون ذريعو (اينجلز جي اِرسال ڪان سوا) اهي پيسا ها جي هن کي صحافت مان ملندا ها، جا سهيوڳي سياست جي باري ۾ هئي؛ هُو 'نيويارڪ ڊيلي ٽريبون' ۾ لکندو هو جا آمريڪا جي هڪ انتها پسند اخبار هئي ۽ جنهن جي سيني اخبارن کان گهٽي اِشاعت هئي. هن جا ڪيئي ليک آمريڪا جي گهرو لڙائيءَ تي هوندا ها. مارڪس کي (اينجلز هُن سان سُهمت نه هو) ترقي پذير اُتر ۾ وڏيڪ اُميد هئي، جو مجسم خودمختيار حڪومت جو بهترين طريقو هو ۽ هُن سمجهيو ٿي ته آخر ۾ اُهو ڪٽندو.

نيٺ مارڪس پنهنجيءَ صحافت کي پنهنجي مُکيه ڪم ۾ روڪ ۽ مونجهارو سمجهيو جو اقتصاديات جي مطالعي مان نڪتل نتيجي جي مَسودي جي تياري هئي. هُن ڪيئي قلمي نسخا لکيا، جي هن جي وفات کان پوءِ ڇپيا ۽ مارڪس 'ڪيپيٽل' جو فقط پهريون حصو مڪمل ڪري سگهيو. انهيءَ ڪم لاءِ، هن دعويٰ ڪئي ته "هُن پنهنجي صحت، خوشي ۽ خاندان قربان ڪيو هو." ان جو هڪ سبب ته اِهو هيو ته هو لنڊن ۾ پهرين انٽرنيشنل ۾ قائل هو جا لنڊن ۾ 1864ع ۾ ٺاهي وئي هئي. اٺ سال مارڪس اُن ڪائونسل جي برک ۽ مٿاهين شخصيت هو ۽ ڪنڊ جي ساريءَ چرپر ۽ هَلچل تي بيان بازيءَ جا مَسودا ٺاهيندو هو. مثلاً، هن پولن جي آزاديءَ لاءِ هلچل کي هَٿي ڏني (روسي بربريت خلاف)، آئرلينڊ جي هوم رول واريءَ تحريڪ کي همٿايو، ۽ سماج واد جي تڪراري ڳالهين جهڙوڪ پورهئي جي وقت ۾ ڪَميءَ ۽ زمين جي ڪني مالڪيءَ تي

ليڪ لکيا. فرسٽ انٽرنيشنل واري دؤر ۾ جي سڀ اهم سياسي واقعا ٿيا، سي هُيا فرانڪو-پرشين جنگ ۽ ان جي نتيجي طور ٿيندڙ 'پئرس ڪميون' جنهن جي تنظيم شهر جي انتها پسندن ۽ محنت ڪشن ڪئي هئي. ڪميون جي خونريزيءَ سان دٻجڻ کان پوءِ مارڪس (جنرل ڪائونسل جي پاران) هڪ لنبو پمفليٽ 'فرانس ۾ خانہ جنگيءَ' جي عنوان سان لکيو، جنهن ۾ کُلم کُلا باغين جي حمايت ڪئي وئي. پر انٽرنيشنل ۾ مارڪس جي پوئلڳن ۽ بڪونن جي پوئلڳن جي صفن ۾ ڏارن ۽ ڦيٽارن، اُن کي ڇيتيون ڇيهون ڪري وڌو، اُن جي جنرل ڪائونسل جي بئنڪ جڏهن نيويارڪ ڦيرائي وئي، تڏهن اها ختم ٿي وئي.

پويون ڏهاڪو، مارڪس جي زندگي سوگهي ۽ هٽيڪي هئي. اينجلز مئنچيسٽر جي ڪپهہ جي ڌنڌي ۾ پنهنجي پَتي وڪڻي ڇڏي ۽ ان مان هِن پنهنجي سنگيءَ لاءِ سکي ستابي زندگي هُن کي توشو ڪري ڏني. پر مارڪس ۾ پورهئي ۽ اُدم لاءِ سگهہ 1873ع ۾ دل جي دؤري کان پوءِ گهٽجي وئي. ان کان پوءِ ڪيترو وقت هُن سفر ۾ گذاريو ۽ چڱ ڀلائيءَ ۽ هٺ سجائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. هو 'ڪئپيٽل' جي ٻين ڇاپن تي ڪم ڪرت ۾ لڳي ويو، خاص ڪري اُڀرندڙ جرمن سوشل ڊيموڪرئٽ پارٽي جي اُوسراڻ کان پوءِ. 1881ع ۾ مارڪس جي زال جي وفات، هُن ۾ جياپي لاءِ اُتساهہ تڏو ڪري ڇڏيو ۽ ٻہ سال پوءِ پاڻ ٻہ 14 مارچ 1883ع تي گذاري ويو.

مارڪس کي سمجهڻ ۾ ٻہ دقتون پيش اچن ٿيون. پهريون تہ اڪثر مفڪرن وانگر هُن پنهنجا اهم خيال هڪ مکيہ ۽ وڏي ڪتاب ۾ نہ سهيڙيا ۽ سمويا؛ ٻي ڳالهہ جا هن جي پُرجهہ ۽ پروڙ جي آڏو اچي ٿي، اُها اِها آهي تہ هُن پنهنجو ڪم ڪار توڙ تي نہ رسايو ۽ پنهنجا اڪثر مَسوَدا نامڪمل ڇڏيا، جي هُن جي وفات کان پوءِ ڇپيا. هُن جي وفات کان پوءِ ڇپيل مکيہ لکڻيون اَوائلي دؤر جون آهن، خاص ڪري 'اقتصادي ۽ فلسفيانہ مَسوَدا' جن مارڪس جي اشتراڪيت کي هڪ فلسفيانہ ۽ انسان دوست پهلو ڏنو، جيڪو هن جي پوئين اقتصادي تحريرن مان نہ ٿي ٻکيو. 1932ع ۾ هن جو هڪ ٻيو ڪتاب 'جرمن نظريو' جي عنوان سان، جو هن اينجلز سان گڏجي 1845ع ۾ لکيو هو، ٻہ شايع ٿيو، جنهن جي پهرئين حصي ۾ مارڪس جي تاريخ جي مادي تصور جي مڪمل وضاحت ٿيل آهي.

1848ع ۾ هن 'ڪميونسٽ پڌرنامو' لکيو، جا مارڪس جي توريل تَڪيل، رَچي راس ٿيل لکت آهي، ۽ جنهن ۾ مارڪس جي خيالن جو وٺندڙ اختصار آهي، جيتوڻيڪ اُن کي پرچار جو هٿيار بڻايو ويو آهي. فرانس جي 1848ع واري انقلاب جي تجزئي ۾ مارڪس جا مختلف طبقن ۽ رياست جي وچ ۾ دريافت ڪيل ناتا، نهايت باريڪ موشگافيءَ جا حامل آهن، خاص ڪري 'Eighteenth Brumaire of Louis Bonaparte' جو، 1852ع ۾ لکيو ويو ۽ ان کان گهٽ درجي جو هڪ ٻيو ڪتاب 'فرانس ۾ طبقاتي جدوجهد' هيو، جو 1850ع ۾ لکيو ويو.

ان ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي تہ مارڪس جو عظيم ترين ڪتاب ’ڪئپيٽل‘ آهي، جنهن جو ّهن رڳو هڪ حصو لکيو، جو 1867ع ۾ ڇپيو هو. ٻيو ۽ ٽيون حصو جن کي اينجلز ترتيب ڏني هئي، 1885ع ۽ 1894ع ۾ ڇپيا ها. هڪ ضخيم نسخو، جنهن جو نالو ’زائد قيمت جو نظريو‘ (Theory of surplus value) هو، جو ڄڻ تہ ڪئپيٽل جو چوٿون جلد هو، تنهن کي ڪارل ڪاٽسڪيءَ ترتيب ڏني، جو 1902ع ۾ شايع ٿيو. پڙهندڙن جي مارڪس جي ترتيب ۽ سليقي سان تحرير ۾ دلچسپي 1960ع ۽ 1970ع ۾ پيدا ٿي، جڏهن هن جو 800 سؤ صفحن جو ڪتاب 'Outlines'جو 1857-58ع ۾ لکيو ويو هو، شايع ٿيو، جنهن ۾ هن انسان دوستيءَ ۽ اقتصاديات ۽ فلسفي ۾ ڳانڍاپو پيدا ڪيو آهي. اهو ڪتاب ماسڪو ۾ 1941ع ۾ ڇپيو جو مغرب ۾ 1950ع جي وچ ڌاري مهيا ٿي سگهيو. (مون وٽ ماسڪو ۾ ڇپيل ’ڪئپيٽل‘ جا ٽي جلد آهن، جن کي آنءُ پوري طرح نہ پڙهيو آهي، نہ وري ڪنهن سنڌي ڪميونسٽ پڙهيو آهي. مان تہ ڪميونسٽ ڪونہ هوس، پر برصغير ۾ گهڻا ڪميونسٽ هونڊا، جن اهو ڪتاب پڙهيو هو؟ ممڪن آهي تہ اُن تي مٿي ماري اجان بہ ڪي محقق ’وهابي ڪميونسٽ‘ ڪن.)

مارڪس جا ’پئرس ڪميون‘ تي پوءِ جا خيال هن جي ڪتاب ’فرانس ۾ خانہ جنگي‘ ۾ ڏنل آهن ۽ جرمن اشتماليت تي تنقيد ۾ بہ آهن، جا هن 1875ع ۾ Critique of gotha programme۾ ڪئي هئي.

مارڪس، تاريخ، اقتصاديات، سياست ۽ ٻين ڪيترن ئي موضوعن تي خيال آرائي ڪئي آهي، جو تہ هن جي مهم ۾ سماج جي مڪمل تاوِيل آهي، ٻيو تہ جنهن وقت هو لکي رهيو هو، اُن وقت پورهيت طبقي ۾ نظرياتي ٽڪراءُ پيدا ٿي چڪو ّهو. مارڪس پنهنجي راهہ کي ’تاريخ جي مادي تاويل‘ ڪوٺيو. هُو انهيءَ راءِ جو هيو تہ انسان ۽ هن جي فطرت کي سمجهڻ لاءِ پيداواري ڇرپر جي سمجهہ ضروري هئي. بنيادي ڳالهہ اِها هُئي تہ آجيوڪا جا وسيلا، فطرت تي اثر ڪري ڪيئن حاصل ڪجن ۽ سي بہ ٿوريَ ۾ ٿورو پورهيو ڪري. ’ڪئپيٽل‘ ۾ مارڪس مختصر طور پورهئي جي باري ۾ پنهنجو رايو ڏنو تہ اُهو انسان جي خود-تخليق (Self-creation) جو ذريعو آهي. پورهيو هڪ ترتيب آهي، جنهن ۾ انسان ۽ فطرت، ٻئي ڀهرو وٺن ٿا ۽ جنهن ۾ ماڻهو پنهنجي پاڻ ۽ فطرت جي وچ ۾ مادي رِدعمل جي شروعات ڪري، اُن کي ٺيڪ ڪري، باقاعدي هلائي ٿو ۽ ان کي پنهنجي تابع رکي ٿو.... ان طرح ٻاهرينءَ دنيا تي اثرانداز ٿي ۽ اُن کي بدلائي، هو ساڳي وقت پنهنجي سڀاءَ کي بہ ڦيرائي ٿو. هو پنهنجي اُونگهدڙ وِت ۽ سگهہ کي اُوسرائي ٿو ۽ اُن کي هٿ وَسِ رکي، پنهنجي ميجتا ڪرائي ٿو. ڪلپنا، ياءَ ۽ ويچار، پوءِ اهي ّسياسي هجن يا مذهبي يا فلسفيانہ، جن جي ذريعي اسان عمل کي سمجهايون ٿا، اُنهن کي ثانوي اهميت آهي. تاريخ ڪنهن اتفاق جو نتيجو نہ آهي، نہ وري ان کي وڏن ماڻهن جا عمل صورت ڏين ٿا، ان ڪان بہ گهٽ فوق الفطرت قوتن جو ان ۾ دخل

آهي، اها انساني محنت جي تخليق (گهڻو ڪري لاشعوري) آهي ۽ ان جا مشاهدي جهڙا قاعدا قانون آهن.

پنهنجي تاريخيماديت جي پلي ڪان پلي اختصار ۾ مارڪس چيو، "پنهنجي زندگيءَ جي معاشي پيداوار ۾ انسان مخصوص تعلق قائم ڪن ٿا، جي ضروري بہ آهن ۽ انهن جي ارادي کان ٻي ڪاٿيا ۽ ٻي پرواهہ بہ آهن. اُهي پيداواري لاڳاپا آهن (يعني ملڪيت جي باري ۾ لاڳاپا) جي هن جي مادي پيداواري قوتن جي ترقيءَ جي ڪنهن خاص منزل سان ٺهڪي اچن ٿا. انهن پيداواري لاڳاپن جو تاڻيُرج ئي سماج جو اقتصادي ماندِائو ٺاهي ٿو ۽ اُهو ئي سچي پيڙهہ آهي، جنهن تي ساري قانوني ۽ سياسي آڏاوت آڏي وڃي ٿي ۽ جنهن سان سماجي شعور جون مخصوص صورتون ٺهڪي اچن ٿيون. مادي زندگيءَ جي پيداوار جي طريقي تي ئي مدار آهي – اُن جي طرزِ زندگيءَ جو، اُن جي سياسي، سماجي ۽ دانشورانہ زندگيءَ جو." ڪنهن مخصوص دؤر جي پيداواري قوتن جي ترقيءَ سان، پيداواري لاڳاپا ۽ انهن مٿان اڏيل عمارت، تاريخي غلطين جا زنجير ٿي پون ٿا، جن کي سماج جي ترقيءَ لاءِ ٽوڙي ڇڏڻ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ اولهہ يورپ ۾ مارڪس پيداوار جا ٽي طريقا لازم ڄاتا: ڪلاسيڪي، جاگيردارانہ ۽ سرمائيدارانہ. هن کي اُميد تہ هئي ۽ هن ان ڳالهہ ۾ اعتبار ٿي ڪيو تہ پوئين طريقي کان پوءِ ڪميونزم ايندي، جا پهريون پيداوار جو طريقو هئي، جنهن ۾ تضادن جو انت آندو ويندو، يعني اُها سماجي طبقا ختم ڪندي ۽ انسان ذات کي پنهنجي مشترڪہ مفاد جو شعور ڏيندي.

مارڪس جي دلچسپي ان ۾ هئي تہ جاگيرداري دؤر، سرمائيداري دؤر ۾ ڪڏهن ٿو پير پائي. ڪنهن وقت 'ڪئپيٽل' ۾ سيني کان وڌيڪ اثرائتا ۽ حيرت جهڙا ٽُڪرا ان ڳالهہ کي نِرَوءِ ڪندا ها، جنهن کي هو پراچين ميڙي چوندي (Primitive accumalution) چوندو هو، جنهن موجب اوائلي جديد زماني جي پورهيتن کان مشترڪہ زمينون ۽ ٻي قومي ۽ ننڍي پئماني تي مشترڪہ ملڪيت کسي وئي هئي. اها هڪ ترڪيب هئي، جنهن هڪ طرف آجيوڪا جي سماجي وسيلن ۽ پيداوار کي سرمائي (Capital) ۾ بدلايو ٿي ۽ ٻي طرف پيداوار ڪندڙن کي اُجرت وٺندڙ مزدورن (Wage labourer) بڻايو ٿي جي پنهنجي روزگار لاءِ ٻين تي دارومدار رکي رهيا ها. ساڳي وقت انهيءَ ترڪيب بورجوازي طبقي کي جنم ڏنو هو. انهيءَ طبقي دؤر جديد ۾ سماجي طور پيداوار جي مکيہ طريقن تي پنهنجي هڪ-هٽي قائم ڪئي هئي.

اهڙي طرح پيدا ٿيل سرمائيداري نظام جي ٻَري ۽ پَٽي لاءِ اِها حقيقت هئي تہ اُن جي ٻاهرين ڏيک جي باوجود، سرمائي ۽ محنت جي وچ ۾، پئسي جي ڏي-وٺ ۽ ڪمائي هڪ جيتري نہ هئي. ائڊم سمٿ ۽ رڪاردو جي ڪلاسيڪي اقتصاديات وانگر، مارڪس ان ڳالهہ ۾ اعتبار ٿي ڪيو تہ شين جي مٽاسٽا جو مُلهہ (هن جي کپ ۽ واپرڻ جي ملهہ جي ڀيٽ ۾) جي ڪُٽ اُنهن ۾ ڪيل پورهئي سان ڪٿي پئي وئي. پر ان ۾ هڪ مونجهارو هيو. حقيقت اها هئي تہ محنت ۽ سرمائي جي مٽاسٽا ۾،

مزدور کي متاسڻا ۾ هن جي پيدا ڪيل شيءِ جي ملهه کان تمام گهڻو گهٽ مُلهه پئي ڏنو ويو. مارڪس انهيءَ عجيب ڳالهه کي زائد قيمت جي نظرئي (Theory of Surplus value) سان سمجهايو. اينجلز ان نظرئي کي مارڪس جي سڀ کان اهم اقتصادي دريافت ڪوٺيو. ڳالهه جو مول مقصد اهو آهي ته سرمائيداري نظام محنت ڪش جو استحصال ڪري ٿو. جنهن کي پنهنجي پيٽ قوت کان گهٽي وڌيڪ محنت ڪرڻي پوي ٿي يعني هن جي کاڌي، ڪپڙي لٽي، اجهي ۽ هن جي ٻارن ٻچن جي پالنا لاءِ جيڪي گهربل آهي، هو ان کان گهڻو وڌيڪ اُپائي ٿو. ٻيو ته سرمائيدار زائد قيمت (Surplus value) جي اگهه کي ان گذران جي لڳت کان وڌائيندو رهي ٿو ۽ يا ته پورهئي جا ڪلاڪ وڌائي ٿو يا پورهئي کي زور تِکو ۽ وڌيڪ پيداوار ڪندڙ بڻائي ٿو. پر پوءِ به سرمائيدار جو منافعو گهٽبو رهندو، ڇو ته هن کي چٽا پيٽي مجبور ڪندي ته انساني پورهئي جي جاءِ تي هو مشين کان ڪم وٺي، جيڪا سستي ته آهي، پر زائد قيمت (Surplus value) پيدا نه ٿي ڪري. نتيجي ۾ وڌيڪ استحصال ٿيندو ۽ محنت ڪش جي آمدني، جا هُن جي پيداوار جي قيمت سان ٺهڪي اچي ٿي، گهٽجي ويندي. سرمائيدارن ۾ چٽاپيٽي محنت ڪشن ۾ چٽاپيٽيءَ سان پورَ وچوٽي رهندي جن کي بي روزگار عوام مان سدائين پَوُ رهندو. آخر ۾ مارڪس چيو ته، "پيداوار جي ذريعن جي مرڪزيت ۽ محنت لاءِ اشتراڪي نظام، ان حد تي پهچندا جو سرمائيداريءَ جا چوڏا لهي ويندا ۽ اُهي ٻئي ڳالهيون گڏ نه رهي سگهنديون. اِهو نظام چِلُ چوڏو ٿي ويندو. سرمائيداريءَ جي ذاتي ملڪيت لاءِ ماتمي گهنڊ وڄندو، ڦريندڙ ڦرجي ويندا. (The expropritors shall be expropriated)

جيتوڻيڪ سرمائيداريءَ پنهنجي اندرين تحرڪ سبب تباهه ٿيڻي هئي، پر تباهي ازخود نه اچڻي هُئي. ان لاءِ هڪ انقلابي عمل جي ضرورت هئي، جنهن ۾ پرولتاريت موجوده رياست کي اونڌو ڪري، ذاتي ملڪيت ۽ طبقاتي نظام کي ختم ڪندي.

مارڪس جي نظر ۾ هڪ سياسي انقلاب ضروري هو، جو ته رياست، سرمائيداريءَ نظام جي بچاءَ لاءِ هڪ مرڪزي ادارو هُئي. 'سياسي اقتدار' هن پڌرنامي ۾ لکيو، "فقط هڪ طبقي جو ٻي طبقي کي پيڙهڻ لاءِ منظم اقتدار آهي. جديد رياست جا ڪارفرما (Excutive) فقط هڪ ڪاميٽي آهن جا بورجوازيءَ جا معاملا سنڀاري ٿي."

مارڪس، رياست ۽ سماجي ادارن ۽ طبقن جو بڻ بنياد پورهئي جي ورڇ ۾ ڏنو. هن جو ان ڳالهه ۾ ويساهه هو ته رياست، سماج جي اجتماعي مفاد جي مخالفت ڪري ٿي، ڇاڪاڻ جو اها اجتماعيت جو هڪ "پرفريب تصور، هڪ ننگڻو روپ پيش ڪري ٿي ۽ طبقاتي ڪشمش کي ڇُپائي ٿي. تاريخ جي هر دؤر ۾ هر پيداوار جي طريقي، ڪلاسيڪيءَ، جاگيردارانه توڙي سرمائيدارانه، هڪ خاص قسم جي سياسي تنظيم اُپاري آهي، جنهن مٿاهين طبقي جي مفاد کي اڳيرو ڪيو آهي. جهجهي پشماني تي صنعت ۽ جديد سرمائيداري جي عالمي چٽاپيٽيءَ ۽ چڙهت، جديد جمهوري آزاد خيال حڪومت

ڪي جنم ڏنو هو. يونائيٽيڊ اسٽيٽس ان جو همعصر مثال هئي. انهيءَ نظام ۾ بورجوازي پنهنجي طبقاتي مفاد ڪي وڌائي، زور وٺائي سگهي ٿو. مارڪس جي لکت ايڏانهن ڏِڪيو ۽ ٿيلهيو پئي تہ مغربي يورپ جي صنعتي ترقي يافتہ مُلڪن ۾ پرولتاري انقلاب ايندو، جيتوڻيڪ پنهنجي پوئين‌ءَ زندگيءَ ۾ هن اِن ڳالهہ جو اِشارو ڏنو هو تہ اهو ممڪن آهي تہ روس سرمائيداري دؤر تان ورانگهہ پائي ٽپي وڃي ۽ پنهنجي روايتي ڪسان-ڪميون جي طريقي وانگر ڪميونزم وجود ۾ آڻي. اهڙو انقلاب جتي بہ ايندو، پُر تشدد ٿيندو. مارڪس اهو بہ مڃيو تہ انهن ملڪن جي برعڪس يونائيٽيڊ اسٽيٽس ۽ انگلنڊ ۾ انقلاب اشتراڪيت ڏانهن پُرامن ٿيرڦار ۽ تبديليءَ سان ٿيندو. اهو انقلاب ڪڏهن ايندو، ان جي باري ۾ مارڪس ڪجهہ بہ چيو نہ آهي. مارڪس جون ڪيئي ٽيڪا ٽپٽيون آهن تہ اهڙو انقلاب ڪَنڌ تي بيٺو آهي ۽ جاڻ ڪَڙڪيو، پر هن جون ڪي اقتصادي تحريرون اهڙيون بہ آهن، جن ۾ هن چيو آهي تہ سرمائيداريءَ ۾ اڃان ترقيءَ جو ڪافي امڪان آهي، جيتوڻيڪ مارڪس جو ذهن ان ڳالهہ ۾ بلڪل صاف هيو تہ پورهيت پنهنجو چوڻڪو ۽ نيتارو رڳو پاڻ ئي حاصل ڪري سگهي ٿو. هن ڪي اهو موقعو نہ مليو تہ عوام ڪي مخاطب ٿي چوي تہ هڪ انقلابي پارٽي جو مارڪسي عوامي تحريڪ سانُ ڪهڙو ناتو ٿي سگهي ٿو، جو تہ اهڙي تحريڪ هن جي موت ڪان پوءِ ئي وجود ۾ آئي.

جيتوڻيڪ مارڪس ان ڳالهہ تي زور ڏنو تہ، ”هن مستقبل جي رنڌڻي لاءِ رڌ پچاءَ جا نسخا نہ ٿي جِڏڻ چاهيا، پر پوءِ بہ هن پنهنجي سوچ جا خاڪا چِڏيا. ڪميونزم انقلاب ڪان يڪدم پوءِ ممڪن نہ هئي، ڇاڪاڻ جو سرمائيداريءَ ڪان ڪميونسٽ سماج تائين تبديليءَ جي وچ ۾ هڪ انقلابي ۽ ترتيباٽتو ڦيرو اچٽو آهي ۽ هڪ طريقي ڪان ٻي طريقي تائين رسٽو آهي (افغانستان جو انقلاب تہ مارڪس جي سوچ جي بنهہ منافي هئيُ ۽ روسي پرولتاري سامراج جو ننگو ٿهلاءُ هو.)

هن جو اهو بہ خيال هو تہ انهيءَ عبوري دؤر ۾ پرولتاريت جي آمريت ضروري آهي. ڪميونزم ۾ تبديليءَ لاءِ ہہ ڳالهيون ضروري هيون:

پهريون تہ پيداوار جا ذريعا محنت ڪشن جي جماعت وٽ ڪٺيءَ طرح هوندا ۽ محنت جي پيداوار فقط هڪ تبضي ڪندڙ طبقو زياده وقت لاءِ سڌيءَ طرح دٻائي نہ رکندو. ڇاڪاڻ جو سماج جي طبقن ۾ تقسيم گهٽو ڪري پيداواري ذريعن جي مالڪيءَ يا اڻ مالڪي تي ٽَرنءِ ڪئي، اها ڳالهہ هڪ غير طبقاتي سماج جو بنياد رکندي. ٻيو تہ رياست درجي بدرجي ختم ٿي ويندي، يعني هڪ طبقي جي تسلط ڪي سياسي ذريعو ڪري ڪتب نہ آندو ويندو. سياسي اقتدار، بيوروڪريسي ۽ عدليہ جون جايون اليڪشن جي ذريعي فرد پريندا، جن ڪي اُنهن تان هٽائي سگهبو. ڪميونسٽ سماج وڏيڪ اوچيءَ ۽ اُتاهين حالت تي پهچي پنهنجن جهنڊن تي لکندو ’هوڪو پنهنجي لياقت ڪان وٺي، هر ڪو پنهنجي ضرورت تائين“

ان ۾ شڪ نہ آهي تہ مارڪس جو سماج جي ويچاڻ ۾ وڏو هٿ رهيو آهي. هن

جو تخيل اهو نہ آهي جو ڪجهہ مارڪسوادين 'جدلي ماديت' جي نالي سان هڪ مڪمل ضابطہ حيات ۾ سمايو هو. اها ڳالهہ تہ هن جي سوچ جدلياتي هئي جا متضاد ڳالهين جي ٽڪراوَ ۽ انهن جي تڪ تور ۾ ڪُتل هئي، ازخود اشتراڪيت ڪي آزمائشي ۽ آنت ۾ ڪليل ٿي رکي، ٻيو تہ مارڪس هڪ سياسي سرگرم ڪارڪن جي حيثيت ۾ ۽ اقتصاديات جي ماهر جي حيثيت ۾ ڏاڍو بيچينيءَ سان ڪَنو رهندو هو. اسٽالن هن جي انقلاب جي باري ۾ توقعات جي ستياناس ڪئي، گوربچوف جي پيرسٽروئڪا اُن جو ڪفن سبيو. مارڪس جو خواب پورو ٿي نہ سگهيو. نہ وري هڪ غير طبقاتي سماج وجود ۾ آيو. يوگوسلاويا جي اڳئين وائس پريزيڊنٽ ملوين جلاس چوٿيءَ هڪ 'نئون طبقو' وجود ۾ آيو. اهو مئنيجر يا ٽيڪنوڪريٽ طبقو هو، جنهن جو اليا اهرنگ پنهنجي ناول 'The thaw' (برف رجي وئي) ۾ ذڪر ڪيو، ڊو ڊنٽسوف پنهنجي ناول 'رڳو روٽي لاءِ' ۾ ان جي مذمت ڪئي ۽ سولزي نٽسن پنهنجا چار ناول ۽ گولگ 'ٻيٽن جو ميڙ' جنهن ۾ قيدين جي ڪَني ڀَڙاءَ جو ذڪر آهي. لِکي روسي ڪميونزم جا ڏاڻا ڪڍي وڌا ۽ ٻيا اهڙا ڪيئي ڪتاب لکيا ويا. نہ وري رياست مُرجهائي، جيئن مارڪس چيو هو. اُلٽو اُها وڌيڪ مضبوط ٿي وئي، لکين ماڻهو قيد ڪيا ۽ ماريا ويا. ظلم ستم جو نشانو بڻيا ۽ نہ رڳو سياست، فن ۽ ادب تي پابنديون لڳايون ويون، پر سائنس تي بہ بندشون وڌيون ويون. گوربچوف جڏهن اک کولي تڏهن دير ٿي وئي هئي. ڪميونزم جنهن جي قبضي ۾ اڌ دنيا هئي، هڪ تاس جي پتن مان ناهيل گهر وانگر اچي پَٽِ پئي. هر لتاڙيل، ٽٽل نظرئي وانگر اُن جا پوئلڳ اڃا بہ آهن جي اُن کي جوڙڻ چاهين ٿا ۽ اهو نہ ٿا سمجهن تہ جوڙ سان آئينو ساڳيءَ حالت ۾ اچي نہ سگهندو آهي. انسان جو عظيم خواب ٽُٽي ٽڪرا ٿي ويو. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ جنهن شخص اهو خواب اُتساهيو هو، هڪ عظيم مفڪر ۽ عظيم انسان هو. انسان جا خواب تہ ٻيا هلندا. اُهي ڪُٺا ٿي نہ آهن ۽ ٻيا نئون نئون روپ وٺندا – حق جا، حُسن جا، نيڪيءَ جا خواب جي اجان پَلٽون تي پل آهن.

علامہ اقبال، مارڪس لاءِ چيو هو:

آن ڪليمِ بي تجلي، آن مسيح بي صليب
نيست پيغمبر وليڪن در بغل دارد ڪتاب

(اُهو بنا تجليءَ جي ڪليم ۽ اهو بنا صليب جي مسيح، پيغمبر نہ آهي، پر هُن کي بغل ۾ هڪ ڪتاب آهي.)

علامہ اقبال اهو چاهتو ٿي تہ تجليءَ کان سواءِ ڪليم نہ ٿيندو آهي ۽ صليب کان سواءِ مسيح نہ ٿيندو آهي ۽ فقط ڪڇ ۾ ڪتاب کڻڻ سان ڪوئي پيغمبر نہ ٿيندو آهي. پيغمبر نہ سهي، پر مارڪس جي تاريخ تي امر ڇاپ آهي ۽ هن جي ڪري ماڻهوءَ ڦيرٻون ٻيرو چڱيءَ طرح ڄاتو تہ ڪنهن بہ سماج کي سمجهڻ لاءِ اُن جي اقتصاديات کي سمجهڻ ضروري آهي ۽ طبقاتي تجزيو، تاريخ ۽ عمرانيات جي ڄاڻ ۾ هَٿي ڏني ٿو. باقي ان نظرئي، انسان جي روپ ۾ جي نظرئي پرست ڊرندا پيدا ڪيا، اُهي هائي دنيا کان

هرگز لکل نہ آهن. اُئين ڇو ٿيو؟ ڪٿي غلطي ٿي؟ اِهو خواب ڪرچيون ڪرچيون ٿي ڇو پکڙجي ويو؟ ڇا ان جو جواب سولزي نتسن وٽ آهي؟ يا ان تي صديون ڪيئي ڪتاب لکيا ويندا؟

## ڪازان زاڪس نڪوس (1883ع کان 1957ع تائين)

هو يوناني شاعر ۽ ناول نويس هيو. مان پانيان ٿو تہ دنيا جي ناول نگارن مان انهيءَ جو اثر مون تي سڀ کان گهڻو ٿيو آهي ۽ مون گهڻي ڀاڱي هن جا سمورا ڪتاب پڙهيا آهن. هو ڪريٽ ۾ ڄايو هو ۽ ان جي آزاديءَ جي باري ۾ بار بار لکيو اٿائين، جيئن مون سنڌ جي باري ۾ لکيو آهي. هن جا ڪتاب ڏاڍيون ڳوڙهيون ڳالهيون ۽ مسلسل ترقي پذير دانشوريءَ جو اثر ڏيکارين ٿيون (هن ۾ برگسان، نتشي، لينن ۽ ٻُڌ اچي وڃن ٿا.) هن پنهنجي تخليقات کي هڪ مابعدالطبيعاتي ڪارنامو سمجهيو هو. هن جو عجيب و غريب رزميہ نظم 'اُبيسي' جنهن جو نالو هن هومر جي ڪتاب تان ورتو آهي. هڪ دليريءَ ۽ ڪفر واريءَ آزاديءَ جو اظهار ڪري ٿو. بهرحال هو پنهنجي ناولن ۾ 'عظيم زوربا'، 'ڪرست جي آخري خواهش' ۽ آتم ڪهاڻيءَ 'گريڪوِ کي رپورٽ' سبب سڀ کان وڌيڪ مشهور آهي ۽ انهن ۾ هن پنهنجون اخلاقي ۽ مابعدالطبيعاتي مصروفيتون هڪ نهايت سهڻي ادبي انداز ۾ پيش ڪيون آهن. ڪازان زاڪس هڪ تمام وڏو يوناني اديب ۽ شاعر هو ۽ اڪثر نقاد اهو تسليم ڪري چڪا آهن تہ هو ويهين صديءَ جي ٽن چئن عظيم ترين اديبن مان هڪ هو. هو 18 فيبروري 1883ع تي ڪريٽ ۾ ڄائو هو. هو منهنجو روحاني ڀاءُ هو ۽ مون ڪٿي لکيو آهي تہ اسان جي ادب ۾ فرق نہ پوي ها جي هُو سنڌ ۾ ڄمي ها ۽ يا مان ڪريٽ ۾ ڄمان ها. جڏهن مان يونيسڪو ڪانفرنس ۾ استنبول وڃي رهيو هوس ۽ جهاز سائپرس مٿان اڏامي رهيو هو، جو ڪازان زاڪس جي ادبي تخليق جو مرڪز هو تہ هڪ ڀيرو تہ دل ۾ آيو تہ جهاز مان جيڪر ڪنهن پئراشوٽ ۾ سائپرس تي لهان، ڇو تہ اهو بہ منهنجو اُئين ئي وطن آهي، جيئن سنڌ آهي.

اٿينس جي يونيورسٽيءَ ۾ تعليم مڪمل ڪري هو پئرس ويو، جتي هينري برگسان جي Elan vital جي فلسفي کان متاثر ٿيو، جنهن کي علامہ اقبال خوديءَ چيو آهي؛ اهو فلسفو جنهن کي نتشي جي انساني ارادي جي عظيم قوت واري تخيل تقويت پهچائي، ان کان پوءِ هن جي خيالن تي ڇانيو رهيو. هن محسوس ڪيو تہ زندگي اُئين گذارجي جو جسم کي روح ۾ تبديل ڪيو وڃي ۽ ان لاءِ هن پنهنجا ڪيئي تارخ هار چونڊيا. ٻُڌ، لينن، ڊانتي، يولي سِس، مسيح، جي هن کي ٻِيُو ساگر مان پار اُڪارن. هن کي اهاپڪ نہ هئي تہ هن جو مقصد جڳ کان هڪ يوگيءَ وانگر پاسيرو ٿي وڃڻ سان پورو ٿي ٿيو يا سياسي عمل سان. هن ٻئي طريقا آزمايا ۽ ان ڳالهہ هن ۾ تجربي جي غير معمولي گوناگوني ۽ رنگارنگي پيدا ڪئي. يونان جي طوفاني سياسي فضا هُن کي عملي

زندگيءَ ۾ پنهنجي تجربي جي اظهار جا ڪيئي موقعا ڏنا. 1945ع ۾ ڪيترن ئي عهدن کان پوءِ، هن کي يونان جو پورٽ فوليو کان سواءِ منسٽر مقرر ڪيو ويو. هُن سوويت يونين، اسپين، فرانس، چين، جپان، ويانا، برلن، انگلنڊ جا سفر بہ ڪيا ۽ اتي ڪافي وقت رهيو. اهو سچو تجربو هن جي آرٽ لاءِ خام مواد هو. هن ڪيئي ڪتاب لکيا. شاعريءَ ۾ 'آڊيسي' ناولن ۾ 'مسيح جي پوئين آزمائش'، 'عظيم زوربا' ۽ بيا ڪيترائي ناول ۽ سفرناما ۽ آتم ڪهاڻيون. مون هن جا سڀ ڪتاب پڙهيا آهن. 1953ع ۾ هن جا ڪتاب ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿيا ۽ هو نوبل پرائيز جو اميدوار ٿيو، پر هن جي يونان سان اجنبيت وڌندي رهي. 1930ع ۾ هن جي هموطنن هن تي مقدمي هلائڻ جو دڙڪو ڏنو. 1953ع ۾ چرچ هن کي جلاوطن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن فقط چيو، "اي خدا مان تنهنجي عدالت ۾ اپيل ڪيان ٿو." هو 26 آڪٽوبر 1957ع تي جرمنيءَ ۾ مري ويو.

## ڪافڪا (1883ع کان 1924ع تائين)

آسٽرو - جرمن ناول نويس ۽ ڪهاڻيڪار جو پراگ جي هڪ سرمائيدار يهوديءَ جو پٽ هيو. ڪجهہ وقت ادب ۽ طب جو مطالعو ڪري، هن قانون ڏانهن رخ رکيو، جنهن هن جي خانگي زندگيءَ ۾ ڪافي واندو وقت ڇڏيو، جنهن ۾ هو ادب تخليق ڪري سگهيو. (قانون تہ منهنجو بہ پيشو هو، پر مون کي واندو وقت ڪونہ هو ۽ راتين جون راتيون جاڳي، مون ادب جو پيڇو ڪيو.) هن پراگ جي جامعہ ۾ قانون ۾ ڊاڪٽوريٽ ڪئي، پر ان کان پوءِ هو هڪ نيم سرڪاري انشوئرنس ڪمپنيءَ ۾ ڪلرڪ ٿيو. پوئين ڏينهن هن کي اهڙي پورهئي مان گذارو هڪ نہ سهڻ جهڙو بوجهہ لڳو ۽ هو ان مان جند ڇڏائي، برلن جي ٻهراڙيءَ ۾ رهڻ لڳو ۽ ساهتيہ جي رچنا ۾ جنبي ويو. 1914ع ۾ هن جو مڱڻو ٿيو، پر اهو ٽوڙي ڇڏيائين ڇو جو هو شاديءَ کي منهن ڏئي نہ ٿي سگهيو. هن جا ناڪامياب معاشقا، هن جا پنهنجي پيءُ سان تعلقات، جنهن پاڻ کي ٿاهيو هو ۽ جنهن کي پنهنجي پٽ جي ادبي تخليق جي پرواهہ نہ هئي، هن جي متزلزل نہ ٿيندڙ دانشورانہ ديانتداري، هن کي هڪ نفسياتي مريض بڻائي ڇاهي وڌو. هن کي سلهہ بہ ٿي پئي هئي. هو ڪجهہ وقت سئنئي ٽوريم (صحت گاهہ) ۾ بہ هئو. 1918ع ۾ جنگ جي خاتمي کان پوءِ ڏڪار ۽ بک هئي، جنهن هن جي حالت ويتر خراب ڪري ڇڏي ۽ هو 1924ع ۾ مري ويو. جيتوڻيڪ هو زيڪ (Czech) هو، ڪافڪا پنهنجا ڪتاب جرمن ٻوليءَ ۾ لکيا آهن، انهن مان ست هن جي زندگيءَ ۾ شايع ٿيا. 'مقدمو' هن جي موت کان پوءِ 1925ع ۾، 'ڪوٽ' 1926ع ۾، 'آمريڪا' 1927ع ۾ ۽ 'چين جي لنبي ديوار' 1927ع ۾ شايع ٿيو.

هن جا ڪتاب خانگي ڏند ڪٿا جي دنيا تخليق ڪن ٿا، جنهن جو منطق خواب

جهڙو آهي ۽ واقعا گنيپرتا سان لکيا ويا آهن ۽ جن ۾ مزاح ٻول بلاڙو، ڪِل جهڙو ۽ 'تڙ ريڊيو، سِسي ٻاڪري' وانگر آهي. هن 1919ع ۾ 'پيءُ ڏانهن خط' ڇپايا، جن ۾ پنهنجي پيءُ جي تسلط کان آزادي جي اجائي ڪوشش ڏيکاريل آهي ۽ انهيءَ ۾ هن گناهه جي موضوع ۽ خود تشڪيڪ جو محاصرو ڏيکاريو آهي. هن جي تحرير ۾ هڪ بنيادي مابعدالطبيعاتي خوف آهي، بي يقيني آهي ۽ علحدگي آهي. زندگي هن جي اهم ڪردار ڪي فقط برائي جي وچ ۾ چوندجي وٺي ڏٺي ٿي ۽ پڙهندجي لاءِ واجبي سبب ۽ حيثيت گُهر ڪري ٿي ۽ معنيٰ لاءِ هڪ اکٽ تلاش کي اياري ٿي، جنهن لاءِ پڙهندڙ کي چڱيءَ طرح سمجهڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي. هن جي ڪهاڻي 'فتويٰ' (1912ع ۾) ۾ هڪڙو پٽ پنهنجي موت جي سزا ڪاٽي ٿو، سزا جا هن جي پيءُ هن کي ڏني آهي ۽ اها ڪهاڻي سماجڪ سوڀ جي ڪيتري نه ڀانڊي آهي ۽ پان پان تي ڪري ۽ اُن جي شروعاتي ٿي سنسني سان آهي. 1915ع ۾ هُن 'ڪايا پلٽ' (The metamorphosis) ڪهاڻي (ٽن حصن ۾) لکي، جنهن کي بي پناهه منطق آهي ۽ جنهن جو اثر هيرو جي پوري خاندان تي پوي ٿو، جيڪو هڪ انوکيءَ ڪايا پلٽ ڪري هڪ ڏاڍو وڏو جيت بڻجي وڃي ٿو. ان ۾ ڪافڪا هن جو ۽ هن جي خاندان جو رِدعمل ڏيکاري ٿو. پهرين هو ڏهڪايل آهي، پوءِ پلو آهي، بُرو آهي، ڪاوڙيل آهي، ڏڪاريندڙ آهي ۽ انت ۾ بي پرواهه آهي. اها هڪ ڳري گهر ۾ پوت پريت جي واسي جهڙي تمثيل آهيُ، ڏهڪائيندڙ درشٽانت آهي.

ڪافڪا جا 3 ناول، جيڪي سڀ اڌ ۾ رهجي ويا، هن جي موت بعد شايع ٿيا، جنهن ۾ سڀ کان اهم 'مقدمو' آهي جو 1925ع ۾ ڇپيو. ان ۾ هيرو جي گرفتاري ۽ هُن تي ڪارروائي، جنهن جي سمجهاڻي ڏٺي نٿي سگهجي. ڪنهن غئبيءَ اختياريءَ جي تصوير پيش ڪري ٿي ۽ هڪ فرد جي وجود جي تصور کان انڪار جي هڪ آڳو پيڇو نه ڳڻيندڙ ڪوشش آهي. 1926ع ۾ 'ڪوٽ' (The castle) ناول ڇپيو، جيڪو پنهنجي وجود جي وڏيڪ تلاش لاءِ عذر آهي ۽ ڪنهن فرضيءَ اعليٰ اختياري جي اسرار ۾ پيهڻ جي اَمٽ ڪوج آهي، جو ذري گهٽ اَپهچ آهي ۽ افسرشاهيءَ جي مشين جي مونجهاري ۾ ڦاٿل ۽ گند گوڙ آهي. 'ڪوٽ' ۾ انهيءَ دنيا جي اُپٽار آهي، جتي هڪ جٽو، هر جاءِ حاضر، جهانسي باز ۽ گمنام قوتن خلاف جدوجهد ڪري ٿو، جي هن جي هر قدم کي طئي ڪن ٿيون ۽ اُن جي مخالفت به ڪن ٿيون.

## ڪاليداس (400ع)

سنسڪرت جو شاعر ۽ ڊراما نويس. چندر گپت II ڪمار گپت I جي دؤر ۾ شهرت حاصل ڪيائين. (375ع کان 450ع تائين) هندستان جي درباري تهذيب ۾

چوٽيءَ تي هيو. هن جا ڪل ڇهه ڪتاب آهن، جنهن مان پهريون ڪتاب 'ميگهه دت' (اهو بادل جيڪو پيغام رسائي) آهي، جنهن ۾ هندستان جو فطري منظر نهايت ترنم سان چٽيو ويو آهي ۽ سنسڪرت جي ساهتيه جا ٻه وڏا رزميه نظم 'ڪمارا جو جم'، جو شو ۽ پاروتيءَ جو پيار ۽ انهن جي پٽ يُدّ جي ديوتا ڪمارا جي باري ۾ آهي. ٻيو 'رگهو ونش' جو رگهو ڪُل جي باري ۾ آهي ۽ جنهن جو اتساهه هن کي راماڻ مان مليو. ڪاليداس جي ناٽڪن ۾ مالا وڪا ۽ اگني مترا دربار جي پيار جي طور طريقن جي باري ۾ طربيه نظم آهن. وڪرم اُروشي ۾ پراڻي پيار جي ڪهاڻي پُرو راواس ۽ اُروشي جي باري ۾ آهي. هن جو شاهڪار جنهن کي گوئٽي به ساراهيو آهي، سو شڪنتلا آهي، جنهن ۾ دشينت نالي هڪ راجا پٽ جي اثر هيٺ پنهنجي زال کي وساري ٿو ڇڏي ۽ آخر ۾ هن کي پنهنجي منڊي ڏسي سڃاڻي ٿو. مون پنهنجي نثر ۽ نظم ۾ بار بار ڪاليداس جو ذڪر ڪيو آهي. منهنجيءَ نظر ۾ هن ننڍي کنڊ جا ٽي وڏي ۾ وڏا شاعر ڪاليداس، ڀٽائي ۽ ٽئگور هيا.

## ڪانٽ

اِمينيوئل ڪانٽ جرمنيءَ ۾ 1724ع ۾ جنم ورتو ۽ 1804ع ۾ وفات ڪري ويو. هن جا فلسفي تي ڇهه اهم ڪتاب آهن، جن ۾ اهم ترين The critique of pure reason (عقلِ محض تي تنقيد) آهي. هن جي مشهور چوڻي آهي: "اعليٰ ترين شيءِ جا انسان حاصل ڪري سگهي ٿو، اِها امن آهي، هڪ سَرهوُ روح آهي ۽ پنهنجي ذات سان هڪ اندرئين مٺ محبت ۽ ناهه آهي، جيڪو ڪوئي به غصو ڦِٽائي نه ٿو سگهي."

ڪانٽ کي فرينچ انقلاب ۾ ڀروسو هيو ته اُهو امن جو دؤر آڻيندو. هو نيپولين جي دؤر تي ڳاڙهي ٻاک کان اڳتي ڏسي نه سگهيو، پر شايد هُن ان کان اڳتي ٻي ڏينهن ڏانهن ڏٺو هو. جڏهن هر حڪومت کي هڪ آئين هوندو ۽ جنگ جو شهرين جي عوامي راءِ کان سواءِ اعلان نه ڪيو ويندو ۽ هن کي اميد هئي ته دنيا ۾ امن تڏهن ايندو جڏهن حاڪم ۽ آمر، جيڪي پاڻ کي حڪومت جا والي سمجهن ٿا، هڪ ماضيءَ جي ڳالهه ٿي ويندا ۽ جڏهن هر ماڻهو کي جائز عزت ملندي ۽ هو ڪنهن ڳالهه جو ذريعو نه پر پنهنجي جاءِ تي مقصد سمجهيو ويندو ۽ جڏهن قومن کي اها سمجهه ايندي ته اِهو انسان جي عظمت جي خلاف آهي ته هن کي ڪنهن به ڳالهه لاءِ هٿيار ڪري اُستعمال ڪيو وڃي. ڪانٽ پنهنجي فلسفي جي تلاش ڪندي ڪوشش ته خدا کي حاصل ڪرڻ جي ڪئي هئي، پر هن کي انسان ملي ويا. ڪاش! منهنجو دوست يوسف شاهين، جنهن تازو 'فاتحين جي دنيا' جهڙو هڪ سٺو ڪتاب لکيو آهي، ڪانٽ جي فلسفي جو مطالعو ڪري ها!

## ڪِرٽو (Crito)

سقراط تي ڪارروائيءَ کان پوءِ موت جي سزا جي باري ۾ افلاطون جي لکيل مڪالمي جو هڪ ڪردار هيو. چوٿين صديءَ قبل از مسيح ۾ ڪِرٽو وارو منظر ايٿنس جي قيدخاني ۾ آهي، سقراط جي موت کان 2 ڏينهن اڳ.

سقراط تي ڪارروائيءَ، ڪِرٽو کي، جو سقراط جو پراڻو دوست هيو، چرڪائي وڌو ۽ هو صبح جو قيدخاني ۾ آيو، جيئن هو سقراط جي فرار لاءِ پوئين ڪوشش ڪري. هن جي خيال ۾ سقراط کي اولاد پيدا ڪرڻ ٿي نہ گهربي هئي، جيڪڏهن هن کي موت جو ايترو انتظار هيو؛ ۽ نہ وري هن کي ائين پنهنجي گهٽگهرن لاءِ خواريءَ جو سبب ٿيڻو هو، جيئن هو ضرور ٿئي ها، جي هو پنهنجي موت کان فرار حاصل نہ ڪري ها. جو تہ ماڻهو ائين چون ها تہ هُن جا دوست هن کي بچائي نہ سگهيا ۽ هن جي قيدخاني جي داروغي کي رشوت ڏئي هن جي فرار جو انتظام نہ ڪري سگهيا ۽ ڪو بہ ان ڳالهہ ۾ اعتبار نہ ڪري ها تہ هُن پنهنجو انت پاڻ آڻڻ تي چاهيو. سقراط ڪِرٽو کي چيو تہ هن کي برائي اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ نہ گهرجي ۽ اها ڳالهہ هڪ فرد سان بہ ايترو لاڳو هئي، جيئن ڪنهن ملڪ سان. هن وڌيڪ چيو تہ جي هو پڇي ويندو تہ هن جي پاڇ برائيءَ اڳيان ڪنڌ جهڪاءَ جيئن سمجهي ويندي ۽ جيڪڏهن هو انهيءَ بي انصافيءَ خلاف پنهنجي خفگي يا چڙ ڏيکاريندو، جا هن سان ڪئي وئي آهي تہ هو اهڙي قانون جي پاڙ پٽي سگهندو يا گهٽ ۾ گهٽ، هن کي ايتريءَ حد تائين بچڙو ڪري سگهندو، جيترو بہ ڪري سگهي ٿو؛ پر جي هو پڇي ويو تہ هو اها ڳالهہ ثابت ڪندو تہ هن تي جي الزام هنيا ويا هيا، سچا هيا. جيتوڻيڪ هو بي ڏوهي هيو. هن وڌيڪ چيو تہ هن کي اها ڳالهہ ڪرڻ گهرجي جا صحيح هجي ۽ ان لاءِ پنهنجي دوستن جي نيڪ ناميءَ جو ۽ ٻارن جي تعليم جو خيال نہ ڪرڻ گهرجي. ڪِرٽو، افلاطون جو ننڍي ۾ ننڍو مڪالمو آهي، پر هڪ شاهڪار آهي، پهرين سين کان وٺي، جنهن ۾ ڪِرٽو خاموشيءَ سان انتظار ڪري رهيو آهي سقراط جي پرسان، جو ننڊ ۾ آهي ۽ هن جا لفظ ٻڌي هو سوچي رهيو آهي تہ ڪهڙو جواب ڏئي! انهيءَ حصي جو مقصد اهو آهي تہ اهي ماڻهو جيڪي چئي رهيا آهن تہ سقراط هڪ چڱو شهري نہ آهي، اُنهن کي ڏيکاريو وڃي تہ ايٿنس جي سيني شهرين مان هُو ئي فقط هڪ آهي جو قانون جي عزت برقرار رکڻ لاءِ موت قبولي رهيو آهي. بهرصورت هن تاريخ جي باب جي ۽ گفتگوءَ جي حقيقت پڪ سان چئي نہ ٿي سگهجي. باقي پوئين گفتگو مهاڳ ۾ ڏني وئي آهي.

## ڪيرڪي گارڊ (Soren Kierkegaard) (1813ع - 1855ع)

ڊينمارڪ جو اهل - معرفت، مفڪر ۽ وجوديت جي فلسفي جو پيشرو هيو. هن وجود جو تصور ائين ڏنو جڻ اهو محدود ۽ لامحدود، عارضي ۽ دوامي جي وچ ۾ آميزش

هئي. هو ڪوپن هيگن ۾ 5 مئي 1814ع تي ڄايو هو. هو پيءُ ماءُ جو ستون ۽ آخرين ٻار هو. هن جي پيءُ ڪافي چڱي چوکي مُوڙي ڇڏي هُئي. ۽ اِن لاءِ هُو سندس تورائتو هيو. هن کي پيءُ مذهبي زندگيءَ جي تربيت، منطقي گفتگوءَ ۾ مهارت، ۽ غم ۽ اندوهہ لاءِ رغبت ڏني هئي جا هن جي روُمَ روُمَ ۾ رمي رهي هئي. ڪيرڪي گارڊ جا يونيورسٽيءَ ۾ اوائلي سال پُر واقعات نہ ها. 1938ع ۾ هن جي پيءُ جي وفات هن جي زندگيءَ جو هڪ قطعي واقعو هئي. هن جو اُڇاترو، بي ترتيب ۽ بي مقصد مطالعو پورو ٿيو ۽ ٻہ سال پوءِ هن فقه ۾ يونيورسٽيءَ جو امتحان پاس ڪيو. هن جي مشهور مقالي، 'هِجوَ جي باري ۾ ويچارَ' هنِ کي ايم. اي جي ڊگري ڏياري ۽ اُهو مقالو 1841ع ۾ شايع ٿيو.

مارچ 1841ع کان 1842ع تائين هن برلن ۾ تيام ڪيو، جتي هُن فلاسافر شيلنگ جا ليڪچر ٻُڌا ۽ اُن وقت حاضرين ۾ بڪونن، لُدوِگ فيور باخ ۽ فريڊرڪ اينجلس بہ موجود هيا، پر ڪيرڪي گارڊ شيلنگ جي تعليم مان ڪجهہ بہ نہ پرايو. 1843ع کان هن جي وفات تائين ڪيرڪي گارڊ جي زندگي هن جي ڪتابن ۾ ئي ملي سگهي ٿي. 1843ع ۾ هن 'پڇتاوَ، يَوَ ۽ ڪنبڻيءَ' تي، ڪتاب ڇپايو، ۽ اُن سان گڏوگڏ هن 9 مذهبي تقريرون ٽن حصن ۾ ڇپايون. 1944ع ۾ هن جون 9 تقريرون ٻيون بہ ڇپيون. 1843ع ۾ هن جون ٽي ٻيون تقريرون ڇپيونِ. 1845ع ۾ ڪيرڪي گارڊ جو فلسفي تي عظيم ترين ڪتاب، ٻين ڪتابن وانگر مصنف جو نالو ڇُپائي Con-cluding unscientific post script (غير سائنسي قلم تازو پورو ڪجي ٿو) ڇپيو. اُن ڪتاب جي اِشاعت سان ان جي مصنف جو راز کُلي پيو. ڪيرڪي گارڊ سوچيو تہ سچو ڪرستان ڪيئن ٿيان. هڪ بي مثال مهارت سان ڪيرڪي گارڊ زندگيءَ جا ٻہ الڳ الڳ ويچارَ ۽ اُپاوَ. زندگيءَ جي مختلف طور طريقن ۾، جن ليکي ڏيکاريا ۽ اُنهن کي ڪافي تسلسل ڏنو. اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ مسيحي طِرز زندگي جماليات مان ٻاهر نڪرڻ سان حاصل ٿئي ٿي، ۽ اُن جو راز اخلاقيات ۾ آهي، جو ئي آخري طرح مسيحيت جو رستو آهي. ڇيو ويو آهي تہ هن جي ادب ۾ يقين، حق، الهام ۽ عقل جي پوري پوري ۽ درست معنيٰ آهي. انِ ۾ هيگل تي بہ واضح تنقيد آهي تہ فيسلوفائي تصوّريت (idealism) تي بہ. هن جا ٻيا ڪتاب بہ 1846ع، 1848ع ۽ 1852ع ۾ ڇپيا جن ۾ پنهنجي دؤر جي مسيحيت تي ڪڙي تنقيد هئي. 1852ع واري ڪتاب ۾ وعظ نہ هيا ۽ اُهو مسيحيت جا سڀ قسم وائکا ڪري ٿو.

بهرصورت هن جو مذهبي جهاد جاري رهيو. سيپٽمبر 1855ع ۾ هن سمجهيو تہ هن پنهنجو دؤر پورو ڪيو هو، هو آڪٽوبر ۾ بيمار ٿي پيو ۽ 11 نومبر 1955ع تي گذاري ويو.

مون انگريزيءَ ۾ تصوف جو ڪوبہ ڪتاب نہ پڙهيو آهي، جنهن ۾ ڪرڪي گارڊ

جو ذڪر نمايان طرح نہ ڪيو ويو آهي. هُن ابسين، مائڪل ڊي يونامُنو، ائنٽن چيخوف*، نڪولائي برڊييف(Nikolai Berdyev) ۽ ٻين ڪيترن تي اثر ڇڏيو آهي.

ٻنهي مهاڀاري لڙاين جي وچ ۾، جرمني ۽ فرانس ۾ وجوديت (Existentialism) جو فلسفو اُڀريو ۽ ان جي ٻن طرفدارن مارٽن هيڊگر (Martin Heidegger) ** ۽ ڪارل جيسپرس (Karl, Jaspers) *** ٻنهي تي هن جو اثر نمايان آهي. جن تي هن جو اثر نہ هو، مثال سارتري ۽ ٻيا ڪيئي اديب انهن کان پوءِ اڳتي آيا ۽ وجوديت جي فلسفي تي حاوي ٿي ويا ۽ وجوديت جي ادبي تحريڪ تي هن ڊين فلاسافر جو اثر نہ آهي.

## ڪرنسٽافر اشروڊ (Christopher Isherwood) (1904ع کان 1986ع تائين)

برطانوي ناول نگار ۽ ڊراما نويس، هن جو ڪتاب "Mr. Norris changes trains" (مسٽر نارس ريلون بدلائي رهيو آهي)، جيڪو نازي ازم جي باري ۾ هيو، جيڪو مون تڏهن پڙهيو هو، جڏهن منهنجي عمر 23، 24 سال هئي ۽ مون تي ڏاڍو اثر ڪيو هيائين، ڇاڪاڻ جو ان ۾ نہ رڳو هڪ ظالم سماج ۾ هڪ دانشور ڪردار جي دلڪش عڪاسي ڪئي وئي هئي، پر ان ۾ هن جلاوطن جي زندگي جا خاڪا پيش ڪيا ها، جيڪي ويمر (جرمن ريپبلڪ) ۾ تباهہ ٿي رهيا هيا، جنهن وقت هٽلر جي نازي ازم ايري رهي هئي. هن جو ڪتاب Good bye to Berlin (برلن کي الوداع) ڏاڍو مشهور آهي، جو 1939ع ۾ ڇپيو هو ۽ اهو بہ نازي جرمني جي باري ۾ آهي. ان کان اڳ هن 1938ع ۾ پنهنجي دوست آڊن سان چين جو سفر ڪيو هو، جنهن جو ذڪر هن جي ڪتاب Journey to War (ميدان جنگ ڏانهن) ۾ ڪيل آهي.

هو بعد ۾ آمريڪا هليو ويو هو ۽ 1946ع ۾ آمريڪي شهري بڻيو هو. اُتي هن تي جديد دنيا جو جادو ٽُٽي چڪو هو ۽ هو ويدانت ۾ پاسيرو ٿي ويو هو. هو هالي ووڊ، ڪئلي فورنيا ۾ سوامي پربو آنند جي حلقي ۾ آيو هو ۽ هن سان ڀڳوت گيتا جي ترجمي ۾ تعاون ڪيو هيائين جا 1944ع ۾ ڇپي. 1964ع ۽ 1965ع ۾ اشروڊ ڪئلي فورنيا يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر هيو. هن انهيءَ کان پوءِ بہ 1976ع تائين پنج ٻيا ڪتاب بہ لکيا. هو سانتا مونيڪا ڪئلي فورنيا ۾ 4 جنوري 1986ع تي مري ويو.

---

* اِبسين (هينرڪ)؛ (1828ع کان 1906ع تائين) جديد ڊراما جو باني. ڏاکڻي ناروي ۾ ڄائو هو.
مائڪل ڊي يونامُنو؛ (1864ع کانْ 1936ع تائين). هسپانوي فلسفي. ويهين صديءَ جو وڏو منفرد مفڪر.
ائنٽن چيخوف؛ (1904ع کان 1960ع تائين). روسي ڊراما نگار ۽ ڪهاڻي نويس.
** مارٽن هيڊگر؛ (1889ع کان1976ع تائين). فلسفي ۽ خاص ڪري وجوديت جي فلسفي ۾ اهم ڪردار ادا ڪندڙ.
*** ڪارل جيسپرس؛ (1883ع کان 1976ع تائين). با اثر جرمنيءَ جو وجودي فيلسوف.

## گاڊون - وليم (1756ع کان 1836ع تائين)

انگريز سياسي مفڪر ۽ عالم هيو. هو انسان جي خيالي (Utopian) هڪجهڙائي جو قائل هو، جنهن کي مارڪسوادي 'پيٽي بورجوا هڪجهڙائي' ڪوٺيندا آهن. هو باقائدي تعقل پسند 1780ع ۾ ٿيو. هن سماجي ماحول ۽ اخلاق کي اوليت ڏني. هن حق - ملڪيت جي ترديد جي بہ حمايت ڪئي ۽ ساڳي وقت سياسي اختيار جي خاتمي جي بہ. هن جو آدرش اهو سماج هيو، جنهن ۾ پيداوار جا باني بنهہ آزاد هجن، جن کي ننڍين پنچائتن ۾ منظم ڪيو وڃي. مارڪسوادي چوندا آهن تہ هن کي اهو اشتراڪي اصول تہ، "هر ڪنهن کي پنهنجي گهرج آهر ڏنو وڃي" پسند هيو پر اينجلس هن کي سماج دشمن ڪوٺيو هو، ڇو تہ گاڊون نراج واد جي نظرئي جي پنيرائي ڪئي.

## گوا

1961ع تائين هندستان جي اولاهين ساحل تي هڪ پورچگيز ڪالوني هئي، جا پوءِ هندستان آزاد ڪرائي. 1971ع ۾ اتي 8 لک 60 هزار ماڻهو رهندا هيا، پر ٻن هزارن کان سواءِ سڀئي هندو هيا. هينئر تہ ان جي آدمشماري ان کان گهٽجي تي وئي آهي. اقتصادي طرح شروع کان گوا جو دارومدار هندستان تي رهيو آهي. ڪانگريس پورچيگيزن کي گوا مان عدم تشدد ذريعي ۽ اقتصادي ناڪابندي سان ڪڍيو هو.

## گوئٽي (1759 کان- 1832ع تائين)

جرمن شاعر، ناول نويس، ڊراما نگار ۽ فطرت جو فلسفي هيو. هن جي شاعري ۾ عشقيہ، رزميہ ۽ غزليہ شاعري آهي ۽ هن جي ڪليات ۾ شاعريءَ کان سواءِ ڊراما، ناول، ڪهاڻيون ۽ سرگذشتون آهن. هن جي ادبي شهرت 1771ع کان 1773ع تائين ڄمي وئي، جڏهن هن شيڪسپيئر وانگر هڪ ناٽڪ لکيو، جنهن ۾ هڪ مردانگيءَ وارو خوددار هيرو هيو. جنهن کي پنهنجي دؤر سڃيل، ٽڪل ٽُٽل ۽ ڏيئي وٺي بيٺل ڪري وڌو هو. ان کان پوءِ هن پنهنجو مشهور ڪتاب 'ڳيرو وردر جو ڏک ڏنج' (The sorrows of young verther) 1774ع ۾ لکيو، جو نهايت ڪامياب ويو. ان ۾ هڪ ٻاهرئين ماڻهوءَ جي ڪردار نگاري ڪئي وئي، جنهن جي لاءِ دنيا ۾ ڪائي جڳهہ ڪانہ هئي. هن 1875ع ۾ ويمر * ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ ڦيريون ڦيرو اٽليءَ ۾ 1886ع کان 1888ع تائين رهيو. گوئٽي پاڻ ۾ وڏو استحڪام ۽ اعتدال پيدا ڪيو ۽ هن جي عشقيہ شاعري ۾ يونوچ سمنڊ جي ڪشادگي، قدر شناسي ۽

* ويمر: جرمنيءَ جو اهو شهر جتي گوئٽي پوريل آهي.

ڪلاسيڪي قدر آهن جا هن 1788ع کان 1790ع تائين ڪيا. پوءِ هن شعر ۾ ناٽڪ لکيا، جن جي هيرو جي داخليت ۽ حساسيت هن جي شاعرانه اظهار ۾ ملي ٿي. 1790ع ۾ سندس جرمن شاعر شلر* سان دوستي ٿي، جنهن هن جي شاعريءَ کي اُتساهيو ۽ هن هڪ نئون ناول بہ مڪمل ڪيو، جنهن ۾ انسان جي ذاتي ترقيءَ جي امڪانن جو سماجي ذميداريءَ سان واسطو ڏيکاريل آهي. هن جي ناول 'دردناڪ جراحت پذيري' ۾ ڏيکاريل آهي تہ ڪئن عشق جي عُنصري قوت ازدواجي زندگيءَ جي ترتيب کي ڏانوان ڏول ڪري ٿي ۽ جا خود قربانيءَ ۽ ترڪ سان بہ وس نہ ٿي اچي. گوئٽي جو شاهڪار ڊراما 'فائوسٽ' ٻن حصن ۾ آهي، جنهن جي تخليق ۾ هو 1770ع کان 1831ع تائين مصروف رهيو. هن ۾ هن جي زندگيءَ ۾ سُپن – درسن جي آؤسراڻ آهي، جا طربيہ بہ آهي ۽ الميہ بہ ۽ ان ۾ رقت انگيزي، حاضر جوابي ۽ طنز بہ آهي. ان ۾ هيرو جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ ۾ تجربي لاءِ مسلسل ڪوشش ڪئي وئي آهي ۽ هن جي علم لاءِ اُڃ ۽ برائيءَ جي قوتن لاءِ للڪار بہ آهي، جي ڪنهن ٿي هن جي تباهيءَ جو باعث ٿين ٿيون. اهي سڀ ڳالهيون الاهي رضا ۾ آهن ۽ عشق جي قوت ۾ بہ اضافو ڪري ان کي آخري نجات ڏانهن بہ نين ٿيون.

گوئٽي جيتوڻيڪ هڪ اديب ۽ شاعر جي حيثيت ۾ سڃاتو ويندو آهي، پر هو مصوري بہ ڪري سگهندو هو ۽ هڪڙو ڪامياب ٿيٽر ڊائريڪٽر بہ هو. هن جو آرٽ ۽ سائنس، ٻنهي جو علم نهايت گهرو ۽ وسيع هو. ڪنهن ڪنهن مهل هن کي آخري آفاقي انسان چيو ويندو آهي.

علامہ اقبال تي هن جو ڏاڍو اثر هيو، جنهن بانگِ درا ۾ هڪ نظم ۾ لکيو هو:

گلشنِ ويمر مين تيرا همنوا خوابيده هے

مون کي گوئٽي تي سوچي غالب جو شعر ياد ايندو آهي:

سب کهان کچھ لاله و گل ۾ نمايان هوگئين
خاک ۾ کيا صورتين هونگي کہ پنهان هوگئين

## گئريبالڊي (Garibalidi)

هو اطالوي شاعر ليوپارڊيءَ جو همعصر هو. هو اطالوي سپاهي، محب وطن ۽ انقلابي هوا ۽ هُن اٽليءَ جي اتحاد ۾ مرڪزي ڪردار ادا ڪيو. هو نائيس (Nice) ۾ 1807ع ۾ ڄائو هو جا فرانس جي حد اندر هئي، پر اها 1815ع ۾ اطالوي حڪومت کي ڏني وئي هئي. هو پهريون وڪر جي ٻيڙين تي خلاصي هوندو هو، جي يونوچ سمنڊ کان ڪاري سمنڊ تائين هاڪاريون ونديون هيون. جوانيءَ ۾ پنهنجي جهاز جو ڪماني هيو. 1833ع ۾ هن جي مئزنيءَ سان ملاقات ٿي، جنهن جي انقلابي قوميت هن جي

تصور کي اڳيئي گرمايو هو. پوءِ گئريبالڊيءَ، مئزنيءَ جي تحريڪ 'نوجوان اٽليءَ' ۾ شريڪ ٿيو، جنهن جو مقصد اٽليءَ تي ٻاهرين حڪومت کي ختم ڪرڻ ۽ اٽليءَ کي متحد ڪرڻ هو. گئريبالڊيءَ آرماڙ ۾ شامل ٿيو، جيئن ان ۾ بغاوت ڦهلائي سگهي. 1834ع ۾ هن جي سازش پڪڙجي پئي ۽ هن کي هن جي غير حاضريءَ ۾ موت جي سزا ڏني وئي. هن ڪيئي سال جلاوطنيءَ ۾ ڏکڻ آمريڪا ۾ گذاريا، ۽ 1830ع کان 1841ع تائين هو زئوگرانڊيءَ * جي باغي حڪومت سان گڏجي برازيل جي سلطنت خلاف وڙهيو. 1842ع ۾ پنهنجيءَ زال انيتا سان گڏ مانٽي وڊيو، اُرگئاءِ ** ويو جتي هو ٻي خانہ جنگيءَ ۾ وچڙي ويو. هن هڪ اطالوي فوج جو بنياد وڌو ۽ ڪيئي جنگيون ڪيون ۽ رومانوي جوڪا ڪنيا ۽ پنهنجي سورهيائيءَ سبب مشهور ٿيو. 1848ع ۾ هو اٽليءَ موٽي آيو، جو اُتي انقلابن جو سال هيو. اُتي هو آسٽريا خلاف مِلان جي جمهوريت لاءِ جنگ ۾ وڙهيو. ٻي سال هن تازو فرانس جي خلاف ناهيل رومن جمهوريت جي دفاع کي ترتيب ڏني. اُتي جڏهن هن جي هار ٿي تہ آسٽريا، فرانس، اسپين ۽ نيا پاليٽن قوتون هن جي ڪڍ پئجي ويون. ان کان پوءِ هن جي زال انيتا مري وئي ۽ هن کي پڪڙي جلاوطن ڪيو ويو. 1850ع ۾ هو نيويارڪ ويو، جتي هن موم بتين جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪيو ۽ اُتان پوءِ ڏکڻ آمريڪا ۽ چين سوداگريءَ جي بحري جهاز ۾ ويو. 1854ع ۾ هن کي گهر موٽڻ ڏنو ويو، جڏهن هو پنهنجي جواني جلاوطنيءَ ۾ گذاري چڪو هو، تڏهن هن جو مئزنيءَ ۽ جمهوريت پسندن سان جهيڙو ٿي پيو، هن پائيڊمانٽ *** (Piedmont) جي بادشاهہ امئينوئل سان ناهہ ڪيو، بشرطيڪ هن اٽليءَ جي الڳ الڳ هنڌن کي متحد ڪرڻ لاءِ تحريڪ هلائي. اهڙي طرح ڪوششون ڪندي، نيٺ جڏهن پائيڊمانٽ، آسٽريا ۽ فرانس خلاف جنگ ڇيڙي، تہ گئريبالڊيءَ هڪ فوجي حصي جو سربراهہ مقرر ڪيو ويو. جنگ تڏهن ختم ٿي جڏهن هن اٽليءَ جو شهر لومبارڊي اٽليءَ ۾ شامل ڪيو، پر ڪجهہ حصا اڃان آسٽريا سان رهيا. لومبارڊي، ڪيور **** (Cavour) سان رستو چني ڇڏيو. سيپٽمبر 1859ع ۾ هو فلارنس ويو، جتان هن روم تي ڪاهہ ڪئي، جيئن پوپ جي دنيوي اقتدار کي ڌڪ ڏئي.

1860ع ۾ گئري بالڊي ڪيوَر فرانس کي نائيس (Nice) ڏئي ڇڏي جو گئريبالڊيءَ جو اباڻو شهر هو. ان تي ڪاوڙجي هن فقط هڪ هزار 'ڳاڙهي ورديءَ' واري فوج وٺي سِسليءَ تي ڪاهي آيو، جتي اڳيئي فرانس جي خلاف بغاوت ٿي چڪي هئي. هڪ عجب جهڙيءَ مُهم کان پوءِ، گئريبالڊيءَ، سِسليءَ کي متحد ڪيو (فرانس جي

* زئوگرانڊي: برازيل جي ڏاکڻي رياست جنهن جي ايراضي 108952 ميل آهي.

** مانٽي وڊيو اُرگئاءِ: ڏکڻ آمريڪا جو هڪ اوچو ۽ تمام وڏو چراگاهہ. مانٽي وڊيو اُروگئاءِ جي گادي آهي،

*** پائيڊ مانٽ: اٽلي جو ٻيو وڏي ۾ وڏو شهر جتان اٽليءَ کي متحد ڪرڻ لاءِ تحريڪ شروع ڪئي وئي.

**** ڪيور: اٽليءَ جو مدبر جو 1810ع کان 1861ع تائين هيو.

قبضي ۾ ٻه سسليون ۽ نيپلس هئي) ۽ اُن کي پنهنجيءَ شخصيءَ آمريت هيٺ آندو. هو پوءِ مهاديپ تي ڪاهي آيو ۽ نيپلس فتح ڪيائين. نيٺ هن تي ايترو دٻاءُ پيو جو هن پنهنجي سِسلين جي آمريت وڪٽر امئنيوئل* (Victor Emmanuel) کي ڏني ۽ نيپلس به ڇڏي ڏنائين. هن جي اتحاد لاءِ ايتري ڪوشش ڏسي، نئين اطالوي حڪومت گئريبالڊيءَ کي وينس ۽ روم تي ڪاهڻ لاءِ همٿايو. 1862ع ۾ هن آسٽريا ۾ آلپس پهاڙ جي انهيءَ ايراضيءَ تي حملو ڪيو، جنهن جي اٽلي دعويٰ ڪري رهي هئي. ان ڪان پوءِ هن سِسليءَ ڪان روم ڏانهن ٻيو ڪوچ ڪيو، پر اطالوي حڪومت سفارتي سببن جي ڪري ڇرڪي وئي ۽ فوج سان ڇڪرٽيءَ ۾ گئريبالڊي ڦٽجي پيو. 1886ع ۾ هن ٻيهر پاڻ مرادو آچيل سپاهين سان آسٽريا تي حملو ڪري ڪجهه ڌرتيءَ ٽڪرو اٽليءَ لاءِ حاصل ڪري پاڻ ملهايو. ٻي سال وري حڪومت هن کي روم تي قبضي ڪرڻ لاءِ همٿايو، پر پوءِ هن سان دغا ڪئي ۽ فرانس کي ڇيڪ ڇڏيائون ته هُن کي شڪست ڏني. هن جي پوئين فوجي مهم اها هئي ته فرانس جي فوج سان گڏجي 1875ع ۾ پرشيا تي حملو ڪيو. اتي هن پنهنجو نالو ڪڍيو ۽ فرينچ قومي اسيمبليءَ تي چونڊيو ويو، جيتوڻيڪ هو اُن ۾ ڪڏهن به نه ويٺو. هو ڪجهه وقت اطالوي پارليامينٽ ۾ رهيو ۽ هميشه لاءِ عوامي زندگي ڪان ڪناره ڪشي ڪيائين ۽ حڪومت جي وظيفي تي گذارو ڪرڻ لڳو. پنهنجن پوين سالن ۾ هُن پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي. 2 جون 1882ع تي هو گذاري ويو. تلهي ليکي ڏسجي ته هو سائين جي.ايم.سيد وانگر آخر تائين وڙهندو رهيو، جيتوڻيڪ جي.ايم.سيد اهنسا وادي آهي ۽ گئريبالڊي دنيا جي عظيم ترين گوريلا جنرلن مان آهي. صحيح يا غلط، جي.ايم.سيد جي جنگ اجان جاري آهي. هن جي هر ڦرتيءَ گهرتي ۾ ڪاٽي ڳالهه مُنڍيءَ ۾ هيري جي ٽِڪ وانگر ڏيکاري ڏئي ٿي. هو گئريبالڊي ڪان عمر ۾ وڏو آهي ۽ اجان تائين ساهي نه پٽي اٿائين ۽ نه ڪنهن وظيفي تي گذر ڪيو اٿائين. گئريبالڊيءَ وڏو محب وطن هيو ۽ اڌ اٽلي پنهنجي بادشاهه لاءِ فتح ڪئي هيائين، پر هن کي بين الاقوامي لاڙا به هيا ۽ متحده يورپ ۾ اعتبار ڪندو هو ۽ هن پنهنجي قوت هڪ بين الاقوامي اُخوت لاءِ صرف ڪئي هئي. هو ڪو شاطر ماڻهو نه هو ۽ هن کي هڪ آدرش واديءَ ۽ ديانتدار سياست دان جي حيثيت ۾ سڃاتو ويندو هو. پنهنجي دؤر ۾ هو يورپ جو سيني ڪان وڌيڪ چاتل سڃاتل ماڻهو هو. 1861ع ۾ جڏهن متحده اٽلي وجود ۾ آئي تڏهن هُن انتها پسند ڪابي ڌر جو ساٿ ڏنو ۽ هن جو ان اٽليءَ جي باري ۾ جادو ٽٽي چڪو هو، جا هن پاڻ هٿن سان ٺاهي هئي. هن جي پنهنجي بئ صبريءَ، جا هن پارلياماني نظام لاءِ ڏيکاري، هُن کي آمريت جي طرف وٺي وئي ۽ عمر جي آخر ۾ هن پاڻ کي سوشلسٽ ڪوٺيو. هو چرچ جي خلاف هو، جا پوپ جي طاقت کي بچائڻ لاءِ متحده اٽليءَ جي مخالف هئي.

* وڪٽر امئنيوئل پيو: (1820ع کان 1878ع تائين) - سارڊينيا جو بادشاهه 1849ع ۾ ۽ اٽليءَ جو 1861ع ۾.

**لزسٽ** Liszt Franz Ferenc (**1811ع کان 1886ع تائين**)

هنگريءَ جو ڪمپوز ۽ پيانو هلائيندڙ هيو. هن کي پيانو جي باري ۾ Phenomenal powers هيا. جن موسيقيءَ جي دنيا ۾ ترتلو مچائي ڇڏيو.

**لينن** (**1870ع کان 1824ع تائين**)

ولادمير اِلِچ اليانوف هن جي ٻن نالن مان هڪ هيو. هو روس جو ڪميونسٽ اڳواڻ هو، جنهن جو جنم 22 اپريل 1870ع تي سمبرسڪ (هاڻي اُليانووسڪ) ۾ ٿيو هو، جو هڪ وولگا نديءَ تي صوبائي شهر هو. ٻيو فرضي نالو اين. لينن، هن پوءِ پاڻ تي رکيو ۽ انهيءَ نالي هيٺ ئي هُن جي شهرت ٿي. 'اين' لفظ نڪولائيءَ لاءِ مخفف سمجهيو ويو. لينن جو پيءُ جيڪو پبلڪ اسڪولن جو ڊائريڪٽر هيو، تنهن کي پنهنجي وفاداريءَ سان خدمت سبب ڪافي عرصي لاءِ زار خطاب ڏنو هيو. لينن جي ماءُ هڪ طبيب جي ڌيءَ هئي، ڪافي پڙهيل هئي ۽ چڱي موسيقار هئي. لينن هڪ وچولي گهراڻي جي خوشحال ننڍپڻ گذاري ۽ خاص ڪري پنهنجي ڀاءُ الينگزاندر سان ڏاڍي محبت هئي جو هن کان 3 سال وڏو هيو. 1879ع ۾ هو پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيو ۽ شروعات کان وٺي هڪ تمام سٺو شاگرد تسليم ڪيو ويو.

1886ع ۾ هن جو پيءُ مري ويو پر هُن جي خاندان کي پينشن ملندي رهي ۽ هن کي ڪجهه ذاتي ملڪيت مان به اُپت ٿي. ٻي سال 13 مارچ تي اليگزاندر کي سينٽ پيٽرسبرگ ۾(جنهن تي پوءِ لينن گراڊ نالو پيو هو) گرفتار ڪيو ويو، ڇاڪاڻ جو هو هڪ انقلابي گروهه ۾ شريڪ هو، جنهن زار اليگزاندر 3 جي قتل جي سازش ڪئي هئي. هن جي ڀاءُ جي موت هن جي خيالن تي گهرو اثر ڇڏيو پر اهڙي ڪا گواهي نه آهي ته هو ڀاءُ جي پلئه لاءِ انقلابي بڻيو. (جڏهن مان لينن گراڊ ويو هوس تڏهن مونکي زار جو اهو قيد خانو ڏيکاريو ويو هو، جتي نه صرف لينن جو ڀاءُ نظربند هيو پر ساڳي قيد خاني ۾ ٻيا به ڪيترائي ماڻهو قيد رکيا ويا هيا مثلاً مشهور ناول نويس دوستو وسڪي وغيره. دوستو وسڪيءَ کي به موت جي سزا ڏني وئي هئي ۽ جڏهن هن سان گڏ سازش ۾ شامل ٻين چئن ڏوهارن کي فائرنگ اسڪواڊ جي سامهون آندو ويو هو، تڏهن پهريون اُنهن چئن ڏوهارين کي گوليون هڻي ماريو ويو ۽ پوءِ دوستو وسڪيءَ کي گولي فائر ڪرڻ کان اڳ اکين تي پٽي ٻڌي ۽ اها ٿوري وقت بعد کولي، ڪيس ٻڌايو ويو هو ته زار هُن کي معافي ڏني آهي. انهيءَ واقعي دوستو وسڪيءَ تي ايترو گهرو اثر ڪيو جو هن جي ساري زندگي بدلجي وئي ۽ اُن کان پوءِ هن جيڪي ڪجهه لکيو ان ۾ مسيحيت کي انسان ذات جي نجات سمجهيو.)

لينن پنهنجي تعليم سمبرسڪ جي سيڪنڊري اسڪول ۾ برک اعزاز سان پوري ڪئي ۽ 1887ع جي آخر ۾ ڪازان يونيورسٽيءَ ۾ قانون پڙهڻ لاءِ داخلا ورتائين. 17

ڊسمبر تي هن کي يونيورسٽي بدر ڪيو ويو ۽ ڪازان جي هڪڙي ننڍي ڳوٺ ۾ جلاوطن ڪيو ويو، جتي هن جي خاندان کي ٿوري گهڻي ملڪيت هئي. اتي هو پنهنجي مائٽن ۽ دوستن سان رهندو هو، جيتوڻيڪ هن تي پوليس جي نظرداري رهندي هئي. 1888ع ۾ هن کي ڪازان واپسيءَ جي اجازت ملي پر هن کي يونيورسٽيءَ ۾ داخلا کان انڪار ڪيو ويو. 1889ع ۾ هن کي وولگا ڪناري تي سمارا شهر منتقل ڪيو ويو، جتي هن قانون سکيو ۽ روس کان سواءِ ٻاهرين ٻولين جي ڄاڻ به حاصل ڪئي (خاص طور جرمن ٻولي، جيئن هو ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينجلس جا ڪتاب پڙهي سگهي) هن روسي اقتصاديات تي به مهارت حاصل ڪئي. آخر ۾ هن کي انگريزي، فرانسي، الماني، اطالوي، پولش ۽ سُويڊش تي ڪافي گرفت اچي وئي. 1891ع ۾ هن قانون جو امتحان پاس ڪيو ۽ سمارا موٽي آيو ۽ وڪالت شروع ڪيائين، جيتوڻيڪ گڏوگڏ هو مارڪس جو مطالعو ڪندو رهيو. 1893ع جي آخر ۾ هو سينٽ پيٽرسبرگ لڏي ويو ۽ هڪ پيشه ور انقلابيءَ جي حياتي اختيار ڪيائين. هن پيپلز پارٽي (نارودِ نڪي) جي سخت مخالفت ڪئي، جنهن ان ڳالهه تي اصرار پئي ڪيو ته روس جي اقتصاديات زرعي رهندي. لينن چيو ته روس ۾ تمام تيزيءَ سان صنعتون قائم ڪيون وڃن، جو ته اهي انقلابي ذهنيت واري پرولتاريت پيدا ڪنديون، جيئن يورپ جي ڪجهه ٻين صنعتي مُلڪن ۾ ٿي هئي ۽ اُها ڪميونسٽ انقلاب لاءِ رستو کولي ڇڏيندي

انهيءَ دؤر ۾ لينن پاڻ کي بحث مباحثي جو ماهر ۽ مارڪسزم جي عقيدي جو پڪو پابند ثابت ڪيو. 1895ع جي بهار ۾ هو بيمار ٿي پيو ۽ هن کي نمونيا ذري گهٽ نهوڙي نيو هو. انهيءَ ڪري 1895ع جي اپريل ۾ هُن چار مهينا سئٽزرلئنڊ، پئرس ۽ برلن ۾ گذاريا، جتي هُن روسي انقلابين سان رابطو پيدا ڪيو، خاص ڪري پليخانوف ۽ ان جي پوئلڳن سان. جڏهن هو پيٽرسبرگ موٽيو تڏهن هن هڪ زير زمين انقلابي گروهه منظم ڪيو، جنهن جو نالو هيو 'محنت ڪش طبقي جي آزاديءَ جو اتحاد' ۽ پاڻ کي مارڪسي پرچار ۾ مصروف رکيائين. هن کي پنهنجي ڪم ۾ ناديزدا ڪُرپسڪايا مدد ڪئي، جنهن سان پوءِ هن شادي ڪئي. (مون ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هو ته لينن ۽ هن جي زال شاديءَ رات روس ۾ زرعي اقتصاديات تي گڏجي 70 صفحا لکيا ها ۽ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جڏهن هو ڪنهن نديءَ ۾ ڪشتي راني ڪري رهيا ها ته لينن پنهنجي زال کي چيو ته، "سويڊن جي اديب نَٽ هئمسن جو ناول 'بُک' ڪهڙو نه چڱو آهي!" جنهن تي هن جي زال کيس چيو هو ته، "نَٽ هئمسن ته ڪيئي ناول لکيا آهن پر توکي صرف 'بُک' چو پسند آهي؟" ان تي لينن کيس سختيءَ سان جواب ڏنو هو ته، "انهن سيني ناولن مان توکي فقط 'بُک' جو ناپسند آهي؟")

ڊسمبر 1895ع ۾ هن کي انقلابي سرگرميءَ سبب گرفتار ڪيو ويو. هو اٽڪل چوڏهن مهينا جيل ۾ رهيو، جنهن دوران هن تمام گهڻو مطالعو ڪيو ۽ پنهنجي مشهور ڪتاب"The development of Capitalism" جي لاءِ تياري ڪئي. انهيءَ وقت

۾ هن پارٽيءَ جي پروگرام جو منشور به ناهيو. فيبروري 1897ع تي لينن کي وچ سائيبريا ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو، جتي هن جو مطالعوجاري رهيو ۽ هو پنهنجي ڪتاب تي ڪم ڪندو رهيو. مئي 1898ع ۾ هن سان ڪُروپسڪايا به اچي شامل ٿي، جنهن کي آگسٽ 1896ع تي گرفتار ڪيو ويو هو ۽ ٿوري وقت کان پوءِ سندن شادي ٿي.

انهيءَ جلاوطنيءَ ۾ لينن کي ڪتاب، رسالا، اشتهار ۽ اخبارون ملنديون رهيون ۽ هن پنهنجي خاندان، دوستن ۽ انقلابي ساٿين سان تمام گهڻي خط و ڪتابت ڪئي. اهو دؤر هيو، جڏهن هن پاڻ تي فرضي ناليو اين- لينن رکيو. 1890ع ۾ لينن جو سرمائيداريءَ جي ترقيءَ تي ڪتاب شايع ٿيو، جنهن تي هن جو فرضي نالو ولادمير لينن ڏنو ويو. 11 فبروري 1900ع تي هن جي جلاوطنيءَ جو مُدو پورو ٿيو ۽ لينن، سائبيريا مان سينٽ پيٽرسبرگ روانو ٿيو. هتي هن روس کان ٻاهر لاءِ پاسپورٽ هٿ ڪيو ۽ 17 جولاءِ 1900ع تي جرمني ويو، جتي هن ميونخ شهر ۾ قيام ڪيو. اتي هن پنهنجو پاسپورٽ ڦٽي ڪري ڇڏيو ۽ هڪ فرضي نالي هيٺ رهندو رهيو ۽ ان کان پوءِ بلغاريه جو پاسپورٽ ورتائين. ميونخ ۾ لينن، پليخانوف جي ٽولي سان گڏجي 'اسڪرا' اخبار ڪڍي ۽ هڪ تبصرو/تنقيد "Dawn" (پرڀات) جي نالي سان شايع ڪيو. روسيءَ ٻوليءَ ۾ اسڪرا جي معنيٰ چڻنگ آهي ۽ لينن جو خيال هو ته اها چڻنگ ڪڏهن ڀمڀٽ ٿيندي. ان کي روس ۾ اسمگل ڪيو ويو، جتي زير زمين ڇاپي خانن ۾ ٻيهر ڇاپي هيٺ آئي ۽ اها هڪ اهم انقلابي اخبار سمجهي وئي. 1901ع جي بهار ۾ لينن جي جلاوطني پوري ٿي ۽ ڪُروپسڪايا به ميونخ ۾ اچي لينن سان ملي ۽ اسڪرا جي ادارتي بورڊ جي سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيائين. 1901 - 1902ع واري سياري ۾ لينن به پمفليٽ What is to be done (ڇا ڪيو وڃي؟) جي عنوان سان لکيا، جن ۾ هن مارڪسيت جي با ضابطگيءَ سان پابنديءَ تي زور ڏنو ۽ سخت ۽ ڪَرڙي انتظام جي ضرورت ڏيکاري، جنهن ۾ ڪنهن به تحمل جي گنجائش ڪونه هئي ۽ انقلابي نظرئي کي پرولتاريت جي آمريت تائين ڪيئن به پهچائڻو هو. پهرين اپريل 1902ع تي هو لنڊن ويو جتي مئي 1903ع تائين ترسيو ۽ ان کان پوءِ جنيوا ۾ قيام ڪيائين. 30 جولاءِ 1903ع تي روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ ورڪرس پارٽي جي ٻي ڪانگريس بروسيلز ۾ ٿي، پر ڪجھ ميٽنگن کان پوءِ هو وري لنڊن آيو. ڇاڪاڻ ته هن کي بيلجيم جي پوليس تنگ ڪري رهي هئي. اُتي هن جي پارٽيءَ ۾ ڦوٽ پئي ۽ اها ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وئي. هڪڙا بالشيوڪ هيا، جنهن جي معنيٰ گهڻائي آهي ۽ ٻيا مين شيوڪ هيا جنهن جي معنيٰ ٿورائي آهي.

بهر صورت اِسڪرا لينن جي هٿ ۾ نه رهي، جا هڪ مينشيوڪ اخبار بڻجي وئي. جنوري 1905ع ۾ لينن جي نئين اخبار 'فارورڊ' (اڳتي قدم) جو پرچو شايع ٿيو. (مون جو رسالو 1946 جي آخر ۽ 27 جي شروعات ۾ ايڊٽ ڪيو هو، اُن جو نالو به ساڳيو هيو.)

آڪٽوبر 1905ع ۾ روسي پڌرنامي جي شايع ٿيڻ کان پوءِ (جنهن ۾ سياسي آزاديءَ جو تحفظ ڏنو ويو هو.) لينن روس موٽي آيو ۽ سينٽ پيٽرس برگ ۾ هڪ فرضي نالي هيٺ قيام ڪيائين. اُتي هن بالشيوڪ اخبار ’نئين زندگي‘ جي نالي سان شايع ڪئي. اپريل 1906ع ۾ لينن اسٽاڪ هوم، سويڊن ۾ چوٿين پارٽي ڪانگريس ۾ شرڪت ڪئي، جنهن ۾ تشدد تي هڪ انقلابي ذريعو قائم ڪرڻ تي زور ڏنو پر اڪثريت هن سان شامل راءِ نہ ٿي. هو پوءِ سينٽ پيٽرس برگ موٽي آيو ۽ نائين مئي 1906ع تي عوام جي اڳيان پيش ٿيو ۽ پنهنجي فرضي نالي ڪارپوف هيٺ هڪ عوامي گڏجاڻيءَ کي خطاب ڪيائين. 1906ع جي آخر ۾ هن سينٽ پيٽرس برگ ڇڏي ۽ فِنِ لئنڊ ۾ اچي رهيو، جتي هن کي گرفتاريءَ جو ڀَوُ گهٽ هيو، ان وقت هن ڊيوما (قانون ساز اسيمبلي) سان پنهنجو روَيو ڦيرايو، جنهن جي لاءِ هن ڀهريائين بالشيوڪن کي بائيڪاٽ ڪرڻ تي آماده ڪيو هو. هن ڪين چيو تہ 2 جون جي اليڪشن ۾ حصو وٺن، جيئن هو پنهنجي پروپيگنڊا بہ ڪري سگهن ۽ گڙٻڙ بہ ڦهلائي سگهن. 1907ع جي بهار ۾ هن لنڊن ۾ پنجين پارٽي ڪانگريس ۾ شرڪت ڪئي. جتي بالشيوڪ پروگرام قبول ڪيو ويو ۽ هن کي مرڪزي ڪاميٽيءَ تي ڪنيو ويو. ساڳي سال جي آخر ۾ هن اِسٽرٽگارٽ ۾ ٻي بين الاقوامي ڪانگريس ۾ شرڪت ڪئي، جتي هن پاڻ کي اقليت ۾ پاتو. اُن کان پوءِ هو فن لئنڊ موٽي آيو، پر ڏٺائين تہ هن تي ڇوڪسي ٿي رهي هئي، ان ڪري هو 1907ع ۾ جنيوا هليو ويو ۽ اتي فيبروري 1908ع ۾ نئين اخبار ’پرولتاري‘ ڪڍيائين. هو هڪ نئين ڪتاب "Materialism and Empirio Criticism" تي ڪم ڪري رهيو هو، جو 1909ع ۾ شايع ٿيو. ان کان اڳ ۾ هو برٽش ميوزم لنڊن ۾ ڪجهہ مطالعي لاءِ ويو. ڊسمبر 1908ع ۾ لينن، پئرس ويو. انهيءَ ساري عرصي ۾ هُن کي پنهنجي خانداني ملڪيت مان ضجهہ پئسا ملندا رهيا ۽ هن جي ماءُ بہ هن کي ڪجهہ رقم موڪليندي هئي. 1910ع جي بهار ۾ هن ڪوپن هيگن ۾ هڪ بين الاقوامي سوشلسٽ ڪانگريس ۾ شرڪت ڪئي، جتي هن جي پروگرام تي مينشيوڪن ڏاڍي جُلهہ ڪئي. 1911ع جي اونهاري ۾ پيرس جي ويجهو لينن انقلابين جو هڪ اسڪول ناهيو ۽ ساڳي وقت هڪ بالشيوڪ روزاني اخبار سينٽ پيٽرسبرگ مان ڪڍي، جا 1912ع ۾ ’پرودا‘ (جا هاڻي بند ٿي چڪي آهي) جي نالي شايع ڪئي. روس جي ويجهو ٿيڻ لاءِ لينن جولاءِ 1912ع ۾ ڪراڪوف هليو آيو. 7 آگسٽ 1914ع تي جڏهن ڀهرين مهاڀارائي لڙائي شروع ٿي چڪي هئي، هن کي آسٽريا جي پوليس روسي جاسوس سمجهي گرفتار ڪيو. هو 11 ڏينهن جيل ۾ هيو ۽ ان کان پوءِ هُن جي دوستن وچ ۾ پوڻ ڪري هن کي سئٽزرلينڊ اُماڻيو ويو، جتي هو برن نالي شهر ۾ ترسيو. اُتي ڀهرين نومبر 1914ع تي هُن هڪ پڌرنامو شايع ڪيو، جنهن ۾ جنگ ڪندڙ ملڪن ڏانهن سوشلسٽن جي روش کي ننديو ويو ۽ محنت ڪشن کي اپيل ڪئي وئي تہ هو سامراجي جنگ کي خانہ جنگيءَ ۾ بدلائين. ساڳي دستاويز ۾ هن ٽين انٽرنيشنل (پوري دنيا ۾ ڦهليل ڪميونسٽن

جي تنظيم جا پهرين ۾ تنظيمن ڪان پوءِ وجود ۾ آئي هئي) جو بنياد رکيو. 1916ع ۾ هو زيورچ ويو (مون سولزي نتسن جي ڪتاب "Lenin in Zurich" جو مطالعو ڪيو آهي، جنهن ۾ لينن جي زندگي جا نهايت دلچسپ واقعا ڏنل آهن) ساڳي سال جي آخر ۾ هن پنهنجو نئون ڪتاب "Emperialism, the higher stage of Capitalism" (سامراج، سرمائيداري جو اوچو درجو) لکيو. مارچ 1917ع ۾ روسي انقلاب کان پوءِ هن پنهنجي وطن موٽڻ جي ڀي انتها ڪوشش ڪئي. جڏهن هن کي اهو احساس ٿيو ته هو فرانس ۽ انگلنڊ مان سفر نہ ڪري سگهندو ته هن پنهنجي Swiss (سئز) دوستن جي مدد سان جرمنيءَ مان سفر ڪيو، هن سئٽزرلينڊ 9 اپريل 1917ع تي ڇڏيو ۽ پيٽروگراڊ ۾ 16 اپريل تي پهتو (مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو هو ته جڏهن لينن جرمنيءَ مان نديءَ تي ڇانيل برف مٿان وڃي رهيو هو ته اوچتو برف ٽٽي پئي ۽ هن جي هڪ جنگهہ پاڻيءَ ۾ هلي وئي. ڪيس زبان تي فقط اِهي لفظ آيا "ڪهڙو نہ واهيات موت آهي") ٻي ڏينهن تي هن پارٽي ڪانفرنس ۾ پنهنجي باويهہ ٿيسز پڙهي، جنهن ۾ هن گهر ڪئي تہ بورجوا انقلاب کي سوشلسٽ انقلاب ۾ بدلايو وڃي ۽ نعرو ڏنو وڃي تہ اسان کي صوبائي حڪومت ۾ ڪوبہ اعتبار ناهي. ان وقت هن کي بالشيوڪ پارٽي جي سرگرم رهنمائي سپرد ڪئي وئي. 16/17 جولاءِ جي ناڪامياب بغاوت کان پوءِ، جڏهن سرڪار هن جي ڳولا ڪئي تہ لينن روپوش ٿي ويو؛ پهريون هو پيٽروگراڊ ۾ (جا جاءِ مون ڏٺي هئي. اُن ۾ اهي رسالا ۽ اخبارون جي لينن اُتي پڙهندو هو، هن جو ڪُوڙو پاسپورٽ، هن جا دوستن سان گڏ فوٽوگراف وغيره بہ رکيل هيا. تعجب جي ڳالهہ آهي تہ انهن فوٽن ۾ ٽراٽسڪيءَ جو فوٽو ڪونہ هو.)

ان کان پوءِ لينن، فنلينڊ جي سرحد تي ڪنهن جهوپڙيءَ ۾ ڇُپيل رهيو ۽ پوءِ هيلسنڪيءَ فنلينڊ ۾. آگسٽ ۾ هن جو ڪتاب 'بالشيوڪ ۽ انقلاب' ڇپيو، جنهن ۾ هن ڏيکاريو تہ انقلابين جي رياست ڏانهن ڪهڙي رَوَش هجڻ گهرجي. سيپٽمبر ۾ هو روس جي سرحد جي ويجهو اچي رهيو. 16 آڪٽوبر تي هن پنهنجن پوئلڳن کي اقتدار تي يڪدم قبضو ڪرڻ لاءِ چيو. چئن ڏينهن کان پوءِ هو پيٽروگراڊ ۾ ڇمڙا پوش ڪري آيو. هن جي ڏاڙهي ڪوڙيل هئي ۽ هن ڳاڙهي وِگ پاتي هئي. 23 آڪٽوبر تي لينن جو پيش ڪيل ٺهراءُ تہ اقتدار تي يڪدم قبضو ڪيو وڃي، پارٽيءَ جي مرڪزيءَ ڪاميٽيءَ بحال ڪيو ۽ 6 نومبر تي هو سمالني ۾ فوجي انقلابي ڪاميٽي جي صدر مڪان تي آيو ۽ يڪدم بغاوت لاءِ فوج کي اپاريائين. 7 نومبر تي هن پڌرنامو شايع ڪيو، جنهن ۾ صوبائي حڪومت جي ڊهي پوڻ جو اعلان ڪيو ۽ نومبر 8 تي سوويٽن جي ٻيءَ ڪانگريس ۾ بالشيوڪ انقلابي کي هڪ قانوني حيثيت ڏني ۽ امن ۽ زمين جي باري ۾ لينن جا فرمان جاري ڪِيا ويا. نومبر 9 تي لينن پهرين بالشيوڪ سرڪار ٺاهي ۽ جنهن ۾ ڪابي ڌر جي سوشلسٽ انقلابين کي پورٽ فوليو ڏنا ويا ۽ جنهن کان پوءِ هو عوامي ڪميسارن جي سوويٽ جو پهريون چيئرمين چونڊيو ويو. فيبروري 1918ع جي هنگامي

دؤر ۾ جڏهن مرڪزي قوتن روس ۽ جرمن فوج ۾ جنگ بنديءَ ڪي تنديو ۽ جرمن فوج بيهر روس تي حملو ڪيو، لينن پنهنجي اتحادين کان مدد وٺڻ جي خواهش ڏيکاري ۽ پراوڊا ۾ 22 فيبروري 1918ع تي اهڙو مضمون لکيائين. ان وقت حڪومت ماسڪو منتقل ڪئي وئي. 18 فيبروري تي لينن جي چوڻ تي مرڪزي ڪاميٽيءَ ٺهراءُ پاس ڪيو تہ جرمنيءَ سان ٺاهہ لاءِ ڳالهيون ڪيون وڃن. اهي ڳالهيون بريسٽ - لٿو وسڪ ٺاهہ تي ختم ٿيون، جو 3 مارچ 1918ع تي ڪيو ويو. آگسٽ 30 تي لينن تي هڪ عورت فينيا ڪپلان، جا هڪ سوشلسٽ انقلابي پارٽيءَ جي تشدد پرست گروهہ جي ميمبر هئي، حملو ڪيو. جيتوڻيڪ لينن کي گهرا زخم رسيا، هن جلد ئي وري پنهنجون سياسي ڪارروايون شروع ڪري ڏنيون. 6 مارچ 1919ع تي هن ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي پهرين ڪانگريس ماسڪو ۾ سڏائي. مارچ 1921ع ۾ ڏهين پارٽي ڪانگريس ۾ هن سرڪار جي اقتصادي راڄنيتيءَ ۾ ڦيرگهير جي سفارش ڪئي ۽ نيپ (نئين اقتصادي پاليسي) وجود ۾ آئي. تنهن کان پوءِ ماسڪو سوويٽ کي خطاب ڪندي لينن چيو، ”1921ع جي بهار ۾ پتو پئجي ويندو تہ اسان پيداوار ۽ تقسيم جو سوشلسٽ بنياد ايتريءَ تيزي سان قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهيون يا نہ يا ڪجهہ سرمائيداريءَ جي باري ۾ معمولي جهڪاءُ ضروري آهي.“ 26 مئي 1922ع تي لينن تي اڌ رنگ جو پهريون حملو ٿيو، پر آڪٽوبر ۾ هو چاق چڱو ڀلو ٿي ويو ۽ وري پنهنجي ڪم ۾ جنبي ويو. نومبر 20 تي ماسڪو سوويٽ جي ڀرپور ميٽنگ ۾ هن پنهنجي آخري تقرير ڪئي، جنهن جا پويان لفظ اهي هيا تہ، ”روس جي نئين اقتصادي پاليسيءَ (نيپ) مان سوشلسٽ روس اڀرندو.“ 16 ڊسمبر 1922ع تي هن تي اڌ رنگ جو ٻيو حملو ٿيو، جنهن ۾ سندس ڏڙ جو ساڄو پاسو سُڪي پيو. 9 مارچ 1923ع تي هن تي اڌ رنگ جو ٽيون حملو ٿيو، جنهن ۾ سندس زبان بيهجي وئي. مئي جي وچ ڌاري هن جي صحت ٿوري گهڻي سُڌري ۽ هن کي پنهنجي ڪمري مان ڪرملين نيو ويو. آڪٽوبر ڌاري هو وري گهمي سگهيو، پر ڳالهائڻ کان معذور رهيو. 21 جنوري 1924ع تي لينن تي فالج جو آخري حملو ٿيو، جنهن ۾ هو فوت ٿي ويو. 27 جنوري 1924ع تي هن جي لاش کي سُرهائيون مکي، (Embalm) ڪري حفاظت سان شيشي جي قبر ۾ ريڊ اسڪوائر جي هڪ وڏي مقبري ۾ رکيو ويو، جتي هو اڄان تائين آهي. مون اها شيشي جي قبر ڏسي، دنيا کي عبرت جي نگاهہ سان ڏٺو هيو. مقبري جي ٻاهران روز ڪيترن ماڻهن جي قطار لڳندي هئي ۽ ڪيئي ڪلاڪ بيهڻ کان پوءِ ماڻهوءَ جو وارو ايندو هو. اڄڪلهہ يو.ايس.ايس.آر جي ٽٽڻ کان پوءِ سڀ پُس تي رهي آهي تہ لينن جي لاش کي اتان هٽايو وڃي. لينن هڪ زماني ساز شخصيت هو. ائٽڪ لڳن هن جي وڏي خوبي هئي. جي اسٽالن هن جي وصيت تي قبضو نہ ڪري ها (ڏسو اسٽالن) تہ ممڪن آهي تہ يو.ايس.ايس. آر جي تقدير ٻي هجي ها. ڪميونزم جي جڙ هر مذهب ۾ آهي، پر لامذهبيت اُن مان خدا جو خوف ڪڍي ڇڏيو ۽ اقتدار ۾ آيل انسان خونخوار درندا ٿي

پيا ۽ انسان جو هي خوبصورت خواب ائين ئي تالان والان ٿي ويون. ٽين دنيا جا بکيا ڏکيا ماڻهو اجان ڪنهن اهڙي فلسفي ۽ سياسي نظرئي لاءِ سرگردان آهن، جو کين سياسي ۽ اقتصادي بي انصافيءَ کان بچائي سگهي. دنيا Unipolar ٿي وئي آهي. ممڪن آهي تہ آمريڪا سائوٿ ايشيا ۾ چڱو ڪردار ادا ڪري، جيتوڻيڪ اُن مان اقتصادي ڀلائيءَ جي اُميد اجائي آهي. پر جڏهن چين ۽ رُوس، ٻئي آمريڪا جي پيرن ۾ ڪِريا آهن، تڏهن اسان ۾ جا ڪميونزم آمريڪا لاءِ سخت نفرت پيدا ڪئي هئي، سا بي معنيٰ ٿي لڳي.

لينن جي ياد اچي ٿي تہ غالب جو شعر دل تي تري اچي ٿو:

**سب کهاں کچھہ لاله و گل میں نمایاں هوگئیں**
**خاک ۾ کیا صورتیں هونگیں کہ پنهاں هوگئیں**

جيتوڻيڪ لينن جي صورت اجان خاڪ ۾ پنهان نہ ٿي آهي، پر لڳي ائين ٿو تہ پنهان ٿيڻ واري آهي.

## ليوناردو ڊاونچي

هي پنهنجي دؤر جو بهترين مصور هو ۽ هن کان اڳ ۾ ڪنهن بہ مصور ايتري اثرائتي نموني زنده انسان پيش نہ ڪيا هوندا. هن جي نهايت سوياياوان ۽ زيبائتي تصوير دراصل 'سنجاب جي پشم واري عورت' آهي. جيتوڻيڪ موناليزا کي ڪي ماڻهو هن جي بهترين تصوير سمجهندا آهن. هن پهريون نقش 1485ع ۾ چٽيو، جو مِلان (Milan) شهر جي حاڪم جي سُريت جو هيو. هو ٻڏي مئو هيو، جڏهن هن پاڻيءَ ۾ چنڊ جي پاڇي کي نشي جي حالت ۾ پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. بهرصورت هو مغرب ۾ ايترو ئي گهڻ صلاحيت وارو انسان هو، جيترو هندستان ۾ امير خسرو. هو نہ رڳو مصور هو، پر انجنيئر، انگ وديا (Anatomy) جو باني، رياضي دان، موسيقار، نظرت پرست ۽ فيلسوف، معمار ۽ صنم تراش ۽ هوائي جهاز جو پهريون تصور ڏيندڙ وغيره هيو. مون نہ رڳو هن تي لکيل ناول 'مونا ليزا' پڙهيو آهي، پر هن جون ڊائريون پڙهي حيرت ۾ اچي ويو آهيان تہ هن سموري زندگي ڪيتري نہ محنت ڪئي هئي. ليوناردو جنهن جي عمر 80 ورهين کان بہ مٿي هئي، ساري زندگي ڪنوارو رهيو. هو ونچيءَ جي ٽسڪن شهر ۾ پيدا ٿيو هو، ۽ هڪ فلارين نوٽريءَ جي هارياڻيءَ جو ري نڪاحو اولاد هيو. 1467ع ۾ هن کي ڪنهن مصور وٽ سيکڙاٽ ڪري رکيو ويو هو. 1472ع ۾ ليوناردو پنهنجي سکيا پوري ڪئي ۽ فلارنس جي مصورن جي انجمن ۾ شامل ٿيو، جيتوڻيڪ هو پنهنجي استاد سان پنج سال پيا بہ ڪم ڪندو رهيو ۽ هن کي فلارنس جي ڪارخاني ۾ وڏي ذميواري سونپي وئي. ليوناردو جي فني زندگيءَ جا پهريان ڏهہ سال مصوريءَ ۾ گذريا ۽ اڌوريءَ تصوير 'مڱيءَ جي پوڄا' تي ختم ٿيا. 1973ع ۾ اها ڳالهہ واضح ٿي وئي تہ ليوناردو فطرت جي مشاهدي تي نروپرو ۽ سختيءَ سان پاڙيو ٿي. ان سان گڏوگڏ هن

فني هيئت لاءِ جاميٽريءَ (اقليدس) جي اُصولن جي ڳولا ڪئي. اهي بہ انتها پسند ڳالهيون هڪ تہ ذري پر تفصيل جي لاءِ هڪ تڪي اک ۽ اقليدس (جاميٽريءَ) ۽ رياضيات جي نسبت جو ذريعو ، آخر تائين هن جي آرٽ ۽ فڪر جون خاصيتون رهيون.

1483ع ۾ ليونارڊو، فلارينس ڇڏي مِلان ويو ۽ ويهہ سال نہ موٽيو. اُتي هن ڪلاسيڪي ادب ۽ افلاطون جي فلسفي جو ڳوڙهو مطالعو ۽ شاعريءَ ۾ بہ طبع آزمائي ڪئي. مِلان جي دربار ۾ اهڙيون ناهوڪيون آرائشون ڪونہ هيون جهڙيون هن آنديون. اُتان جو ڊيوڪ، جو هڪ جنگجو انسان هُيو، ان کي اهڙي هن جهڙي ڀهون مکي ملازم جي ضرورت هئي. ليونارڊو، ڊيوڪ کي لکيو تہ هو ايجاد ڪندڙ، انجنيئر، جنگ لاءِ مشينون ناهيندر ۽ توبون پلٽيندڙ آهي ۽ ڊيوڪ جي پيءُ جو مجسمو ناهي سگهي ٿو، رڳو خط جي پڇاڙيءَ ۾ هن لکيو تہ مصوري هن جو پيشو آهي. ڇگو جو غالب وانگر نہ لکيائين:

سَو پُشت سے ہے پيشہ آبا سپہ گري،
کچهہ شاعري ذريعئہ عزت نهين مجهے ،

مِلان ۾ آرٽسٽ جا گهڻ ڪُنڊا ڪم هيا.

هن ڊيوڪ جي لاڏلن جا چٽر ڪڍيا، دربار جون مجلسون ۽ شادمانا، ناهہ ٺوهہ ڪري سينگاريا ۽ وڏين ديولين جي آڏاوت ۽ بناوت تي مشورا ڏنا. 1499ع ۾ مِلان کي فرينچ قوم فتح ڪيو ۽ ليونارڊو ويهہ سال پٽڪندو رهيو. 1500ع ۾ هو مانٽوا ۽ پوءِ وينس ويو ۽ اُن کان بہ سال پوءِ هُن سيزربورگيا جي دربار ۾ قلعي بنديءَ جي ماهر جي حيثيت ۾ نوڪري ڪئي، جيڪو هڪ بي رحم آزمائو هو ۽ جنهن ميڪياوليءَ جي تصور کي گرمايو هو. اِن دؤر ۾ هن مونا ليزا جي تصوير تي ڪم ڪيو ۽ وَکر جي اُڏاريءَ تي رسالو لکيو. 1507ع کان 1513ع تائين هن فرينچ سرڪار جي نوڪري ڪئي. هن جون مصروفيتون گوناگونَ هيون. علم نباتات، علم طبقات الارض (يُون وِديا= Geology) ۽ ماحوليات جي مطالعي ۾ مصروف رهيو. هو لڪي ڇپي علم بدن (انگ وديا) ۾ بہ دلچسپي وٺندو هو ۽ چوريءَ مُردا قبرن مان ڪڍي، اُنهن جي ڪاٽ ڪُوٽ ڪندو هو. 1513ع ۾ وڏيءَ جمار ۾ هو وَٽيڪَن ۾ پوپ لوئي ڏهين وٽ سينٽ پيٽر جي نئين ديول ناهڻ لاءِ ويو هو. جڏهن مائيڪل اينجلو، سسٽين چئپل ناهي چڪو هو ۽ ريفل پوپ جي ڪوٺيءَ تي مصوري ڪري رهيو هو. ان وقت هن جي آرٽ ۾ دلچسپي گهٽجي وئي هئي. هو هڪ حيرت انگيز اُڏند ڪٺولي ناهي رهيو هو. هن جي من ۾ هن سنسار جي انت جا چِٽا خيال اچي رهيا هئا ۽ ڀيانڪ خواب ڏسي رهيو هو، جنهن جو اظهار هن پنهنجيءَ لکت ۽ خاڪن ۾ ڪيو آهي.

شايد 1915ع ۾ ليونارڊو، فرانسز ۱ جي دعوت تي ويو، هتي پراڻي استاد سان آرٽ ۽ سائنس تي بحث مباحثا ٿيا. جي بادشاهہ کي پسند آيا ۽ ڪجهہ تعمير سازيءَ

ڏانهن به ڏيان ڏنائين. هو 2 مئي 1519ع تي گذاري ويو.

مون کي ٻن مائهن جي زندگيءَ حيرت ۾ وڌو آهي. ليوناردو ڊاونچيءَ جي ۽ امير خسروءَ جي. امير خسرو نه فقط عظيم شاعر هو، جنهن جي فارسيءَ شاعريءَ کي ايران به تسليم ڪيو آهي، پر شمشير زن ۽ سپاهي به هيو. هو لوڪ ادب جو وڏو ماهر هو ۽ نه رڳو انهن کهه مُڪرنين جو باني هو، جي ادبي اهميت واريون ڳجهارتون هيون ۽ هندستاني ٻوليءَ جي پيڙهه رکي اٿائون، پر اردو شاعريءَ جو به پهريون شاعر هو. هن جهڙيون سٽون به لکيون آهن.

سکهي پيا کو جو مين نه ديکهون تو کيسے کاٹون اندهيري رَتيان

زماني جي حادثن هن جون اهڙيون سِٽون ٽوريون بچايون آهن، پر ان جو مَٽ ساري اردو ادب ۾ نه آهي. هو موسيقيءَ جو وڏو ماهر ۽ خيال جو تخليق ڪندڙ هو. ستار جهڙو ساز هن جي ايجاد آهي.

ڪي ڪي دؤر ڪيترن ئي زماني ساز شخصيتن جا دؤر ٿيندا آهن. ليوناردو جي دؤر ۾ نه رڳو مائڪل اينجلو ۽ ريفل جهڙا مصور پيدا ٿيا، پر ميڪاوليءَ جهڙو سياست جو ماهر به پيدا ٿيو. جيئن ٽالسٽاءِ جي دؤر ۾ چيخوف، دوستو وسڪي، گوگول، گورڪي (جيتوڻيڪ هو ڪافي ننڍو هو) ۽ شاعر اليگزاندر بلاڪ ۽ يسينين وغيره پيدا ٿيا.

پهريون رينيسانس جو دؤر هو، ٻيو دؤر روسي انقلاب کان اڳ وارو دؤر هو. اهو نه وساريو وڃي ته اوس پينسڪي جهڙو فلسفي ۽ گرجيف جهڙو صوفي به انهيءَ دؤر ۾ پيدا ٿيو ۽ راس پيوٽين جهڙي حيرت انگيز شخصيت به ان دؤر جي پيدائش هئي.

## مارڪس آريليس (Marcus, Aurelius)

روم جو شهنشاهه هيو، جنهن 121ع کان 180ع تائين روم جي سلطنت تي راڄ ڪيو. 'انترڏيان' (سوچ) هن جو مشهور ڪتاب آهي، جنهن ۾ هن جون چوٽيون آهن، جن جو رڳو انگريزيءَ ۾ ئي پنج، ڇهه اديب ترجمو ڪري چڪا آهن. بنيادي طرح مارڪس آريليس هڪ وڏو فيلسوف هيو ۽ هن جو شمار افلاطون ۽ ارسطو جهڙن فيلسوفن جي قطار ۾ ٿئي ٿو. هن جا ڪيترائي همعصر پنهنجي سوچ تي ٻڌاڪون هڻندا هيا، جڏهن هن جي وڃڻ جو وقت آيو ته هن فقط اهو چيو، "مان هڪ ننڍي فيلسوف، ڪڏهن به اهو هَوس نه رکيو آهي ته ٻي ڪنهن کي ڏک رَسايان." هو نه رڳو شهنشاهه هيو، پر هڪ عظيم ترين رومن هيو. مان ڀانيان ٿو ته هن جهڙو ڏاهو حاڪم، دنيا جي تاريخ ۾ نه ٿيو آهي.

## مالرو آندري (1901ع کان 1976ع تائين)

فرينچ ناول نويس، آرٽ تي تنقيد نگار، سرڪاري آفيسر ۽ فرانس جي سياسي ثقافتي زندگيءَ جو اهم ڪردار. هن جا ناول ويهين صديءَ جي سڀ کان وڏي ڊراماٽي واقعي 1937ع ۾ اسپين جي خانه جنگيءَ ۽ 1932ع ۾ چين ۾ اشتراڪي غوغاءَ ۾ جو امڪاني مواد هو، اُن جو فائدو ورتو ٿا. ڪيترين ڳالهين ۾ هن سارتري کان اول وجوديت جي فلسفي جو ذڪر ڪيو آهي. ڇاڪاڻ جو هُن جا ڪردار شعوري طرح چونڊيل عمل سان پنهنجي وجود کي معنيٰ بخشن ٿا. هن آرٽ تي به هڪ وڏو ڪتاب لکيو آهي، جو پڙهي هن جي عظمت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي.

"رڳو آرٽ." مالرو چيو آهي: "انساني زندگي کي اُها پائندگي بخشي سگهي ٿو، جنهن کان اُن کي محروم رکيو ويو آهي."

مالرو پئرس ۾ ڄائو هو ۽ هن جا والدين وڻج واپار ڪندا ها. هو مشرقي زبانن جي ڪنهن اسڪول ۾ داخل ٿيو هو. هن علم الانسان، علمِ آثار قديم ۽ تاريخ ۾ زياده دلچسپي ورتي هئي. 1924ع ۾ هو انڊو - چائنا هڪ آثار - قديمه جي گشت تي پنهنجيءَ زال ڪليرا سان گڏجي ويو هو. اُتي هُن کي فرينچ اختياريءَ وارن مان ڪجهه سياسي مشڪلاتون پيش آيون ۽ 1925ع ۾ چين هليو ويو. اُتي هن جي انقلابي پارٽين ۾ دلچسپي پيدا ٿي ۽ هو هڪ سال اشتراڪيت جو رفيق-ڪار رهيو. جيتوڻيڪ انقلابين هن کي پنهنجي انفراديت پسنديءَ ۽ انهيءَ نظرئي تي اصرار ته "آرٽ مادي آسودگيءَ کان وڌيڪ مستحسن آهي." سبب پوريءَ طرح قبوليو نه هو (ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها جي چيني ۽ روسي مالرو جي انهيءَ اصرار کي مڃن ها)

1927ع تائين مالرو ڪئنٽن ۽ شنگهائيءَ ۾ انقلابي حلقن کي پروپيگنڊا ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ۽ جڏهن چانگ ڪائي شيڪ، اشتراڪيت کان جدا ٿي ويو، مالرو اُهو مناسب سمجهيو ته هو يورپ موٽي وڃي. هن پنهنجا ناول لکڻ کان اڳ هڪ ڀرپور زندگي گذارڻ ٿي چاهي ۽ پنهنجي عملي زندگي سان سپردگيءَ وجودي مفڪرن کان اڳ زندگيءَ جو اصول ٺاٿي هئي (ون-يونٽ واري دؤر ۾ آنءَ به پنهنجي شاعريءَ کان اڳ سُپردگي اپنائي هئي)

مالرو کي بين الاقوامي شهرت پنهنجي ناول "The man's fate" جي اشاعت کان پوءِ ملي جو 1933ع ۾ ڇپيو. اُن ناول جو موضوع اهو آهي ته ڪجهه چيني انقلابي ۽ يورپي جانباز گڏجي هڪ نئون چين ناهين ٿا، جنهن مان گهڻا دغا جي ڪري ناڪامياب ٿين ٿا، پر ڇهن ستن ڪردارن مان هر هڪ تخريب جي قوتن سان مُنڊبو اٽڪائي ٿو، قوتون جن کي مالرو تقدير ڪوٺي ٿو. اهي پيار ڪن ٿا، سازش ڪن ٿا، قتل ڪن ٿا ۽ مقدر وانگر اظهار ڪن ٿا ۽ ڪلم ڪلا ڳالهائين ٿا- زندگيءَ جي اهميت تي، آرٽ

تي، عورت تي ۽ موت تي. اهي ماڻهو، جن عمل کي زندگي سپرد ڪئي آهي، ساڳي وقت جذباتي خود نگر بہ آهن. ناول جي پهرين سين، جنهن ۾ هن جي سازش پڪڙي وئي آهي ۽ هن کي موت جي سزا ڏني وئي آهي، ڏيکاري ٿي تہ اُهي انسان جي اڪيلي پڻي کان اڳتي وڌي چڪا آهن ۽ پنهنجي ڀاڀي ڳولي چڪا آهن. اها سين ڇڻ دوستو وسڪيءَ جي ياد ڏياري ٿي. هن ٻيا بہ ناول شايع ڪرايا. 1933ع کان پوءِ بہ پنهنجي شهرت تي لڳي، مات ڪري نہ ويٺو، پر هو پنهنجن سياسي اعتقاد لاءِ وڙهندو رهيو ۽ فني شهپارا ڏسڻ لاءِ دور دراز سفر ڪيائين. 38-1936ع ۾ هن اسپين جي جنگ ۾ حصو ورتو ۽ نہ رڳو طياري باز هو، پر پروپيگنڊا جو ڪم بہ هن کي ڏنو هيائون. اشتراڪين جي بي ترسي ۽ جمهوريت پسندن جو نراجواد ڏسي، هن پنهنجن خيالن تي نظرثاني ڪئي.

ٻي جنگ عظيم ۾ مالرو پهرين تہ فرينچ فوج جي ٽئنڪ-ڪور (tank-core) ۾ وڙهيو، تنهن کان پوءِ زيرِ زمين مزاحمتين سان گڏجي وڙهيو، جن جو هو هيرو ٿي ويو؛ ان کان پوءِ هو باقاعده فوج ۾ ڪرنل جي حيثيت ۾ شريڪ ٿيو. 1945ع ۾ هن ۽ ڊيگال جي دوستي ٿي وئي ۽ هو گڏجي فرانس جي عظمت لاءِ ڪم ڪرڻ لڳا. 1958ع ۾ جڏهن ڊيگال اقتدار ۾ آيو تہ هن کي ڪلچر منسٽر ڪري ڪنيائين. 1945ع ۾ هن پنهنجو آرٽ تي عاليشان ڪتاب The voices of silence ڇپايو. ڪنهن مخصوص حالت ۾ مون هينيون هائيڪو لکيو هو، جو 'ٻن ڇڻ پڇاڻان' ۾ شايع ٿي چڪو آهي:

ساڳي فاشي چال
آنءَ تہ آندري مالرو
تون ناهين ڊيگال!

هن وقت مان ان هائيڪوءَ جي وضاحت ڪرڻ مناسب نہ ٿو سمجهان.

مالرو آرٽ کي پنهنجي دؤر جي آفاقي حقيقت سمجهي، اُن جو آدرياءُ ڪيو. 1967ع ۾ هن پنهنجي سوانح حيات ڇپائي، جا مون نہ پڙهي آهي. ڪنهن چيو تہ اها ڪنهن بہ ناول وانگر پُرڪشش آهي، ان ۾ ڊرامائي واقعا آهن ۽ ماحول جي ڇِٽي اُڀار آهي ۽ دنيا جي عظيم شخصيتن، نهروءَ ۽ مائوزي تنگ سان گفتگو آهي. هن ڊيگال سان گفتگوءَ بہ رڪارڊ ڪئي آهي. نهرو هن جو ذڪر "Discovery of India" ۾ ڪيو آهي. هو پئرس ۾ 1976ع ۾ مري ويو. ڪيڏي نہ ڀرپور زندگي هئي انهن انسان جي؟ مون کي ڪڏهن انهن تي رشڪ ايندو آهي. جڏهن آندري مالرو، وڪٽر هيوگو پڙهندو هو تہ مان لطف الله بدوي پڙهندو هوس. اها ٻي ڳالهہ تہ مون فرانس جا اڪثر اديب پڙهيا آهن، پر آندري مالرو کي اِها خبر بہ نہ هئي تہ سنڌ نالي ڪا ننڍي ڪنڊ ۾ جاءِ بہ آهي!

## مائيڪل اينجلو (1475ع کان 1564ع تائين)

اطالوي سنگتراش، مصور، معمار، نقاش ۽ شاعر هو. يورپ ۾ ريني سانس (احيا) جي دؤر جي وڏي ۾ وڏي شخصيت هو. هن فلارنس ۾ تربيت حاصل ڪئي هئي. 1446ع ۾ هو روم ويو ۽ اتي 1499ع ۾ پنهنجو شاهڪار Pieta سينٽ پيٽر تي مڪمل ڪيائين. 1501ع ۾ فلارنس موٽي آيو، جتي هُن دائود (David) جو تمام وڏو مجسمو ٺاهيو ۽ پنهنجي ڪمال جي چوٽيءَ تي پهتو. اهو مجسمو فلارنس ۾ وڏي فخر سان ڏٺو ويندو آهي. 1505ع ۾ هو وري روم موٽي آيو، جتي پوپ جيولس II هن کي ٻه وڏا ڪم سپرد ڪيا. هڪ هو موسيٰ جو مجسمو پنهنجي هٿ سان ٺاهي ۽ ٻيو هن کي سسٽين چئپل (Sistine Chapel) کي وٺيڪين ۾ سينگارڻ جو ڪم سپرد ڪيو ويو. اهو هن جو عظيم ترين ڪارنامو هيو ۽ سندس مافوق الانسان عظمت جو مظاهرو پڻ هيو، جنهن مائيڪل اينجلو کي پنهنجي دؤر جي مشهور ترين مصور جي حيثيت ڏياري. ڪجهه وقت فلارنس ۾ 1516ع کان 1534ع تائين رهي وري روم موٽي آيو ۽ اتي 'پوئين فتويٰ' (The last judgment) سسٽين چئپل جي ديوار تي ڪڍيائين. اهو ڪم هن جي چٽين ۽ تازي پلستر تي چٽسالي‌ءَ کان بلڪل مختلف هيو ۽ ان ۾ تمام دهشت انگيز قوت واريون جهجيون صورتون هيون.

انهيءَ دؤر ۾ هن معمار جي حيثيت سان به ڪافي ڪم ڪيو ۽ هن جي وڏي ۾ وڏي حاصلات سينٽ پيٽر جي چرچ جي ٻيهر تعمير آهي ۽ ان جي وڏي گنبذ جي خوبصورت رٿا آهي. هن کي پنهنجا همعصر تمام حيرت ۽ هيبت سان ڏسندا هيا. ليونارڊو ۽ ريفل (Raphel) سان ملي هن آرٽسٽ جي جينيس جي حيثيت ۾ مڃتا ڪرائي.

هن جي شاعري جا ڀريون 1663ع ۾ ڇپيو، مائيڪل اينجلو جي شخصيت، هن جي ايمان، آرٽ، پيار جي ٻاري ۾ قياس جي عڪاسي ڪري ٿي. هُن جا همعصر، مائيڪل اينجلو کي نه رڳو پنهنجي پر هر دؤر جو عظيم ترين مصور سمجهندا ها، هن جي تخليق کي انساني نه رحماني عطا سمجهندا ها. اڄ چئن صدين کان پوءِ، اسان جي مائيڪل اينجلو جي مصوريءَ، سنگتراشيءَ، فنِ تعمير ۽ شاعريءَ ۾ اعليٰ بصارت جي شناس اڳي کان به وڌي وئي آهي ۽ مائيڪل اينجلو اصل جينيس جو مثال ٿي پيو آهي. پنهنجي زندگي آرٽ لاءِ وقف ڪرڻ وارو، تن تنها، سارو وقت پنهنجي لڳن ۾، ڪڏهن به مطمئن نه ٿيندڙ ۽ ڪڏهن به شڪست نه قبوليندڙ. هن جي زندگيءَ تي ناول پڙهي ۽ هن جي فن تي ڪتاب ڏسي، مان ڪڏهن سوچيندو آهيان، "مون ڪيڏي عمر اجائي وڃائي آهي. انسان جو حسن ڪيترو ناپائيدار آهي! ڪيتري نه پائيداري آهي فن جي حسن کي!"

## مجدد الف ثاني (26 جون 1564ع کان 10 ڊسمبر 1664ع تائين)

شيخ عبدالاحد وٽ سرحد ۾ ضلعي سرهند ۾ هُن جنم ورتو. هُن جو نالو الاحمد ۽ لقب بدرالدين مشهور ٿيو. حفظ قرآن کان پوءِ ابتدائي تعليم پيءُ کان ورتائين. ان کان پوءِ سيالڪوٽ ۾ مولانا ڪشميريءَ کان معقولات تي ڪتاب پڙهيائين. حديث ۾ هن جو استاد مولانا يعقوب ڪشميري هيو. 17 ورهين جي عمر ۾ ظاهري علم کان فارغ ٿي درس ۽ تدريس جي سلسلي ۾ ماڻهن کي نوازيندو رهيو. هو جلال الدين محمد اڪبر جي دينِ – الاهي واري دؤر ۾ پيدا ٿيو هو. علماءَ، اڪبر کي مهدي صاحبِ زمان چوندا ها ۽ هن کي امام مجتهد ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هيائون. اڪبر سيني مذهبن جي مختلف عقيدن جو مجموعو هو. هن پنر جنم، تِلڪ(قشقہ) سج جي پوڄا، ڳانءِ جي پوڄا وغيره کي پنهنجي مذهب ۾ شامل ڪيو. هندو ڏڻ به هو،وڏي ٺاٺ سان ملهائيندو هو. پارسين جي آتش پرستي، عيسائن جي تثليث ۽ سنک وڄائڻ به دينِ اڪبريءَ ۾ شامل ڪيو هئائين. جڏهن هو اڪبر آباد ۾ هيو، تڏهن اڪبر جي نَوَن رتن ۾ ابوالفضل ۽ فيضي (جي سنڌي هيا)، سان مجدد الف ثانيءَ اوچتو مليو. هنن جا پنهي سان ڪجهه اختلاف ٿيا، پر اهي ٻئي پائر ڪافي مڃيا ويندا ها ۽ مجدد الف ثاني، ابوالفضل جو اهلِ علم جي حيثيت ۾ ڪافي قدر ڪيو ۽ ڪيئي پيرا هن جي مجلس ۾ شريڪ ٿيو. هڪ پيري حضرت مجدد، فيضي جي گهر ويو. جتي ڏٺائين ته سواءِ نقطن جي قرآن مجيد جي تفسير لکي رهيو هو. ان ڳالهه کان به ڏاڍو متاثر ٿيو. هن کي ڏاڄ ۾ ڪافي مال ۽ دولت مليا ها، جن مان هُن هڪ حويلي ۽ مسجد ٺهرائي هئي. هن چشتيه سلسلي جي بيعت ڪئي هئي، جنهن هن کي خلافت جو خرقو به ڏنو هو. سهروردیه ۽ قادريه طريقا به هن پنهنجي والد بزرگوار کان حاصل ڪيا، پر اڃان ڪيس پورو اطمينان نه ٿيو. اطمينان ڪيس خواجا باقي باالله جي بيعت ۾ ميسر ٿيو، جو دهليءَ ۾ رهندو هيو.

ان کان پوءِ هن کي وري تصوف جي ڪشش ٿي ۽ هن وري حضرت خواجا جي بيعت ڪئي. چون ٿا ته خواجا صاحب جي مدد سان هن ڪيئي منزلون طئي ڪيون، مثلاً حيرت جو مقام، فناءِ حقيقيءَ جو مقام، شرح صدر ۽ حق اليقين جو مقام ٿوري عرصي ۾ طئي ڪيائين. تعليم بعد مرشد کان اجازت وٺي هو سرحد واپس آيو. ان کان پوءِ هو لاهور ويو ته هن جو مرشد انتقال ڪري ويو ۽ هو دهليءَ موٽي آيو. حضرت باقي الله جي وفات کان ٻه سال پوءِ شهنشاهه اڪبر به وفات ڪئي ۽ جهانگير تخت تي ويٺو، جنهن ڪيس دربار ۾ مدعو ڪيو ۽ هڪ سال کان پوءِ گواليار جي قلعي ۾ قيد ڪيو . تزڪِ جهانگيريءَ ۾ لکيل آهي ته جنهن مان اڪرام الله پنهنجي ڪتاب رود- ڪوثر ۾ لکيو آهي ته جهانگير هن کي گواليار جي قلعي ۾ قيد رکيو. قيد مان رهائيءَ کان پوءِ هو وري جهانگير جي ويجهو آيو ۽ چار سال بادشاهه جي لشڪر ۾ رشد ۽ هدايت جو سلسلو

جاري رکيائين. هن جي عمر ڪافي ٿي چڪي هئي ۽ رحلت قريب هئي، ان ڪري بادشاهہ کيس اجازت ڏني تہ سرهند وڃي ۽ اتي خلوت ۾ رهي. غالباً هو استعفيٰ ڏئي هليو ويو ۽ هن تي دم جو سخت حملو ٿيو، پر وري طبيعت بحال ٿي ويس.

هڪ ڏينهن هو هنديءَ جو هيٺيون مصرعو:

آج ملاوانَ ڪنت سون، سکهي سب جگ ديوان وار

(اڄ گڏجاڻيءَ جو ڏينهن آهي. اي سکي! مان خوشيءَ ۾ سڄي دنيا کي نثار ڪري ڇڏيان)

پڙهي رهيو هو ۽ ٿوري عرصي بعد مري ويو، جڏهن هن جي عمر 63 سال هئي.

اسلامي تاريخ ۾ حضرت مجدد الف ثانيءَ جو نالو فهرست جي چوٽيءَ تي لکيل آهي ۽ ٻيا ڪيترائي اسلامي مفڪر (علامہ اقبال سميت) هن کان متاثر ٿيا آهن.

## مسرت پسندي (Hedonist)

مسرت پسندي اُهو اخلاقيات جو نظريو آهي، جيڪو چوي ٿو تہ چڱي ڳالهہ اها آهي جا انسان کي خوشي پهچائي ۽ ڏک ۽ برائي کان نجات ڏياري. مسرت پسنديءَ جا نظريا قديم زماني کان وٺي ڏنا ويا آهن، جن ۾ ايپيڪيورس جا نظريا وڌيڪ اهم آهن ۽ ان کان سواءِ جان مل ۽ بينٿم جو افاديت پسندي (آپ يوگتاواد) وارو نظريو، سڀ ايپيڪيورس جي ئي نظرئي جو نتيجو آهن. اهو نظريو تہ سک ئي آخري چڱائي آهي، انساني اخلاق ڏانهن هڪ ڪُڍنگو ۽ رواجي رويو هو.

## موديگلياني (Modigiliani) (1884ع کان 1920ع تائين)

اطالوي مصور، سنگ تراش ۽ نقشہ ڪش هيو. 1906ع ۾ هو پيرس ۾ ڪم ڪندو هيو، پر ان کان اڳ اٽليءَ ۾ نئين جاڳرتا واري ڪلا (Renaissance Art) ۾ پنهنجي طرز مجائي چڪو هيو ۽ هن کي گهڻو ڪري بوٽي سيلي * جو روحاني وارث سمجهيو ويندو آهي. ڪجهہ تصويرون ڇڏي باقي هن جون ڪجهہ شبيهون (Portraits) آهن، جن مان هڪ ترتم واري ٿوت جو احساس ٿئي ٿو. هن جي سنگ تراشيءَ ۾ آفريڪا جي نقابن جو تاثر ملي ٿو . هن جون نفساني ننگيون مورتيون (Sensual Nudes) جي پنهنجي ڪلم ڪلا عريانيءَ ۽ عشقبازيءَ لاءِ مشهور آهن.

## موزارٽ (Mozart) (1756ع کان 1791ع تائين)

آسٽريا جو ڪمپوزر هيو، جنهن جي موسيقي ٻي ڪنهن بہ انسان جي موسيقيءَ

* بوٽي سيلي: جاڳرتا واري دؤر جو عظيم آرٽسٽ (1445ع کان 1510ع تائين)

ڪان وڌيڪ پاڻئي ويندي آهي. هو هڪ پيشور وايولين نواز ۽ ڪمپوزر (راڳ ٺاهيندڙ) جو پٽ هو. موسيقيءَ جي تاريخ ۾ حيرت ۾ وجهندڙ اسرار هيو. هن جي تربيت هن جي پيءُ ليوپولڊ ڪئي ۽ هو 5 ورهين جي عمر ۾ هڪ ماهر راڳ ٺاهيندڙ ۽ ڳائيندڙ وڄائيندڙ (Performer) هيو ۽ 15 ورهين جي عمر ۾ هن موسيقيءَ جا 100 شاهڪار تخليق ڪيا هيا. هن ڪيئي سنگيت - دؤرا ڪيا، جن جي سلسلي ۾ فرانس، جرمنيءَ، اٽليءَ ۽ انگلنڊ ۾ ويو، ۽ اتي پنهنجي دؤر جي عظيم موسيقارن سان هن جون ملاقاتون ٿيون. 1771ع ۾ هو پيءُ سان گڏ سالزبرگ جي آرچ بشپ وٽ گهر ڪري ويٺو، پر پوءِ سفر ڪندو رهيو ۽ نهايت اهم فرمائشون قبول ڪيائين. ان ڪان پوءِ هُن جي آرچ بشپ سان نااتفاقي ٿي پئي، ۽1781ع ۾ ويانا ۾ هڪ چڙواڳ ڪمپوزر، پيانسٽ ۽ استاد ٿيو. هو موسيقار جي حيثيت ۾ ته نهايت ڪامياب هيو پر تڏهن به هن کي پوريان ڪجهه مهينا، پنهنجي زال ۽ ٻن پٽن جي پرورش لاءِ پئسي جي ضرورت پئي. انهيءَ دؤر ۾ موزارٽ بيمار ٿي پيو ۽ گذاري ويو. ڪا به تاريخي ثابتي ڪانه آهي ته هن کي زهر ڏني وئي هئي. گذريل سال 1991ع ۾ هن جي ٻي صدي ملهائي وئي، جنهن جو تفصيلي ذڪر هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ ڪيو ويو آهي. هن جي موسيقيءَ ۾ عجيب و غريب ۽ غير رواجي ٽيڪنيڪي مهارت آهي ۽ انساني حالت جي اونهي ڄاڻ آهي.

## مولانا روميءِ جلال الدين (1207ع ڪان 1272ع تائين):

فارسيءَ جو عظيم صوفي شاعر هيو. هو بلخ ۾ پيدا ٿيو، جتي هن جو پيءُ بهاءُالدين مشهور عالم هيو. هن جي علاءُالدين محمد خوارزم شاهه سان نه ٻڻي ۽ ان ڪري هو وطن ڇڏي هليو ويو. مولانا رومي ان وقت ننڍي عمر جو هيو. نيشاپور جي شهر ۾ مشهور صوفي شاعر فريدالدين عطار (منطق الطيور جي مصنف) سان هن جي ملاقات ٿي ته انهيءَ، روميءَ کي هنج ۾ کڻي دعائون ڪيون. هن جي پيءُ هن کي تُرڪيءَ جي شهر قونيا ۾ آندو ۽ هو اتي رهڻ پيو. روم ۾ رهڻ ڪري مولانا رومي جي نالي سان مشهور ٿيو هو. مولانا رومي جو زمانو نهايت اُٿل پُٿل وارو هيو، پر اُهي حالتون هن جي ذهني ارتقا ۾ آنڪ ثابت نه ٿيون. علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن پنهنجو ڌيان روحانيت ڏانهن ڏنو. پهريون بُرهان الدين ترمذي جو شاگرد هيو، پر پوءِ صوفي درويش شمس تبريزيءَ سان هن جي عقيدت ۽ والهانه عشق ٿي پيو. چيو وڃي ٿو ته جڏهن شمس تبريز، قونيا مان هليو ويو ته روميءَ هن جي فراق ۾ غزل لکيا، جي 'ديوان شمس تبريز' جي نالي سان مشهور ٿيا. 1245ع ۾ شمس تبريز جي وفات تي سندس ياد ۾ مولانا روميءَ هڪ نئون صوفيانه درويشيءَ جو سلسلو قائم ڪيو، جنهن کي تصوف جي اصطلاح ۾ 'سماع' چوندا آهن.

مولانا روميءَ جي شاعري تصوف سان ڀرپور آهي، مگر جا شيءِ مولانا جي عالمگير شهرت جو باعث ٻڻي ۽ هن جو لازوال شاهڪار آهي، اها هن جي مثنوي آهي،

جنهن جي باري ۾ هي شعر مشهور آهي:

’مثنوئِ مولوئِ معنوي
هست قرآن در زبان پهلوي‘

انهيءَ مثنويءَ ۾ مولانا روميءَ تصوف جا مسئلا ڪهاڻين ۽ نصيحتن آميز تمثيلن جي ذريعي حل ڪيا آهن. پاڻ بہ قونيا ۾ وفات ڪيائين ۽ هن جي درگاهہ شمس تبريز جي درگاهہ کان فرلانگ کن پري آهي. مان ٻنهي بزرگن جي درگاهن تان تي آيو آهيان ۽ خاص طور روميءَ جي درگاهہ تي ڪيل رقص-درويشان مون کان نہ وسريو آهي.

## مهاتما گانڌي (موهن داس ڪرمچند)

1869ع ۾ ڄائو. 1948ع ۾ هندوشدت پسند تحريڪ جي حاميءَ ۽ ساورڪر جي دوست گوڊسي جي گوليءَ سان ماريو ويو ، جنهن وقت هن ورهاڱي کانپوءِ هندو-مسلم رتو ڇاڻ کي بند ڪرائڻ لاءِ ڪوشش پئي ڪئي. ”خدا ڪڏهن بہ بي اختيار نہ آهي. هن جو قانون بي بدل آهي. اسان هُن کي ڄاڻون نہ ٿا. نہ اسان کي ڪنهن بہ وقت هن جي مرضي معلوم آهي، تنهنڪري هن جي اسان لاءِ حدون مقرر ڪيون آهن سي اسان تسليم ڪيون ٿا ۽ جي اُپاءَ اسان جي وس ۾ آهن، سي ڪيون ٿا.“ (گانڌيءَ جي ڏاهپ ۾ ٿامس ڪيرنان اهو حوالو گانڌيءَ سان منسوب ڪيو آهي.)

هندستان جيڪي بہ جديد انسان پيدا ڪيا، انهن ۾ گانڌيءَ هڪ بااثر شخصيت هو. هن روايتي هندو مت ۾ ٽالسٽاءِ جا خيال آندا ۽ ان کي آهنسا جي تحريڪ ۾ تبديل ڪيو ۽ هندستان جي آزادي حاصل ڪئي. هن آمريڪا جي نيگرو ليڊر ڊاڪٽر مارٽن ليوٿر ڪنگ (جنهن کي گانڌيءَ وانگر گوليءَ هڻي وئي هئي ۽ جو امن جو نوبل انعام کٽندڙ هو) کي ڏاڍو اُتساهيو. پنهنجي آتم ڪهاڻي ’منهنجا سچ سان تجربا‘ ۾ گانڌيءَ لکيو آهي، ”ٽالسٽاءِ جي ڪتاب، ’خدا جي شهنشاهيت اوهان جي اندر ۾ آهي‘ مون تي زبردست اثر ڪيو. هن مون تي پائنده تاثر ڇڏيو. هن ڪتاب جي آزاد خياليءَ، گهري اخلاق پرستيءَ ۽ سچائيءَ انهن ٻين سيني ڪتابن کي شَهہ ڏئي ڇڏي، جي مون ڏکڻ آفريڪا ۾ پڙهيا هيا. مون هن جو ڪتاب ’اڳتي ڇا ڪجي‘ ۽ ’انجيل جو اختصار‘ ۽ ٻيا ڪتاب پڙهيا، جن مون تي نهايت گهرو اثر ڪيو ۽ مون کي هڪ آفاقي محبت جا امڪان نظر آيا“ هو ڪجهہ وقت ’ٽالسٽاءِ جي ٻني‘ جي نالي سان جاءِ ٺاهي وينو ۽ هن اتي تمام سادگيءَ سان زندگي گذاري ۽ ٻارن کي بہ انهيءَ ٻنيءَ تي تعليمَ ڏنائين.

1915ع ۾ مهاتما گانڌي، هندستان موٽي آيو ۽ شاعر رابندرناٿ ٽئگور هن جي مهاتما جي نالي سان آجيان ڪئي ۽ ان کان پوءِ هن تي اهو خطاب پڪي ويو. گانڌي 2 آڪٽوبر 1869ع ۾ پور بندر ۾ پيدا ٿيو ۽ هو ستن ٻارن ۾ ننڍي ۾ ننڍو هو. 13 ورهين جي عمر ۾ هن جي شادي ٿي ۽ هو ساري زندگيءَ انهيءَ تي شرمنده رهيو تہ هو پنهنجي

نندي ڪنوار سان ڪيئن هليو. ٽن سالن کان پوءِ هن جو پيءُ مري ويو، جڏهن هو پنهنجي زال سان گڏ ستل هيو ۽ اهو ڏوهہ جو احساس تہ هن پنهنجي فرض جي بجا آوري نہ ڪئي، هن ۾ ساري زندگي رهيو. هو پوءِ پنهنجي زال ڪستور ٻائيءَ جا زيور وڪڻي انگلنڊ ويو ۽ اتي بئريسٽر جي ڊگري حاصل ڪيائين ۽ 21 ورهين جي عمر ۾ هندستان موٽي آيو، جتي هن جي وڪالت نہ هلي سگهي ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪنهن واپاري فرم جو قانوني مشير بڻجي ويو ۽ اتي اٽڪل 20 سال پنهنجي ڪم ۾ مصروف رهيو. اُتي هڪ جج هن کي حڪم ڏنو تہ پنهنجو پٽڪو لاهي رکي ۽ هڪ انگريز ريلوي جي فرسٽ ڪلاس گاڏي ۾ گهڙي آيو، جنهن ۾ گانڌي سفر ڪري رهيو هو ۽ هن کي چيائين تہ اسان ريلوي جي فرسٽ ڪلاس ۾ ڪنهن ڪاري چمڙيءَ واري کي سفر ڪرڻ نہ ڏينداسين ۽ هن کي زوريءَ گاڏي مان لاٿو ويو. اهڙا تلخ تجربا پرائي، گانڌيءَ آهنسا جي تحريڪ سياسي هٿيار ڪري ڪم آندي. 1909ع ۾ گانڌيءَ "Confession of faith" (يقين جو اعتراف) ڪتاب لکيو، جنهن ۾ چيائين تہ جرمنيءَ ۽ انگلنڊ ٻئي موت جي دربار ۾ حاضر هيا. مغربي تهذيب جي ماديت پرستيءَ ۽ فوج ڪشي، ريلوي، ٽيليگراف ۽ ٽيليفون جو نظام سڀ هن جي نظر ۾ منفي ڳالهيون هيون. علاج لاءِ ٽيڪنالاجي بہ گانڌيءَ جي نظر ۾ منفي هئي ۽ هو اسپتالن کي بہ چڱيءَ نظر سان نہ ڏسندو هو. 1915ع ۾ هو هندستان واپس وريو، جڏهن 40 کان مٿي تي ڇڪو هو ۽ اُتي آزادي جي تحريڪ شروع ڪيائين. هو انڊين نيشنل ڪانگريس جو ڪيئي ڀيرا ليڊر ٿيو ۽ عدم تعاون واري تحريڪ ۾، جڏهن هو جج جي اڳيان گرفتاريءَ بعد آندو ويو تہ هن چيو تہ، ”هو هڪ هاري ۽ ڪوري هُو ۽ هڪ هاريءَ جي زندگي انسان ذات لاءِ بهترين هئي“ هن هارين جي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو.

1932ع ۾ هن عوامي تحريڪ هلائي تہ ٽيڪس نہ ڏنو وڃي؛ ان ڪري هن کي بغاوت جي مقدمي ۾ گرفتار ڪري آندو ويو. هن ڏوهہ باسيو ۽ ڪيس سزا ڏني وئي، پر بيماري سبب ڪيس ڇڏيو ويو. تنهن کان پوءِ هن لوڻ جي باري ۾ تحريڪ هلائي ۽ هو سمنڊ تائين پيرين پيادل ويو ۽ گورنمينٽ جي لوڻ تي هڪ هٽي ختم ڪرائڻ لاءِ نعرو بلند ڪيائين. هن ڀيري اختياريءَ وارن هن جي تحريڪ کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو رڳو جيل ڀري سگهيا ۽ آخر موٽ ڪاڏائون.

هڪ ٻئي مسئلي تي گانڌيءَ پنهنجو مؤقف قيدخاني مان ڪٿيو، ڇو تہ هن تيستائين مرن ورت (fasting un to death) رکيو، جيستائين گورنمينٽ هريجن جي باري ۾ ووٽ ڏيڻ جو قانون نہ ڦيرايو. گانڌيءَ سيني ڪانفرنسن ۾ 15 آگسٽ 1947ع تائين هڪ اهم شخصيت جو ڪردار ادا ڪيو. ورهاڱي هُن کي ڪافي مايوس ڪيو ۽ جڏهن هندو- مسلم فساد ٿيا ۽ لکين ماڻهو ملڪ جي هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ ڀڄڻ لڳا ۽ ڪيئي مَرڻ لڳا تہ گانڌي اهنسا جو پيغام ڏنو ۽ امن بحال ڪرڻ لاءِ ورت رکيا، پر 30 جنوري 1948ع تي گوڊسي هن کي گولي هٽي ماري وڌو. هن پنهنجي قاتل لاءِ معافيءَ

جو اشارو ڪيو.

ڪارل مارڪس چيو آهي تہ "فلاسافيءَ جو ڪم فقط دنيا کي سمجهڻ نہ آهي، پر ان کي بدلائڻ بہ آهي." ان حساب سان مهاتما گانڌيءَ جو فلسفو رد ڪڊ ڪان متي هو، ڇاڪاڻ جو هن دنيا ڪاني بدلائي وڌي، پر پنهنجي مخصوص طريقي سان. يو.ايس.ايس.آر جي ٽٽي وڃڻ ۽ ڪميونزم جي ناڪاميابيءَ ۽ ذلت کان پوءِ، گانڌي ازم هڪ مُتبادل فلسفي طور غور طلب آهي. گانڌيءَ جي نظر ۾ صحيح ذريعا ئي صحيح مقصد حاصل ڪري سگهن ٿا. مان پانيان ٿو تہ ان ۾ هو بلڪل صحيح هو.

مون کي سوپي ٻڌايو هو تہ بحث ڪندي گانڌيءَ ڪنهن ڪميونسٽ رهنما کان پڇيو هو تہ، "توکي زمين گهٽي آهي؟" "پنج سؤ ايڪڙ." هُن جواب ڏنو هو. "پهرين اُها تہ هارين ۾ ورهاءِ." گانڌيءَ کيس چيو هو، "مون وٽ ڏس تہ ڇا آهي. هڪ کير لاءِ ٻڪري، هڪ گلاس، هڪ ڌوتي، هڪ لٺ ۽ هڪ ڪاٺ جي ڇاڪڙي! مان توکان بهتر ڪميونسٽ آهيان." اهڙين ڳالهين جي ڪري هُن تي مهاتما جو نالو پيو هو ۽ مان پانيان ٿو تہ اِن نالي ۾ وَڏائ ڪونہ هو.

## مينڊالسٽام آسپ (1891ع کان 1838ع تائين)

روسي شاعر ۽ ادبي نقاد هو. ائڪميسٽ تحريڪ جو مهندار تي اپريو ۽ روسي شاعري ۾ نواڻ پيدا ڪيائين ۽ اُن کي پنهنجا ڳُوڙها استعارا ڏنائين؛ هن شاعري ۾ منطقي تعلقات کي گهڻ اهميت ڏني. هن بين الاقوامي ثقافت مان ڪاني حوالا ڏنا، هو انقلاب کان پوءِ ادبي دنيا سان ٺاهہ ڪري نہ سگهيو ۽ 1928ع کان پوءِ پنهنجي شاعريءَ جو ڪوبہ ڪتاب شايع نہ ڪرايائين. 1934ع ۾ هن کي اسٽالن جي خلاف ڪنهن تحرير سبب گرفتار ڪيو ويو هو ۽ ٽي سال جلاوطن ڪيو ويو. هن وري شعر لکڻ شروع ڪيو جو پنهنجي زال ناديزدا کي ياد ڪرائي ڇڏيائين ۽ جو هن جي موت بعد 20 سالن کان پوءِ روس کان ٻاهر شايع ٿيو. مينڊالسٽام کي ٻيهر 1938ع ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ هو قيدخاني ۾ مري ويو. هن جي زال ناديزدا هن جي زندگي ۽ شاعري ٻاهر ڇپائي. 1970ع ۾ اها منظر عام تي "Hope against hope" ۽ "Hope a bandoned" جي نالي سان آئي. اهي ٻئي ڪتاب پڙهي منهنجي لونءَ لونءَ لرزي اُٿي ۽ مونکي يقين ٿي ويو هو تہ سوويت يونين ۾ ادب ۽ آرٽ جي آزادي بنهہ نهوڙي ٿي وڃي ۽ اهڙو اظهار مون پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيترو وقت اڳ ڪيو آهي. منهنجيءَ نظر ۾ پشڪن ۽ پاسترناڪ کان پوءِ روسي شاعريءَ ۾ مينڊالسٽام وڏي ۾ وڏو جينيس هو. هو شاعره ائنا اخمتووا جو دوست هو ۽ لينن گراڊ ۾ رهائش دوران هن سان ملندو ۽ ادبي ڪچهريون ڪندو هو. جي مون وانگر فيض احمد فيض، مينڊالسٽام جي شاعريءَ جو مطالعو ڪري ها تہ 'هم جو تاريک راهون مين مارے گئے' واري سٽ اُنهن

شاعرن سان ٻه لاڳو ڪري ها، جي سرخ پرچم جي ديس ۾ انڪري مارايا ويا ها جو هو حڪومت جا ڍنڍورچي نه ها. پر ڇا ڪجي، فيض ڀاڻ ته حڪومت جو ڍنڍورچي نه هو، پر هن جا پڙهندڙ اڪثر ملٽريءَ جا آفيسر ۽ سي.ايس.پي زياده ها. هو عوام جي باري ۾ ته لکندو هو، پرعوام جي لاءِ شاعر نه هو.

مينڊالسٽام، بريس پاسترناڪ جو دوست هو ۽ انهن ٽنهي شاعرن، اسٽالن جي دؤر وارو راڄ – هٽ، انڌير، ڌوڌ ۽ انڌڌنڌ اکيبن سان ڏٺو جو هنن جي شاعريءَ مان ائين ٽپڪي ٿو جيئن ذبح ٿيل تتر جي نڙي مان رَتُ وهندو آهي. مينڊالسٽام روانگيءَ واري چانوٺيءَ ۾ مري ويو هو، جتي هن کي گرفتاريءَ کان ڪيترو وقت پوءِ ترسايو ويو هو.

جيتوڻيڪ هن جي شاعريءَ ۾ هن زندگيءَ جا ڏک ڏاڪڙا ۽ پنهنجي دؤر جو ڌهڪاءُ، هيبت ۽ هول آهي، پر هن جي شاعري رڳو ان خوف جو پرتوو نه آهي ۽ ان ۾ غير فاني خوشيءَ جو اظهار ٻه آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن هن کي زندگيءَ هڪ جشن وانگر لڳي ٿي. هو هر سٺي روسي شاعر وانگر ان ڳالهه ۾ اعتبار ڪندو هو ته انسان کي، شاعريءَ جي ايتري ضرورت آهي جيتري روٽيءَ جي.

## نـٽـشي

1843ع ۾ پرشيا ۾ پيدا ٿيو ۽ 1900ع ۾ وفات ڪئي. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾ 'ائين چيو زردشت' (Thus spake Zardashtra) مشهور آهن. هو ناستڪ هيو ۽ هن جو عيسائيت ۾ اعتبار نه هو ۽ چوندو هو ته عيسائيت،غلاميءَ لاءِ اتڪل بازي آهي. هن ئي انسان ڪامل (Super man) جو تصور ڏنو هو، جنهن علامه اقبال کي اُتساهيو هيو. تاريخ ثابت ڪيو ته نٽشي جو Superman جرمنيءَ ۾ هٽلر جي روپ ۾ آيو. علامه اقبال جو انسانِ ڪامل هڪ روحانيت پرست هوَ ۽ خود علامه چواڻيءَ اُن جو تخيل روميءَ مان ورتو ويو هو، جنهن چيو آهي:

دي شيخ با چراغ همي گشت گردِ شهر
ڪِز دامِ ودَد ملولم و انسانم آرزوست

(ڪلهه رات شيخ چراغ کڻي شهر جي چوڌاري ڦري رهيو هو؛ ۽ چئي رهيو هو ته پَسون پَسي ملول ٿي پيو آهيان ۽ مون کي انسان جي آرزو آهي)

پر نه علامه اقبال جي دؤر ۾ ۽ نه اُن کان پوءِ اجان تائين، اهڙو انسان پيدا ٿي سگهيو آهي. ان جي پڪ آهي ته علامه جي دؤر کان وٺي اڄ تائين ڪوئي مسلمان انهيءَ معيار تي نه پهتو آهي.

نٽشي خدا سان بغاوت ڪئي هئي ۽ خدا هن تي ديوانگي مسلط ڪئي. هو ڏهه سال پاڳل خاني ۾ رهيو. هن جي موت کان پوءِ هن جي ڪاغذن ۾ هڪ لفظ لکيل مليو: 'The Crucified' (صليب تي چاڙهيل)

## والٽ وِٽمَن (1819ع کان 1892ع تائين)

آمريڪا جو شاعر، صحافي ۽ مضمون نگار هو. هن تي ايمرسن جو ماورايت ۽ فوقِ عقليت جو تمام گهڻو اثر هيو. هن 1855ع کان 1856ع تائين پنهنجي شاعريءَ جو مشهور ڪتاب 'گاهه جا پتا' (Leaves of Grass) ڇپايو، جنهن ۾ هن جو مشهور نظم 'پنهنجي پاڻ جو گيت(Song of myself )'ڇڙواڻو'؛ 'بروڪن جو پتڻ' ۽ 'اُن پينگهي مان جو سدائين جهولي رهيو آهي' شامل هيا، هن انهن جون وسيع اشاعتون ڪيون. آمريڪا جي خانہ جنگيءَ ۾ هن نرس جو رضاڪارانہ ڪم ڪيو ۽ پنهنجو ٻيو نظمن جو شاهڪار 'نغاري تي ٺڙڪا' (Drum taps) 1865ع ۾ لکيو، پر پوءِ اُن کي 'Leaves of grass' ۾ شامل ڪري ڇڏيو. وِٽمَن آزاد نظم جو بنياد رکيو ۽ شاعريءَ ۾ آمريڪا جو مخصوص آواز شامل ڪري ڇڏيو، جنهن ۾ هن يو.ايس. اي جي جمهوري قوت کي ساراهيو ۽ جنسي آزادگي ۽ موت تي ڪيئي زوردار نظم لکيا. هو شاعرانہ ٻوليءَ ۾ آمريڪا جي مزاج، پاران ڳالهائيندڙ هو.

هو31 مئي 1819ع ۾ منتنگٽن، لانگ آئلئنڊ، نيويارڪ جي پرسان پيدا ٿيو. وِٽمَن جو خاندان، انگلنڊ مان سترهينءَ صديءَ ۾ لڏي آيو هو ۽ هنٽنگٽن ۾ ڪينيڪٽ ويجهو جمي وينو ها، شاعر جي ڏاڏي کي وڏيون زمينون ۽ غلام هيا، پر هن جي ٻيءُ کي ويسٽ هِلس جي ويجهو ٿوري زمين ورثي ۾ آئي، جتي هن هڪ گهر ٺهرايو، جنهن کي سانڍيو ويو آهي ۽ ان تي 'والٽ وٽمن جي جنم ڀونءِ' نالو ڏنو ويو آهي.

شاعر جي ماءُ هڪ ڊچ پوکي ڪندڙ جي ڌيءَ هئي، پر هن جا والدين ساموندي ماڻهو هيا. ساري زندگي وِٽمن جو لانگ آئلنڊ ۽ خاص ڪري اُن جي ساحلن ۽ سمنڊ جي منظرن سان گهرو لڳاءُ رهيو. هن جو رُڪو ۽ بيزار ٻيءُ، ٿامس پين جو دوست ۽ آدرش وادي فرانسز رائيٽ ۽ رابرٽ اووَن جو مداح هيو، جن هن جي ذهني آؤسر ۽ دانشورانہ آزاديءَ تي گهرو اثر وڌو. جڏهن هن جي عمر چار سال هئي تڏهن هن جو ٻيءُ ماءُ بروڪن لڏي آيا ها. اتي هن پبلڪ اسڪول ۾ ڇهہ سال باقاعدي تعليم ورتي. اُن کان پوءِ ڪنهن معالج وٽ ٿورو وقت ملازمت ڪئي ۽ ڪنهن قانوني فرم ۾ نوڪري ڪئي ۽ نيٺ هڪ پريس ۾ ڪنهن پرنٽر وٽ سيڪڙاٽ ٿيو. 15 ورهين جي عمر ۾ هو هڪ لنبو تڙنگو مڙس ٿي ويو ۽ ساماڻل ماڻهوءَ جي هاني، چال چلن، چَسُ چشڪو ۽ لاءُ ساءُ پرايائين.

هو لانگ آئلنڊ تي بحث مباحثي جي سوسائٽين ۾ حصو وٺندو هو (پڙهندڙن جي معلومات لاءِ ٻڌايو ٿو وڃي تہ مان بہ ننڍي هوندي کان وٺي اهڙين سوسائٽين ۾ ڀهرو وٺندو هوس. رام جيٺملاڻي، جو هندستان ۾ ڪنهن وقت پرائيم منسٽر وي.پي. سنگهہ، جي جنتا دل جو شايد اڄان تائين وائيس پريزيڊنٽ آهي، اُهو بہ انهن بحثن ۾ حصو وٺندو هو. مان لا ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ٻي سال ۾ ڊبيٽنگ سوسائٽي جو

شيڪريٽري چونڊيو ويو هوس، جتي مون المشرقيءَ کي دعوت ڏئي تقرير ڪرائي هئي، جنهن جو ذڪر مان پنهنجي دوست جمال ابڙي جي سوانح حيات ۾ ڪري رهيو آهيان).
سورهن ڪان اڪويهن سالن جي عمر تائين هن نيويارڪ ۾ پرنٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو، ۽ ٿوري وقت لاءِ ديهاتي اسڪولن ۾ تعليم ڏني. ڪنهن هفتي وار اخبار لاءِ ڪم ڪيو ۽ اخبارن ۾ ڪيئي مضمون لکيا. 1841ع ۾ هو نيويارڪ هليو آيو، جتي نه رڳو 'نئين دنيا' جي عاليشان آفس ۾ ڪم ڪيائين، پر ڊيموڪريٽڪ (جمهوري) اميدوارن لاءِ به مهم شروع ڪيائين. 1842ع ۾ هو هڪ جيٿاليءَ ۽ چست چالاڪ روزاني اخبار 'اورا' جو ايڊيٽر ٿيو. هن جون ڪهاڻيون ۽ نظم، جي هن جي ڪتاب 'Leaves of grass' جي پيٽ ۾ ڪجهه نه آهن، شايع ٿيا. اُن ڪان پوءِ 'ايگل' جو ايڊيٽر ٿيو ۽ هن 'ڊيموڪريٽڪ رويو' ۾ اخلاقي ۽ جذباتي مضمون شايع ڪرايا. وٽمئن غلاميءَ جي خلاف به لکيو ۽ ان ڪري هن کي 'ايگل' جي ادارت تان هٿ ڌوئڻا پيا. ان ڪان پوءِ ٿوري عرصي ۾ وِٽمئن کي Crescent (هلال) جي ادارت سپرد ڪئي وئي. هن اُها قبول ڪئي ۽ پنهنجي ڀاءُ سان گڏ ٽرين ۾ ٽپال گاڏين ۽ آگبوٽن ۾ سفر ڪري، هو نيو آرلينس پهتو، پر اتي هُن جو ڀاءُ زياده تر عرصو بيمار رهيو، هن کي ڏاڪٽو علاقو ڇڏڻو پيو، جيتوڻيڪ اڌ صديءَ لاءِ نيو آرلينس ۾ جي نهايت رنگين ۽ رومانوي زندگيءَ تي تبصرا ٿيندا رهيا. ان ڪري وِٽمئن مسيسپيءَ موٽي آيو ۽ گهر پهچي اتي وٽمئن آزاد ڌرتيءَ جي تحريڪ هلائڻ ۾ گهڙي به دير نه وڌي. هن جي اخبار جي هڪ اشاعت 'بروڪلن جي آزاد انسان" جي 9 سيپٽمبر 1848ع تي نڪتي. ٻي ڏينهن هن جو ڇاپ خانو جلايو ويو ۽ هو نومبر واري اليڪشن ڪان اڳ اخبار نه ڪڍي سگهيو، جنهن ڪري نيويارڪ اسٽيٽ ۾ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ هارايو، جيتوڻيڪ ان ڪان پوءِ به هن هڪ سال اخبار کي اينگهايو، پر 'يُنيون ٻارا جلائيندڙ' ۽ 'پراڻا موڏي ۽ خسيس ماٿهو' 1849ع ۾ انت هن جي ناڪامي آوَس ۽ آڻتر بڻائي سگهيا.

هو نيويارڪ ۽ بروڪلن جي اخبارن ۾ ڪجهه نه ڪجهه لکندو رهيو، پر في الحال ته هن جي ثقافتي زندگي ختم ٿي وئي. هن کي ٻين اخبارن جي ادارت ملي سگهي ها جي هو سمجهوتو ڪري ها، پر هو ڪجهه اصولن جي ڪري ائين ڪري نه سگهيو. ڪيئي سال هو جدا جدا ڌنڌا ڪري، پنهنجو گذارو ڪندو رهيو. 1885ع ۾ هن پنهنجي عظيم شاعري جي ڪتاب 'Leaves of grass' (گاهه جا پتا) جي اشاعت شروع ڪئي، جا آمريڪا جي شاعريءَ ۾ پهرين عظيم اشاعت ثابت ٿي، ان ۾ ڪل 95 صفحا ها، جن ۾ ڪُل ٻارنهن نظم ۽ هڪ عنوان ڪان سواءِ نهايت طويل مقدمو هيو، جنهن جو پوءِ "پنهنجي باري ۾ گيت" جو عنوان رکيائون.

پهرين صفحي تي هن جو نالو نه پر تصوير ڏني وئي، جنهن ۾ هن جي قميص کي اڌ ٻانهون، پورهيت جي پتلون ۽ هڪ ڳوري هئٽ پئي هئي جا ٽِنڊ تي ائين جُهڪيل هئي، جيئن بدمعاش جُهڪائيندا ها. پهرين نظم ۾ هن پنهنجي باري ۾ لکيو، "والٽ وِٽمئن،

هڪ آمريڪي، چيڙهالو، هڪ ڪائنات....."

ان ڪتاب جو پيش لفظ، جو ننڍي ٽائيپ ۾ هو ۽ ان ۾ ڪيترائي ڊگهڙا ۽ ڳتيل جملا هيا، هن جا همعصر نہ ويچائي سگهيا ۽ هن جي پڙهندڙن لاءِ جڻ تہ ٻڌي ۾ نڪريون هُيا، پر اڄ ڪلهہ هن جي باري ۾ ادبي نظريو سڌو سنئون آهي. ڪيئي ورهيہ، محبِ وطن آمريڪي اخبار نويس، اديب ۽ مقرر ڏيهي ساهت لاءِ ٻاڏائي رهيا ها، هڪ قومي ادب لاءِ جو آمريڪا جي آڪيچار وَسيلن (جي هڪ ننڍي عمر واري قوم جي نون اُپايل ۽ پاليل ماڻهن جي هٿ وَس هيا) سان ٺهڪي اچي ۽ اُن لاءِ موافق ثابت ٿئي. ”هتي آهن اهُ –گهڙيا، ڪڙيڙيا، کُهرا ماڻهو، ڇِرڙ ٻرڙ ڏاڙهيون ۽ وشال ڌرتي ۾ تکو، راڻوڙ سياءُ ۽ الغرضائي ۽ بي پروائي، جا دل کي پياري ٿي لڳي." وِٽمئن پنهنجي ديباچي ۾ چيو. هن جو ادبي پروگرام سماجي، اخلاقي ۽ سياسي هيو. جڏهن ون- يونٽ خلاف تحريڪ هلي رهي هئي تہ هڪ آمريڪي صحافي مون کي چيو هو، ”تون اسان جي وٽِ مٿن وانگر آهين." ان تي مون هن کي چيو هيو، ”پر مان صحافي تہ تمام ٿورو وقت رهيو آهيان."
(مان اڳتي قدم رسالو ڪڍط ٽن مهينن لاءِ ڪڍيو هو.) ان تي اُن آمريڪي صحافي مون کي چيو هو، ”پر صحافي تُنهنجي مخالفت تہ ڏاڍي تا ڪن ۽ پوءِ بہ توکي چُپ ڪرائي نہ سگهيا آهن. اها مشابهت ئي ڪافي آهي تہ تون تنگ دل، تنگ نظر ۽ آمرانہ قوتن خلاف سينو سپر ڪري بيٺو آهين ۽ جمهوريت جو آئر ۾ اَمُر ساٿي آهين."

’پنهنجي باري ۾ گيت‘ ۾ هن ڪجهہ اضافا ڪيا. اهو نظم هن پنهنجي باري ۾ گهڻ لکيو هو ۽ ماڻهوءَ جي ’پنهنجي پاڻ‘ جي باري ۾ وڌيڪ لکيو هو. ان جو موضوع آهي زندگيءَ جي معنيٰ، پنهنجي خوديءَ جي اُلوهيت، جسم ۽ روح جو ربط ضبط ۽ لازم ملزومي، زندگيءَ جي نموني، دستور ۽ ترتيب جي ارتقا، ماڻهوءَ جي تقدس، روح جون مسلسل تبديليون ۽ برابري واريون ترقيون، جم، موت ۽ وري جم جي سفر ۾. اهي ساڳيا ئي موضوع هڪ ٻئي خوبصورت نظم ’ننڍاڪڙا‘ ۾ بہ هيا. هڪ تمثيلي تخيل، هن سنسار ۾ سڀ ننڍاڪڙا ماڻهو، ساري ڌرتيءَ تي هٿ ۾ هٿ ڏئي، وهڪ ۾ وڃي رهيا آهن. اُهي رات (قبر) ۾ هڪ جهڙا ٿي وڃن ٿا ۽ انهن ۾ ننڊ (موت) وري ٻيهر سگهہ پيدا ڪري ٿي ۽ تراوت ۽ اُستريگي ڏئي ٿي. روح کي ڪجهہ وقت لاءِ ڪَنڊ مروڙ ڪري يا پاڻيري يا ڪِني رَت، سان ڪاري يا بگاڙي نہ ٿو سگهجي. پنهنجي مقرر وقت اهو پنهنجيءَ جاءِ تي پهچي وڃي ٿو. چند اديب مان ايمرسن، جو ان وقت پنهنجيءَ شهرت جي چوٽيءَ تي هو، ’گاهہ جا پتا‘ جي عظمت کي سمجهي سگهيو ۽ هن کي اهڙو خط لکيائين.

1858ع ۾ وِٽمئن وري بي روزگار ٿي ويو ۽ پنهنجي ڪتاب جي نئين اِشاعت ۾ جُنبي ويو ۽ اُن ۾ ڪيئي نوان نظم شامل ڪيائين. 1860-64ع واري خانہ جنگيءَ کان پوءِ وِٽمئن، واشنگٽن ۾ هڪ سرڪاري ڪلرڪ هو، پر محڪمي جي سيڪريٽري هن جي ڪتاب جو مسوَدو ڏسي هن کي ڊسمس ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ هن کي اٽارني جنرل جي آفس ۾ نوڪري ملي، جتي هو 1873ع تائين رهيو، جيستائين هن کي اڌ رنگ

ٿي پيو. هن جي سرڪاري دوستن هن جي ڪتاب جو چاهہ ۽ اُتساهہ سان بچاءُ ڪيو. هن جي ڪتابَ جي چوٿين اشاعت 1867ع ۾ ٿي ۽ 1871ع ۾ پنجين اشاعت ٿي. ان هن جي انگلنڊ ۾ شهرت ڏاڍي وڌائي ۽ اُتان جا شاعر ۽ اديب هن جي باقي زندگيءَ لاءِ هن جا مداح ٿي پيا. پر پنهنجي مُلڪ ۾ بہ ڪجهہ اديب ۽ نيويارڪ ۽ فلاڊيلفيا ۾ ڪاروباري دولتمند هن جا مداح ها، جن هن جي بيماريءَ ۾ هن جي مالي مدد ڪئي. 1873ع ۾ هن جي ماءُ گذاري وئي؛ ماءُ سان هن جي غير معمولي محبت هئي. هُو انهن شامتن مان چڱيءَ طرح چڱو ڀلو نہ ٿيو، پر هن جي آزار ۾ هڪ دوست هن جي دلنوازي ڪئي، جنهن هُن جي گفتگو مان نڪتا لکي ورتا. 1876ع ۾ مسز آئنيءَ گلڪرائيٽ، جا هڪ بيوه هئي، انگلنڊ مان هن وٽ آئي. هن جو وٽمئن سان هن جي شاعري معرفت عشق ٿي ويو هو. آئنيءَ جي وِٽمئن جا ڪتاب ڇپايا ها سي انگلنڊ ۾ تہ ڏاڍا هليا، پر آمريڪا ۾ تمام گهٽ هليا، پر وِٽمئن جي صحت سڌري پئي ۽ هو ڦٽڙو ٿي پيو ۽ ٻهراڙيءَ جا ڏاڍا چڪر ڏنائين. هن آئنيءَ کي اڳيئي شاديءَ لاءِ معذرت پيش ڪئي هئي. آگهائيءَ ۾ ڪنهن سان اڪيون گهٽو اڙائڻ نيڪ نہ آهن، جيتوڻيڪ اڪيون اَروڪ ٿين ٿيون ۽ انهن تي ڪيتري بہ روڪ ڇو نہ ڪجي؛ اُهي ائين اڙجي وڃن ٿيون جيئن پکي اوچتو ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسي ويندو آهي. هو ڪوڙڪي تہ نہ ڏسندو آهي پر لڪيو هن جا پير اوڏانهن ڇڪي ويندو آهي. عشق جهڙو ڪو علاج نہ آهي؛ هن جي صحت ايتري تہ سڌري جو 1879ع ۾ هو اولهہ ۾ ڊينيوَر تائين ويو ۽ ٻي سال ڪئناڊا جو سفر ڪيائين. 1883ع ۾ ڪئناڊا هن جي جيوني ڇپائي. وٽمئن جي صحت ۾ ايترو تہ سڌارو آيو، جو 1881ع ۾ هُن پنهنجا سڀ نظم ڪَٺا ڪري، ڪُليات جي صورت ۾، باسٽن ۾ ڇپايا. پر هن جي شعرن تي ايترا تہ فحاشيءَ جا الزام لڳايا ويا، جو اشاعت گهر کي هن سان ڪوئي فيصلو ڪري، ڪتابن جي ڦانڊڻي ۽ وڪري روڪڻي پئي. پوءِ 1883ع ۾ اهو ڪتاب فلاڊيلفيا ۾ ٻيهر ڇپايو ويو. هن جي آتر ڪهاڻي ۽ جنگ ۾ گذاريل سال بہ ڇاپي هيٺ آندا ويا. باسٽن جي طباع جا اشاعت ڪان نابري واري هئي، ان ويتر ان لاءِ ذوق شوق وڌائي ڇڏيو ۽ اهو ايترو وڪاميو جو ان معاوضي مان هُن هڪ ننڍو گهر ورتو، جتي هو 1882ع ۾ پنهنجي وفات تائين رهيو. ساري دنيا جي اخبارن هن جي موت جون خبرون ڇاپيون ۽ هن کي عالمي سطح تي ميٽا ملي. اها هئي آمريڪا جي عظيم ترين شاعر جي زندگي، ان جا لوڏا لما، لاهيون چاڙهيون، جهيڙا جهڳڙا، ۽ پوئين سوڀ ۽ برصوابي، جنهن جو مطالعو منهنجو زندگيءَ ۾ ويساهہ پيدا ڪندو رهندو آهي. آخر ڏات کي امرتا مُلهہ ڏيڻ سوا تہ نہ ٿي ملي!

## والٽيئر

فرانس ۾ 1696ع ۾ ڄايو ۽ 1787ع ۾ گذاري ويو. هن جا ٻہ ڪيترائي ڪتاب آهن. جنهن مان Candide جو ترجمو ڪيو ويو آهي. والٽيئر هڪ دهريو هو ۽ هن جي

باري ۾ مشهور آهي ته جڏهن هو مري رهيو هو ته هڪ پادري هن وٽ هن جا گناه باسائڻ لاءِ آيو ته والٽيئر هن کان پنهنجي مرڻينگ حالت ۾ پڇيو ته، "توکي ڪنهن موڪليو آهي؟" جنهن تي هن جواب ڏنو ته، "موسيو والٽيئر! مون کي خود خدا موڪليو آهي." ان تي والٽيئر هن کي چيو، "پيارا سائين! توکي انهيءَ ڳالهه جي ڪائي سَند ڏني وئي آهي؟"

## وڪٽر هيوگو (1802ع کان 1885ع تائين)

فرينچ شاعر، ناول نويس ۽ ڊراما نگار هو. وسعت ۽ لياقت ۾ هو 19صديءَ جو وڏي ۾ وڏو فرينچ شاعر هو. سندس شاعريءَ ۾ وڏي رواني ۽ متناسب گوناگوني آهي، جنهن ۾ هن 'چند جو روپ' (Alexandrine form) کي [جو 17 ۽ 18صديءَ ۾ رائج هو] رد ڪري ڇڏيو. 1840ع کان اڳ ۾ هن جي شاعري ترنم واري هئي ۽ ان کان پوءِ هن جي مجموعي ۾ زياده طور فيلسوفانا نظم آهن، پر انهن جي وچ ۾ به نهايت لطيف نظم به ملن ٿا.

هيوگو پنهنجي شاعريءَ جا 5-4 ڪتاب لکيا. 1827ع ۾ هن 'ڪراميل' ڊرامو لکيو ۽ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته ٿيٽر، انساني زندگيءَ جون بئي ڳالهيون پيش ڪري، ڪِل جهڙيون ۽ اُتم ۽ اُتاهيون، سچيون پچيون ۽ آدرشي. مون هن جا به ناول پڙهيا آهن، هڪڙو 'ناٽري ڊيم جو ڳڪو' ۽ ٻيو 'لي مزري' (Lesmiserable) جيڪي 1831ع ۽ 1862ع ۾ لکيا هيائين ۽ اهي وڏي اُتساهه سان لکيا ويا آهن ۽ سماجي ۽ سياسي مسئلن ۾ هن جي دلچسپيءَ جو اظهار ڪن ٿا. 'ڪارنيلي' (Corneille) ۽ 'رسائين' (Rascine) کان پوءِ هن فرينچ ٿيٽَر ۾ رومانوي روايت قائم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. فرينچ شاعر آندري ييد کان ڪنهن انگريز دوست پڇيو هو ته هُن ڪنهن کي فرانس جو وڏو شاعر ٿي سمجهيو ته هن جواب ڏنو هو ته، 'وڪٽر هيوگو کي.' مشهور فرينچ نقاد آندري مارو هن جي دلچسپ سوانح لکي آهي، ان ۾ هن ڏيکاريو آهي ته عورتن تي هن جي وس ۽ پڄنديءَ مان ظاهر آهي ته خوبصورت 'جوليٽ دروئيٽ' (Juliette Drouet) هن جي بي وفائين جي باوجود هن سان پڇاڙي تائين وفادار رهي.

## وليم بلنڪ

انگريز شاعر، مصور ۽ اُڪر جو ماهر هيو. 1757ع ۾ ڄايو ۽ 1827ع ۾ گذاري ويو. هو نه رڳو مفلس هوندو هو، پر هن ۾ زماني سازي به ڪانه هوندي هئي. ان جي باوجود هن هڪ پُر مَسرت زندگي گذاري. هو هڪ دڪاندر جو پٽ هيو، پنهنجي تعليم پنهنجي سِر ڪئي هيائين، پر ننڍي هوندي ئي هن پنهنجي ذات ميرائي ورتي هئي ۽ هن کي اُڪرڪندڙ (Engraver) جي حيثيت ۾ شاگردي حاصل ٿي هئي. هن جي بهترين

اُڪر ڻن ڪتاب تي مشتمل آهي، ڊانٽي جو 'الاهي طربيہ' (Divine comedy) ۽ بليڪ جو 'مرقد' ۽ ٽيون ڪتاب 'جاب جو ڪتاب' * (The book of job).
بليڪ کي پنهنجي دؤر جي تعقل پسندي ۽ ماده پرستيءَ کان نفرت هئي. هن جيڪي ٻہ ڏنو ۽ جن جون تصويرون ڪيون، اهي اهڙا انسان هيا، جي برائيءَ ۾ ورتل ها، پر پاڻ ۾ ڪنهن ازلي روحانيت جي تلاش ڪري رهيا هيا. هُن خدائي حقيقت کي پنهنجي درءِ مان ليٺو پائيندي ڏيکاريو ۽ فرشتا باغ ۾ پنهنجي ويجهو ويٺل ڏيکاريا ۽ انهن کي وٺن جي چانوَ ۾ ڪنو ڪيائين ۽ پنن گلن تي ويٺل ڏيکاريائين.
بليڪ جي شاعريءَ کي ٻہ هڪ عجيب و غريب ادبي تاريخ آهي. هن پنهنجي شعر جي ڪتاب جي هر ڪاپي پاڻ ناهي ۽ هن جا نظم ٽائيپ نہ ڪيا ويا هيا، پر ٽامي جي ٽالهين ۾ اُڪريا ويا هئا ۽ هن جي صفحن تي Water colour (آبي رنگي) سان مثال ڪڍيا ويا ها، پر هن جي اُڪر ۽ هن جي نظمن ۾ بليڪ جي آرٽ جو مقصد خاص ڪري اخلاقي هيو. انسانن کي پنهنجي روح جي سچي آزادي ڏيکاري، هُن ڪين روايتن جي زنجيرن مان آزاد ڪرائڻ تي چاهيو. ڪيس سماج جو ۽ سياست جو ٻہ سهٽو تصور هيو، مثلاً هن چيو هو:
"هڪ ظالم نہ رڳو پاڻ سڀ کان وڌيڪ بيمار آهي، پر ڪيترن ئي بيمارين کي پيدا ڪري سگهي ٿو."
هن جي تصوف جي انداز ۽ علامت، موضوع ۽ تصور ۾ انقلابي لاڙي، تسليم ٿيل اخلاق سان بي صبري ڏيکاري ۽ بنهہ نئون آرٽ، جنهن ٻاهرين حقيقت ڏانهنُ نہ پر اندرينءَ حقيقت ڏانهن ڌيان ڀئي ڏنو، پيش ڪيو. انهن سيني ڳالهين ملي هن جي دؤر ۾ اهو تاثر ڏنو تہ هن جو دماغ صحيح نہ آهي.
هن جي پوئين ڪتاب 'پيغمبرانہ صحيفا' ۾ ترنم وارو تصوف اهڙيءَ رازداريءَ واري ٻوليءَ ۾ لکيو ويو آهي، جو اڄان تائين هن جا نظم پڙهي ماڻهو حيران ٿيو وڃي، جيتوڻيڪ هن تي ڪيئي صديون تبصرا لکيا ويا آهن، بليڪ دنيا جي ادب ۾ ان ڪري ٻہ اهميت رکي ٿو، ڇو تہ هن کي هڪ تاريخي حيثيت هئي، هن عقل پسنديءَ جي دؤر ۾ وجدان تي زور ڏنو ۽ سائنسي شبي پرستي وقت تصور کي اهمينت ڏني. هن جي بغاوت جي وڌيڪ اهميت ان ڪري آهي تہ هو تمام عظيم شاعر هو ۽ هڪ ئي تخيل ۾ نهايت گهرو ۽ پيچيدو جذبو سمائي سگهندو هو ۽ انهيءَ جذبي کي هڪ ڊرامائي انداز ۾ هڪ خوبصورت متحرڪ توازن سان پيش ڪري سگهندو هو. هو آزاد نظم جو وڏو ماهر هو.

## وليم جيمس

آمريڪا ۾ 1842ع ۾ جنم ورتائين ۽ 1910ع ۾ گذاري ويو. هو 'مداخلت' جي فلسفي جو قائل هيو. هن يورپ جو سفر ڪيو، پر تڪليف هن جي دل کي ڪمزور ڪري

* جاب جو ڪتاب؛ اهو ڪتاب پراڻي عهدنامي جو حصو آهي. جاب (حضرت ايوبؑ) اهو شخص هو جنهن جون خدا آزمائشون ورتندو هو تہ هو هر تڪليف صبر سان سهي ويندو هو.

وڏو. جڏهن هو بحري جهاز ذريعي آمريڪا موٽي رهيو هو ته هن جي زندگيءَ جو سفر ختم ٿي رهيو هو. هن پويان لفظ جيڪي چيا: ” ڪهڙو نه چڱو آهي گهر موٽي وڃڻ.“ وليم جيمس جا ڪتاب 1948ع ۾ مون کي محترم خالد اسحاق ڏنا ها، جڏهن مان هن جو پائيوار هوس.

**ونسينٽ وان گوگ (Vincent von gogh) (1853ع کان 1890ع تائين)**

ڊچ مصور ۽ نقاش. وان گوگ، سيزان* (Cezanne) ۽ پال گوگين** اهي ٽئي چٽا تاثريت*** واري دؤر کان پوءِ جا وڏي ۾ وڏا مصور آهن. هي پنهنجي زندگيءَ ۾ فقط هڪ تصوير وڪڻي سگهيو ۽ مفلسي، شراب نوشي ۽ ديوانگيءَ سان هڪ طويل جنگ ڪيائين. تازو هن جي هڪ تصوير 43 ملين ڊالرن ۾ جاپان ۾ وڪامي آهي، جنهن جو عنوان هيو 'سورج مکي' (Sun flower). جيتوڻيڪ هن جي فني زندگي صرف 10 سال هئي، پر هن 800 تصويرن جو انبار تخليق ڪيو.

هن جون اوائلي تخليقون هارين جي زندگيءَ جي باري ۾ آهن. اُهي رنگ ۽ مزاج ۾ ميرانجهڙا ۽ جهڪا آهن. 1886ع ۾ هو پئرس لڏي ويو ۽ هن تي تاثريت ۽ جاپاني ڪاٺ تي اُڪر جو ڏاڍو اثر ٿيو ۽ هن جي موضوعن ۾ وسعت آئي، جنهن ۾ پس منظر هيا، انساني صورتون ۽ ساڪن زندگيون هيون. تاثريت پسند، فطرت ۽ ان جي اظهار ۾ فقط رنگ کي اهميت ڏيندا هيا، پر وان گوگ ان کي رمزيت**** ۽ پُر معنيٰ مقصد لاءِ ڪم آندو ۽ تمام زوردار برش جي جهٽڪن سان خوبصورت مصوري ڪئي.

1888ع ۾ هو آرليس (Arles : يونوچ سمنڊ***** تي هڪ شهر) ۾ اچي رهيو، پر هميشه هُن کي ديوانگيءَ جا دورا پوڻ لڳا ۽ هو سوداءَ هيٺ رهيو. انهيءَ ساڳي جاءِ تي پال گوگين به اچي هن سان گڏيو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ جهيڙو ٿي پيو ۽ آخرڪار

---

* سيزان: پال سيزان، سچو نالو ، (1839ع کان 1906ع) فرينچ مصور - گوگين ۽ وان گوگ سان گڏ آرٽ تاثريت کان پوءِ اهم شخصيت، جنهن 20 صديءَ جي مصوريءَ کي متاثر ڪيو.

** پال گوگين: مغربي مصور جنهن يونوچ سمنڊ جي ڏاکڻن ٻيٽن جون ڪيئي تصويرون مارڪيز ٻيٽ تي ٺاهيون هيون. هو پيدا ته پئرس ۾ ٿيو هو، پر اُتان جي اونداهي آسمان ۽ پراڻي شهر جي سوڙهين گهٽين مان ايترو ته تنگ ٿي پيو جو يونوچ سمنڊ جي ڏاکڻن ٻيٽن ۾ رهڻ لاءِ هليو ويو.

*** تاثريت (Impressionism): مصوريءَ جي تحريڪ جنهن جي فرانس ۾ 1960ع ۾ شروعات ٿي.

**** رمزيت (Symbolism): مصوريءَ ۽ ادب جي تحريڪ جا فرانس ۾ 1880ع ۽ 1890ع ۾ ٿلي ٿولي، ۽ جنهن جو ان ڳالهه ۾ اعتبار هو ته آرٽ جو مقصد فقط نروار ڪرڻ نه آهي، پر اشارو ڪري ڳالهه دل ۾ وجهڻ به آهي ۽ ان لاءِ علامتون استعمال ڪرڻيون آهن. جيئن شين جي صورت ۽ ڏيک پٺيان آتيت آتمڪ اصليت جو انيو ٿي سگهي.

***** يونوچ سمنڊ: بحرِ اوقيانوس

اهو واقعو ٿيو، جنهن ۾ وان گوگ پنهنجو ڪن ڪپي ڇڏيو. هن زندگيءَ جي پوئين ڏينهن ۾ 70 تصويرون ڪڍيون ۽ پوءِ پاڻ کي گولي هڻي خودڪشي ڪيائين.

هن جي موت کان پوءِ هُن جي شهرت گهٽجي وڌي وئي ۽ هن جي ڪم جي جذباتي گهرائيءَ جو ويهين صديءَ جي آرٽ تي فاوزم* کان وٺي اظهاريت تائين گهرو اثر رهيو. وان گوگ جو ڀاءُ ٿيو (Theo) جو تصويرن جي خريد فروخت ڪندو هو، هن جي هميشه مدد ڪندو هو ۽ هنن جي وچ ۾ خط و ڪتابت وان گوگ جي زندگيءَ جي باري ۾ اهم معلومات مهيا ڪري ٿي. مون هن جي بُرش جي جهٽڪن ۾ ائين زندگي ٻوڙندي ڏٺي آهي جيئن مون پنهنجن مصرعن ۾ ڏٺي آهي. آخري دؤر ۾ هن کي مرگهي ٿي پئي. مٿي اگهاڙو، تتي سج هيٺان، سورج مکيءَ جي کيت ۾ ڪئنواس رکي، اُن وقت تصويرون ڪڍندو هو، جنهن وقت هن جو دماغ تپي ويندو هو ۽ هن ۾ خون جي گردش تيز ٿي ويندي هئي. ساڳي طرح منهنجي شاعريءَ کي به آرهڙ جي مند سازگار ايندي آهي ۽ شاعري مون تي مينهن وانگر اوڙڪون ڪري وسندي آهي. هن جنون جي ڪيفيت ۾ خودڪشي ڪئي.

## ونگنر (Wagner) (1813ڪان 1883ع تائين)

جرمنيءَ جو مشهور رچيندڙ (ڪمپوزر) هيو، هن جو جوانيءَ ۾ شيڪسپيئر جي ڊرامن سان ۽ بيٿون سان عقيدت جو اظهار، هن جي اوپيرا ۾ ٿيو، جڏهن هن پهرين آپيرا 'نڪاح' 1933ع ۾ مڪمل ڪئي. هن جو مانُ سنگيت جي استاد (Chorus master) ۽ ڪنڊڪٽر (Conductor) جي حيثيت ۾ جرمن آپيرا - گهرن ۾ نهايت وڌي ويو ۽ هن جي ٽيڪنيڪي صلاحيت ۾ به اضافو ٿيو، جيئن هن جي ٽين آپيرا رينزيءَ (Rienzi) مان محسوس ٿئي ٿو، جا 1840ع ۾ لکي وئي هئي. ان آپيرا کي اسٽيج تي آڻڻ کان پئرس ۾ انڪار ڪيو ويو هو. جيئن ٿي اها ڊريسڊن** (Dresden) ۾ 1843ع ۾ اسٽيج تي آندي وئي، اُها ڏاڍي مقبول ٿي. 'اُڏامندڙ ڊچ' (The flying Dutchman) جو هن جو شاهڪار هيو ۽ 1843ع ۾ اسٽيج تي آندو ويو هو، ان کي

* فاوزم: (هن لفظ جو سنڌيءَ، اردوءَ يا فارسيءَ ۾ ترجمو ڪونه آهي.) مصوريءَ جو اهو نمونو هئي، جنهن نهايت چٽن ۽ ڀيڪي وارن، غير فطري رنگن کي مصوريءَ جو بنياد بڻايو ويو هو. لفظ 'فاو' جي فرينچ ٻوليءَ ۾ معنيٰ آهي وحشي جانور. تحريڪ ٿورو وقت هلي (1905 کان 1906ع) تائين مشهور مصور مٽئسي نج رنگ جي سونهن جو ڳولهائو هوندو هو. ادب ۾ ڪٿي به اهڙي تحريڪ نه اُڀري آهي، جنهن ۾ شاعر رڳو نجُ لفظ جي سونهن جو ڳولائو رهيو هجي ۽ معنيٰ کي ڪابه اهميت نه ڏني هجائين.

نوٽ: دراصل ڪمپوزر، ڪورس ماسٽر ۽ ڪنڊڪٽر مغربي موسيقيءَ جا لفظ آهن ۽ اهڙن لفظن جو صحيح ترجمو ڪنهن به مشرقي زبان ۾ نه آهي ۽ ان ڪري اُنهن جو انگريزي اُچار اپنايو ويو.

** ڊريسڊن: اوير جرمنيءَ ۾ برلن کان 110 ميل پري شهر، جو واپار ۽ ثقافت جو مرڪز آهي.

يتري مقبوليت حاصل نہ ٿي. هن پوءِ ڪيتريون آپيرائون لکيون، جن جي باري ۾ هن ڪيئي مضمون لکيا، جن ۾ پنهنجون ٿيوريون واضح ڪيائين. انهن ٿيورين جو واضح اظهار هن جي چئن سنگيت ناٽڪن ۾ ٿيو، جي 1853ع کان 1874ع تائين The ring of Nibelung جي نالي سان تيار ڪيا. اهي چارئي سلسليوار آپيرا 1876ع ۾ ڪيا ويا. هن کي بئويريا جي بادشاهہ لُڊِوگ II جي سرپرستي حاصل هئي ۽ هن جي زندگي جي طرز ايتري گهڻ خرچي ۽ لُٽائو هئي، جيتري هن جي موسيقي ۾ وڏيڪائي ۽ آجهلائي هئي. هن ٻيون بہ ڪيتريون آپيرائون ۽ طربيہ لکيا، جن جي تفصيل جي ضرورت ناهي. هتي فقط اهو ڄاڻائي سگهجي ٿو تہ هن پاڻ کي يورپ ۾ چوٽيءَ جو موسيقار ثابت ڪيو ۽ موسيقيءَ تي پنهنجي امر ڇاپ ڇڏي. جيتري قدر مون کي ياد آهي تہ مون ڪٿي پڙهيو هو تہ وئگنر نازي جرمنيءَ ۾ بہ ڪافي مقبول هيو.

## هني بال (247 ق.ا.م کان 182 ق.ا.م تائين)

روم جي خلاف ٻي پيونڪ جنگ ۾ (218ق.ا.م کان 201ق.ا.م تائين) ڪارٿيج جي لشڪر جو مُنهدار هو. ڪي مؤرخ تہ هُن کي قديم زماني جو وڏي ۾ وڏو سپهہ سالار سمجهندا آهن. هُن جي جنگ تي بہ هني بال جي جنگ جو نالو پئجي ويو آهي.

هني بال ڪارٿيج جي هڪ جنرل ۽ سلطنت جي مُدبر جو پٽ هو. اها ڏند ڪٿا تہ هُن جي پيءُ هن کي قربانگاهہ تي قسم کڻايو هو تہ هُو روم کي تلف تاراج ڪندو، صحيح ٿي سگهي ٿي. ڪارٿيج جي رهواسين، روم کان جنگ هارائي هئي ۽ اُن ۾ روم هن جا ڪجهہ ملڪ فتح ڪيا ها. 221ق.ا.م ۾ هُو، پيءُ جي موت کان پوءِ، ڪارٿيج جي فوج جو سپهہ سالار ٿيو. روم، ڪارٿيج سان ڪافي زور آوريون ڪيون هُيون، سو هني بال، ڪارٿيج جي سينيٽ کان اجازت وٺي، روم سان مُهاڏو اٽڪايو. جنگ روم پاڻ ڇيڙي. جنگ جا ڪارڻ ۽ ان کان پوءِ جي تاريخي وچوڙ قديم زماني جي تاريخ ۾ دلچسپي رکندڙن لاءِ آهي ۽ ان ڪري هتي نہ ٿي ڏجي. 218ق.ا.م ۾ هُو، اسپين مان روم ڏانهن وڌيو تہ هن کي فوج ۾ اٽڪل چاليهہ هزار ماڻهو هُيا. هني بال لاءِ چيو ويو آهي تہ هن کي پنهنجي هر فوجيءَ جو نالو ياد هو (جيئن پُٽي کي پنهنجي هر سياسيءَ ڪارڪن جو نالو ياد هوندو هو.) هن اُتر واري اطالوي لشڪر جا مضبوط هنڌ هَٽ ڪري، گال قوم (فرينچ قوم جا وڏا) کي نياپا، سنيها موڪليا تہ هُن سان شامل ٿين. اُن کان هن روم جي فوج جي مُکيہ ڀاڱي کي مُنهن ڏنو. جڏهن جنگ جي باري ۾ هن جو اڳ–ويچار ٺيڪ نہ نڪتو ۽ روم جي فيڊريشن جي قوت کي پوريءَ طرح ڪَٿي نہ سگهيو، تڏهن هن ڪاوڙ ۾ اچي، اِٽليءَ جا ڪيترا شهر تباهہ ڪيا. 216 ق.ا.م ۾ هني بال، رومي فوج کي گهيراءُ ڪري تهس نهس ڪري ڇڏيو ۽ روم جا پنجاهہ هزار فوجي

ماريا ويا. نتيجي ۾ ڏکڻ ۾ روم جا ساٺ روم جو ساٿ ڇڏي ويا. باقي وچ ۽ اُتر اٽلي
اڃان مُنهن ڏئي بيٺا. پوءِ هن مئسيڊان جي فلپ سان ايڪو ڪيو، پر ڏهن سالن ۾
ڪجهه به نه وريو ۽ رومن سينيٽ فلپ سان ناهه ڪري ڇڏيو. ڪارٿيج جي سينيٽ به لڄ
شرم لاهي، هن جي مدد کان لنوايو. آهستي آهستي هني بال جي مهم گهٽجڻ لڳي. اڃان
ٻيون ڪجهه جنگيون ٿيون، پر نيٺ ڪارٿيج جي سينيٽ هني بال کي وطن گهرائي ورتو
۽ ٻي سال-جنگ ۾ روم جي فتح ٿي. ان کان پوءِ به هُو ايشيا ۾ فوج کڻي ڪرڻ جي
ڪوشش ڪندو رهيو، پر هُن سان خاص ساٿ نه ڏنو ويو ۽ هو آخر ايشيا مائنر ڏانهن
ڀڄي ويو. روم وارن هُن جي پيش پوڻ لاءِ تقاضا ڪئي، پر هن 182ق.ا.م ۾ آتم هَتيا
ڪئي.

هني بال جي جنگ جي اهميت ٽروجن جنگ جيتري آهي يا يونان – ايران جي
جنگين يا آمريڪيءَ خانه جنگيءَ جيتري آهي ۽ ادب ۾ زنده جاويد آهي. رومن قوم،
جنهن کي هني بال جو نالو ٻُڌي ئي ٿڙڪڻي وٺي ويندي هئي، تنهن هن جي ڪيبائيندي
ساراهه به ڪئي ۽ هن تي دغا ۽ ظلم جا الزام به هنيا، جن جي تاريخ ۾ ڪا ثابتي نه
آهي. هني بال جي جنگي حڪمت عملي چڱي هئي، پر هن روم جي طاقت جو صحيح
اندازو نه لڳايو ۽ اُنهن جي(روم جي ماڻهن جي) هڪ ٻئي کي ڇهٽندڙ هم – اتفاقيءَ
کي نه سمجهي سگهيو.

هن جا سپاهي، جيتوڻيڪ اُجوريدار نه هئا، پر پوءِ به هن سان اَرپيل ۽ هن جا
هڏڏوکي هيا ۽ هن لاءِ وفاداريءَ ۽ جان نثاريءَ سان وڙهيا. هني بال، حڪمت عمليءَ جو
وڏو ماهر هو. هو پنهنجن مخالف جنرلن جي نفسيات مان واقف هو، ۽ انهن کي ڏاهپ
سان چونڊي، وڏي فن ۽ هنر سان جنگ ۾ وڌائيندو هو. هني بال، سڪندر اعظم جي
جنگين جو غور سان مطالعو ڪيو هو ۽ اُن کان به اڳتي ويو هو ۽ چڱيءَ طرح ڄاڻائين ٿي
ته دشمن جي فوج ۾ ڏڦيڙ ۽ ڦيٽارو ڪيئن وجهجي.

## هومر

قديم يوناني ادب جي اهم ترين شخصيت هو. هو 800 ق.م ۾ اولهه ترڪي جي
پرسان آيونيا (Ionia) جو رهاڪو هيو. روايتون ڇون ٿيون ته هو انڌو هو ۽ بادشاهن جي
درٻارن ۾ هڪ چارڻ وانگر پنهنجو رزميه نظم 'آڊيسي' (Odyssey) ڳائيندو هيائين. هن
جا ڳاتل اصل لفظ هينئر ڇپيل لفظن سان ڪيترا ملندڙ آهن، اهو چئي نٿو سگهجي، پر
اصل ڳالهه واضح آهي ته 'آڊيسي' يا هومر جو ٻيو ڪلام جو اِليڊ (Iliad) جي نالي سان
مشهور آهي، سو زباني ياد هيو. جيئن اسان وٽ ڀَٽَ چارڻ زباني بيت ۽ دوها ياد رکندا
آهن. هن جي مسدس (ڇَه-پَدو) ۾ ڪيئي جملا، سِٽون، صفتي حرف ۽ فقرا ساڳيا ڪم
آندا ويا آهن، پر هن جا نظم پنهنجي طوالت جي باوجود متاثر ڪندڙ آهن. اليڊ ۾

ايڪليز ۽ اڱميمنان ۾ دشمني جو ذڪر ڪيل آهي ۽ ٽراءِ ۾ لڳل 10 سالن واري جنگ بيان ٿيل آهي ۽ ان جنگ جي ڀرپور منظرڪشي سان گڏوگڏ نزاڪت واريون گهرو زندگيءَ جون تصويرون به آهن. اهڙي طرح آڊيسيءَ ۾ آڊيسس جي ايٿيڪا (يونان جو شهر) ڏانهن موٽ ۽ هن جو پنهجي زال جي آشنائن کان انتقام وٺڻ جو تذڪرو آهي. ان جي پس منظر ۾ يوناني سورهين جي واپسي ڏيکاريل آهي ۽ آڊيسَس جي زندگيءَ جا بيا پهلو به ڏيکاريل آهن ۽ هن جي باري ۾ تمام سادي ۽ اوچي انداز سان چيل آهن. جنهن ۾ آڊيسَس جي رولڙن ۽ ڪيل مسافري جون يادگيريون به آهن. سيئي محقق ان ڳالهه تي متفق نه آهن ته اهي سيئي شعر هڪ ماڻهوءَ جا آهن، پر انهن جي بي انتها خوبي کان ڪو به انڪاري ناهي. مغربي دنيا جي شاعري ۾ هن کي تمام اوچو مقام آهي. روم جي اطالوي شاعر ورجل جي ڪلاسيڪي ڪتاب 'اينيڊ' تي هومر جي ڪلام جو اثر آهي.

نظم 'آڊيسي' ڪازان زاڪس به پنهنجي پيغام ۽ حياتيءَ جي نظرئي کي پيش ڪرڻ لاءِ لکيو آهي، جيئن مون "ڪَپر ٿو ڪُن ڪري" ۾ شاهه وارا سمورا سُر پنهنجي نقطهِ نگاهه کان لکيا آهن ۽ اُنهن کي هڪ ڊراماٽي انداز ڏنو آهي.

## هيگل

فريڊرڪ هيگل 1770ع ۾ ڄائو ۽ 1831ع ۾ گذاري ويو. هن فلسفي تي ڪيئي ڪتاب لکيا آهن. ڪارل مارڪس جو فلسفو دراصل هيگل جي جدليات جو ترقي پسند منطقي نتيجو چيو ويو آهي، پر تاريخ اها ڳالهه غلط ثابت ڪئي آهي. هيگل کان جڏهن ڪنهن پڇيو ته پنهنجو نظريو ٻڌاءِ ته هن ان جو جواب ڏهه ڪتاب لکي ڏنو، پر جڏهن هڪ قديم پيغمبر کان ساڳيو سوال پڇيو هيائون ته هن جواب ڏنو هو ته:

"Thou shall't love they neighbour as thy self""

(توهان پنهنجي پاڙيسري سان پيار ائين ڪندؤ جيئن پاڻ سان ڪري رهيا آهيون).

مان ڪتاب جي طوالت جي خوف کان فلاسفرن تي نوٽ نهايت مختصر لکي رهيو آهيان، جو ته جي هڪ پيرو اُنهن جي فلسُفي ۾ وچڙي ويس ته ڪتاب ڏهه پندرنهن جلد ٿيندو ۽ ممڪن آهي ته زندگي ايتري مهلت به نه ڏي ۽ اُن ساري فلسفي جي ڪتاب ۾ ضرورت به نه آهي.

## هيمنگوي، ارنيسٽ ملر (1898ع کان 1961ع تائين)

آمريڪا جو عظيم ناول نگار ۽ افسانا نويس. 1921ع ۾ هن ڪجهه وقت پئرس ۾ قيام ڪيو، جتي هن 1925ع ۾ 'اسان جي دؤر ۾' جي نالي سان ڪهاڻيون لکيون، جي هن جي ننڍپڻ جي باري ۾ هيون ۽ 1926ع ۾ پنهنجو هڪ مشهور ناول 'سج اُڀرندو به آهي' لکيو، جو جلاوطن نسل لاءِ هيو، جيڪو بدحواس ٿي چڪو هو. هن جي

شهرت ۾ وڏو اضافو تڏهن ٿيو، جڏهن هن 1929ع ۾ پنهنجو ناول 'اسلحي کي الوداع' لکيو، جيڪو اسپين جي خانہ جنگيءَ جي باري ۾ هيو ۽ نهايت اتساهيندڙ هيو. هن جي ڪهاڻين جو مجموعو 'عورت کان سواءِ مرد' 1927ع ۾ شايع ٿيو ۽ 'کٽيندڙ ڪجهہ بہ نٿا کٽن' 1933ع ۾ شايع ٿيو. ان کان پوءِ هن ڪجهہ ٻيا ڪتاب لکيا، جن ۾ 'ڏاند سان ويڙهہ' ۽ 'وڏي شڪار' جهڙوڪ: چيتو، شينهن، گينڊو، دريائي گهوڙي ۽ جهنگلي مينهن جي باري ۾ غير افسانوي تحريرون شامل هيون. هن مشهور ترين ناول 'گهنڊ ڪنهن لاءِ وڄي ٿو' (For whom the bell talks) 1940ع ۾ لکيو. (انهيءَ ناول تي فلم بہ ٺهي هئي ۽ جڏهن مان شاگرد هيس، تڏهن ڏٺي هيم ۽ ان ۾ گئري ڪُوپر ۽ گريس ڪيلي مکيہ ڪردار هيا). 1952ع ۾ هن ننڍو ناول 'پوڙهو ۽ سمنڊ' لکيو جا هڪ تمثيل هئي ۽ انهيءَ تي هن کي ادب لاءِ 1954ع ۾ نوبل انعام مليو. هو ڪيئي سال بيمار ۽ خاموش رهيو، آخر 1961ع ۾ خودڪشي ڪيائين.

هن پنهنجو هر ادبي ڪارنامو هڪ مخصوص، درست ۽ نيڪ ناڪ ٻوليءَ ۾ لکيو ۽ پنهنجو اسلوب جنهن ديسيءَ ٻوليءَ ۾ لکيو اُن ۾ مترنم خاڪا اُڀرن ٿا ۽ هن جو نثر ڇَرَ وانگر آهي. اهو ان ڳالهہ جو اشارو ڏئي ٿو تہ هن ۾ نهايت گهرا جذبا سمايل آهن.

هيمنگوي کي زندگيءَ جو پنهنجو دستورِ عمل هو. اُن ۾ ڪجهہ اُصول هيا جي عزتِ نفسي، جرات ۽ سَهپ هيا. هن دنيا جي ڇڪتاڻ ۽ پيڙا واري وايو منڊل ۾ جو ماڻهوءَ کي سمجهوتو ڪرڻوپوي ٿو، ان جي پٺ ڪوهہ ۽ ويڙهہ ۾ هُو هارائي، تڏهن بہ هن کي دٻاءَ کي مڙسيءَ سان منهن ڏيڻ گهرجي يا (Grace under pressure) ڏيکارڻ گهرجي. 'پوڙهي ۽ سمنڊ' جي مکيہ ڳالهہ آهي. ان جو مکيہ ڪردار جو نهايت مناسب نموني هلي ٿو، جڏهن هو مانگر وڃائي ٿو ڇڏي، هيمنگ وي ان ڪردار کي نهايت چابڪدستيءَ سان چٽيو آهي، ۽ انهيءَ ناول تي هن کي نوبل پرائيز ملي هئي. هن نهايت انفرادي زندگي گذاري هئي، پر 'گهنڊ ڪنهن لاءِ ٿو وڄي' ۾ هن سياسي ذميداريءَ ڏيکاري. اهو ڪتاب اُن وقت لکيو ويو هو جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ آمريڪا گهرڻ واري هئي.

هيمنگ وي جي ٽيڪنيڪ، هن جي نزديڪي، قرب ۽ آمد ۽ هن جي تخليق ۾ ايڏي دلچسپي هن کي ويهين صديءَ جو نهايت اهم اديب ثابت ڪري ٿي. جيتري قدر مون کي ياد آهي، هن نهايت رومانوي انداز ۾ چار ڀيرا شادي ڪئي هئي. آخر ۾ هن پنهنجي وات ۾ اُها رائيفل رکي، اُن جو گهوڙو دٻائي خودڪشي ڪئي، جنهن سان هو گينڊا ۽ شينهن ماريندو هو. هن جي موت کان پوءِ ڪيئي ڪتاب لکيا ويا آهن، جيئن هن جي پٽ هن جي ڪهاڻي 'بابا هيمنگ وي' لکي آهي. هو واقعي عشق کي رانند سمجهندو هو، پر اُن کي ائين نہ ڪيڏندو هو، جيئن ڳڀرو ڪيڏندا آهن. 'ٽائيم رسالي' ۾ هن تي هڪ وڏو مضمون آيو هو جنهن ۾ اُنهن جاين جون تصويرون هيون، جتي هو ڪيوبا ۾ رهندو هو. هُن کي پنهنجا خانگي هوائي جهاز ها، جي هو هلائيندو بہ پاڻ هو.

اسان به ته انهن وانگر حساس اديب آهيون، پر اسان مان گهڻن کي موٽرون آهن؟ بمبئي ۾ جڏهن ارجن شاد ۽ موهني اسان وٽ آيا ته هنن کي ٽئڪسيءَ لاءِ 150 روپيا ڪرايو ڏيڻو پيو هو.

## هيوم

اسڪاٽلينڊ ۾ 1711ع ۾ ڄائو ۽ 1776ع ۾ وفات ڪيائين. هو چوٽيءَ جي مغربي فيلسوفن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي ۽ هن جا تاريخ، فلسفي، سياست ۽ مذهب تي ڪيئي ڪتاب لکيل آهن"

هيوم جڏهن مري رهيو هو ته هن Charon (چارُون-يوناني موت جو ديوتا) کي التجا ڪئي ته: "صبر ڪر، ڪجهه ٿورو ترس! مون کي ڪجهه سال مهلت ڏي، ڇاڪاڻ جو مان عوام جون اکيون کولڻ چاهيان ٿو: جيڪڏهن مان ڪجهه سال وڌيڪ جيئندس ته شايد مان سارا وسوسا جن جي خلاف مان وڙهيو آهيان، ڍهي ڍير ٿيندي ڏسي سگهان ٿو." چيو ويو آهي ته انهيءَ تي چارُون هن تي غصي ٿي ويو ۽ ڪاوڙ ۾ چيائين، "تون هميشه خواب لهندو رهندين ۽ اها ڳالهه هزارن سالن ۾ نه ٿيندي. تون سمجهين ٿو ته مان توکي ايڏي وڏي مهلت ڏيندم؟ هيٺ ٻيڙي ۾ لهه ته هلون، سست، رولاڪ، سڪ درسي ماٺهو!" اهو ٻڌي هيوم هميشه لاءِ چپ ٿي ويو.

## نيو فيلڊس جو اينڊڙ ڪتاب

## تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون

ليکڪا: زرينہ بلوچ

ڊيمي سائيز ۾ صفحا 208- خوبصورت ٽائيٽل- قميت-/55 رپيا

## نيو فيلڊس جا تازا شايع ٿيل ڪتاب

## سنڌي ادب جو مختصر جائزو

(سي- ايس- ايس ۽ پي- سي- ايس جي شاگردن لاءِ)

• مقابلي جيً امتحان ۾ ويهندڙ اميدوارن لاءِ هڪ انمول ڪتاب. جيڪو بلڪل سليبس جي مطابق لکيو ويو آهي جنهن ۾: سنڌي ادب جي تاريخ، سنڌي ٻولي جو بڻ بنياد، هاڻوڪن توڙي اڳوڻن شاعرن جي ڪلام جو جائزو ۽ ادب جي سيني اهم صنفن جي ارتقائي تاريخ جو تفصيل سان جائزو ورتو ويو آهي- سليبس ۾ ڄاڻايل 28 ڪتابن پڙهڻ جي بجاءِ (جيڪي تقريباً اڻ لڀ آهن) هڪ ئي ڪارائتو ڪتاب پڙهو. ايم. اي سنڌي جي شاگردنَ لاءِ پڻ هڪ ڪارآمد ڪُتاب آهي.

## وِهڻ مونِ نہ وڙاءُ

مصنف: رسولِ بخش پليجو

هن ڪتاب ۾ مضمون، خطَ، ڪهاڻيون ۽ 100 صفحن جو طويل ادبي ۽ سياسي انٽرويو شامل آهي. پڙهڻ ۽ سانڍڻ جهڙو ڪتاب - صفحا 256 - خوبصورت ٽائيٽل- قيمت -/55 رپيا

## ڪتين ڪرَ موڙيا جڏهن (ڀاڱو I)

شيخ اياز جا 1200 بيت 104 صفحن جو مهاڳ. جيڪي ٽن هارٽ اٽيڪ دوران احساسن متعلق آهن ۽ مهاڳ موت جي فلسفي تي لکيل آهي. خوبصورت ٽائيٽل- صفحا 360- قيمت -/90 رپيا

## قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ

جلاوطن، ڪربلا ۽ رڻ ۽ رڃ جو اتهاس جهڙن ڪتابن جي ليکڪا جو نئون ڪتاب. خوبصورت انداز ۾ ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل. صفحا 232- خوبصورت ٽائيٽل- قيمت -/55 رپيا

## اوهريا جي عميق ڏي

الطاف شيخ جو نئون سفرنامو. تصويرن سان سينگاريل. دلچسپ ڳالهين سان ڀرپور. خوبصورت ٽائيٽل- صفحا 216- قيمت -/50 رپيا

## مٺ مٺ موتين جي

ابراهيم جويي کان علاوه 40 کان مٿي ليکڪن جون لکڻيون ڏنل آهن.

صفحا 424- خوبصورت ٽائيٽل- قيمت -/85 رپيا

# ڇپڻ ڏامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٻه اکر | ١٨ | يو.ايس.اين.آر | يو.ايس.ايس.آر |
| ٢١ | ٢٤ | ڏارئين | ڏارئين |
| ٣٠ | ٩ | سڏُ! | سِڏُ! |
| ٣٢ | ١ | ائين | ايئن |
| ٣٢ | ٣ | سئين؟ | سيئن |
| ٣٤ | ١ | ماريندي جندڙي | سون ماريندي جندڙي |
| ٤٠ | ١٧ | ڇاتي | ڇاتي |
| ٤٧ | ١ | چارَ | چارِ |
| ٤٧ | ٢ | موتَ | موتُ |
| ٥٧ | ٥ ۽ ١٠ | تنهنجا | تنهنجو |
| ٥٧ | ٧ | ٽوپڙيون | ٽوپڙيون |
| ٦٦ | ٢ | سجهي | سمجهي |
| ٨٢ | ٧ | نظريون | نظرون |
| ٨٤ | ١٣ | پو بس سي چارا چون ٿا | پو ٻه سون پارا چون ٿا |
| ٨٤ | ١٦ | پو بس سي چارا چون ٿا | ڪيترا ڪارا چون ٿا |
| ٨٤ | ١٩ | پو ٻه سي چارا چونٿا | ڏرسُ، ته سي پيارا چون ٿا |
| ٨٨ | ١ | گنڊين | گنڊيين |
| ٩٢ | ٧ | تيَ | ٿيي |
| ٩٣ | ٧ | ٿير | ٿين |
| ٩٨ | ٧ | پٽُ | پٽِ |
| ١٠٤ | ١١ | وَرناى | وَرنائي |
| ١١٣ | ١٦ | سون کي ٻه واهر ٻه نه ڪا | سون کي واهر ٻه نه ڪا |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ۱۱۵ | ۳ | تو | تو |
| ۱۲۵ | ۷ | سٽ کانپوءِ پڙهي وڃي | رات ۾ ڪيڏي ڪارِي آهي! |
| ۱۵۱ | ۹ | تو | تون |
| ۱۷۵ | نوٽ: فٽ نوٽ جي پهرين سٽ جي آخر ۾ لفظ "۾" ڪٽيو وڃي. | | |
| ۱۸۹ | ۱۰ | وَهندڙي | وَهندڙِي |
| ۲۲۲ | ۷ | تو | تون |
| ۲۳۶ | ۲ | آ | آن |
| ۲۴۰ | ۱۵ | ڪڏهن آهه | ڪڏهن |
| ۲۴۰ | ۱۶ | چائنٺ | آهه چائنٺ |
| ۲۴۲ | ۱۲ | سَپ | ٽپ |
| ۲۴۵ | ۱۱ | Commessar | Commissar |
| ۲۴۶ | ۱۲ | Albart | Albert |
| ۲۴۸ | ۱ | ائين | آئين |
| ۲۴۸ | ۱۲ | ڪوُپ | ڪوُ |
| ۲۵۲ | ۳ | Ethens | Athens |
| ۲۵۳ | ۱۰ | ۽ | ۾ |
| ۲۵۳ | ۱۶ | منيشيوڪ | مينشيوڪ |
| ۲۵۵ | ۶ | جا | ڪي |
| ۲۵۵ | ۲۹ | ڪروشنچوف | ڪروشچوف |
| ۲۶۷ | ۷ | شاعر پُشڪن جو | شاعر پُشڪن (جو |
| ۲۶۸ | ۲۸ | جن | جنهن |
| ۲۶۹ | نوٽ: فٽ نوٽ جي ٻيءَ سٽ ۾ ۱۸۳۸-۱۸۹۱ ڪٽيو وڃي. | | |
| ۲۷۳ | ۱ | خلوت پيش | خلوت ۾ پيش |
| ۲۷۶ | ۱۶ | تي هو برلن | تي هو |
| ۲۷۶ | ۱۹ | هئي غيرفاني | هئي جي غيرفاني |
| ۲۷۸ | ۹ | غزل پرپور | پرپور غزل |
| ۲۷۹ | ۲۳ | سرو وسمن | سرد و سمن در آ |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ۲۸۰ | ۱ | رنج خمار سي | رنج خمار ما |
| ۲۸۱ | ۵ | سڌارٿ گوتم جي قوم هئي | گوتم سڌارٿ جي قوم هئي |
| ۲۸۱ | ۲۷ | راهُل | راهول |
| ۲۸۱ | ۳۱ | تيشي | تپشي |
| ۲۸۲ | ۱۵ | هو ۽ | ۽ هو |
| ۲۸۶ | ۳۰ | کي | کان |
| ۲۸۷ | ۱۶ | سنٿا | سنسٿا |
| ۲۸۷ | ۱۷ | ۽ | ۾ |
| ۲۹۴ | ۱۸ | ۱۸۳۷ ۾ | ۱۸۳۷ ٿي |
| ۲۹۴ | ۲۸ | هيون ۽ کان | هيون ۽ تن کان |
| ۳۰۱ | ۷ | ڄجي حيثيت ۾ | جو |
| ۳۰۲ | ۱۴ | ٿئي | ٿيو |
| ۳۰۴ | ۲۰ | نوٽ: آهي لفظ آخر ۾ ڪٽيو وڃي. | |
| ۳۰۸ | ۱۷ | سال | سان |
| ۳۱۰ | ۲۸ | حقيقت پسنديءَ دور وٺي وئي | حقيقت پسنديءَ جي دؤر ۾ وٺي وئي |
| ۳۱۲ | ۶ | ۱۲۱۷ء هن | ۱۲۱۷ء ۾ هن |
| ۳۱۲ | ۲۱ | سسيل | سيل |
| ۳۱۲ | ۲۸ | ٿي ملي | ٿو ملي |
| ۳۱۸ | ۲۵ | ڪارگر | ڪاريگري |
| ۳۱۹ | ۷ | سر | موڙ |
| ۳۱۹ | ۱۵ | نقدي | تقدير |
| ۳۱۹ | ۱۷ | ادبي نگاري | حقيقت نگاري |
| ۳۲۲ | ۲۵ | Tuscan | Tuscani |
| ۳۲۳ | ۱۹ | تنگ | پتنگ |
| ۳۲۷ | ۱۱ | سون وٽ جو | سون وٽ |
| ۳۲۸ | ۱۹ | سسنت | ستسنت |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ٣٢٨ | ٣١ | بيٺه | بيٺل |
| ٣٣١ | ٣٠ | مارڪس ڪي | مارڪس جي |
| ٣٣٧ | ٣١ | مٿاسٽا جو | مٿاسٽا جي، |
| ٣٣٩ | ٣١ | هوڪو | هرڪو |
| ٣٤٤ | ١ | ميگهم دت | ميگهم دوت |
| ٣٤٩ | ٢٦ | هوا | هو |
| ٣٥٠ | ٢٦ | هن | هو |
| ٣٥١ | ١٢ | ڏني | ڏئي |
| ٣٥٤ | ٣٢ | ٢٧ | ٤٧ |
| ٣٥٥ | ٢٥ | پروڊا | پراوڊا |
| ٣٥٨ | ١ | ويون | ويو |
| ٣٥٨ | ٣٠ | ١٩٧٣ | ١٤٧٣ |
| ٣٦١ | ٢٤ | اڳ سپرد ڪئي | اڳ اهڙي سپرد ڪئي |
| ٣٦٢ | ٢٧ | انسان | انسانن |
| ٣٦٥ | ١-١ | Hedonist | Hedonism |
| ٣٦٥ | ٢٥ | ننگيون سورتيون | ننگيون سورتيون آهن |
| ٣٧٠ | ١٥ | مشهور آهن | مشهور آهي |
| ٣٧١ | ١٣ | سننگڻن | هننگڻن |
| ٣٧٢ | ١٥ | نيوآرلينس ۾ جي | نيو آرلينس جڙي |
| ٣٧٥ | ٩ | چند | چنڊ |
| ٣٧٥ | ١٩ | Rascine | Racine |
| ٣٧٧ | فٽ نوٽ ٢ سٽ | آرٽ تاثريت | آرٽ ۾ تاثريت |
| ٣٧٧ | فٽ نوٽ ٦ سٽ | ١٩٦٠ | ١٨٦٠ |
| ٣٧٨ | ١٦ | بيدون | بيدوون |
| ٣٨٢ | ٧ | talks | tolls |

نوٽ (١) اينجلز اُچار ڪيئي ٻيرا آيو آهي ۽ اُن بدران اينگلز پڙهيو وڃي.

نوٽ (٢) مصنف سڀ سال ۽ انگ سنڌيءَ ۾ ڏنا آهن پر آپريٽر انگريزيءَ ۾ ڏنا جنهن لاءِ ادارو معذرت خواه آهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو ته ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)